Roshni Book No. 94

"منهنجون ڪهاڻيون"
ليکڪ جا حق ۽ واسطا محفوظ

پهريون ايڊيشن © سيپٽمبر 1994ع
ڪمپوزنگ: سڪندر نقوي "جهانيان" (عبدالبرادرس ليزر ڪمپوزنگ سسٽم)
حيدرآباد سنڌ.
ڇپيندڙ: القادر پرنٽنگ پريس، رٽچوڙ لائين، ڪراچي.
ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ، پاڪستان.
قيمت: 150.00 رپيا.

ٽائيٽل ڊزائين

عبدالرسول عباسي

MUNHINJOON KAHANYOON

(Sindhi Short Stories by ALI BABA)

Composed by by Abdul Brothers, Laser Composing System, Hyderabad.
Prnted by Al-Qadir Printing Press, Karachi.
Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh, Pakistan.
First Edition © September 1994.

# فهرست

## آيل ڙي اولاٽا



## ٻيون ڪهاڻيون

# مان ۽ ڪهاڻي

مان سٺو ڪهاڻيڪار آهيان؟
مان اڳهاڙو ڪهاڻيڪار آهيان؟
مان ڪهاڻيءَ ۾ عورت کي ذليل ڪندو آهيان؟
ڇا مونکان پاڻمرادو ڪجهه لازوال ڪهاڻيون لکجي ويون آهن؟
يا منهنجيون ڪهاڻيون پنهنجي وقت سان پنهنجي فنا کي پهچي ويندي يون، انهن ۾ ڪا دائميت ڪانهي؟

اهڙا ڪئين سوال منهنجي ذهن ۾ ترندا، ٻڏندا رهندا آهن. مون ڪڏهن به هڪ ڪهاڻيڪار جيان سنجيدگيءَ سان انهن تي غور نه ڪيو آهي. نه ئي مان پنهنجي لاءِ مهاڪهاڻيڪار جي چٽي لڳائڻ يا ليبل چنبڙائڻ لاءِ تيار آهيان. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڪهاڻيءَ جي لڏات ۾ فقط ايترو سو محسوس ڪندو آهيان ته مان فطري ڪهاڻيڪار آهيان. مان ڪهاڻي کي وڌ ۾ وڌ خوبصورت بنائڻ لاءِ تجربا ڪندو آهيان. ڪجهه نواڻ لاءِ جاکوڙ آڏاري ورتل يا ٻاروتي نه هوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪهاڻي لکجي ويندي آهي. ڪڏهن مڙئي لکجي ويندي آهي، ڪڏهن پنا ڦاڙي اڇلائي ڇڏيندو آهيان.

ڪڏهن ڪڏهن محسوس ڪندو آهيان ته مان ڪهاڻي لکڻ ئي نٿو چاهيان، پوءِ به لکي ويهندو آهيان. هر واري ڪهاڻيءَ کان ڏنيڃڻ کان پوءِ مان ڪهاڻي سان ڪيڏندو آهيان يا ڪهاڻي مونسان ڪيڏندي آهي. اسان ٻنهي جي وچ ۾ ڪار قسم جي ڪا به شيءِ حائل ڪانهي. منهنجو ۽ ڪهاڻيءَ جو رومانس پاڻ ۾ ڪنهن به ڪاروبار يا ڪار ونهنوار کان سواءِ هلندو اچي. انتهائي بيزار ٿي پوڻ کان پوءِ مان ڪهاڻي سان پيار ڪيو آهي. مان ان کي ڪنهن به قيمت تي نه ڇڏي سگهيو آهيان ۽ نه ڇڏي سگهندس. ادب ۾ لمبي ساهي ته پٽي سگهجي ٿي، پر رِزائن ڪري نٿي سگهجي. شعر، افسانو، ناٽڪ، ناول لکڻ اميراڻو ذوق آهي.

ادب جي تاريخ تي نظر ڦهلائيندا سين ته مهاڀارت جي سرجڻهار ويد وياس کان وٺي هومر، ڪاليداس، شيڪسپيئر کان ويندي شاهه لطيف تائين،

گوئٽي کان وٺي ليوتالستائي ۽ ٽئگور سڀ اميراڻا ٻار هئا. غالب به هڪ نواب جو ٻار هو. پوءِ مان غريب جو ٻار ان کم ۾ ڪيئن ٽپي پيس !... هاڻ نياڻيجي تہ نياڻيجي ڪيئن؟ هن پل سراط جهڙي ترار تان هلندي، پاڻ ڪيئن سنڀالجي. مٿان ٻاهر ۽ هيٺان لاوي جو ساگر پيو ٽِلي. موت کان سواءِ ڪٽي نہ ختم ٿيندڙ سفر.

ايڏي عذاب ۾ مان لکان ڇو ٿو؟

ڇا ڪهاڻي سپنن جهڙي دنيا آهي، پراسرار ۽ وڻندڙ؟

شايد مان لاڳيتو هڪ فئنٽاسيءَ جي دنيا ۾ رهندو اچان. سپنا ئي سپنا اُٿندو ٿو رهان. اهڙا سپنا جي رڳو جاڳ ۾ اٿبا آهن. مون ڪڏهن به ڀئي اديب سان پاڻ کي ڀيٽي نہ ڏٺو آهي، پوءِ به مان هر وقت ڪامپٽيشن ۾ هوندو آهيان. منهنجو اهو مقابلو فقط پنهنجو پاڻ سان هوندو آهي. شايد آءُ ٻين کان مختلف انڪري آهيان جو مان ٻين کي ٻڌندو ئي نہ آهيان.

هر ليکڪ سنو پاڻڪ به هوندو آهي، مونکي شيام جئسنگهاڻي وڻندو آهي. لعل پشپ وڏيڪ وڻندو آهي. ڳنو سامتاڻي ايشور چندر ۽ موهن ڪلپنا وڻندا آهن. انهن تہ وڻڻ جي ڪا انتهائي ڪانهي. اٿين جيئن چيخوف، اوهينري، مارڪيز مونکي چيخوف، جيترو نہ وڻندو آهي، نہ لعل پشپ جيترو. اٽليءَ جو سلوانو جو مون هڪ ئي ناول پڙهيو آهي، 'فونتا مارا'، منهنجي پسند سؤ جي اندر آهي، انهن ۾ سلوانو جو نالو هر وقت ياد رهڻ جوڳو آهي.

نسيم احمد کرل تمام وڏو ڪهاڻيڪار هو. جيئري عالماڻيءَ جو به ڪو مٽ ڪين هو. اجان هن ڪهاڻيون لکڻ شروع ئي مس ڪيون هيون تہ پاڻ ڪينسر ڪهاڻي ٿي ويو. ساڳيءَ ريت ماڻڪ کي به موت جي پيئڻ بلا وقت کان اڳ پي وئي. پر ڪنهن جي مرڻ سان ڪهاڻي ٿوروئي مري ويندي آهي. ماڻڪ ويو تہ طارق عالم اچي لکي پيو. عالماڻيءَ لکيو ۽ هاڻ اختر رند لکي پيو.

مان موڊي آهيان.

هر ليکڪ کي موڊي هئڻ گهرجي (هوندو آهي).

مونکي ادب جي ديويءَ آڏو گل چاڙهڻا هوندا آهن. تازا، نوان، باغي ۽ جهنگلي، ٿورائي سهي پر مون کي پاڻ کي وڻڻ گهرجن. منهنجي خوبصورتي اها آهي تہ مان فقط پنهنجي لاءِ لکندو آهيان. نقاد ويچارا تہ ڇا، منهنجي اڳيان پڙهندڙ به نہ هوندا آهن. اها فئنٽاسي منهنجي پنهنجي اندر جي شيءِ آهي. بلڪل شاه جيان:

مِيي سي ئي ماڻيا، جني نہ ٻريا ٻونر،
ڪنواريون ۽ ڪونر، هلو تہ پسون ڪاڪ جا.

مون ڪهاڻين ۾ عورت کي نيچ ڪيو آهي؟ منهنجي تہ خيال ۾، منهنجي ڪهاڻين جو مرڪز ئي عورت آهي. ڪڏهن ڪڏهن ان سان ڏاڍي اڻنگي ۽ اڻوڻندڙ نموني پيش ايندو آهيان، ان کي مان پنهنجي ڪهاڻين جي خوبصورتي ٿو چوان، جنهن کي شايد فقط آئون پاڻ ئي محسوس ڪندو هجان. عورت تہ منهنجي ڪهاڻين جو مرڪز هوندي آهي. بلڪ منهنجي ڪهاڻين جي ڪل ڪائنات جو مرڪز عورت، ڪيڏو اونچي، ڪيڏي مضبوط، ڪيڏي نازڪ ۽ ڪيڏي خوبصورت هوندي آهي. مان ان کي جيئڻ جو تيئڻ پنهنجي ڪهاڻيءَ جي ڪينواس ۾ اتارڻ چاهيندو آهيان. مان وري ڪالرج جو سهارو ٿو وٺان:

*(The Woman is ray of God)*

۽ شاهہ ٿو چوي:

ڪـڻ اکيـون، ڪـل يـار، وجـن سـور سـنـڌا ڪـيـون.

تہ پوءِ ڀلا مان عورت سان اهڙو ڪهڙو ناحق ڪندس؟ مان عورت جي خلاف، نہ، پر عورت جي نيلام خلاف لکندو آهيان. عورت ويچاري تہ خوار خراب مهاجر ۽ بهاري ڪيمپن ۾ ٿيندي آهي، جتي وڏين وڏين ڏاڙهين وارا مذهبي ۽ سماجي ٺيڪيدار پنهنجو سياسي ۽ مالي ڪارخانو هلائڻ لاءِ وڏن نعرن سان بهاري ۽ بنگالي عورتون، اسلام جي نالي ۾ گهرائي واپار ڪندا آهن. اهڙن موقعن تي اڪثر مونکي نارائڻ شيام جي سٽ ياد اچي ويندي آهي. منهنجي آبزرويشن تي فٽ ٿي ايندي آهي.

سردار ڪري واپار، سهڻي ٿانءَ ٺڪر جا وڪڻي.

آئون خدا کان ڊڄي ڳالهہ ٿو ڪريان:

هر سال، ڏهہ ڏهہ، ويهہ ويهہ هزار عورتون بنگال، هندستان ۽ ٻين ملڪن مان گهرائي، انهن جي آبادڪاريءَ جي بهاني سندن وڪرو ڪيو ويندو آهي.

ها تہ ڳالهہ هلي پئي ڪهاڻي جي: ڪهاڻي مون وٽ فلسفي، ناصحاڻي نقطي، اصلاح عام يا پروپيگنڊا وغيره جهڙن لفظن کان بلڪل جدا ۽ متاهين شيءِ آهي. ڪهاڻي فقط ڪهاڻي آهي ۽ ان کي ڪهاڻي ئي رهڻ کپي.

علي بابا

# پاڳان

اونداهين کي ٽوڙي ڊاهي، چڙهيو آهي سج، اوير ڪان، ڪجين مٿان. روشن ٿي ويو آهي بند پنيان، گرگلن جو ڏاڪو جهوپا ڳوٺ.

اندر هڪ جهوپي ۾، سنيري پئي چاڳان. شهر پنڻ لاءِ، وڃنس پيون چوڙيون، وارن ۾ ڦٽوٽو ڪندي. ۽ ٻاهر تڙڪي تي ويٺي آهي ماٽس پاڳان، اوجهڙ ۾، جهوپي جي ڪکاهينءَ پٽ جي اوٽ وٺيو. چوڦيتيءَ گاڏيءَ ۾. جنهن کي گهريندا آهن ٻار. ڪيس شهر پنائڻ لاءِ. نست نماٽن، ڏرا ڏنل آسوچ نيٽن سان پئي نهاري سج ۾. پر ڪن اٽس اندر، چوڙين جي ڇڻڪاٽ تي. پئي ڪنهي چيڙهه مٿو، پئي چنيي اڪيون سج ڏي نهاريو. بي فائدو.

اڳي، گهٽو اڳي. جڏهن جواٽي هيس، سج گول گول هو. وٽندو هٽس اکين کي. هاڻ ڪو نه وٺيس. هاڻ ته سج ٻه ڏسڻ ايندو اٽس جهڪو ۽ ڏنڏلو. ٻاهه جو پيڙ. هاڻ سج گول ڪونهي!

اڳي گهٽو اڳي، جڏهن جواٽي هيس. تڏهن سج ڪيڏو نه ويجهو هو. هي پڙو ڪنجهي ڊوڙ وجهي ته ڪجين تي چڙهڻ ڪان اڳي وڃي هٿ وجهيس! چڙهڻ نه ڏئيس ڪجين مٿان! هاءِ هاءِ جواٽي... هوءِ هوءِ وقت... تڏو شوڪارو ٻيري نهاري تي هيٺ پيرن ڏانهن. وڃايو ويٺي آهي چنگهون. وڃايو ويٺي آهي جواٽي، الائي ڪڏهن ڪان!

اکيون اٽس سج ڏانهن، ڪن اٽس اندر جهوپي ۾!

"ڪيڏو ڏينهن چڙهي آيو آ. هيءَ ماءُ مٺي ڪري ڇا پئي؟ چوڙين جو آواز ڪونهي، پانيان ڦٽوٽو ڪري، ٿي آهي تيار. هاڻ زال ٽنگي پئي هوندي آنهري مٿان. لپون سرمي جون ٻيري ڏسندي اکيون. نرڙ تي ڪيندي تلڪ. چپن تي هٽندي سرخي، پڻ پڻ ڪري ڳائيندي، ڪنن جا ايرنگ ڏسندي، نڪ جي بولي. چهرا ڏئي، سؤ مرڪون ڏيکاري آنهريءَ کي، چوري چتي تي پئي

آهي پنهنجي مُک مٽان. چري، جڏهن ڏس، زال پڻ آڌي مَلي پاڻ ڪي. ويئي ڪائي خار، ڏيءِ جي سنيراوَ تي، پر ڪجهه ياد ڪري ٿڌي ٿي وڃي ٿي. ياد ڪري جواٽي، ويئي چنبي اڪيون، ويئي پري شوڪارا.

اڳي ڪهٽو اڳي، پاڻ به ته ائين آنهريءَ مٽان لڙڪيو پئي هوندي هئي. ڪيڏو به پارو پوندو هجي، ڪيئن نه ڪهڙو مٽان گڙ گڙ گڙڪائيندي هئي. ڪيئن نه پاڻي پڇڻ چڻ ڪري وهندو هو. سندس وارن مٽان، هيٺ ڏڙ ڪان پيرن ڏانهن. ايڏي ڏڪٽي هوندي به ڪيڏو نه وٽندو هئس پاڻيءَ جو وهڻ بت مٽان ڏارا ڪري. ڪيڏا مهٽيندي هئي پير. اصل نهار ته منهن پيو ڏسڻ ۾ اچي. شهر مان هلندي هئي ته هلندو هئس سڄو شهر پنيان، وچنديون هيون سيٽيون. مسيت جي پاسي ڪان گذرندي هئي ته ملن جا ڳاٽ ڦري ويندا هئا. رڳو وٽو ڪنهن اڳيان وڌائيندي هئي ته پوندو هو ڏوڪڙن سان چڻ چڻ وڃي. واڻ ويندو ماٿهو بيهجي ويندو هو. مجال آ جو ڪنهن ڏي لوٽو هٽي نهاري. لاٽ لاٽ تي اک ٿي ڪانه پڌندي هيس. انگريچي اسڪول جو ماستر پيو اکيون ٽپيندو هو.

اڳيءَ جڏهن جواٽي هيس. سرتيون ڪنديون هيس ساٽ. جونءَ ڳوليو هيج مان هٽنديون هيس ڇهنڊٽيون. پرپور بدن تي. ڏينديون هيس ڪنن ۾ طعنن ۽ ٽوڪن جا چيرا. چڙينديون هئس چري. هاڻ ته ڪو سٽيس به ڪونه. جونءَ پئيو مارينس، پيون ته نهيو پر ڪڏهن آندي چائي ڏيءَ به هٽ لاهيس ڪونه. جڳ لنگهي ويا. ڇڳون چيڙهه ٿي ويون. ويون اکيون ڪوبن ۾ ڪهڙي. ويو ماس رس رڙي لڳن تان، وٺي ڪل سڙي. ڪڏهن روز وهجندي هئي ليمي جي پاڻيءَ سان. پنيان گوڏن ڪان هيٺ لڙڪندو هئس چوٽو. روز مليندي هئي آنڻ منهن کي. بهه بهه برندي هئس پيشاني. ڪانيءَ مٽان ڪاني پورو بَڪ پائيندي هئي سرمون. ڪري چڙيندي هئي پوٽر اکين کي، مٽان ڪندي هئي سرخيءَ جي ٽڦ ٽڦان چپن تي. نڪ ۾ سونو ڦل، هي آنگرين ڪان به ڏڪها ايرنگ ڪنن ۾. پنج پنج سونيون واليون. پندرهن تولن جو چانديءَ جو هس ڳچيءَ ۾. آنهري ڏسندي پيٽ نه ڍاپندو هئس. ڪنولي تي اونڌي ٿي منهن هيئان رکي ڏسندي هئي آنهري. ماٽس چوندي هئي: ”چوري باه لڳي، ڇتي ٿي آهين ڇا؟ ملوڪ آهين ملوڪ. جيڏي مهل ڏس زال آنهريءَ مٽان اٽي ٽيو بيٺي آهي. ڦڪائي ڪانهي. اٽي هلي ڍوڍا ڍڙ.“

سج ٻه پاڇا. ڪوماڻل، روٺهارڪن نيڻن سان ويني نهاري سج ڏ. ويني پري ٽڏڙا ساهه، شوڪارا. ڦري اچيس ٿو سڄو شهر اکين آڏو. گهٽي گهٽي، هٽ هٽ، گهر گهر، در در. سڄي شهر کي سڃاڻي. ماڻهوءَ ماڻهوءَ جو ڳجهه ڳوهه ڄاڻي. انهي ئي شهر ۾ وڃائي هٿائين جواڻي، وڏايا هٿائين پير!

جڏهن اڃان مس ساماڻي هئي، جڏهن اڃان مس ڪپڙا ڳاڙها ڪيا هئائين ته شهر ڪان سواءِ سک ڪونه ايندو هئس. پائين ته ماڻهون پنياهنس سينڊون هڻن، آواز ڪڍن. ايندو هئس ماڻهن کي ساڙڻ ۾ مزو، اڃان مس صبح ٿيندو هو تڪڙي تڪڙي سنيري، ساهيڙين سان هلندي هئي وتو ڪٿي پنڻ. ماڻس چوندي هيس، ”ڇوري پڙو پڪيڙي هلي آهين شهر پنڻ. ماڻهو ڪي خيال سان هلي، پراوَن گهرن ۾ تيسين نه گهڙجي جيسين پڪ نه ٿئي ته گهر ڌياڻيون وينيون آهن. چڙهن چانڊ ماڻهن جي گهرن ۾ ڪڏهن نه وڃجي. ٻل ڏهه رپيا ڏيڪارين. ڇوري متان پير وڏائي اچين. ماڻهو هوش سان هلي، زمانو ڏاڍو ضعيف آهي.“ تڏهين ڪي ڪين سمجهي هئي، پر هاڻ جڏهن ڪان ڏيٽس چاڳان ڪپڙا ڳاڙها ڪيا آهن. اڻ تڻ ڇٺونرا ڪٺونرا لڳي وئي اٿس. ويڙهي ويا هئس وهر. ڇوريءَ کي سمجهائي سمجهائي نڙي سڪي وئي اٿس، پر ڇوريءَ کي عقل ئي ڪونه ٿو اچي. ليکي ئي ڪانه ٿي. ذات ٿي گهٽ ٽئيس، ميريءَ منڊيءَ، مڙهيءَ ماءُ سان گڏ پنندي، گاڏو ڏڪيندي شرم ٿو اچيس، ماڙهو ڇا چوندا، اڙي هيءَ آهي چاڳان جي ماءُ. ڪلندس متان ماڻهو.

پير وڏايو، ويڙهي ويني آهي وهمن ۾. ڇٺونرا ڪٺونرا اکين سان ويني نهاري سج ۾.

وتو ڪٿي اندران جهڳيءَ مان نڪتي آهي چاڳان، ڦٽي ڦوڪارا ڪري، پڙو لمڪائيندي، نورا ڇمڪائيندي، اکيون ڇنيندي ٻي وسيءَ مان نهاري ٿي ڌيءَ ڏانهن: ”ڇوريءَ تي جواڻي ڇا آئي آ، ٻوڻي ٻوڻي ٿي ڦڙڪيس، پاڻءَ ته جي بند تان ڊوڙ وڌائين ته سهڪي سان ڪجرو ڇني ڇڏيندي. ڇوري پڙو پيرن ڪان ٻه وال پري اڇلائيندي ٿي هلي. نياڳي، ڪنهن جي نظر ٻه نٽي لڳيس. ماءُ مريس، ڏينهان ڏينهن وڃي ٿي وڌندي. وڃي ٿي ڪجي جي وڻ جيان اوچي ٿيندي.“

ماءُ جي من ۾ اڻ تڻ ڇٺونرا ڪٺونرا. پائين ته رڙ ڪري چويس. ”اي ڇوري هلين ٿي ڪي نچين ٿي. ماڻهو ڪي عقل ڪري.“ پر چپ پيا اٿس

سبيا. رکو پٺي ڌيءَ ڏي ڏسي. اکيون پٺي ڇنيي، ٻي وسي مان. پير وڌايو، ويٺي آهي اوجهڙ ۾. ويٺي ڏسي ڌيءَ کي شهر ڏي ويندو.

"چوري، جڻ ڪا پلي گهوڙي بنديو بيٺي هٿي ڪٿين ڏينهن کان، مس مس ڪلي آهي رسا ڇنائي. ڪٿين پستيون هٽندي ٿي وڃي، جڻ پڇي ٿو وڃي شهر. ڇا ڏٺين آ، ڇا ڏٺين آ...؟"

ياد ٿو اچيس: اڳي، گهڻو اڳي، پاڻ ٻه ٽه ائين هلندي هئي انهيءَ ساڳئي بند تان، زمين ڌٻائيندي ويندي هئي شهر پنڻ. گهٽي گهٽي، گهر گهر، در در. ڪيڏو وڻندو هئس شهر ۾ هلڻ، سينڌون، ميڇون، اکين جا اشارا. ڪيڏا اشراف ماڻهو ڪٿين تڙپندا هئا. ڪانه ٻوڙيندي هئي اک ڪنهن مٿان. ڪيڏو ايندو هئس ماڻهن کي ساڙڻ ۾ مزو. ڪڏهن ماءُ جي ڳالهه ڪانه ساڳاهي هئائين. زمانو ڏاڍو ضعيف آهي: اي ڳدا ڪير ڪجان...

اي ڳدا ڪير ڪجان... ماءُ جو من اڻ تڻ، ڇٺونرا ڪٺونرا. وهم ٿي وهم...

ياد ٿو اچيس: هڪ ڏينهن بنا سوچڻ سمجهڻ جي گهڙي وٺي هٿي هڪ گهر ۾. اوچتو رکيو هٿس ڪنهن وات تي هٿ. ڇڪي گهري ويو هئس گهر ۾. يڪا سارا پنج ماڻهو چڙهي ويا هئس، ڇتن ڪتن جيان، ڪيڏو ڦتڪي هٿي پاڻ ڇڏائڻ لاءِ، ڪيڏيون ڪيون هٿائين دانهون ڪيڪراٽون. اگهاڙو ڪري ڇُهگ وجهي بدن ۾، وات ۾ اوتيندا رهيا هئس ڪوڙو ڪوڙو دارون. پوءِ اونداهيءَ رات ۾ امان امان ڪندي پڳي هئي گهر ڏانهن. پڳت جي باغ وٽان جهنگلو ٽپندي، پيرن ۾ لڳيون هيس زهيريلي ڪنڊن واريون تارون. منڊڪائيندي ڊوڙندي وڃي ڦان ٿي ڪري هئي ماءُ جي ڪڇ ۾. ڪڙهي پيا هئس پير. ڪندي هئي دانهون، ڪيڪراٽون. وٺي ويا هئس اسپتال ۾. ڏاڪٽرن وڍي ڇڏيا هئس پير ۽ ان وڍيل پيرن مان ورتو هو ڇاڳان جنم!

چوري وٺي آ، شهر پنڻ، ماءُ جو من اڻ تڻ ڇٺونرا ڪٺونرا... روز ويڙهي ويندا اٿس وهم. جيسين ناهي ورندي، تيسين لائي ڏيندو اٿس من دهڪو. ويٺي سڏ ڪندي آهي الله کي: اي ڳدا ڪير ڪجان... اي ساهه لطيف ڪير ڪجان... اي قلندر شاباج ڪير ڪجان... اسين نه هندن ۾ نه مسلمانن ۾، ڏاڍا گريب هون ڏاڍا گريب...

پر خدا خير ڪونہ ڪيو. هڪ ڏينهن ڊوڙندي آئي هئي چاڳان ريهون ڪندي، هانءُ هڪيءَ ڪان ٿي آيس؛ آئي... آئي... آئي... رانيات ڪندي ڦان ٿي اچي ڪري هئس ڊيڍريءَ متان. ماءُ جو من ڦتڪ ڦتڪان.

"چا ٿيو... چوري ڳالھہ تہ ڪر. چا ٿيو... ڪهڙيءَ بلا ڪاڏو ٿئي. چوري، پير تہ ڪونہ وڍائي آئي آهينءَ."

اچي پڙي تي ڳاڙها چٽ. بڪين تي ڳاڙهو ڳاڙهو رت چميل.

ماءُ جو من ڦتڪ ڦتڪان.

"چاڳان...." ڏرتيءَ جي دانهن، آسمانن تائين. آسمانن ڪان متان. انهت تري تائين.

ويٺي روئي ياڳان. چاڳان جي پيرن منهن وجهيو. ڊڪون پريو. وار پٽيو اڙرانتجيو.

روشنين ڪي ٽوڙي ڊاهي، چڙهي آهي اونداهي، اولهہ ڪان. اوجهڙ ٿيندو وڃي ٿو اڪين ڪان. ڳرڳلن جو ڏهاڪو جهوپا ڳوٺ.

# ڪارونجهر جو قيدي

ڪارونجهر مٿان لڳاتار مانسون هوائن جا گهيرا هئا. مينهن ڪاريون واريون ڪيو پئي وٺو. رکي رکي اُتر ڪان ٻڪرال ڇهبڪ جيان وٽ ڪائي چمڪاٽ ٿي ڪيا ۽ ڪارونجهر جي اُتاهين چوٽين مٿان اوچتو مچريل ڪوراڙ ٻلا جيان ڇاڙپ ڪري جهٽ هٽي، هانءُ ڏاريندڙ ڪڙڪي سان، ڪارونجهر جي ٿاڙن ۾ لهي ٿي وئي، ڪارونجهر ۾ زلزلي جهڙو پڙاڏو پيدا ٿيو ٿي ويو. ڄڻ انگريزن جون توفون ڇڙي ٿي ويون. ننگرپارڪر، سورا چند، اڏيگام، ڀوڏيسر، راڻپور ۽ اينچلاشور جي وسندين ۾ پري پري تائين خوف جي لهر ڊوڙي ٿي وئي. سمين، سوڍين، سومرين، ٺڪرائين، رهارٽين ۽ ڪولهياڻين، جا هانوَ ڄڻ ڦسي ٻه اڌ ٿي پيا هئا. توفن جي ڌڪايل ٻارڙن ڪان خوف جا ڊيها ۽ سياڻا ڇڏائي ٿي ويا. نينگرين جا نيڻ ڏس تہ نيسارا ڪريو پيا وهن، رت نہ نهي ڪنهن مک ۾. ساري ڪارونجهر جي جهروڪي جهروڪي جهانءِ هئي، چوٽري چوٽري روڄ هو. مڙساڻي پهر ڪانہ بتي هئي جو ڪٿي ڏڍ ڏئين. ڪارونجهر جو ذات راٺو، ٺڪر، ڪوسو، رانوڙ، سمون، سومرو، پرمار ۽ ڪولهي، انگريزن جي توفن سان سينو سهائيندي، ڪارونجهر مٿان ڪُسجي ويو هو. ڪارونجهر جا ٿاڙ، ڀٽياڻي ۾ گوڙدرو وارا گهارا سندن لاشن سان سٽجي ويا هئا. وڏي ويڙهاند ڪان پوءِ انگريزن جي فوجي اڳواڻن ڪولهياڻين تي رڳو ايترو رحم ڪاڏو جو ڪين ڪارونجهر جي ٿاڙن مان، پنهنجن وارثن جا لاشا ڪٽي وڃڻ جي اجازت ڏني هئائون، ڪيترن کي پوري ڪيترن کي پورجي. ڪنهن لاءِ شمشان ٻاري ڪنهن لاءِ ٻارجي. ساڙدرو جي پاڪ پوتر جهرڻي ۾ ڪنهنجي رک لوڙهي، ڪنهن ڪنهنجي لوڙهجي. هانوَ تي هٿ هٽي ڪنهن لاءِ پٽڪارو ڪري ڪنهن لاءِ پٽجي. سارو ڪارونجهر لاش ئي لاش هو. رت ئي رت هو. پر الله سائين کي ڄڻ ٻاجهہ پئجي وئي. ڪارونجهر مٿان ڪارا ڪڪر ڪڙڪاٽ ڪندا آيا ۽ مينهن ڪاريون ڪري ڇڏيون. گوڙدرو ۽ ڀٽياڻيءَ جا آواز ڪارونجهر جي چوٽين ڪان مٿي، آسمان تائين ٿي ويا.

ڪولهياڻين وڏي مرٿيي ڪئي. هڪ هڪ ساٿيءَ جو لاش چمي چمي، گوڙدرو ۽ پنياڻيءَ ڦاڙ ۾ لوڙهي ڇڏيائون ۽ مينهن رت جا درگهہ ڏوئي ڇڏيا.

ڪارونجهر ۾ ڪڪر چڙهي ڦاسي پيا هئا. ساندهہ پنجن ڏينهن کان، آگم اوهيرا ڪندا رهيا. گوڙدرو ۽ پنياڻي ڪڙڪاٽ ڪيو زوم سان وهنديون رهيون. راتين جو رکي رکي هڪ طرف کان ڪارونجهر ۾ ڪڪرن گجگوڙون ٿي ڪيون تہ ٻئي طرف کان انگريزن جي توفن جا مُنهن کلي ٿي ويا. ڇو تہ راڻن اڃا هار نہ مڃي هئي. ڪارونجهر جي ڳجهن ڦاڙن ۽ پورن ۾ اڃان هزارين ڪولهي، پيل، رانوڙ، سما ۽ کوسا تکيون ترارون ۽ اونچيون بندوقون کنيو ويٺا هئا. راتين جو رکي رکي، اوچتو ڪارونجهر جي ڳجهن ڦاڙن مان انگريزن جي چوڪين مٿان نهار واري رومڙ ٿي ڪيائون ۽ انگريزن جا سپاهي ماري وري ڪارونجهر جي اونهن پورن ۾ گم ٿيو ٿي ويا. ڪارونجهر ۾ لڪاوَن مٿان لڪاوَ هئا. ياڻءَ تہ ڪڪرن گجگوڙ ڪئي آ، يا ڪي توفن جا منهن کليا آهن. ڪٿي وڄ ڪري آ ڪي ڪنهن ڪولهيءَ بندوق ڇوڙي آ. مَر ياڻءَ تہ ڪارونجهر جي ڪور مٿان مور رڙيو آ، ڪي چوٽين مٿان ڪو جهونجهار جوڌو ڪارونجهر جي چوٽين مٿان ريهہ ڪري، هيٺ گوڙدرو جي ڦاڙ ۾ ڪريو آ. اڻين ڪولهياڻين، رباڙڻين ۽ سوڍين جا من واسامان ڪائيندا ڏرندا رهيا. راتاها هڻندڙ ڪولهين، انگريز فوج جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي هئي. خبر ڪانہ ٿي پئي تہ اڄ ڪارونجهر جي ڪهڙي ڦاڙ مان حملو ڪندا، اڃا رات پئي ناهي، ڪولهين جي ٻيڪهي مچي ويندي هئي. انگريزن جي چوڪين مٿان اوچتو اچي ڪڙڪندا هئا. ۽ وسندڙ برسات ۾ گولين جا مينهن وسائيندا وري ڪارونجهر جي اونداهن پورن ۾ گم ٿي ويندا هئا. رات هجي ڪي ڏينهن، ڪارونجهر ۾ اندر ڪير گهڙي. انگريزن ڪي سڄي هندستان ۾ اهڙي بغاوت ۾ ڪارونجهر پهاڙ جهڙي ڏکي جنگ ڪٿي بہ لڙڻي نہ پئي هئي. ڪيپٽن ٽروٽ تي جڏهن سرچارلس نيپئر جو دبنامو آيو تڏهن جواب ۾ رکو ايترو لکي موڪليائينس: مونکي افسوس آهي، اسين هتي ماڻهن سان نہ، بلڪ هڪ خوفناڪ ٻرندڙ آتش فشان پهاڙ سان لڙي رهيا آهيون." ويچاري ڪيپٽن ٽروٽ کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ راڻن ۽ ڪولهين کي ڪهڙيءَ طرح قابو ڪجي.

هڪ رات جهڙوئي ڪولهين اوچتو حملو ڪيو، تہ جوابي حملي ۾ انگريز

توفن جا منهن ڪلي ويا. ڪولهين جا اٺ ڏهه جوان ڦان تي ڪري پيا ۽ هڪ ڪولهيءَ کي جيئرو جهلي وڌائون. هو هڪ زخمي ساٿيءَ کي ڪلهي تي کڻي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو تہ مٿان ٽروٽ جا سپاهي رائفلن سان گهيري ويس. ان ڪولهيءَ پنهنجو نالو روپا ٻڌايو. هن کي هڪدم ننگر پارڪر جي فوجي ڪيمپ ۾ ڪيپٽن ٽروٽ اڳيان پيش ڪيو ويو. ڪيپٽن ٽروٽ نئون سگار دکائي، قيديءَ مٿان نهار وڌي. اهو ڪولهي، هندن جي مقدس ڪتابن واري شري ڪرشن مهاراج وانگي قد جو ڊگهو ۽ ڳوڙهو سانورو هو ۽ ارجن مهاراج وانگي اٽل ۽ اڏول تي نظر آيو.

"تنهنجو نالو؟" اهو ڪيپٽن ٽروٽ جو پهريون سوال هو.

"روپا."

"تون ڪنهن جي زور تي وڙهي رهيو هئين؟"

"هر ماڻهو پنهنجي طاقتور ٻانهن جي زور تي وڙهندو آهي."

"مونجو مطلب آ، تنهنجو پشت پناهہ ۽ اڳوان ڪير آ؟"

"ڪارونجهر جبل."

"تون ڇالا وڙهي رهيو هئين؟"

"آئون پنهنجي پهاڙ، پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ وڙهي رهيو آهيان."

"توکي خبر آ، ان جي سزا ڇاهي؟" ڪيپٽن ڪڙڪ ٿيندي چيو.

"ها- وڏ ۾ وڏ موت."

ڪن لاءِ ڪيپٽن ٽروٽ ماٺ ۾ اچي ويو ۽ ٽيڏين نظرن سان روپي ڏانهن نهاريندو رهيو ۽ پوءِ ڪجهہ سوچي هلڪو ڪنڌ ڌوڻيندي چيائين:

"روپا، اسين توکي مارڻ نٿا چاهيون. تون اسان کي رگو راڻي لاڌو سنگهہ ۽ ساٿين جو پتو ٻڌائي ڇڏ. تون جيئري جونديں، اسين توکي اوتري جاگير ڏينداسين."

ڪيپٽن ٽروٽ جي ڳالهہ تي ڪولهي ڪروڌ ۾ اچي ويو. نڪ جون ناسون ڦنڊائيندي چيائين: "هي سڄي ڌرتي منهنجي آهي، تون ڪير ٿيندو آهين مون کي جاگير ڏيڻ وارو؟"

ڪيپٽن ٽروٽ چئن سوالن ۾ قيديءَ کي سمجهي ويو. وڌيڪ سوال ڪرڻ بيڪار سمجهندي، سگار جو وڏو ڪش هڻندي، سڄو سگار اتيئي ڪٽي

ايش ٽري ۾ اجهائي موڙي ڇڏيائين ۽ سپاهين کي حڪم ڏنائين تہ هن کي بنديخاني ۾ قابو رکو. سپاهي هٿڪڙيون ۽ بيڙيون ڀهريل قيديءَ کي گهليندا ڪٺي ويا.

ان ڏينهن سپاهي قيديءَ کي سچي ڪرائڻ لاءِ سڄو ڏينهن طرحين طرحين جون سزائون ڏيندا رهيا، پر هن اُف بہ ڪانہ ڪئي. هو هر تڪليف ڏند پيڙهي سهي ٿي ويو. ان رات سپاهي ڪيپٽن جي حڪم سان، پوڏيسر جي ڳوٺ مان، قيديءَ جي زال کي بہ وٺي آيا. هوءَ ننڍي نيٽي عورت هئي. ڇهن ستن مهينن جي ڳرڀ سان. هن کي ميري ڪاون جڙيل پوتڪ ۽ وڏو گهيردار پڙو پهريل هو. شايد مڙس جو ٻڌندي ئي هوءَ مٽي ۽ پيرين اگهاڙي هلي آئي هئي، يا تہ سپاهين ڪيس جتي پهرڻ ۽ گندي اوڍڻ جي مهلت ئي ڪانہ ڏني هئي. هن جو رنگ، قدبت ۽ مهانڊا مڙس سان ايترو تہ مليا ٿي ڄڻ جنم ئي هڪ ٻئي لاءِ ورتو هئائون. هوءَ ذرو بہ ڊنل ڪانہ هئي، البت پريشان ضرور هئي. ڪيپٽن کي سنڌس پريل پيٽ، غريباڻي عاج جي ٻانهين ۽ سروپا ڏاڍا وڻيا. هن ڏاڍي نماڻائيءَ سان عورت سان ڳالهايو:

”ڏس اسين تنهنجي مڙس کي مارن نٿا گهرون. تون ڪيس پيار سان سمجهاءِ تہ انگريز سرڪار سان وفاداري ڪري. اسين توکي ۽ تنهنجي مڙس کي، ويراوا جي زمين انعام ۾ ڏينداسين. اڄ جي رات ٻلي تون سائس گڏ رهہ. اوانجي ڪوٺريءَ ۾ ڪو ڪونہ ايندو. تون ٻل اندران ڪنڊو هرين ڇڏجان.“

پوءِ هو ڪولهڻ کي باندي خاني ۾ وٺي آيو، جتي سنڌس مڙس زنجيرن ۾ جڪڙيل هو. بند اندر ايندي ئي ڪولهڻ رتوڇاڻ مڙس اڳيان ڪن لاءِ ٻاڪو ڦاڙي بيهجي وئي. سنڌس اباڻڪا نيڻ مڙس ۾ کپي ويا، سڄي اُهمي ٿي وئي، ٻانءِ تہ اجها ريهہ ڪري بيهوش ٿي ڪري پوندي. ڪيپٽن ٽروٽ سيني سپاهين کي اک جي اشاري سان نڪري وڃڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ بہ ڪولهڻ ۽ قيديءَ مٿان آخري نهار ڦيرائيندو ٻاهر نڪتو.

”روپا... هي روپا...“ ڪولهڻ جو هانءُ ڦسي پيو. نڪو ٻيل ياد رهيس، نڪي ڪليل در. نہ ڪنڊيا نہ ڳڙکيون. ڊوڙي ڏيکو ڪري وڃي مڙس کي ٻک وڌائين ۽ تاڙهون ڏئي روئڻ لڳي. ”هي روپا... هي روٽيا... هي مهنڊرا...“

ڇو آئي آئين؟" زنجيرن ۾ جڪڙيل رتوڇاڻ روپيٰ ڏانهس ڪنڌ جهڪائي نهارڻ کان سواءِ ڇيو.

"روپا، توکي آخري ڀيرو ڏسڻ آئي آهيان. متان موتان ڪارونجهر جون ڪولهياڻيون ڪلائين؛ متان سچي ڪرين، نہ تہ پوءِ مان بہ ڦري ويندي سانءِ. پيٽ تي هٿ هڻي چوندي يس هي ٻار روپلي جو نہ، ٻئي ڪنهن جو آهي. روپا، متان سچي ڪرين!" ڪولهڻ مڙس جي ويڪري ڇاتيءَ ۾ منهن وجهيو. ڊگهون ڀريو روئيندي رهي. روپي پهريون ڀيرو ڪنڌ کڻي زال ڏي نهاريو. سندس ڀنين وارن ڏانهن، عاج جي ٻانهينءَ ڏانهن، اڀريل ڇاتين ۽ پيٽ ڏانهن؛ سندس رت رتول مک مرڪي پيو. ڪولهڻ ٻاندي مڙس کي ڀڪ وجهيو چمندي، چنيندي روئندي رهي. ڪيپٽن ٽروٽ ڪن لاءِ بيٺو ڏانهن نهاريندو رهيو. پوءِ هن پنهنجي هٿن سان بنديخاني جو دَر ٻيڪڙيو ۽ وڏا وڏا قدم کڻندو پنهنجي آفيس ڏانهن هليو ويو.

صبح جا پهريان ڪرڻا ڪارونجهر جي سؤ رنگ چوٽين سان ٽڪرائيندا، ساري ٻوڻءِ کي روشن ڪندا ويا. ڪارونجهر جي چوٽين ۾ ڪڪر، آتش فشان جي دونهين وانگر ڦاٿل هئا. جيئن شينهن سانُ کي سٽي، ٻنڌ هڻي سڄو رت سٽ چوسڻ کان پوءِ وات ڪيندو آهي، تيئن ڪارونجهر بہ ڪڪر جو پورو سٽ نچوڙي ڪيس ڪوڪلو ڪري پوءِ ڇڏيندو آهي. ان ويل بہ ڪارونجهر جي چوٽين ۾ ڪڪرن سان اهائي ڪار هئي. هر ڪڪر پنهنجو سمورو پاڻي پٽنياڻيءَ ۽ ڪوڙڊرو جي پيٽا چاڙهيو ننگرپارڪر متان ڇٽاڪا ڇٽاڪا ٽمندو ڦٽڪندو ٿي ويو. مينهن کان پوءِ ڪارونجهر جو ڳاڙهو، هيڊو، سائو، نيرو، ڪارو، پورو، ناسي، سنگمرمر، مور پک کان بہ سهڻو ۽ پرڪشش لڳندو آهي، هر من کي موهي ڇڏيندو آهي. ان ويل، ڪيپٽن ٽروٽ جو من بہ پهاڙ ڪجهہ ائين ئي موهي ڇڏيو هو. ايڏو خوبصورت پهاڙ تہ هن پوري يورپ ۾ بہ ڪٿي نہ ڏٺو هو. هن کي الائي ڇا ياد پيو. هن پنهنجي ڪوٽ جي کيسي مان چمڙي جي جلد وارو نوٽ بوڪ ڪڍي ڪجهہ لکيو: "جيڪڏهن ڌرتيءَ تي ڪٿي ڪا جنت آهي تہ اهو فقط ڪارونجهر پهاڙ آهي ۽ جي ڪٿي ڪا دوزخ آهي تہ لهو بہ فقط ڪارونجهر پهاڙ ئي آهي ۽ مون کي سندس ٻنهين روپن سان پيار آهي. مون کي جي انهيءَ پهاڙ کان جدا ڪيو ويو تہ يقين آ! خوش نہ رهندس."

ڪيپٽن ٽروٽ اچان، ريزيڊنسي هائوس جي خوبصورت آڳنڊ ۾ ڪرسيءَ تي ويٺو ڪارونجهر جو من موهيندڙ نظارو ڏسي رهيو هو. جو سپاهي ڪولهڻ کي وٺي آيا. ٽروٽ گهريءَ گهوڙ سان ڪولهڻ ۾ نهاريندي، هلڪو ڪنڌ ڌوڻي ڪولهڻ کي سلام ڪيو.

”ڊاڻن ٽنهنجي ۽ ٽنهنجي مڙس جي وچ ۾ ڪيري ڳال بول هلي؟ ٽو ڪيس سمجهايو؟“

ڪولهڻ ٽروٽ ڏانهن اک کڻي ٿهاري ٻه ڪين، ڪنڌ پاسيرو ڪيو ڪروڌ مان بيٺي چيائين: ”تو واريون ڳالهيون مون کي زاد ٿي ڪونہ پيون. مون کي وسري ويون. کي الائي مون ٻڌيون ٿي ڪين هيون!“ ڪولهڻ ٽروٽ کي حيران پريشان ڪندي، لوه پائي، هيٺ لاهيءَ ڏانهن تکي وڌي، پر اٿ ڏهہ پير پري اوچتو بيهي وٺي ۽ ڏاڍي ڪروڌ مان نڪ جون ناسون ڦنڊائي، ٽروٽ ڏي نهارڻ لڳي:

”گورا، تون ڀل اسان جا مڙس مارائي ڇڏ! آءٌ ٻہ ڏسنديس ڪارونجهر ۾ گهڻا ڏينهن تو ججُ ڪرين. ڪولهياڻين جا پيٽ اچان سُڪا ڪونهن. ڪتي حلالي ڪين حرامي ڦر جڻي اوانکي مارائي نہ وجهون. اهي ياڙيا لاڏو سنگهہ ۽ روپا هٿا، جن ڪان منگهواڻن جي چوڙن ۾ لڪي پاڻ کي بچائي ويو هئين. اسان جا ٻار ٽوکي نرگ ۾ ٻہ ڪونہ ڇڏيندا. شاه بيگڙي وانگي پيچي وچ گورا، پيچي وچ، مري ويندين.“

ٽروٽ دنگ رهجي ويو. ڪولهڻ چوهہ چنڊيندي، پريل پيٽ سان پڙو لمڪائيندي، هيٺ لهي، پوڊيسر ڏانهن سٽيندي ٽي وٺي.

قيديءَ کي اونڌو ڪري چيلهہ ۾ ڇَها وهايا ويا. آڪيڙا چاڙهيا ويا. پر هن ڪجهہ ڪونہ ٻڌايو. رات جو ڪيس بند جي لوهي دروازي سان شيخ ڪري ٻڌو ويو. سندس ڳچيءَ ۾ تکن سوئن وارو ڦندو شيخن سان ڪشي ٻڌو ويو، جيئن هو هڪ سوٽ ٻہ چري پري نہ سگهي ۽ سندس تارونءَ تان وارن جي چٽي لاهي سندس تارونءَ تي ميڻ بتي ڪوڙي وٺي، ۽ جيئن جيئن ميڻ بتيءَ جي وٽ ميڻ ڳاريندي هيٺ لهندي ٽي وٺي، ڪولهيءَ جو ٽامي جهڙو بت پگهرجندو ٽي ويو. پر هو اهڙو ڪچي جهڙي پٽ! پر ڪيپٽن ٽروٽ شايد ڪيس وڌيڪ ايذاءُ ڏيڻ نہ پٺي گهريو؛

”منهنجي خيال ۾، تنهنجي زال جي پيٽ ۾ تنهنجو اهو پهريون ٻار آهي؟“

”ڇا توکي پنهنجي ننڍڙي ٻار ڏسڻ جي تمنا ڪانهي؟“

”غلام ٻار کي ڏسي ڇا ڪندس، ڪهڙي خوشي ٿيندي.“

”ها - “ قيديءَ ٻڏل آواز سان وراڻيو.

”ڇا تون راني لادو سنگهه جو غلام نہ هئين؟“

”نہ، جي مان محسوس ڪريان ها تہ لادو سنگهہ جو غلام آهيان، تہ مان ان کي ٻہ گوليءَ مان ڪڍان ها.“ ڪيپٽن ٽروٽ تہ نهيو، پر سپاهي ٻہ وائڙا بيٺا قيديءَ ۾ نهاريندا رهيا. پل پل ميڻ جي وٽ ڳرندي قيديءَ جي تارونءَ سان اچي لڳي هئي. قيديءَ جي مک ۾ سڄي بت مان پگهر نيسارا ڪريو پئي نڪتو. اوچتو ڪيپٽن ڪان رڙ نڪري وئي:

”تون ماڻهو آهين يا جن! ڇا تون تڪليف نہ پيو محسوس ڪرين؟“

قيديءَ جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. ڏند ڏندن سان، چپ چپن ۾ اکين جا ڇپر اکين سان پيچي ويا. شيخ ٿي ويو. دل ڏاريندڙ رڙ ڪري چيائين:

”تڪليف... تڪليف... الائي ڇا ٿيندي آهي، تڪليف...؟“ الاهي قيدي جي سهڻ جي طاقت ڇڏائي وئي هئي يا جيئڻ جي. هن جي ٿامي جهڙي وکهرندڙ طاقتور ڏڙ، زور سان ڏڏڙي پري ڦٽڪو کاڌو، ڳاٽ چرڻ سان سوٽا ڳچيءَ ۾ ويهي ويس. سندس هٿن پيرن جون زنجيرون زور سان کڙڪيون ۽ قيديءَ جو پگهر ۾ رت هڪ ٿي ويا. ڪيپٽن ٽروٽ وٺي ڊوڙ وڌي. ميڻ جي وٽ، قيديءَ جو تارونءَ وٽي ڇڏيو هو. هو شيخ ٿي ٿڌو ٿي ويو هو. ٽروٽ جي هانوَ ۾ جڻ ٻڇي ڪپي وئي. وات مان رڳو ايترو اُڪليس: ”مون کي... مون کي... ڪهڙ خبر تہ هي ڪو ايترو جهٽ...“

جڏهن ٽروٽ بنديخاني مان ٻاهر نڪتو تہ سڄو ڪارونجهر ڀڙاڏا ڀڙاڏا هو. خبر نٿي پئي تہ ڪڪرن گجگوڙ ڪئي آ يا توبن جا منهن کليا آهن. وڄ چمڪي آ يا ڪولهين جي بندوقن جا چيرا اڏاٽا آهن. سڄو ڪارونجهر دونهان دونهان، آڳ آڳ لڳو پيو هو. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ٽروٽ کي احساس ٿيو، تہ ڪابہ ڌاري قوم پرائي ڌرتيءَ تي وڌ ۾ وڌ پنجويهہ سال قبضو رکي سگهي ٿي، پر ڪارونجهر شايد ڪين ٻارهن سالن ڪان ٻہ اڳ خالي ڪرڻو پوي.

# اسين ماڻهو

هو تڪو ڪونہ هلي سگهندو هو. هن جي ڪاپي ٽنگ يا تہ ڪچيءَ ڪان ڏڏ مان نڪتل هئي، يا شايد چنبڙ گرهڻ هيس، پر مان پڪ سان چئي سگهان ٿو تہ هن جي ٽنگ ۾ مڙئي ڪو ڦير هو، جو سندس هلڻ جي لوڏ مان پيو لڪائيندو هو. سدائين جهڙو تڪل تڪل، اداس اداس، بيمارن وانگي، ڏس تہ قياس پيو اچي.

هو اسان جي گڊس آفيس ۾ سِيل مئن (Sealman) هو. عمر ڪا ٢٠-٢١ سال هونديس. اپوجهہ چهرو، ننڍو قد، بت ۾ سَڪل ۽ سنهڙو — پري کان ڏس تہ جهڙو چوڏهن سالن جو ڇوڪرو پيو اچي. سڄو ڏينهن پيو گڏهن وانگر وهندو هو، ۽ چڙهون ۽ گاريون کائيندو هو.

”ارے او نظامو کے بچے! جا، ایک آنے کا برف لے آ. ارے او، سیل مئن! کهاں مر گیا! یہ پئسے لو، فٹ سے دو لفافے لے آ.“

اسان جي آفيس ۾ پيو ڪوبہ چپراسي ڪونہ هو، تنهنڪري سڀ ڪم هن کي ئي ڪرڻو پوندو هو. هڪ ڪم مان جند آجي ٿيندي هيس تہ ٻئي ڪم سان ٻڌو ويندو هو.

ابے او حرامي، کهاں مرگیا تها، جا یہ میمو دے آ. ”سي. ٽي. او“ کو، ایک ”وائے. ایف. او“ کو، اور واپسي میں میرا کانا لیتے آنا. ابے او مردود، یہ کیسے چلتا ہے، جلدي جا. سالا ایک میمو دینے مگیں سارا دن لگا دیتا ہے.“

برسات پئجي رهي هجي، آسمان مان باهہ وسي رهي هجي، يا ٻلي طوفان برپا هجي، هو سڄو ڏينهن پيو يارڊ ۾ لنگڙ - لنگڙ ڪري هلندو، ۽ گاڏن ۾ ليلون ٻڌي سيل ڪندو رهندو هو، تان جو رات جا ڏهہ - ٻارهن وڄي ويندا هئس.

مون ڪئين دفعا هن کي سندس ميرو ٽوال (جنهن سان هو ڏينهن تتي مهل پنهنجو مٿو ڏڪيندو هو) پيٽ تي سندرو ٿاهي ٻڌل ڏٺو هو. جي ڪٿي پيچ

تہ اڙي ھي پيٽ سان ٽوال ڇو ٻڌو اٿئي؟ تہ چوندو ھو: "ايسے ھي، پيٹ مين تڪليف ھے." ڪڏھن ڪڏھن تہ سچو ڏينھن پيو پيٽ جي سور سان وٽبو ھو. الائي ڪهڙي بيماري لڳي ھيس جو ڏينھون ڏينھن ويو تي لڙھندو.

مون سان مڙئي ياراڻي ھيس، سو جڏھن ڪا ڳالھہ پڇڻي ھوندي ھيس يا گھر کان آيل چِٺي چِپاٽي پڙھائڻي ھوندي ھيس تہ ٻين کي ڇڏي، منھنجو پاسو اچي وٺندو ھو. آفيس جي معاملن ۾ بہ مون سان ڪلندو ھو. ڪابہ ڳالھہ دل ۾ ھونديس، تہ ڦري گھري اچي مون سان اوريندو ھو. "بابو جي! يہ ريلے اوورٽائيم ڪيون نھين ديتے ھين؟ ديکو نا، صبح آٺ بجے آتا ھون، رات کے گياره بجے جاتا ھون!" يا چوندو ھو: "ڀائي يہ کک آئوٹ کے کيا معنيٰ ھوتي ھے؟ بڙا صاحب جب ڀي مجھہ سے ناراج ھوتا ھے، کھتا ھے، کک آئوٹ کردونگا!" ڪڏھن ڪڏھن ھو اھڙا سوال ڪندو ھو جو مون کي ڪِل اچي ويندي ھئي، ۽ ائين بہ ٿيندو ھو جو ھن جي ڪيترن سوالن جو جواب نہ ڏيئي سگھندو ھوس.

ھڪڙي ڏينھن ھو مون کي ڏاڍو خوش نظر آيو. انھيءَ ڏينھن پگھار جو ڏينھن ھو. الائي ڪنھن اھا ڳالھہ متي ۾ ويھاري ڇڏي ھيس تہ پگھار وڌي ويو آھي، سو ڏاڍو پئي ٽڙيو. چئي: "ڀائي، آج تو فلم ديکينگے! سنا ھے 'ٹيکسي ڈرائيور' بڙي اچي فلم ھے." ۽ ڪجھہ دير کان پوءِ جڏھن پگھار وٺي آيو تہ چِڻ ھٽ وڃائي آيو ھو. الائي ڪھڙن وسوسن ۾ پئي گھوتا کاڌائين. "ڀائي، يہ ميرے دو روپئے ڪيون ڪاٹ دیئے؟ ميري تو سب حاجريان ٹيڪ!" مون ڪيس ٻڌايو تہ ٻن مھينن کان جو واشنگ الائونس ملي رھيو ھو، سو بہ ڪاٽي ورتو اٿن. پر ھن ويچاري کي ڪھڙي خبر تہ واشنگ الائونس ڪھڙيءَ بلا جو نالو آھي.

آفيس ۾ سيني جو خيال ھو تہ ھن کي ٽي. بي لڳل آھي. تنھنڪري آفيس جي مَٽ مان پاڻي پيئڻ جي ڪيس منع ٿيل ھئي، پر مان پڪ سان چئي سگھان ٿو تہ ھن کي ٽي. بي يا اھڙي قسم جي ڪابہ ٻي بيماري لڳل ڪانہ ھئي. مان ٺِي ڇا. سيني کي خبر ھئي تہ ھن کي ڪھڙي بيماري لڳل ھئي، ۽ سندس بيماريءَ جو علاج ڇا ھو، پر اسان ڪڏھن بہ انھيءَ باري ۾ غور نہ ڪيو ھو، ۽ اسين سڀيئي ھن کي ڏس ڏيندا ھئاسين تہ ڪنھن سٺي ڊاڪٽر کان علاج ڪراءِ، نہ تہ مري ويندين. ۽ اھا حقيقت آھي تہ جڏھن بہ آءٌ ھن جي پيٽ تي

ميرو ٽوال ڏسندو هوس تہ مون کي بہ هن جي صورت کان پيو خوف لڳندو هو. ڏپ اهو ٿيندو هوم تہ متان پئسا نہ گهري، ڇو جو هو مون کان سواء بئي ڪنهن کان بہ اهڙي قسم جي حجت نہ ڪندو هو. "پاني، آج تو بڙو جور ڪي بوک لگ رهي هے! چار آنے ديدو، تنکا کے روج ديدونگا." هو اهڙي تہ مسڪين ۽ معصوم صورت بنائي ائين چوندو هو جو ڪاوڙ جي بجاء هن تي رحم اچي ويندو هو، ۽ اهي پئسا هو پگهار جي ڏينهن ضرور موٽائي ڏيندو هو.

هڪڙي ڏينهن اسان جي آفيس جو عملو جمعي نماز پڙهڻ ويو هو، ۽ اسين ٻيئي آفيس ۾ اڪيلا ويٺا هئاسين. مون کي ٻيو ڪو ڪم ڪار ڪونہ هو، سو آفيس جي بينچ تي مزي سان ٽنگ ٽنگ تي چاڙهيو، سگريٽ جا سوٽا پئي هنيم ۽ اخبار بہ پئي پڙهيم. هن پنهنجي منهن ويٺي پلٽين جي ڪتاب تي ٺپا هنيا ۽ شوڪارا پريا. مون صحيح ڪيو تہ اچ ڪا جٽ تي اٿس، پر منهنجي لاء اها ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ هئي، پلا ڪهڙو ڏينهن خالي هو جو هن سان جٽ نہ ٿي هجي. هن پاڻيهي پڙڪو ڪاڏو:

"پاني، اب تو اس نوڪري سے جي ڪتا هوگيا هے- آج پهر بڑے صاحب نے چارج چيٹ ديديا هے- بهلا مين ڪوني پڑها لکا هون جو روج روج بيٹنا چارج چيٹ کا جواب لکون!"

"ڪس بات ڪا چارج چيٹ هے؟" مون پڇيو.

آج بڑے بابو نے مجهے روني کے بوررون مين سوتے ديک ليا- ديکونا پاني مين ڀي انسان هون- صبح آٹ بجے ڪام پہ آتا هون، رات ڪو دس- دس گياره- گياره بجے جاتا هون- تم اپنے ايمان سے ڪهو، ڪبهي يہ لوگ مجهے چين سے بيٹنے ديتے هين؟ اور تو اور، آتبار کے روج ڀي ڪام پہ آنا پڑتا هے- پهر بهي اگر ڪسي روج ٿوڙا دير سے آجائون تو يہ لوگ هجار باتين سناتے هين اور چارج چيٹ ٿما ديتے هين- سچ، مين تو روج روج کے جهگڑے سے تنگ آگيا هون- سوچتا هون، نوڪري چوڑ دون."

"اور ڪيا ڪرو گے؟"

هن منهنجي ڳالهہ جو ڪو جواب نہ ڏنو. الائي ڪهڙيءَ سوچ ۾ ٻڏي ويو هو. مان سندس گهريلو حالتن کان واقف هوس. مان ئي سندس گهران آيل خط ڪيس پڙهي ٻڌائيندو هوس. مون ڪيس چيو: "پگلے! ايسا خيال ڪبهي

دل ۾ نہ لانا. نوڪري بڑي مشڪل سے ملتي هے، اور ڦر تم اڪيلے تو نھين هو، تمھارے پيچھے پورے سات افراد کانے والے هئين، ان کا ڪيا هوگا؟“

”ڦر يہ لوگ مجھے چين سے ڪيون نھين رهنے ديتے؟“

”ياني، تم نھين جانتے، مئين پھلي هي ڪتنا دکي هون!“

هن پنھنجو ڪنڌ ميز تي جھڪائي، منھن تي ٻانھن ڏيئي ڇڏي. هن ڳوڙها ڪوني تي وهايا، هن سڏڪا ڪوني تي ڀريا، پر هو روئي رهيو هو. هو ائين ئي روئندو هو — سدائين پيو روئندو هو:

تنھن ڪان ٻئي ڏينھن، هڪ ضروري ڪم سان مون کي حيدرآباد وڃڻو پيو، ۽ ٽن ڏينھن کان پوءِ جڏهن آءٌ صبح جو سوير آفيس پھتس تہ نظاموءَ جي جڳھہ تي هڪ ٻئي ڇوڪري کي آفيس جون ميزون ڪرسيون صفا ڪندي ڏٺم. مون سوچيو، ڪو نوَل ڀنگي آهي، ٻھاري ڏيڻ سان گڏ آفيس جون ميزون ڪرسيون جھاڙڻ بہ پنھنجي ڊيوٽي سمجھي ٿو. سو، ڊوڙ ڪان بچڻ لاءِ، آءٌ آفيس ڪان ٻاهران ٽيلار ڪرڻ لڳس.

اھا مون کي پوءِ خبر پيئي تہ نظاموءَ کي ڊسچارج ڪيو ويو آهي. هن ڪنھن واپاريءَ کان سيل لڳائڻ جا پئسا گھريا هئا، ۽ هن جون پيون بہ گھڻيون ئي شڪايتون هيون، تنھنڪري ڪيس نوڪريءَ ڪان خارج ڪيو ويو هو.

١ جڏهن مون افسوس جو اظھار ڪيو تہ اسان جو هڪ بابو صاحب ڪاوڙجي پيو. چئي: ”ارے تم نھين جانتے وہ سالا ڪتنا حرامي هوگيا تا. ميان، وہ هم تم سے زيادہ ڪما ليتا تا. خدا ڪي قسم، سيل لگانے ڪي لئے ايڪ روپئے سے ڪم نھين ليتا تا!“

مون چيو: ”ڪھان يار! وہ تو بيچارہ سارا دن بوڪا مرتا تا.“

انھيءَ تي منھنجي هڪ ٻئي ساٿيءَ بل ڪاڏو:

”اري تمھين ڪيا معلوم! وہ تو سالا ميري لوڊنگ ڪے پئسے پي ڪاجاتا تا. جو نيا پيوپاري آتا، اس سے ڪھتا، پئسے نڪالو تو تيرا مال جلدي گاڙي مين ڀجوا دونگا. جيي تو مبين سالے سے جلتا تا. سالا حرامي، ڪمذات.“

اتي اسان جي هڪ پنجابي بابوءَ کان بہ نہ رهيو ٿيو. هڪدم چيائين:

"اجي، اُس دي ڪي گل ڪردے هو. اوتے سادا پيو باپ بٹگيا سي! مينون ڪهدا سي، بابو جي! تسي اتنے پئسے ڪماندے هو، ڪدي سانون پيو چاء پاني ڪرائين! مين سالے دے مون تے چتاخ سے چانٽا ماريا تے سالے دا مون ني لال هوگيا. سور دي اولاد!"

انهيءَ ڳالهہ تي ٺهڪڙو مچي ويو. سيني نظاموءَ کي گاريون ڏيئي پٽي خار ڪڍيا.

وري هو مون کي ڪڏهن بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. ها، سندس وڃڻ کان پوءِ جلد ئي هن جو هڪڙو خط مون کي مليو، جو اڄ تائين مون وٽ رکيو آهي. جونڊا آهن تہ پرائو خط پڙهڻ اخلاقي جرم آهي، پر مان توهان کان لڪايان نٿو. هن جو خط مون پڙهيو آهي. هونئن بہ، هن جا خط مان ئي کيس پڙهي ٻڌائيندو هوس. شايد انهيءَ ڪري هن جو خط پڙهندي منهنجي ضمير مون کي ڪا ملامت نہ ڪئي. اهو خط مان توهان کي بہ ٻڌائڻ چاهيان ٿو. گهبرائڻ جي ڪا ڳالهہ ڪانهي. مان توهان کي يقين ڏياريان ٿو تہ انهيءَ خط ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي، جنهن کي توهان جو ضمير ٻڌڻ لاءِ آماده نہ ٿئي. هي هڪ ماءُ جي ڏنگن ڦڏن اکرن سان لکيل، هڪ سڌو سادو خط آهي — اسان جي ملڪ جي ڪروڙن انسانن جي هڪ درد ڀري ڪهاڻي، جنهن کي اسين چڱيءَ طرح ڄاڻون ٿا. پر انهيءَ باري ۾ ڪڏهن بہ غور نٿا ڪريون. نظاموءَ ڏانهن سندس ماءُ جي لکيل انهيءَ خط جي عبارت ڪجهہ هن طرح آهي:

" نورچشم نظام الدين، خدا توکي سدا سلامت رکي!"

" هن کان اڳ بہ هڪ خط توکي موڪلي چڪي آهيان، پر تو انهيءَ جو ڪوبہ جواب نہ ڏنو. هتي آءٌ سخت پريشان آهيان. تنهنجي ننڍڙي ڀاءُ جي طبيعت سخت خراب آهي، مدي جو بخار ٿي پيو اٿس. ڊاڪٽر چوي ٿو تہ سُيون لڳنديون، نہ تہ... منهنجو تہ هينئون ٿو ڦاٽي! منا پٽ، ڪيئن بہ ڪري، اُڌارا سُڌارا وٺي، ويهہ رپيا موڪل. بيماري جدا، تہ گهر جو وري هي حال آهي جو شام لاءِ اٽو بہ ڪونهي. دڪان واري اڌار ڏيڻ کان جواب ڏيئي ڇڏيو آهي. پيو تہ هن واري مڙئي ڪفايت سان هٽ هلائجانءِ. رڳو دڪان واري جا ئي پنجيتاليهہ رپيا ٿي ويا آهن، تنهن کان سواءِ ٻي گهٽيئي ڏيٺي- وٺي آهي. تنهنجي وڏيءَ ڀيڻ جو چولو صفا ڦاٽي ليڙون ٿي ويو آهي. هن کي

ڏسي تہ منهنجو اندر ٺو ڪامي، تنهنجي چاچي بہ مون سان مائٽي ڇني وڃي ڌارين سان ناتو ڳنڍيو آهي. ڀلا پاڻ غريبن جي نياڻي ڪير ڪيئن پسند ايندي! ٻيو تہ اڳئين خط ۾ تو لکيو هو تہ تنهنجي طبعيت ٺيڪ نہ آهي. انهيءَ ڏينهن کان منهنجو سک ڦٽي ويو آهي. مٺا پٽ اڄڪلهہ جي بيماري تمام خطرناڪ آهي. پنهنجي دوا دارونءَ جو خيال رکجانءِ، ۽ توکي ڏني ڌاڳا ڏينهن ٿي ويا آهن، جو جيڪڏهن ڀڳهار نہ ڪٽجي تہ ڪڏهن اچي منهن ڏيکاري وڃ. هاڻي تنهنجي لاءِ روح ڌاڍو ٿو سڙون ڪائي. پنهنجي صحت جي باري ۾ ضرور لکجانءِ تہ منهنجيءَ دل کي ڌڍ ٿئي. ٻيو هي تہ توکي ڪوارٽر ڪڏهن ملندو؟ مٺينءَ ڳالهہ جو خيال رکجانءِ، ۽ هن خط کي تار سمجهي، ويهہ رپيا ڪيئن بہ ڪري موڪلجاءِ. خدا تنهنجي روزگار ۾ برڪت وجهندو ـــ فقط، تنهنجي ماءُ...“

# چنڊ ۽ ماني

”تڏهن مان تمام ننڍڙو هوس. مون کي اڄ به چٽيءَ طرح ياد آهي، هڪ ڏينهن منهنجي ماءُ ڏاڍي پريشان هئي. مان صبح کان بکايل هئس. اسان جي گهر جو سمورو راشن کٽي ويو هو، صبح جو امان مون کي هڪ پاروٿو مانيءَ جو ٽڪر بڪريءَ جي ٻاڙي کير سان ڏنو هو ۽ مٿان اچي شام پئي هئي. منهنجي پيٽ ۾ بک کان وڏ پئجي رهيا هئا. امان مون کي پاڙي واريءَ ڏانهن اُڌاري اٽي لاءِ موڪليو هو. پر اتان به جواب مليو هو. امان سڄو ڏينهن پنهنجين مِٺڙين ۽ لطيف ڳالهين سان منهنجي دل وندرائيندي رهي، جن سان ٿوريءَ دير لاءِ منهنجي بک جو احساس ڪجهه گهٽجي ٿي ويو. پر ڪڏهن ڳالهين سان به پيٽ ڀرجي سگهيو آهي. چاهي انهن ۾ ماکيءَ جي ميٺ هجي يا ڪيتريون ئي لطيف هجن. انهن سان پيٽ نٿو ڀرجي سگهي. پيٽ جي دوزخ کي ڀرڻ لاءِ ته صرف ماني درڪار آهي، صرف ماني. جا منهنجي ماءُ وٽ نه هئي. منهنجي بک رکي رکي اوچتو شدت اختيار ڪري ٿي وئي. جڻ اوچتو ڪنهن دهل تي ڏونڪو هڻي ٿي ڇڏيو. منهنجي صبر جو پيمانو لبريز ٿي ٿي ويو. نيٺ مان رهي نه سگهيس ۽ ماءُ جي چولي سان ڇنبڙي پنهنجي دل جو حال اوريم، ”امان مون کي بک لڳي آهي.“ امان منهنجي وارن تي هٿ ڦيريو ۽ چيائين، ”مران شال، هاڻ ڇا ڪيان دڪان واري به اڌار ڏيڻ کان جواب ڏئي ڇڏيو آهي.“ امان پنهنجي پريشانيءَ کي لڪائيندي مسڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. اوچتو هن ڪجهه سوچيندي چيو، ”هلي آ پٽ ته پنهنجو گهر ڳوليون، شايد ڪٿي پئسا رکي ڀلجي وئي هجان.“ پوءِ ته بس- مون ۽ امان سڄو گهر ڦتوڙي ڇڏيو. ڪٻٽ، جارا، پيٽيون هڪ هڪ ڪري اٿلائي ڏٺاسين. پر ڪٿان هڪ پائي به نه ملي. امان ٿڪجي اچي موڙي تي ويٺي ۽ مان به سندس سامهون اچي کٽ تي ليٽي پيس. اوچتو امان کي ڪا ڳالهه ياد آئي ۽ چوڻ لڳي، ”اڙي! هڪڙي جڳهه ته پاڻ ڀلجي وياسين! وهنجڻ جي ڪمري جو جارو ته پاڻ ڏٺو ئي ڪونه!“ پوءِ ته مون ونئي امان جي پنيان ڊوڙ پاتي. جڻ اتي روپين جو مينهن وسي رهيو هجي. امان جلديءَ سان جاري

ڏانهن هٿ ڊگهيريو. خوشيءَ کان هن جي وات مان رڙ نڪري وئي، ڄڻ هن کي قارون جو خزانو ملي ويو هجي. "ملي ويا." مون تيزيءَ سان امان کان پئسا ڦرڻ لاءِ هٿ وڌايا. پر امان مون کي روڪي ڇڏيو ۽ چيائين، "نه پائي! ايئن نه. پهرين ٻڌاءِ ڪيترا پئسا آهن منهنجي مٺ ۾؟" اهي پئسا امان اجا پاڻ به نه ڏٺا هئا. "روپيو"، مون خوشي مان رڙ ڪئي.

"غلط."

"اٺ آنه."

"نه."

"پلا ٻه آنه."

"نه." ۽ جيئن جيئن انهن پئسن کي ڏسڻ لاءِ منهنجي بيچيني وڌندي ٿي وئي تيئن تيئن منهنجو واڪ گهٽبو ٿي ويو.

"آنو." مون آخري واڪ ڏنو. امان هڪدم پنهنجي مُٺ کولي ڇڏي. اسان ٻنهي ماءُ پٽن جي واتان رڙ نڪري وئي "چار آنه."

پر ٻئي لمحي اسان جو آواز ڪمري ۾ هڪ اداس پڙاڏو ڇڏي ٻڏي ويو. اسان ٻنهي ماءُ پٽن جون اکيون قاتل رهجي ويون. اها پائلي ڪوڙي هئي. ڪٽيل زنگ آلود پر منهنجي اکين ۾ چمڪ اچي وئي، چيم، "امان! هلي ويندي، آچر جي ماءُ اندي آهي، شام جو دڪان تي اهائي وهندي آهي. انهيءَ کي ڏيندس."

"هشت ڪنا ڇوڪرا." امان ڪاوڙ مان چيو. "اسڪولي ٻار ٿي اهو نيچ خيال تنهنجي دل ۾ ڪيئن آيو. ڇا توکي خبر نه آهي ته ڪنهن کي دوکو ڏيڻ گناهه آهي." مان ڦڪو ٿي ويس. امان ٻانهن جي پوري طاقت سان اها پائلي ٻاهر اڇلائي ڇڏي.

"مان وري اچي کٽ تي ليٽيس. امان ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏل هئي. هوءَ ڪمري ۾ هڪ پٽ کان ٻي پٽ تائين اچ وڃ ڪري رهي هئي. جيئن اسان جو ماستر حساب ڏيڻ مهل ڪلاس ۾ اچ وڃ ڪندو هو. امان جي چهري تي هڪ عجيب تاثر هو. ڄڻ هوءَ ڪو وڏو مسئلو حل ڪري رهي هجي. هن جا قدم ڪڏهن تيز ٿي ٿي ويا ته ڪڏهن آهستي. اوچتو امان ڪنهن جو آواز ڪنائيندي ٻيهي رهي ۽ چيائين، "وڃ پٽ! انهيءَ گهورڙئي کي

وٺي آ.“ مون ڪنايو —— اھو آواز پراڻا ٽامي ۽ پتل جا ٿانوَ وٺڻ واري ڪهورڙئي جو هو. مون ڪيس وٺي آڻي گهر جي دروازي تي ويهاريو.

”بائي! هن وٿي جا گهڻا پئسا ڏيندين؟“ امان در جي اوٽ مان وٿي وارو هٿ ٻاهر ڪڍي چيو. ڪهورڙئي جواب ڏنو، ”اٺ آنہ.“ امان هڪدم چيو، ”بائي ڪجهہ خيال تہ ڪر — نئون ڪورو وٿو آهي.“ ڪهورڙئي وٿو موٽائي پنهنجو ڳاڏو وڏائيندي چيو، ”مائي اڄڪلهہ مهانگائي جو زمانو آهي. ٽامي، پتل ڪي ڪير ٿو پڇي.“ امان ڪجهہ دير تہ منجهي ويهي رهي. پوءِ مون ڏانهن غور سان نهاري پيار سان مٺي تان هٿ گهمائي چيائين. ”ٻوڙ پٽ، انهيءَ ڪهورڙئي کي وٿو ڏئي اٺ آنہ وٺي دڪان تان اٽو وٺي اچ، تہ توکي ماني پچائي ڏيان.“

”ٻئي لمحي منهنجي هٿ جي تري تي هڪ آڌي ستاري وانگر چمڪي رهي هئي. مان پوريءَ طاقت سان مَٿ ڀيڙي دڪان ڏانهن ڊوڙيس. اجان مان دڪان پهتو ئي مس هئس تہ آچر دڪان بندْ ڪري رهيو هو.

”سير اٽو ڏي.“ مون هٿ واري آڌي وڌائي کيس چيو.

”پٺهين پئسا موڪليا آهن ڇا؟“

”ها.“ منهنجي وات مان نڪري ويو. آچر يڪدم منهنجي هٿ مان آڌي وٺي چيو، ”وڃ! ڀرين گهران منهنجا پئسا وٺي اچ. پوءِ اچي اٽو وٺ.“ مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. مون ڪجهہ چوڻ چاهيو ٿي، پر منهنجي چپن تي ڄڻ مهر لڳي وئي هئي. مان لاچار خالي هٿين موٽي آيس.

”امان منهنجو لٿل منهن ۽ خالي هٿ ڏسي گهٻرائجي پڇيو، ”ڇو پٽ! اٽو ڪٿي آهي؟ پئسا ڪِري پيا ڇا؟“

”نہ، آچر ڦري ورتا.“ مون روئڻهارڪو ٿي چيو.

”اڙي انهيءَ ۾ روئڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. هن جا تہ اجان پاڻ ڏانهن پئسا آهن.“

”امان مون کي بک لڳي آهي.“ مون ڳوڙها روڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

”بس ڳالهہ بہ ايتري. هلي آ تہ پنهنجي پٽ کي بوندي ڏيان.“

”بوندي ڪٿان آئي؟“

امان چيو، ”پٽ! سليم کي ياد ڇائو آهي. انهن ورهائي آهي.“

”پوءِ امان هڪ ساسر ۾ بوندي رکي ۽ گلاس ۾ ٻڪريءَ جو کير وجهي منهنجي اڳيان آڻي رکيو، پر اها ٿورڙي بوندي ۽ کير منهنجي سڄي ڏينهن جي بک اجهائڻ لاءِ ڪافي نه هئا.“

”شام جا دونهاٽيل ڌندلڪا پاڇا گهرا ٿيندا رات جو روپ ڌاريندا ويا. ڪتان ڪتان ڪڪرن جي ڪارن ٿهن مان ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ تارو ٽمڪي پنهنجو نور نچوئي رهيو هو. امان چيو، ”پٽ رات پئجي وئي آهي. هاڻ اڄ ته توکي ننڊ ولايت جي ڪهاڻي ٻڌايان.“ پوءِ مان ۽ امان پنهنجي کٽ تي اچي ليٽياسين. امان پنهجي ٻانهن منهنجي سيرانديءَ ڏيئي مون کي ننڊ ولايت جي ڪهاڻي ٻڌائڻ لڳي، جتي ماڻهو ڇهه مهينا سمهندا ۽ ڇهه مهينا جاڳندا هئا. مون امان جي ڳالهه اڌ ۾ ڪاٽيندي چيو.

”امان! اهي ماڻهو ڇهه مهينا ڪيئن سمهي سگهندا هئا. ڇا کين بک ڪانه لڳندي هئي؟“ امان مون ڏانهن غور سان نهاريو ۽ مرڪي چيائين، ”ها! انهن کي بک ڪانه هئي. تون ماٺ ڪري ڳالهه ٻڌ.“

”مون کي بک لڳي آهي.“ مون ضد ڪيو.

امان جون اکيون اونداهي آسمان ڏانهن کڃي ويون، ڄڻ هن جون نظرون ڪجهه تلاش ڪري رهيون هجن ۽ هن انتهائي پيريل آواز سان چيو، ”ڏس پٽ! اڄ چنڊ ڪتي نڪتو آهي؟ پاڻ غريب آهيون. پنهنجي مانيءَ جو حساب چنڊ وانگي آهي. ڪڏهن چوڏو، ڪڏهن اڌ، ڪڏهن سڄي ته ڪڏهن آهي ئي ڪونه.“ مون اونداهي آسمان ڏانهن نهاريو ۽ ماءُ جي ڪڇ ۾ اڳهور ننڊ ۾ پئجي ويس.

# علي بابا جي کهاڻي

ڪراچي وڃڻ لاءِ، ٽويوٽا جي پوئين سيٽ ملي وئي اٿس. سڄي ڄمار ۾ پهريون ڀيرو پنهنجي مرضيءَ جا دل گهريا ڪپڙا پاتا اٿائين ۽ سلائي به درزيءَ دل تي ڪئي اٿس. وڏي ڪالر سان هلڪو نيرو بش ڪوٽ، اڇي ٽئٽران جي بيل باٽم پينٽ، ٽئون ڪارو پنجهتر روپين جو چائنا بوٽ، نوان جوراب. بريف ڪيس ۾ به اهڙوئي خوبصورت جوڙو ۽ ساڍا ست سؤ روپيا. ڪيسي ۾ گولڊ ليف جو پئڪٽ. مڙس ڏس ته ڪپڙن ۾ نه پيو ماپي. ڏاڍو پيو پاڻ کي هلڪو ۽ ايزي محسوس ڪري. وري جو ڪمند جي رس جو گلاس پيتائين ته هانءُ ٺري پيس. بود ۾ اچي ويو. پائين ته بس ۾ جهڙس ڪو آهيئي ڪونه. ڏاڍي ٽانءِ مان سگريٽ دکائي لڳو آهي ڇڪڻ.

اڳي سدائين آفيس جي ڪمن ڪارين سان ڪراچي ويندو هو ته سدائين اٻالو. جي ڪٽي ڪپڙا نوان ۽ ڌوبي جا ڌوتل ته بوٽ چنل. هلي ته لوڏ ٿي ڦريو وڃينس. وري ڪيسي ۾ پئسا ايترا جو راهه هلندي، عورتن کي تاڪيندي جي ڪنهن گهومو عورت ڪان لفٽ ملي وڃينس ته ڪيسي ۾ ايترو ڏوڪڙ نه نهيس جو ڪٿي ڪنهن هوٽل ۾ چاڙهيس يا فلم ڏيکارڻ جي صلاح هڻيس. بس سڪتو ڏسندو تڙپندو رهجي وڃي.

• اڄ نڪتو آهي عيش ڪرڻ. چئن ڏينهن جي چوٽي وٺي. سڄي عمر جي ناڪامين جون باهيون ڪڍڻ. "پهرين هوٽل وڃي ڪمرو وٺندس، ڊبل بيڊ روم، هوٽل مئنيجر کي ٺاهي ڇڏيندس. لڪائيندس پنهنجو ۽ پنهنجي زال جو نالو. پوءِ سڙڪن تي ڪوليندس ڪا ٺاهوڪڙي زال. گهمائيندوسانس هل پارڪ. سندس چيلهه ۾ هٿ پئي، هڻندس ايلفيءَ جا چڪر. ڪراچيءَ ۾ اهڙيون گهومو عورتون ڪوڙ ملي ونديون آهن. ڪابه عورت جي هڪڙي ڀيري مونسان ريجهي وڃي ته پوءِ يار ٿي ويندي. بس ماٺهوءَ ۾ رکو ٽئلينٽ هئڻ گهرجي. ۽ متئين خرچ لاءِ پئسو. پوءِ ته لٽي آهي." من ئي من ۾ پروگرام پيو ٺاهي ۽ گهڙيءَ گهڙيءَ ڇڙواڳ وارن کي ڄمائڻ لاءِ، مٿي تان هٿ پيو

گهمائي. هن واري حجام وار به اهڙا ئي ڪٽيا اٿس، جهڙا وٽندا اٿس. بلڪل فيس تي ٺهڪندڙ وڏا وڏا. بلڪل نيچرل.

اڳينءَ سيٽ تي به برقعا پوش عورتون ويٺل آهن. انهن سان گڏ ننڍڙا ٻارڙا به آهن. ڪانٽس اڳين سيٽ تي هڪ ٺاهوڪڙي مهاجر عورت ويٺي آهي. ڪيس اڇو رنگا رنگ سنڌي پرت پريل چڙنو ۽ اڇي وڏ پانڇي سلوار پهريل آهي: "اڳي ته اسان جي وڏي پانڇي تان ڪلنديون هيون. هاڻ ڏس ته پاڻ لڦ لڦ ڪنديون، ڇاپاڪ هٿنديون گهمن." عورت جو چوٽو گهاٽو ۽ پٺي ويڪري آهي. جڏهن ڪنڌ ورائي، پر ۾ ويٺل مڙد سان ڳالهائي تي ته ڳٽا ٻٽا ڏسبو وٺيس. اک ڪي وٽيس پٺي. پايس ٿو ته سفر سهٺو نبرندو: "بس رڳو به سواريون اچي وڃن ته ويگن هلي. هينئر ساڊا تي تبا آهن. ڇهين وڳي ڪراچيءَ هوندس. پهرين ڳوليندس هوٽل جو ڪمرو ۽ پوءِ پرديسي پڪي."

سگريٽ جا سوٽا هٽندي پير پيو سوري ته باقي به سواريون اچي وڃن.

سندس ڏسندي ئي ڏسندي به عورتون ويگن ۾ داخل ٿين ٿيون. اڳيان هڪ گوري گوري، سٺين مهاندين، چاليهارو سالن جي صحتمند عورت آهي ۽ ان جي پٺيان تيهارو سالن جي آڙاهه سهٽي عورت. قداور، ڪٽڪ رنگي حامله عورت. لڳي ٿو، ائن مهين جو گرڀ هوندس. ڌڙ تي ويڙهيل اٿس هلڪي نيري نائلون جي ساڙهي. نيٹن ۾ مامتا جو موهه ۽ گهراڻ. پيٽ وڏو وڏو، گول گول، ايڏو وڏو جو اندر وارو ٻار ان ۾ آسانيءَ سان بولاٽيون ڪائي تڙپي سگهي. پيٽ جي بوجهي ڪان ڳلن تائين پگهر پيو ڳڙيس ۽ ساه ڦوڪيل.

وڏي ڏکيائيءَ سان ٿي آهي ويگن ۾ داخل. پائين ٿو، عورتن جي اچڻ ڪري پوئين سيٽ تان اٿنو پوندس. پر پٺي عورتون ڏاڍيون فارورڊ نڪتيون. ٻنا ڪنهن هبڪ جي سندس پير ۾ ويهي ويون. وچين سيٽ سٺي ۽ آرام واري هئڻ ڪري، وڏي عورت، گرڀ واريءَ کي ان تي ويهڻ لاءِ چيو، جا مٿانهس اڃاتري لجوڙي نهار ڦيرائيندي. سندس پير ۾ ويهي وئي هئي. ويهڻ مهل وات مان دبيل چنگهه نڪري وئي هيس ۽ هوءَ رومال سان منهن تان پگهر اگهندي، ڦوڪيل ساهن سان سيٽ کي ٽيڪو ڏئي، لڳي هئي ڦوڪيل ساهه جاٽنو ڪرڻ.

گرڀ واري عورت جي پاسي ۾ اچڻ سان نوجوان جي حالت ئي غير ٿي وئي هئي. هڪ ته پوري حياتي ۾ڪا عورت سندس ايڏو ويجهو نه آئي هئي. پيو ته هي عورت ڪيڏي نه حسين هئي. ڪن لاءِ نوجوان گهرن گهرن نيٹن جي تصور ۾ لڙهي ويو. اکيون ايڏيون اونهيون ايڏيون اونهيون جو نهار ته

گرڀ ۾ سٽل ٻار به نظر اچي وڃي ۽ بدن مان نڪريس پئي اڻ لڪي بوءِ. اهڙي بوءِ، جهڙي ڪنهن گل، ڪنهن ڦل جي خوشبوءِ ۾ ڪانهي. جا رڳو ڪنهن گرڀ وتي عورت جي ديهه مان اڌما ڪائي نڪري سگهي ٿي. پاگل بنائي ڇڏڻ واري بوءِ. سوچي ٿو: "گرڀ تيڻ ڪان پوءِ عورت جي اندر جي سونهن ڪيڏو نه نکريو اچي. نيڻن مان، ڳلن مان، ڪلهن مان، ڇاتين مان، ٻانهن مان، ڪکن مان، پولهه مان، وار وار مان، چمڙي جي پور پور مان، ساهه ساهه مان سندس مامتا جهلڪيون پائيندي آهي، جيئن ٻاٽيءَ مٿان سج جا اولڙا." ان عورت جو پير ۾ ايندي ئي هڪ اُڇاتل، هانءُ ٺاريندڙ آسيس پيو محسوس ڪري.

پنهنجو منهن ڪيو ويٺو آهي. ننڍو نهاري عورت ۾. ڏچي ٿو، مٿان ڳهڙيءَ ڳهڙيءَ ائين ڳهور وجهي نهارڻ ڪري سيٽ نه بدلائي ۽ انهن اڏائي ڪلاڪن جي ان حسين سفر کان محروم ٿي وڃي. عورت سندس ايڏو ته ويجهو ويٺي آهي، جو نهارڻ کان سواءِ ڪاٻي اک جي پاسي کان ڏسيس پيو. پنهنجو منهن ڪيو ويٺو آهي، عورت جي بدن مان ايندڙ بوءِ ۾ ٻڏاٿو. اچانڪ محسوس ڪري ٿو، عورت ڪي سندس سگريٽ جو دونهون نه پيو وڻي.

"معاف ڪجو، آءٌ سگريٽ اجهائي ٿو ڇڏيان." ۽ ان ڪان پهرين جو عورت ڪي ڳالهائي، سگريٽ پير هيٺان چيپاڻي اجهائي ڇڏي ٿو.

"مهرباني-" عورت ڏانهس ٺورائتين نظرن سان نهاري مرڪي ٿي پوي. مرڪ سان، اندر ۾ ڏوڙي ويينس ٿي، خوشيءَ جي هڪ اٿاهه لهر. ايڏي خوشي، ايڏي خوشي، جيڏي اڳي ڪڏهن به محسوس نه ڪئي هئائين: "آواز، ڪيڏو نه منو اٿس. چڻ اندر ۾ پريل اٿس راڳڻيون، جن ڪي ڇيڙي ويٺو، گرڀ ۾ ليٽيل هڪ ننڍاڪڙو ٻالڪ."

"اوهان ڪي اڳيان ويهڻ ڪپندو هو." بنا سوچڻ سمجهڻ جي ڳالهائي ٿو وهي. عورت سندس ان اوچتي جملي تي ڪي پل ڳاڙهي ڪهنبي ٿي وڃي ٿي. "جي نه، سپر هاءِ وي تي جمپ ڪونه اچي."

عورت مرڪ لڪائيندي، ڍبائيندي پنهنجو منهن ڪري ٿي ويهي. "الا ڪيڏو اٿس ڪيپ اکين ۾."

اچانڪ محسوس ڪري ٿو، ويگن روڊ ڪي چيريندي اڏائي ٿي وڃي. ڄامشوري جي پل، ٿاڻڪ ڪيئن گذري ويا، ڪل به ڪانه پيس. سڄي دنيا کان ڪٽجي، پر ۾ ويٺل گرڀ وتي منڌ جي ڪامٹي دڙ ۾ اڙجي ويو آهي. جا ويگن جي لوڏن تي چڻ جهومندي ٿي وڃي. من چاهيس ٿو، ان عورت سان

ايئن ڳالهائيندو وڃي، انت گهڙيءَ تائين هي رستو نـ ڪٽي.
اچانڪ خيال ٿو اچيس: "ڪيڏو نـ سٺو هجي ها جي هي عورت منهنجي زال هجي ها. ان جي ڳرپ ۾ اهو ٻار منهنجو هجي ها. جڏهن ههڙي سهڻي زال هجي، ههڙي پياري پيٽ سان ۽ سڀ ماڻهن ڄاڻندا هجن تـ زال مڙس پيا وڃن تـ شهر جي سڙڪن تان، پارڪن مان، هٽ هٽ ۾ ڏئي گهمڻ ۾ ڪيڏو نـ مزو اچي. اها ڪهڙي لذت هوندي؟ آءٌ اهو نٿو ڄاڻان. اهڙو اندازو لڳائڻ مون لاءِ ناممڪن آهي. مون اڄ تائين ان پنهنجائپ کي محسوس نـ ڪيو آهي. ۽ هينئر ـــ جڏهن هي عورت منهنجي ناهي، نـ ئي ان جي پيٽ وارو ٻار منهنجو آهي ۽ نـ ئي آءٌ ان عورت کي ڇُهي سگهان ٿو، تـ بـ آءٌ ڪيڏي آسيس ۽ فرحت پيو محسوس ڪريان. ان هڪ گهڙي جي قرب تان تـ جيڪر سڄي حياتي گهوري ڇڏجي."
اچانڪ ڪنهن اُڀريءَ ڇڪ ڪان، منهن ورائي عورت جي پرپورڪلهي تائين اگهاڙين ٻانهن ڏانهن نهاري ٿو. ڳوري ڳوري ٻانهن. لسڙي لسڙي، نرم نرم، جنهن تي ڪچڙن ڪچڙن خاڪي وارن جي ٻُر. اچانڪ اندر مان جُڳن ڪان لڄندڙ ڦٿڪندڙ، ڦٿيل چچريل تمنائون جهينجهٽي جيان جهٽجهڻ ڪنديون، رڳ رڳ مان ريلا ڏينديون، ڦاٽ ڪائي ٿيون اپرنس. من چاهي ٿو، ان نرم لسڙيءَ ٻانهن کي ڇهي ڏسي. لئونڊريون ڪوسيون ٿي ويون اٿس. منهن ۾ڪيوليون پيون ڊوڙنس. چپن ۾ آڄڪاد جي ٿئونس ۽ هٿن ۾ ڏڪٽي. هٿ پاڻمرادو وڌي وڃڻ تا چاهنس. روڪڻ ٿو چاهي هٿن کي نٿا روڪجن! اچانڪ ڪنهن اڄاتل خوف ڪان ڊڄي منهن ڦيرائي، اکيون ٻوٽي ٿو ڇڏي. وري نٿو ڏسڻ چاهي ان عورت ۾، پر مونجهه محسوس ڪري، وري کولي ڇڏي ٿو اکيون.
"اوم..." اوچتو بريڪ جي لوڏي سبب عورت جي واتان دبيل چنگهـ نڪريو وڃي ۽ محسوس ڪري ٿو، ڪجهه ڪائي پئي.
"ميٽ پئي ڪائي، ڳرپ ٿيڻ ڪان پوءِ عورتون ميٽ ڇو ڪائينديون آهن؟ هڪ ڀيري تـ مينسفيلڊ اسٽريٽ جي هڪ وڏي دڪان تي پڪل ميٽ ڏٺو هئائين، جي ڪرسچن ۽ وڏيون وڏيون پڙهيل لکيل امير عورتون ونڻ ايندي‌يون هيون. ڪارن واريون بـ. عورت ڪيترو ترقي ڪري، انگريزي پڙهي، سلوار ڇڏي، ساڙي پائي، پر ڳرپ وارن ڏينهن ۾ ميٽ ضرور ڪائيندي!" نيڻ ڪٽي عورت جي چپن ڏانهن نهاري ٿو. چپ... بيچين، سڪل چپ. جن مٿان چميل آهي اڻ لڪي ميٺاهين تهـ.

"ميٽ ڪائينديِ عورت ڪيڏي نہ پرڪشش لڳندي آهي. ميٽ جو سواد ڪيئن بڪندو اٿس مک مان. ڪيئن ڏندن ۾ تارن سان ڇپ ٽڪرائي، چڪيندي ويندي آهي." اچانڪ اندر ۾ پڙڪي اٿيس ٿي انهن چپن کي چمڻ جي چاهنا. پاسيس ٿو ڪنهن اچاتل خوف کان نڙي، ڇپ سڪي ٺوٺ ٿي ويا اٿس. اندر ۾ جاري ٿي وڃينس ٿي جنگ. وڏي مشڪل سان گهٽي ٿو. اندر ۾ پئدا ٿيل ان چاهنا کي. وڏي مشڪل سان پاڻ تي ڪنٽرول ڪري ٿو.

"سولي آهين نہ؟" گرپ واريءَ جي ساٿي عورت پڇي ٿي.

"ها-" گرپ واري عورت زبان سان تارونءَ مان ميٽ ڇڏائيندي وڏي آسيس مان وراڻي ٿي ۽ ويگن جي جهوٽن تي پنهنجي ڇنگهن ۽ بدن کي ڍرو ڇڏي ٿي ڏئي. جهوٽن ۾.

"اولي ٿين تہ پڌائجان." ساٿي عورت کيس تاڪيد ٿي ڪري. پر محسوس ڪري ٿو، عورت اولي آهي. کيس ڪنڌ کان ٻانهن جي سهاري جي ضرورت آهي. من چاهيس ٿو، ڪنڌ کان ٻانهن جو سهاري ڏئي، کيس پنهنجي سيني تي ليٽائي ڇڏي. وارن ۾ سَرسَر ڪري کيس پنهنجي ڪڇ ۾ سمهاري ڇڏي. حيرت ٿي وٺيس: "ماڻهو ههڙين سهڻين ۽ نازڪ زالن کي ههڙيءَ حالت ۾ ڪيئن ٿا تنها سفر ڪرڻ ڇڏين؟ مون کي جي ههڙي زال هجي آءٌ تہ کيس پل بہ پاڻ کان جدا نہ ڪريان. مان تہ جيڪر ڪنهن بہ طرح کيس نہ ڇڏيان."

"اوهہ..." عورت وري هڪ اوچتي جمپ تي ڇنگهہ ڪري ٿي ۽ ہ ٿي وڏا ساهہ ڀري ٿي. وڏا وڏا، ايڏا وڏا جو هوا سندس ڦڦڙن کان گذرندي، سندس اندر جي گهراين تائين پڇي وڃي، سندس پار تائين. عورت جي ڇنگهہ تي اچانڪ ماءُ تي ياد اچيس، جيجل ماءُ! سانوري، پيارا پيارا گهرا نيڻ، چپن تي هلڪي، اٿلڪي ميٽ جي تهہ ڇميل. ڀاري ڀاري گول گول پيٽ، ڪٽ مٿان ڍري ڍري ليٽيل.

اڳي گهٽو اڳي، ننڍڙي لاڪي. جڏهن پنجن ڇهن سالن جو مس هو، ڪيڏو نہ وٺندي هيس ماءُ. ڪيڏو ڇنبڙندو هئس. چولو مٿي ڪري ڏسندو هئس پيٽ.

"اوهہ... نہ ڪر پٽ، پيٽ تي زور نہ ڏي، هلي آ ڪڇ ۾—"ماءُ گونڌاڙي هٿندي هئس ڪڇ ۾. ڪيڏو نہ وٺندو هئس ماءُ جي ڪڇ ۾ منهن هٿي سمهڻ. پوءِ اوچتو، ماءُ کي پيو هئس پيٽ ۾ سور، کٽي ويا هئس اسپتال، ۽ اسپتال مان ڪجي آئي هيس ڪٽ، ڳوٺ جون عورتون پار ڪڍي پٽڪ ، ڪري

لڳيون هيون ۽ هو ريهه ڪري بيهوش ٿي ڪري پيو هو.
”اوم...“ ڪي منجهاٺو، وساٺو چرڪ ڀري ان عورت ۾ نهاري ٿو: ”ڇا سڀ عورتون گرڀ وارن ڏينهن هڪ ئي نموني ڪنجهنديون ۽ چنگهنديون آهن؟ نيٺن ۾ ساڳيا مامتا ڪيپ ڀري.“ موڳا موڳا، واٽڙا واٽڙا نيڻ ڇمي ويا اٿس، عورت جي مکڻ کان لسڙين ٻانهن تي، ڦوڪٽن کان وڌيڪ ملائم ڇاتين ۾. ساه سڻن ۾ ئي ٿو اچيس. جڳن کان اندر ۾ دٻيل خواهشون سندس اندر جي پاتالن مان گهوماتيون ڪائينديون، وري جهينجهٽي جيان وچنديون ٿيون اڀرن. زوم سان، رڳ رڳ مان ريلا ڏينديون. پاسيس ٿو، جڳن کان تنها تنها هلندي ٿڪي پيو آهي، الائي ڪيترن زمانن کان نه مليو اٿس سهارو. ڀائين ته ان عورت جي نرم نرم، جهوتا جهوتا هنج ۾ منهن وجهي رانياٽ ڪري روئي، روئندو سندس ڪڇ ۾ سمهي پوي. هڪ وارو وري ننڍڙو ٿي وڃي، ايڏو ننڍڙو جو وري ان گرڀ ۾ سموئجي وڃي. وري هڪ ڀيرو گرڀ ۾ پيهي تڙپيون ۽ بولاتيون پائي. خواهش وڃينس ٿي وڌندي، ايڏو... ايڏو جو نه رهيو اٿس ڪنڌ وس ۾. پگهر جي ڪيپ هاٺي بوء ۾ ٻڏاٺو. ڪنڌ وڃينس ٿو ڊرندو، ننڍاڪڙي، ڪيپ هاٺي حالت ۾ ڪنهن گرڀ وتي گود ڏانهن. اچانڪ ڪنهن اڀري خوف کان چرڪجي، اکيون کولي ٿو ڇڏي: ”ماٺهو ماريندا.“ ياد ٿو اچيس، هڪڙي ڀيري، شهر جي سڙڪ تان هلندي سندس من ۾ اهڙي ئي خواهش پيدا ٿي هئي. ايڏي ئي زوم مان. هڪ گرڀ وتي عورت پٺيان پاٺ تان هلندي، اندر جي تانگهه کان بيچين ٿي، ان عورت کي ٻانهن کان وڃي جهليو هئائين. عورت ڊڄي دانهن ڪئي هئي. پوء ڇا هو، چئني طرفن کان ماٺهو ڪيس ورائي ويا هئا. هنيا هئائونس، هٿوڙي جيان پيٽ ۾ ٺونشا. نڪ ۾ ٺونشا، پٺيا هئائونس وار. نڪ مان نڪيلي وهائيندو، پيٽ تي هٿ ڏئي ڪري پيو هو فٽ پاٿ تي. سال ٿي ويو اٿس، اڄ ڏينهن تائين پيٽ پيو ڏکيس. ٺورو اُس ۾ هلي ته نڪيلي وهيو اچيس. خوف کان ڇاهي ٿو حواسن کي قابو پائڻ. من ۾ پيدا ٿيندڙ اُڀرين خواهشن کي تارڻ لاء درياء کان ٻاهر نهارڻ ٿو لڳي. ٽڪريون، وڻ ٽڻ تيزيء سان گذرندا وڃن. پنهنجو پاڻ تي ڪنٽرول ڪندو ٿو وڃي. ”پاڳل ٿورو ئي آهيان؟“
”اوم...“ عورت وري ڇڙي ڀري ٿي ۽ سولائيء خاطر اچا وڌيڪ ڦهلجي، ڪاٻي ٻانهن سندس ڪنڌ پٺيان سيٽ تي ڊاري، جسم ڪار جي جهوٽن تي ڍرو ڇڏي ٿي ڏئي. ڪجهه - آلو آلو. ويڙهجي ٿو وڃي، عورت جي

ڪڇ مان ايندڙ بوءِ جي ڪيپ هاٽي هُڳاوَ ۾. پنهنجي ڪنڌ پٺيان نرم نرم ٻانهن محسوس ڪري، اچانڪ وري اندر ۾ وڄڻ لڳنس ٿا. جهينجهڻا جهڻ جهڻ ڪندا. جاڳي ٿيون پونس، اندر ۾ سموريون دٻيل گهٽيل، نپوڙيل خواهشون. لٽوندڙيون ڪوسيون ٿينديون وڃنس. منهن ۾ ڪيوليون پيون ڊوڙنس. پاسيس ٿو ننڍڙو ٿيندو وڃي، پتڪڙو. ويگن اتي جو اتي بيٺي آهي، رڳو مٿو پيو ڦريس: "ساڳيا پيارا پيارا نيڻ، ساڳيون نرم نرم ٻانهون، چپڙن تي اٽلڪي ميٺ جي تهه چميل، ياري ياري گول گول پيٽ، ڍرو ڍرو، جهوتا جهوتا بدن، هيرون ۽ هبڪارون پريل. ڪنهن نشيلي ڪيپ ۾ ٻڏاٺو، ڪنڌ وڃينس ٿو ڍرندو، ڪنهن اُجاتل آسيس مان، گرپ وتي گود ڏانهن؛

جهوٽن ۾ ويندي، ڪنهن اُبهري ڏهڪاوَ ڪان اچانڪ دٻجي ڇرڪ ڀري جاڳي ٿو پوي:

"گاڏي روڪيو، گاڏي روڪيو."

"هتي لهڻو اٿئي ـــ!" ويگن ۾ ويٺل سڀ ماڻهو واٽڙا ٿي ڏانهن نهارين ٿا. ويگن کي بريڪ لڳي ٿو ۽ هو هيسيل، موڳاتيل، پريشان، ٿڪاٺو، بريف ڪيس کڻي، تڪڙو تڪڙو سنسان تڪرين وچ ۾ لهي وڃي ٿو.

# هي سنگرام

ٻاهر ٻاٽ ڪاري رات آهي. سارو لوڪ سمهي پيو آهي، هر طرف چپ چپات آهي، آءٌ جاڳان پيو. ڳاڙهي زيرو بلب جي روشنيءَ ۾ مهراڻ رسالي مان ڪاٽيل شمشير الحيدري جي تصوير "موت جا تجربا" کي ڏسان ٿو. آسمان مان هڪ ميزائل جهٽ هنيو آهي. هرڪا شي فنا ٿي وئي آهي. رهجي ويون آهن، انساني ڪيپراتيون ۽ ڪرنگها، پيانڪ ۽ هانوَ ڏاريندڙ. منهنجي اندر ۾ سيؤهاٽ پئجي وڃن ٿا. آءٌ ڪجهہ چئي نٿو سگهان. مون کي فن ۽ آرٽ جي ڄاڻ ڪانهي. پوءِ بہ مون کي تصويرون وڻنديون آهن. آءٌ انهن کي پنهنجي البم ۾ سجائيندو آهيان. تصويرون، جي ڳالهائينديون آهن، مرڪنديون، روئنديون آهن، خوشيءَ جا ٽهڪ ڏينديون آهن، درد مان دانهون ڪنديون آهن. تصويرون، جي چپ ۾ ٻڌي نچنديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن مون کي پنهنجي تصويرن کان خوف ٿيڻ لڳندو آهي. آءٌ اها تصوير چمبڙائڻ لاءِ ڏڪندڙ هٿن سان ڪيبن ۾ اڇلايل البم ڪڍان ٿو. متاهنس دز چنڊيان ٿو. آءٌ پنهنجي من ۾ مونجهہ محسوس ڪريان ٿو. آءٌ انهيءَ البم ۾ پهرين چمبڙايل تصويرن کي ڏسڻ نٿو چاهيان. پوءِ بہ آءٌ ڏڪندڙ هٿن سان البم جا پنا اٿلايان ٿو، ۽ منهنجي آڏو البم ۾ لڳايل پهرين تصوير قهلجي وڃي ٿي. هڪ ويران، اجڙيل، سنسان باغ آهي. پس منظر ۾ پري پري تائين هر طرف سڪل ٿاريون، ڪک، پن ۽ ڪانڊيرا بيٺل آهن ۽ پس منظر ۾ هڪ گلاب جي ٿاري آهي، جنهن ۾لڙڪي رهيو آهي، موسم بهار جو پهريون گل. ٽڙيل، مهڪندڙ، لال گلاب، ۽ تمام پري پولار مان ڪجي رهيو آهي، هڪ خوفناڪ واڇوڙو. آءٌ تصوير کي ڏسندي بيچين ٿي پنو اٿلايان ٿو. سامهون پاڪ مريم بيٺي آهي. سوچ ۾ ٻڏل، اٻاڻڪي، رنجور، ڪجهہ ڊنل، ڪجهہ هيسيل مڪڙي تي مامتا جو موهہ. گهرا نيڻ سڪل سندوءِ جيان سنسان ۽ ڪج تي اٿس نڌڙو عيسيٰ. بيپرواهہ بادشاهہ، آسي پاسي جي ماحول کان بيخبر، بهار جي گل جيان ٽڙيل، مرڪندڙ، مهڪندڙ، هونگرڙيون هڻندڙ. آءٌ وري مريم ڏانهن

نهاريان ٿو. ڄڻ هوءَ ڪجهہ چوڻ ٿي گهري ڪا وڏي ڏک جي ڳالهہ. مون کي پنهنجي اندر ۾ دل ٻڏندي محسوس ٿئي ٿي. آءٌ ڊڄي ورق ورايان ٿو.

آءٌ ڏسان ٿو، صليب سجايل آهي. عيسيٰ جي سيني، هٿن ۽ پيرن ۾ وڏا ڪلا نوڪيل آهن، جن مان رت وهي رهيو آهي. سندس سدا اوچو ڳاٽ نستائيءَ ڪان هيٺ ڍرڪي ويو آهي. مٿان مينهن آهي ۽ هيٺ اهي لهوءَ جي ندي، جنهن جو ڪو پارڪونهي. لکيل آهي. "هي اهو رت آهي، جنهن مان ڪروڙين ڪوڙهيل ماڻهن پنهنجا بدنام ہوت ڌوتا هئا."مون کي ايئن ٿو محسوس ٿئي ڄڻ آءٌ رت جي ساگر ۾ لڙهندو ٿو وڃان، لڙهندو ٿو وڃان ۽ پوءِ ڪٿين موت جا قبرستان ڦهلجي وڃن ٿا، جنهن مٿان نيڻ نهار تائين صليب کتل آهن، ڄڻ ڪروڙها ماڻهو آسمان ڏانهن ٻانهون ڦهلائي روئي ٻاڏائي رهيا هجن. هي ڪنهن جو قبرستان آهي، انهن قبرن ۾ڪير ستل آهي، ڇا! اهي جن صليب سجايو هو؟ يا اهي جن کي صليب تي لڙڪايو ويو هو.ڪجهہ بہ خبر نٿي پوي. آءٌ قاتل نظرن سان قبرستان ڏانهن نهاريان ٿو. ايئن ٿو محسوس ٿئي ڄڻ آءٌ پاڻ بہ صليب آهيان. منهنجي سيني تي ڪروڙها ماڻهن کي لڙڪايو ويو آهي. جيڪو بہ چرو جنهن تي بہ هليو، سو منهنجي رت رتو آهي. ماڻهو هميشه منهنجي وجود کي رت مان لپي ويندا آهن. آءٌ جڳن کان پنهنجي سيني تي اهو سور سهندو آيو آهيان، پر هاڻ اهو ظلم منهنجي برداشت کان ٻاهر ٿيندو ٿو وڃي. آءٌ ڪو ڪاٺ جو صليب نہ آهيان. آءٌ انسان آهيان. منهنجي نيڻن کي رت جي هوليءَ جي نہ، پرهہ جي رنگن جي تلاش آهي. مون کي موت جي قبرستانن جي نہ، زندگيءَ جي شهرن جي تلاش آهي. اهي روشنيءَ جا شهرڪٿي آهن. دنيا جي کهڙيءَ ڪنڊ ۾کهڙي ديس ۾. آءٌ موت جي قبرستان مان نڪرڻ لاءِ بي تحاشا ڊوڙان ٿو. ڊوڙندو ٿو وڃان، ۽ پوءِ هر طرف کان جنگ جا ميدان ڦهلجي وڃن ٿا. رت رتي ڌرتي آهي، آسمان ۾ بمن جو دونهون ۽ ڳجهن جا لامارا آهن. ڊڳ ڊڳ تي جنگي ٽينڪون پاسا ڪوڙيو، اونڌيون پيون آهن. چئني پاسي کان هزارها لاش چچريل، چيپاٽيل، سڄيل، رت ۾ ڳاڙها ٿيا اونڌا سنڌا پيا آهن. هر لاش جي مٿان ڳجهن جي ڄڄ ويٺي سندس ماس چني رهي آهي، ۽ دور هڪ ديوانو توف جي اڳيان ويٺو تنبورو وڄائي، امن جو گيت ڳائي رهيو آهي. آءٌ ساهہ گهٽيندڙ بدبوءِ ۾ ويٺو، قاتل اکين سان لاشن ۾ نهاريان. هي کهڙي ڪربلا جو ميدان آهي. هي ڪير ماڻهو آهن، هنن جو نسل کهڙو آهي، هي کهڙي مذهب جا ماڻهو آهن. هنن مان ڪير دوست ۽ ڪير دشمن آهي. ڪا خبر ڪانہ ٿي پوي. ڪجهہ

سمجهه ۾ نٿو اچي.
ديوانو تنبورو وڄائي،
روئي،
امن جا گيت ڳائي رهيو آ.

آءٌ بيچين ٿي سامهون وڃان ٿو ۽ ڪاوڙ مان اُپ ڏاريندڙ رڙ ڪيان ٿو، "بند ڪر، بند ڪر اهو آواز! تون ۽ تنهنجو تنبورو جنگ بازن کي ڪڏهن به جنگ کان روڪي نه سگهندا. هتي تنهنجو آواز ڪوبه نه ٻڌندو. آءٌ تنهنجو اهو تنبورو ڀڃندس." منهنجي ڳالهه تي ديوانو خوف مان رڙ ڪري ٿو "نه نه، آءٌ ڳائيندس، ڀڃاڻيءَ تائين ڳائيندو رهندس. گيت منهنجي زندگي آهن، مون کي ڪوبه ڳائڻ کان روڪي نه سگهندو." آءٌ ڪاوڙ ۾ اچي سندس تنبورو ٽڪر ٽڪر ڪري ٿو ڇڏيان. منهنجي اکين آڏو اونده اچي ٿي وڃي. هوريان هوريان ڪا شيءِ روشن ٿيندي ٿي وڃي. آنگرين جي وٿين مان آءٌ ڏسان ٿو ته آءٌ ٻرندڙ جبل جي سامهون بيٺو آهيان. ٻرندڙ جبل ڳجي ڳجي ٻري رهيو آهي، ۽ ان جي چوٽيءَ جي هڪ پاسي کان هڪ سڪل شاخ تي ڪوئل ويٺي ڪوڪي رهي آهي. آءٌ وائڙو ٿي ٻرندڙ جبل ڏانهن نهاريان ٿو. وري ڪوئل ڏانهن ۽ وري ڪنڌ ۾ اچلايل البم جي ڪاري مروٽيل صفحي ڏانهن. آءٌ اٽي ڏڪندڙ هٿن سان مروٽيل صفحو ڪٽي، گهنج ڀيجي سڌو ڪري، جنگ جي ميدان ۾ بيٺل راکي ويراڳي ڏانهن نهاريان ٿو. منهجي اندر مان دانهن نڪري ٿي، "او ڪوي، منهنجا ٻيجل، منهنجا شاعر، منهنجا پاءُ. تنهنجو من مٺيو، دل دنبورو ۽ رڳون رباب آهن، مون کي معاف ڪجان. مون تنهنجو تنبورو ڀڳو آهي. توکي لوڏڻ کان پهرين آءٌ پلجي ويو هئس ته ڪوئل جو ڪم فقط ڳائڻ آهي، پوءِ پل هوءَ انب جي ٽاري تي ويٺل هجي يا ٻرندڙ جبل جي چوٽيءَ تي. مون کي معاف ڪجان پائو، مون کي معاف ڪجان." آءٌ ڏڪندڙ هٿن سان ڦاڙيل صفحي جا گهنج ڀيجي، سڌو ڪري، ڪيس ساڳي جڳهه تي چنبڙايان ٿو.

جنگ جي ميدان ۾ ڪو ديوانو ڳائي بيٺو.
ٻرندڙ جبل تي ڪوئل ٻولي پئي.

ٿر جي ماءُ ڊڪرن ۾ آهي. ٻارڙا بک کان چڙهيون پيا هڻن. آسمان مان باز جهٽ هنيو آهي. ڪڪڙ رڙ ڪري ٻچن کي پرن ۾ لڪايو آهي. آسمان مان هڪ جنگي بمبار جهٽ هنيو آهي. هيروشيما جا محل ماڙيون ۽ ماڻهن جي گوشت جا ٽڪر فضا ۾، باهه، رت ۽ دونهين جي سمنڊ ۾ تري رهيا آهن.

هيٺ لکيل آهي.

"Abstract of life"

آءُ تصوير ۾ نهاريان ٿو. منهنجو روح ڏڪي ويو ٿو. آءُ خوف کان اکيون ٻوٽي ٿو ڇڏيان. ڳاڙهي زيرو جي بلب جي روشنيءَ ۾ منهنجي اکين جي پردن جا ڏورا ٻرن ٿا. ڪئين رنگ پکڙجي وڃن ٿا. رت کان ڳاڙها، باهه کان تکا. دونهين کان ڪارا. جن ۾ تري رهيا آهن ڪروڙين انساني لاش. منهنجو ساهه گهٽجڻ لڳي ٿو، آءُ ٻيهر اکيون کولي ٿو ڇڏيان. آءُ الائي ڇا ٿو محسوس ڪريان. مون کي ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي. آءُ ٻيهر ورق ورايان ٿو. آءُ ڏسان ٿو، هڪ تمام ننڍڙو ماڻهو، هڪ تمام وڏو بت گهڙي رهيو آهي. ايڏو وڏو، جنهن کي ساري دنيا سج جيان پنهنجي گهرن مان ويٺي ڏسي سگهي ٿي. آءُ وائڙو ٿي ڏانهس نهاريان ٿو. "ڪير آهين تون؟ هي ڇا پيو ناهين." منهنجي آواز تي هو ڇيڻي ۽ هٿوڙو روڪي مون ڏانهن نهاري، زخمي آڱرين سان نرڙ تان پگهر اگهي ٿو. سندس زخمي آڱرين جو رت پگهر سان ملي سندس ڳٽن تان ڳڙي ٿو. هو ساهه سڌو ڪرڻ لاءِ اونهون ساهه کڻي، دکي، گهٽيل ۽ اُپامندڙ ساهه سان مون ڏانهن نهاري چوي ٿو، "منهنجو نالو واسديو "سنڌو" پارتي آهي، آءُ بت آهوڙيو آهيان. قديم زماني کان مورتيون گهڙيندو ٿو اچان. مون بي شمار خوبصورت مورتيون ناهيون آهن، هاڻ آءُ ويٽ نام جي ماءُ جي مورتي ٺاهي رهيو آهيان."

آءُ مورتيءَ ڏانهن نهاريان ٿو . هڪ ماءُ ڊنل ڪڪڙ جيان پنهنجي ٻار کي ڪڇ ۾ لڪايو آهي. هن جو ٻاڪو خوف کان ڦاٽل آهي، هڪ هٿ خوف کان آسمان ڏانهن کڄيل اٿس، جڻ اجهو اجهو آسمان مان باز جيان کو خوفناڪ بمبار جهٽ هڻندو. سندس ننڍڙي ابهم کي نهوڙي نيندو. منهنجي ڪنن ۾ ڪروڙها ڪڪڙين جي ڪاڪار مائرن جي ٻاڪار جا آواز گونجي وڃن ٿا. آءُ ڪنن تي هٿ ڏئي ويٽ نام جي ماءُ ۽ ان جي خالق ڏانهن نهاريان ٿو. منهنجي وات مان رڙ نڪري وڃي ٿي: "بت آهوڙيا! تون پاڳل آهين. تون باز کان ڪڏهن به هن جي جهٽ هڻڻ واري عادت ڇڏائي نه سگهندين. تون پنهنجي جسم جو سمورو رت ست ڏئي به ان عورت جي ٻار کي خوني بمبار جهازن جي لامارن کان بچائي نه سگهندين. ادب ۽ آرٽ سڀ بڪواس آهي. انهيءَ ماءُ جي ٻاڪار ڪوبه نه ٻڌندو. آءُ ان عورت جون رڙيون نٿو ٻڌي سگهان. منهنجو دماغ ڦاٽي پوندو، آءُ انهيءَ کي ڀڃندس."
بت آهوڙيو رڙ ڪري ٿو، "نه نه، آءُ توکي پنهنجي مورتي ڀڃڻ نه ڏيندس.

هي مورتي منهنجي اندر جو پڙاڏو آهي، وقت جي پڪار آهي. تون منهنجون مورتيون پيڇڻ چاهين ٿو، تہ پوءِ آءٌ توکي الاهي ساريون مورتيون ڏيندس. مون قديم زماني ۾ موهن جي دڙي جي مورتي ٺاهي هئي. مون وٽ مهاتما ٻڌ جون بيشمار مورتيون آهن. مون فرانس جي خوبصورت مونا ليزا جي پراسرار مرڪ کي پنهنجي ڪينواس تي لاٿو هو. مان پيڪ جي ديويءَ لڇميءَ جو خالق آهيان. تون مون کان منهنجيون سڀ مورتيون ڦري وٺ، پر هن کي نہ ڇِج. ياد رک! تون پڇتائيندين. تون ديوانو آهين. آءٌ توکي پنهنجون مورتيون پيڇڻ ڪونہ ڏيندس." هو پنهنجي مورتي کي بچائڻ لاءِ پوري طاقت سان منهنجي مٿي ۾ هٿوڙو وهائي ٿو. آءٌ وڏي دانهن ڪري ڪِري پوان ٿو. منهنجي اکين ۾ رت جا ڳوڙها اچي وڃن ٿا. پوءِ منهنجي اکيان هڪ وڏي آرسي اچي وڃي ٿي. سوين سيرون پيل ٽڪرا ٽڪرا آرسي. جنهن ۾ آهن هزارين چهرا. چپا، چنجها، ڪوڙهيا، بدصورت ۽ بدنما. لڪيل آهي، آرسي جو ڪم فقط عڪس ڏيکارڻ آهي. اهوئي روپ ۽ رنگ جيڪو اوهان جو پنهنجو جيئن ۽ تيئن آهي. مون کي انهن چهرن کان وحشت ٿيڻ لڳي ٿي. آءٌ آرسيءَ آڏو پنهنجو منهن هٽائي ڇڏيان ٿو.

"ڇم ڇم!! ڇم ڇم!!"

نندڙاڪڙي نچڻي مد مست نچي رهي آهي.

"آه!"منهنجي اندر مان دانهن نڪري ٿي وڃي. "منهنجا واسديو، منهنجا سنڌو، تون اَمر آهين. تون آدجڳاد کان آهين. ساري سنڌوءَ کي موهن جي دڙي جيان مسمار ڪري سگهجي ٿو، پر تنهنجي مورتيءَ کي نہ. اهي موهن جي دڙي جي نندڙاڪڙي نچڻي جيان سدا اَمر رهنديون. ايندڙ نسل اسان جيان انهن جي عظمت آڏو پنهنجو سر نوائيندا. آءٌ عقيدت سان نندڙاڪڙي نچڻيءَ ڏانهن نهاريان ٿو، سندس چپن کي پيار مان چمان ٿو. هوءَ پنهنجي ڌن ۾ مگن نچي رهي آهي. سک جي سپنن جو ناچ، ها ها! تڏهن دنيا هن جي پائل جي مڌر آواز تي مٺي نند ڪندي هئي، هوءَ پنهنجي ڪامڻين ٻانهن ۾ ساري جڳ کي نيري منڙي نند سمهاريندي هئي، ڪڏهن هن جي پائل ۾ هيرن هڳاءَ هو، هاڻ دنيا وارن ڪيس شيشي جي شوڪيس ۾ بند ڪري رکيو آهي.

آءٌ وري ڌرتي ماتا جي سپاجهڙي مورتيءَ ڏانهن نهاريان ٿو، ڪيڏي نہ ماُمتا آهي انهيءَ مورتيءَ ۾، چڻ چئي رهي آهي، "اڃان آءٌ جيئري آهيان،" آءٌ وري قديم سنڌ جي پر امن مها پوڄاريءَ ڏانهن نهاريان ٿو، هن جي مرجهايل چهري مان اڃا بہ بهار جي بوءِ اچي رهي آهي، جنهن کي محسوس ڪندي ٿي

ماڻهوءَ جو من سانت تي ويندو آهي، مهاتما بڻ جيان.

آءٌ ٽڏو ساهہ ڀري پنو اٿلايان ٿو. منهنجي آڏو موهن جي دڙي جي هڪ ننڍڙي جهروڪي جي ڪوتائيءَ جو منظر ڦهلجي وڃي ٿو. ٻہ انساني هڏاهان پڃرا اونڌا پيل آهن، جن مان هڪ ٽج پياڪ ٻار جو آهي ۽ ان جي مٿان وريل آهي هڪ عورت جو پڃرو، جنهن جي ٻانهن ۾ چوڙو، ڳچيءَ ۾ هسلي ۽ ڪرنگهر ۾ ڪان ڪتل آهي، شايد جنگ ۾ ويل هوءَ پنهنجي ٻار بچائڻ لاءِ سچي مٿانهس ڪڪڙ جيان وري وئي هئي. غور ڪري ڏسڻ سان ٿي ڪتان ڪتان هن جي ڪنڌ، ڪرنگهر ۽ پاسراتين جي هيٺان سندس ٻارڙي جي ڪيپراتيءَ، ٻانهڙين ۽ ٽنگن جي هڏن جي خاڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. تصوير جي هيٺان لکيل آهي: "مامتا". انهيءَ عورت کي ڏسي منهنجي اندر ۾ وڍ پئجي ٿا وڃن. اها عورت منهنجي ديس جي ندوري ماءُ آهي، جنهن جو ڪو اوهي نہ واهي، جنهن کي ڪنهن بہ سهارو نہ ڏنو. ڪنهن بہ هن جو بچاءُ نہ ڪيو، نہ ڄاڻي ڪيترن ورهن کان هوءَ اتي ايئن ئي پئي آهي. روز دور دور ديسن کان ماڻهو ايندا آهن، ڪروڙها اکيون روز ڪيس ڏسنديون آهن، پر ڪوبہ عبرت نٿو ڪائي. ڪنهن وٽ هن لاءِ لڙڪ نہ آهن. آءٌ ويچاري موهن جي دڙي جي ماءُ، آءٌ نير ڀريل نيڻن سان ڏانهس نهاريان ٿو. منهنجي اکين آڏو هر ڪا شيءِ گهر ٿيندي ٿي وڃي. آءٌ ڏسان ٿو. دنيا جي سڀ کان وڏي ملڪ آمريڪا جي (سابق) صدر لنڊن بي جانسن پنهنجي نئين ڄاول ڏوهٽي کي خوشيءَ مان ٻانهن تي مٿي فضا ۾ لڙڪائي جهليو آهي. هو بي انتها خوش آهي، ڄڻ ڪيس دنيا جو سڀ کان وڏو خزانو ملي ويو آهي، ڄڻ چئي رهيو آهي، "ڏسو، منهنجي لوسيءَ جو ٻار، منهنجو ڏوهٽو. رات ڄائو آهي، ڪيڏو نہ پيارو آهي، جهڙو ڪافور جو گڏو، آهي نہ دنيا جو سڀ کان خوبصورت ٻار؟" آءٌ پنهنجا لڙڪ پي دکي مرڪ سان مٿي ٻانهن تي لڙڪايل جانسن جي ننڍڙي ڏوهٽي ڏانهن نهاريان ٿو. سچي بہ ڪيترو نہ پيارو آهي. جهڙو والٽ ڊزنيءَ جو سهو، ماءُ جي ڪڇ ۾ ايترو ئي سهڻو لڳندو هوندو، جيترو گلاب جي ٽاريءَ ۾ موسم بهار جو ڦهريون گل. آءٌ وري پنهنجي ديس جي ندوري ماءُ ڏانهن نهاريان ٿو.

مها پوڄاري سڪتي ۾ آهي.

ڌرتي ماتا ڄڻ سڪرات ۾ پئي آهي.

ننڍاڪڙي نڇٽي کي ڄڻ نانگ ڏنگ هڻي ويو آهي. تہ جي ماءُ جي مامتا لولي ڪاڻ لڇي رهي آهي. آءٌ وري گلاب جي ٽاريءَ ڏانهن نهاريان ٿو.

مريم سوچ جي ساگر ۾ ٻڏل آهي.

آءٌ ويٽ نام جي ماءُ ڏانهن نهاريان ٿو. موهن جي دڙي جي ندوري ماءُ جيان، ويٽ نام جي ماءُ جو ٻاڪو ڦاٽي ويو آهي. ٻار ڪڇ تي، ٻيو هٿ آسمان ڏانهن ڦهليل.

ڊرتيءَ تان جڻ اُڀ ڏاريندڙ ريهه آسمان ڏانهن اُيري آهي: "بند ڪيو، بند ڪيو اها خوني راند! پاڪ مريم جي ٻار جي محابي، پنهنجي گلن جهڙن ٻارڙن جي صدقي، مون ندوريءَ جي آبهر تي رحم ڪائو. انهن وڄون وسائيندڙ صليب نما جهازن کي بند ڪيو، مون ماءُ تي رحم ڪائو، رحم ڪائو." آءٌ پوري طاقت سان ڪنن تي هٿ ڏئي منهن ڦيرائي ٿو ڇڏيان. سامهون مهراڻ رسالي مان ڪاٽيل نئين رت رنگيل ڀيانڪ تصوير مون کي چهرا ڏئي ٿي. خوف کان آءٌ رڙ ڪيان ٿو، "نه نه، منهنجي تصويرن جي پڇاڙي ايڏي ڀيانڪ. آءٌ انهيءَ تصوير کي پنهنجي البم ۾ نه لڳائيندس، آءٌ ٻي ڪا تصوير تلاش ڪندس. هاڻ انهي خوني راند کي ختم ھئڻ گهرجي. آءٌ انهيءَ تصوير کي خار مان پرزا پرزا ڪري ٿو ڇڏيان، ۽ البم کي پوري طاقت سان پري اڇلايان ٿو ۽ وهاڻي ۾ منهن هڻي اندر ئي اندر ۾ رانياٽ ڪري روئان ٿو."

# سؤ رپيا نوٽ ماڻهو

"سائين، تو ڳالهہ ڪئي. سمجهہ مري چڪو آهي، ڇڏاءِ منهنجي رقم. ڇڏاءِ."

"ميان، آءٌ ڪيئن سمجهان مري چڪو آهي، ڪيئن؟" چگو خان چڙي ٿو وچي.

"هيئن." پرام چپٽي ٿو وڄائي. "واهہ سائين واهہ! اسان لکن جا ليکا ڪين ڪريون ۽ اوهان سؤ روپئي تي پڙ ڪڍيو بيٺا آهيو؟ ماڻهو ٿو مارائين يا مرون؟" پرام جون ڪنواريون ڳاڙهيون اکيون ڏسيو چگو خان ڪين مڙئي تڏو ٿي وڃي ٿو.

"نہ، پهرين ڀڏاءِ مارينديئنس ڪيئن؟"

"اهو آءٌ ڪونہ ٻڌائيندو آهيان. آءٌ پيشاب ٿو ڪريان سؤ روپين جي نوٽ مٿان. سوين آيا سوين ويا." پرام ڏاڍي ڪروڌ مان، پيگ هڪ ئي ڳيت سان خالي ڪندي، وڏي هوٽل جي تماڙ ڪمري جي دريءَ مان هيٺ ٽرئفڪ ڏانهن ٿو نهاري؛

"ان اجائي بڪواس کان تہ سٺو آهي، تہ ماڻهو وڏي در جو چڪر لڳائي اچي. سؤ رپيا اتي بہ ملي ويندا آهن چگا خان!" پرام ڪاوڙ مان، ڪمري مان نڪري وڃڻ لاءِ اڳتي وڌي ٿو. پر در وٽ، چگي خان جي ٻانهن آڏنهس رڪاوٽ ٿيو وڃي؛

"يَر، تون تہ ڳالهہ ڳالهہ تي ٽانڊو ٿي ويندو آهين. اڙي خون ٿو ڪرين ڪا ٻانهن ڪانہ پيو پڄائين؟"

"اڳي ڇڻ خون ڪيا ئي ڪونہ ٿئون. چگا خان، ٻڌاءِ اهو ڪير هو، جنهن تيرهن سالن جي چمار ۾ راڄ لتاڙي ٻارهن سالن جو ٻار ماءُ جي ڪڇ مان خنجر ساڻ ماريو هو. حيف ٿئي چگا خان، سؤ روپين تي ايڏي ٻي

اتباري؟" پرام جي ڳالهه تي چڳو خان مرڪي ڳجهو ساهه کڻي، ڏاڍا ساڙ تو چئي:

"پٽ اها ڳالهه نه آهي. آءٌ قانون جي ڳالهه ٿو ڪريان؟... ٻڌاءِ نه، پاڻ کيڻن بچائيندين؟ اڳيان به چتا برقت ٿي، مڙس ڏاڙهيون ڪنهندا، پير چڪيندا آهن. پُرين تائين پلاند ولندا آهن.""

"خون ڪرڻ ويل منهنجو پير پٽ تي نه هوندو آهي. ٻڌاءِ، ڪڏهن ڪو پيرو چڏيو ٿئون؟... خون ڪرڻ مهل ماڻهو ستين آسمان مان عذرائيل جيان لهندو آهي." پرام واتان سگريٽ جي دونهن اوڳاچيندي، چڳي خان کي سندس گلاس ۾ اجا وڏيڪ دارون اوتيندو ڏسندو ٿو رهي.

"پٽ، اڳي ابڏا راج ڪڏهن کين لتاڙيا هوندءِ."چڳو خان ڏاڍو ڳجهو ٿو ڳالهائي.

"ڳالهائين ڪنهن سان پيو؟!" پرام بر تي هڪ ئي ڳيت سان اڌ گلاس ڏوکهي ٿو وجي.

"راج... راج... اسان سڄو ملڪ پيليو وينا آهيون. ٻڌاءِ، ڪهڙو راج آهي، جو سؤ روپين تي تو ساڙائين؟ ڪهڙي آسمان تي آهي؟"

"..., يار تون سمجهين چو نه پيو" چڳو خان بيزاريءَ کان ڪنڌ کي ڌوڻ ڏئي، ميز تي ڪاوڙ مان مُڪ ٿو وهائي:

"يار تون اسان جي به ٻڌندين يا رڳو پنهنجي لاڦ هڻندين!"

"ها، اسان جو ڏنڌو آهي، سؤ روپين لاءِ لاڦ هڻڻ جو."

"توبهن، وري اونڌي معنيٰ ورتيئي نه؟ يار پرام ڏاهو ٿي. ٺڏو ٿي. ڪنهن ڪتي جي پٽ کي غور سان ٻڌ ته سهي."

"ٻڌاءِ، ٻڌاءِ، آزمايل کي چو ٿو آزمائين؟"

"ڪا خبر ٿئي مارئو ڪنهن کي آهي؟"

"ڪنهن کي؟..."

"تنهنجي پياڪ يار..."

"چا؟... ماءُ جي ڪچ ۾ ئي!"

"ها، وات ۾ گوليءَ جي نشاني سان."

"شگل، هاڻ تنهنجي سؤ روپين شرط تي. اسان پستول چوري ڪنداسين. اهڙن سؤ روپين کي مان متان به نه." پرام سڄو گلاس خالي ڪري، واچ کان

ڳڙندو مڙ، هٿ جي ترئيءَ سان اکيي رڙ تو ڪري؛
"ٻڌين پيو نہ چڱا خان؟"
"اڙي ها، پستول توکي آءُ تو ڏيان نہ، سائلينسر لڳل. قران ڪنوارو پستول، حرام آهي، جو مون ٽيسٽ بہ ڪيو هجي، اڙي هاڻ تہ خوش ٿئين."
"واهہ، ڏاڍي خوشي ٿي، جڻ اڳي ڪڏهن پستول ڏٺائي ڪين ٿئون."
"بابا هن هٿيار جي ڇڏي ڏي. مولا جو قسم، ڳوڙها ڳٽس جا ڏهہ ٻارهن ٽناڪا ڇوڙي، وچ شهر ۾ ڏينهن ڏٺي سؤ ماڻهو ماري اچ. رڳو دونهن هوندو. ڳوڙها... تان جو ڪلاڪ ڪان پوءِ خبر پوندي تہ گهٽين ۾ لاشا پيا آهن. ماچيس جي تيليءَ ۾ بہ ڪو آواز ٿيندو آهي. اهو مال آهي."
"اصل اينهين."
"پيو، اسان وري ڪو سؤ روپين ڪي منندا آهيون ڇا؟ ڪم نہ بہ هجي ها، اها سوڪڙي تولاءِ هئي."
"واهہ واهہ، پوءِ تہ يار ديدار تي وڃن؟"
"پر خبر ٿئي ٻار ڪنهن جو آهي؟"
"ڪنهن جو؟"
"وڏيري عارب خان جو. واري ساڻ رلڙيءَ پَٽ قلندر تي ٻيگو بيٺو هوندو هو، تہ قلندر پَٽ ڏي."
"چو پلا، وڏيري عارب کي چو نہ؟"
"نہ، مارٽو سال جو ٽج ڊائڪ ٻار آهي- ۽ ڇيڇلاٽٺا وڏيرو عارب ۽ جوٽس آهن."
"جوٽس ويچاري ڇو؟"
"ويچاري... آڳوني جهڙي، ڌوتيءَ هٿان ڇورائي موڪليومانس تہ ڊاڪٽر کي ٻار ڏيڪارڻ بهاني سان دل باغ بهار ڪرائي وچ، تہ جوءِ مڙس کي وجي دانهن ڏني آهي. ڳالهہ راڄن تائين پهچي ويئي. ابا، نہ ماءُ نہ پيڻ..."
"مارپہ..."
"اڙي چڱو خان پلو پاري ڇائي، دل ۾ ڇيم پٽ ٽورڙي ڳالهہ پراٿي ٿئي تہ پوءِ ڏس. ڪيئن تو هانوَ ۾ ڏار وجهانس. اڙي وٿ ڇا ياد ڪندين."
چڱو خان پرام ڏانهن سؤ روپيا تو اڇلائي ۽ پرام ان کي مٿان ٿي جهڙي چمي تو ڏئي ۽ نج ٺئين ڪڙڪ نوٽ کي وڃائيندي اونهينءَ گهور سان چڱي

خان ۾ ٿو نهاري:

”ٽلهو سؤ روپين مان ڪر ڪين هلندو. اسان واري امانت ڪڍ.“ سندس ڳالهہ تي چگو خان چيلهہ سان ٻڌل پستل ڪور مان نج نڪور پستل ٿو ڪڍي ۽ پٺي گيڏي مان سائيلينسر.

”مار، چيلهہ سان ٻڌيو گهمين!“

”بيو، اسان ڪي ڪا منهہ آهي ڇا؟ اسان جون چيلهيون ئي پستول ٻڌڻ لاءِ ٺهيون آهن.“ هو وري ڪنڪو ڪائيندي ڳالهائي ٿو:

”ٻڌ، هوٽل جي ٻيرن مان توکي ڪو سڃاڻي تہ ڪونہ نہ؟“

”يار، پاڻ ڪمزور يار رکون ئي ڪين. آءُ هوٽل ۾ ايئن لڪندو آيو آهيان، جيئن رات جي اونداهيءَ ۾ ڪنهن سنگيتانيءَ سان ملڻ ويجبو آهي. چارين ۽ وٺڪارين مان ڪنهن جناور جيان.“

”خوش رهہ. قران، توکي ڏسي اندر ٺري پوندو آهي.“

”چنايو تہ مون بہ پٺي.“ پرام پستول لوڊ ڪري مٿانهس سائيلينسر ٿو چاڙهي ۽ ڏاڍو چرياڻ ٿي، پستول جا انگ اکر ٿو جانچي.

”واهہ، پستول تہ تنهنجي هٿ ۾، ڪيئن پرام سرمو بہ اک ڪي ٺهي.“

”ها، خبر ٿئي، هن پستول ڪان سواءِ آءُ قرضي هئس.“ پرام جو منهن ٺامٺي هٿي ٿو وڃي.

”اڙي گهڻو قرض ٿئي؟ حڪم تنهنجو.“

”قرض ايترو آهي، جو آءُ بہ پاڻ چڪائي نہ سگهندس، خبر ٿئي، مون ساک تي وڏيري رمضان ڪان سؤ روپيا ورتا هئا.“

”مار، اڃا قرض رهيو پيو آهي؟! اهو بہ تو لاءِ قرض.“

”ها- چيائين مڙس جو پٽ تڏهن مڃيانءِ جڏهن چگي خان جي پَيَ ۾ سندس ئي پستول جي گولي هٿي ايندين.“

”ڇا؟...“ چگو خان ڊيهي سان چار قدم پوئتي هٽي ٿو وڃي.

”چو ڊڄي وئين.“

”نہ، اِها پاڙيائي آهي.“

”يلا نئين چاول ٻار جي وات ۾ گولي هٽائڻ واري ڪي ڇا چوندا آهن؟ چگا خان، اڄ اهو بہ ٻڌائي ڇڏ.“ پرام جي اکين ۾ رت لهي ٿو اچي.

"پرام!... نہ ... نہ..."

"ڊڄ نہ چڱا خان. آءُ وعدي جو پڪو آهيان. ٻي گولي، تنهنجي ٽج پياڪ دشمن جي وات ۾ ويندي. سؤ روپين جي نوٽ جيان ڏاڍو ڪرو ماٺهو آهيان."پرام ٽرئگر دٻائي ٿو.

۽ ان سان گڏ ئي، چڱو خان ٻئي هٿ دل تي رکندي، آواز ڦاٿل ٻاڪي سان، فرش تي ڦهڪو وجي ٿو ڪري.

۽ لفٽ جو ٻٽڻ، خونيءَ ڪي جڻ ٻڙڪائي ٿو وجي.

# جيون ڪوئي جهوٽو آهي!

تار ڪڻ ڪڻ، نديءَ ڪنارو، پورنماس اڳڻ ۾ نشي ۾ ڍرڪيل رات. ڪارا ڪارا بادل. ڀنيا ڀنيا وار. وترڙيل وترڙيل روشني. اڌڙيل اڌڙيل ساهه. ڇمر جهمر ۾. چنڊ ٽبيءَ ۾. ارهه جو تجلو، آڳ بدن ۾. ڇنن... ڇنن... ڇم... ڇم... پائل جي جهنڪار.

- او سرتا! ڇا پيو ڦولهين؟

- ساهن جي سرهاڻ. (۽ ترڙي پوي ٿو دل جو گلاب) او ست سنگيٽي، پيار وهيٽي سپنن جي راڻي! تنهنجو مکڙو سون سمان، تنهنجو ڏڙ هيرن جي ڪاڻ، هي چنڊ جو تيج ۽ هي ڪڻ ڪڻ تارا سڀ بي معنيٰ آهن. نيڻن جو ڏوڪو آهن. جو ڪجهه آهين تون آهين- او شال جواڻي ماڻين! جوين جي ڦلواڙيءَ مان ڪي گل چنڊ ڏي... گل چنڊ ڏي...

چنڊ ٻري ٿو، نيڻ ٺرن ٿا. چنڊ ٺري ٿو، نيڻ ٻرن ٿا. ٻرڻ ٺرڻ جي راند. ڇمر جهمر، آڳ بدن ۾ ۽ ڀنين وارن جا تيج هٽي ٿو چنڊ.

- اِنهه لوڀي، ڀلا گل چونڊي ڇا ڪندين؟

- سپنن جا محل سجائيندس. (ڪو دل جي ڳالهه ڪري ٿو.)

- ڀلا سپنا ڇا ٿيندا آهن؟

- ماضيءَ جون يادون.

- ڀلا ماضيءَ مان ڇا ملندو؟

- ساهن جي سرهاڻ...

- ڀلا يادن ڪان پوءِ ڇاهي؟

- اونداهي اوماس!

- اونداهي اوماس !

- ها او سرتي، اونداهي اوماس !

- ... ... ... ... ... !

۽ پوءِ ڪو نيڻن ۾ نيڻ ڪپائي هيئن چوي ٿو: "او ست سنگيٽي، سپنن جي راڻي؛ هي جيون ڪوئي جهوٽو آهي. باغن مان ڪي گل چنڻ ڏي... گل چنڻ ڏي..."

ڇمر ڇهمر ۾، چنڊ ٽپيءَ ۾، اڻ تڻ من ۾، آڳ بدن ۾، ڇنن ... نہ نہ ... نہ نہ ... نہ ڇمر... ڇڻ ڇهڇي پوي ٿي پائل جي جهنڪار.

- او وڻجارا ! سچ چوين ٿو، هي جيون ڪوئي جهوٽو آهي. آءُ توتان گهور وڃان. پل گل چني ڀيڙيءَ ۾ وجهہ، جهيٽو جهيٽو ونجهہ هلاءِ ۽ يادن جا محل سجاءِ. ڇا ڇا مون کي ياد ڪندين تون!

پورنماس ندي، لهرن جا لوڏا ۽ نشي ۾ ڊرڪيل رات، ۽ ڪو پيار مان ڪنهن کي هيئن سڏ ڪري ٿو: او سرتا !

- جي او جيڏي !

- هي جيون ڇا مي؟

- سپنن جي ڦلواڙي.

- جي گل ڪوماڻجي ويا تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟

- پوءِ بہ چاندوڻي ايئن ئي ڇٽندي رهندي.

۽ پوءِ پلهار تي ڪوئي هيئن چوي ٿو: ها ها، جيڏا سچ چوين ٿو، هي جيون ڪوئي جهوٽو آهي. آءُ توتان گهور وڃان. پل گل چني ڀيڙيءَ ۾ وجهہ، جهيٽو جهيٽو ونجهہ هلاءِ، منهنجو تن من تولاءِ آهي.

ڇا ڇا مون کي ياد ڪندين تون !

تارا ڪڻ ڪڻ، هير ڏکڻ جي، ناءُ نديءَ ۾، لهرن جا لوڏا ۽ پڌر جي راند- چنڊ ٻري ٿو، نيڻ ٺرن ٿا. چنڊ ٺري ٿو، نيڻ ٻرن ٿا. ٻرڻ ٺرڻ جي راند ۽ نشي ۾ ڊرڪيل رات، ۽ ڪو مدهوش ٿي ڪنهن کي هيئن سڏ ڪري ٿو: او سرتا!

- جي او جيڏي !

- هيءَ رو پهري رات ۽ هي لهرن جا لوڏا وسري تہ نہ ويندءِ؟

- هيءَ روپهري رات ۽ هي لهرن جا لوڏا ڪير وساريندو! (۽ ٺري پون ٿا، نيڻن جا نيل ڪنول.)

- پلا اڄوڪي رات ۾ ڇا هي؟

- چانڊوڻي ڌرتي...
- ڌرتيءَ تي ڇاهي؟
- سونا ڏونگر...
- ڏونگرن ۾ ڇاهي؟
- ڪير ڌارا جيئن وهي رهي آ هڪ ندي...
- نديءَ ۾ ڇاهي؟
- هڪڙي ناءَ...
- ناءَ ۾ ڇاهي؟
- هڪ مسافر...
- هڪ مسافر!...
- ها، هڪ مسافر!... (۽ مک تي وجي ٿو لال گلاب.)

پوءِ ڪو آنهلجهي هيئن چوي ٿو: ها ها، او ساٿي ! پاڻ ٻئي هڪ آهيون. مين جي ٻانهن ۾ پيهي آ. پل تون منهنجا ڳجهه ٻه ڳول، پل تون ٻري چنڊ پنهن جي جهول. امرت پي، جڳ جڳ جي. هيءَ روپاهين رات وري ايئن مور نه مڙندي. ٽپڪي رهي آ روشن لار، پيهي وچ پاتار، منهنجو تن من تولاءِ آهي. ڇا من کي ياد ڪندين تون... (۽ بوند جهڙو لاءِ چڻ سپيءَ جو وات ڪلي ٿو.)

چنڊ ٻري ٿو، نيڻ ٻرن ٿا. چنڊ ٻري ٿو، نيڻ ٻرن ٿا. هتڙي ڇا ڇا سپنا سرجن ٿا، ۽ سرجي سرجي ڪچيءَ تند جيان ڇڇيو وڃن!

ندي ڪڻ ڪڻ نديءَ ڪنارو، ڪنيءَ ۾ ڪنبڻي، اُڏڙيل ساهه. اک آلي ۽ من ٻڏل. ساڳيءَ پر ڪان چنڊ چڙهي ٿو.

چنڊ چڙهي ٿو، نيڻ ٽمن ٿا. چنڊ لهي ٿو، نيڻ ٽمن ٿا.

ڪٿون... ڪٿون... ڪٿون... چڻ اڏڙيَ دل جا ڦٽ پون ٿا.

- ساٿي ! ڇا پيو ڳولين؟

- ساهن جي سرهاڻ. ( ۽ پوءِ ٻوڙا لڙڪ لڙن ٿا.)

- او ست سنگيئي، پيار وهيئي، سپنن جي راڻي! هيءَ جڳاٽو سپنو آهي. ي چنڊ جو تيج ۽ آپ جا تارا، سڀ نيڻن جو ڌوڪو آهن ! جوڀن ڇا ڇا جاڙ ڪري ويو... (۽ پوءِ ڇلڪي نيڻ پون ٿا.)

چنڊ چڙهي ٿو. نيڻ روئن ٿا. چنڊ لهي ٿو، نيڻ روئن ٿا. لاٽ ٻاٽ جي

راند. ۽ ڪو سڏڪي ڪنهن کي دل جو ڏيڍ ڏئي ٿو؛
- او جيڏا ! تون تہ ڏچي ويو آهين !
- ها او جيڏي، منهنجو ساهہ منجهي ٿو.
- ڏاڍو مون سان پيار ڪرين ٿو؟
- ها او سرتي، توتي ساهہ ڏيان ٿو. (۽ پوءِ سڏڪي چپ چپن کي چمن ٿا.)

ڪٺون... ڪٺون... ڪنگهہ جو ڪرتو. ساڳيءَ پر ڪان چنڊ چڙهي ٿو. هانءَ سڙي ٿو. (۽ ڳلن تان لڙڪ ڳڙن ٿا.)
- او جيڏا، تون تہ ڏچي ويو آهين !
- ها او سرتي، منهنجو هانءَ هڄي ٿو.
- ڇا لاءِ تنهنجو هانءَ هڄي ٿو! تو وٽ يادن لاءِ قول ناهن ڇا؟
- آهن، سرتي آهن...
- ڇا تو وٽ يادن لاءِ سپنا ناهن ڇا؟
- آهن سرتي آهن...
- ڇا ڇا مون ها پيار لتايا- ياد اٿئي؟
- ها او جيڏي، سڀ ياد اٿم !

۽ پوءِ سڏڪي ڪوئي هيٺن چوي ٿو؛ ڇگو مسافر! آءَ هلان ٿي. ڇا ڇا گيت سٽاير توکي! ڇا ڇا پيار لتاير توتان! هاٺي کهڙو واس وٺين ٿو. منهنجي يادن سان دل وندرائج. ڇا ڇا مون کي ياد ڪندين تو!... (۽ پوءِ ڪنهن جو ساهہ منجهي ٿو.)

ڪٺون... ڪٺون... ڪنگهہ جو ڪرتو. رت جي الٽي ۽ ڪوئي ريهہ ڪري لاش تي لڙڪي ٿو، سڏ ڪري ٿو، چپ چمي ٿو. پوياٺيءَ جو واس وٺي ٿو. روئي روئي رڃ پري ٿو.

چنڊ ٻري ٿو، نيڻ ٺمن ٿا. چنڊ ٺري ٿو، نيڻ ٺمن ٿا. روئي روئي رڃ پري ٿو.

چنڊ ٻري ٿو، نيڻ ٺمن ٿا. چنڊ ٺري ٿو، نيڻ ٺمن ٿا. جيءَ اندر ٻر جهير پون ٿا.

تارا ڪڻ ڪڻ، نديءَ ڪنارو، پورنماس اڱڻ ۽ ساڳيءَ پر تان چنڊ چڙهي ٿو.

ساڳيو سپنو.

ڪارا ڪارا بادل. ڀنيا ڀنيا وار. وڻڙيل وڻڙيل روشني. اڏڙيل اڏڙيل ساهه.
ڇمر ڇمر ۾، چنڊ ڀڀي ۾. اره جو تجلو، آڳ بدن ۾... ڇنن... ڇنن...
ڇمر... ڇمر... پائل جي جهنڪار.

- هي جيون ڇاهي؟
- سپنن جي قلواڙي.
- پوءِ سپنا ڇا ٿيندا آهن؟
- ماضيءَ جون يادون.
- پوءِ يادن کان پوءِ ڇاهي؟
- اونداهي اوماس!...

چنڊ ڀري ٿو. نيڻ ڀرن ٿا. چنڊ ڀري ٿو. نيڻ ڀرن ٿا. ڀرڻ ڀرڻ جي راند.
چنڊ ڀري ٿو، نيڻ ٿمن ٿا. چنڊ ڀري ٿو، نيڻ ٿمن ٿا. لاٽ ڀاٽ جي راند.

اک آليءَ من ڀورالو. هڪ مسافر هيکل وياڪل، تنها، تنها بيٺو سوچي:
هي جيون ڇاهي!...

# نئون سال، پراڻو ڪال

ڳالهه ٿا ڪن ته اڄ ڪان سوين سال اڳي، هن ڀوتويءَ تي، سون ولات نالي هڪ وڏو سکيو ستاڪ پريو ملڪ آباد هو. ان مان ڪيئن نديون وهنديون هيون، جن مان سڀ کان وڏيءَ نديءَ جو نالو سوشوما هو. اها ندي بارهوئي اتانهن پهاڙن ڪان ڳجگاهه ڪيو پئي وهندي هئي. سڄي ملڪ جي زراعت جو دارومدار ان نديءَ تي هوندو هو، ۽ سون ولات جي پرٿوي سدائين اناج سان ڀريل کيتن، ميوي دار وڻن، ڪپهه جي گوگڙن ۽ ماڪين سان ٽنٽ ٿي پئي هوندي هئي.

هڪ سمان ان ملڪ تي آئوڌ نالي هڪ آريائي نسل جي راجا ڪاهه ڪئي ۽ اتي جي مڙني راجائن کي ماري مات ڪري دڳي جو ڌڻي ٿي وينو. جنگ کتڻ کان پوءِ هن سون ولات جي ڏيهي ماڻهن کان ملڪيتون ۽ جاڳيرون ڦري پنهنجي آريه سپاهين کي ڏنيون ۽ هو آريه لوڪن جو جيترو کهٽکهرو هو، ڏيهي ماڻهن جو اوترو ئي ويري. ويچارن ڏيهي ماڻهن جو هن جي نالي کان ئي ساهه سڪي ويندو هو. جيئن ٻڪرين جي ڌڻ ۾ ٻگهڙ! جنهن کي وٽيس ڇيچاڙي، جنهن کي وٽيس ماري. ويچاري مُئي ٻه مات مِئي ٻه مات. بيداد نگري ۾ ڪير ڪڇي...

راجا آئوڌ سدائين اتي جي ڏيهي ماڻهن مان ڪنهن چاپلوس، لالچي ماڻهو کي پنهنجو وڏو وزير چونڊيندو هو، ڇو ته هو اتي جي ڏيهي ماڻهن جي ٻولي کانءِ سمجهي سگهندو هو. تنهنڪري ڊپ لڳندو هئس ته هتي جا ماڻهو ڪا بغاوت نه ڪن، تنهنڪري اهو وزير ڪيس هر وقت ملڪ جي حال احوال ۽ خطري کان واقف ڪندو رهندو هو، پر جي ڪو وزير ڏيهي ماڻهن ۾ مقبول ٿي ويندو هو ۽ عوام جي خير خواهي جو ڪم ڪندو هو، ۽ مهاراجا کي مٿس ٿورو به شڪ پوندو هو ته وزارت جي ڪرسيءَ تان لاهي ڪٺي ڪاٺ ۾ هٽندو هئس.

ان ئي سمي سون ولات لڳ جهرٽا نالي هڪ گمنام ٻيٽ هو، جنهن جي ڪَل آئوڊ کي ٻنهه ڪانه هئي. سوشاما ندي ٻارهوئي جهرٽا ٻيٽ جي پرٿوي تي اچي گهاگهر وانگي پلٽي پوندي هئي ۽ جهرٽا جا ٽر بر سڀ جل ٿل ٿي ويندا هئا. درياهه جي ميرانجهڙي پاڻيءَ تي فصل ايترو ته پلو ٿيندو هو جو لکين ماڻهو ان تي پيٽ پاريندا هئا. تنهنڪري اتي جا ماڻهو جهرٽا ٻيٽ جي ان حصي کي لکي ديهه ڪري سڏيندا هئا. سوشوما ندي ٻارهوئي پئي متن سُڪار ڪندي هئي. اهي ماڻهو ٻارهوئي فصل لهڻ مهل سوشوما ندي جي ڪناري تي گڏجي جشن ملهائيندا هئا. سڀ گڏجي قسمين قسمين جا طعام چاڙهيندا هئا. زالون اوچا وڳا هار سينگار ڪري جمالو ۽ ڇيڄ ڳائينديون هيون. نينگريون ناچ ڪري ڇيڪليون پائنديون هيون. ٻارڙا وڻن ۾ پينگهون ٻڌيو لڏندا هئا. جوانڙ مڙس پاڻ ۾ پيا ملهون ۽ ٻلهاڙا ڪندا هئا. هر طرف سک، خوشي ۽ منڊل متو پيو هوندو هو.

ڪرڻي خدا جي، هڪ ڏينهن جڏهن لکي ديهه جا رهواسي پنهنجي سرڳ سمان ڪيتن ۾ لاٻارا لهڻ جو جشن ملهائي رهيا هئا، ته اتان مهاراجا آئوڊ جو وڏو وزير نيپراءِ اردلي اچي شڪار سانگي لانگهائو ٿيو ۽ جبلن وانگي ان جا ڪرا ۽ ساوا سڪاريا ڪيت ڏسي دماغ جا تاڪ لڳي ويس. سو ويهي ويچار ڪيائين ته وزارت جي ڪرسيءَ تي ڪهڙو ڀروسو، الا ڪڏهن مهاراجا آئوڊ ڏمرجي لت هڻي ڪرسيءَ تان ڪيرائي وجهيم. سو ڇو نه هينئر جو مهاراجا وٽ هيڏي هلندي ۽ هوڏ اٿم، تنهن مان ٻين وزيرن وانگي فائدو وٺجي. سو سٽ ڏئي گهوڙي جي واڳ ورايائين ۽ شڪار جو سانگو ڇڏي، نئون منڊ منڊڻ لڳو ۽ وڃي مهاراجا آئوڊ جي پيرن ۾ سجدو ڀري پنهنجون جفاڪشون ۽ وفاداريون دهرايائين ۽ پير چمي چيائين:

"اي جڳندا قبلا، اي سون ولات جا سرواڻ! لکي ديهه جي ڌرتي ڏاڍي ڀاڳ ڀليري آهي، پر اتي جا ماڻهو ڏاڍا ٺوٺي ۽ ڪمچور آهن. سڄي زمين ويران پئي آهي. جي اها زمين مون کي ملي ته آءٌ سرڪار کي ڀيٽي ڀل ڏيندس." مهاراجا آئوڊ متس ڏاڍو مهربان هو، ڇو ته هن ڪيس ڪيترن خطرن کان آگاهه ڪيو هو، سو تڙي ڪڙي ڪاڳر تي مهر هڻي ڏنائينس ته لکي ديهه جي ڌرتي تنهنجي آهي، وڃي پوک. اردلي وزير مهاراجا جي پيرن ۾ وڏا سجدا گهوريا ۽ مهاراجا جا پير چمي لکي ديهه هٿ ڪرڻ لاءِ تڪڙو تڪڙو روانو ٿيو.

ٻئي ڏينهن پرهه ويل لکي ديهه جا هاري ناري، مالوند ۽ مارو، جنڊن ۽ ولوڙڻ جي مٺي آواز تي ننڊ مان اکيون مهٽي اٿيا ۽ پنهنجي ڳوٺن کي ڪڙ ڪتر ڳوهت ڪري ڏيڻ لڳا تہ پنهنجن زمينن تي سرڪاري ڪامورن جي ويهڻ ڏسي وائڙا ٿي ويا. سو وڏي ڏهاڪو ويهارو مڙسن جو ٽي گڏجي ڪانئن خبرون چارون وٺڻ لاءِ ويا ۽ کين پليڪار ڏئي چيائيون:

"سائين، خير مان اچڻ ٿيو آهي."

تڏهن هڪ ڪاموري ڏيڍي اک ڪري گوراک وجهي، ڏانهن نهاري چيو:

"اڙي انڌن جا ڦرنئون! ڏسو نٿا تہ زمين جو ڪاڇو پيا ڪيون." ڪاموري جي هڪل جڻ الله جو آواز. ويچارا سڀ ڳوناٽا هيسجي ويا. پر هڪ ڪراڙي مڙس مڙئي دل جهلي چيو: "پر سائين، اهي زمينون تہ اڳيئي ڪتيل ۽ ماپيل آهن. اهي آد جڳاد کان اسان جون آهن. اسين هتي ويد ڪال کان بہ اڳي جا آباد آهيون."

"اوهان جي بابي جون آهن. خبردار جو ڪنهن رنڙي پٽ ٺون ٺان ڪئي آهي. چيري چوڏهن ٽڪر ڪري، لوڻ ٻرڪائيندوسانس. اڙي اٺ جا پٽئو، هي زمين مهاراجا آئوڌ پنهنجي وڏي وزير نيپراء اردلي کي ڏني آهي. سياڻ سچ ايرڻ کان اڳي اوهان پنهنجا ڀَنگا هتان پٽي ٻئي ڪنهن هنڌ وڃي اڏيو. اڙي سمجهو ٿا يا وجهانوَ جوتن جي گهاٽي!" پوءِ ڇا هو ماٺهن ويچارن جي پيرن هيٺان جڻ زمين نڪري وئي. ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مٿا. زور جي اڳيان زاري آ. ڪير ٻڙڪ ڪڇي! ٻيو ڪوبہ چارو نہ ڏسي سڀ وٺي پنهنجي گوگي پير ڏي ڀڳا.

گوگو پير سندن سڀ کان وڏو ديوتا ۽ پيشوا هو. اهي غريب ماٺهو ٻارهوئي ڪيس ڏن ڏيندا هئا. ڇو تہ ڏڪار ۽ اهڙي مصيبت جي موقعي تي سدائين کين گوگو پير ڪم ايندو هو. تنهنڪري سيني گڏجي وڃي گوگي پير جي گهر جو ڪنڍو ڪڙڪايو. گوگي پير پنهنجون ڳاڙهيون ڪرڙيون اکيون مٿي ڪٽي ڏاڙيءَ تان هٿ ڦيرائيندي چيو، "ابا! ديوتا مڙئي چڱي ڪندا. هي ڪامورا بي پيرا بي پاڙا، انهن تي ڪنهن جو وس ڪونہ هلي. منهنجي پاڻ ٥٠٠ جريب زمين ڪاڇي ۾ اچي وئي آهي، پر ابا! جيڪو ڏاڍو سو گابو. جبل سان مٿو ٽڪرائبو تہ مٿو ڦاٽندو. جبل کي ڪي ڪين ٿيندو. متان اُبهرا ٿي گوڙ گهوڙ ڪيو اٿو. آءُ ويٺو آهيان. سڀ چڱي ٿيندي." گوگي پير کين گهٽائي ڏڍ ڏنا، پر چوندا آهن جُهريءَ کي ڪهڙو جهل. ويچارن کي ٿهمُر ڪونہ آيو. ويچارا ماٺ ڪري پنهنجي گهرڙن ڏي هليا ويا.

ان ئي ديهہ ۾ سرويچ نالي هڪ نوجوانڻ نينگر رهندو هو. هو جهڙو ئي بت جو جانئو، سهڻو ۽ دلير هو، عقل جو بہ اهڙو ئي اڪابر ۽ ڳالهين جو وينجهار هو. تنهنڪري لکي ديهہ جا ماڻهو ڪيس ڏهيسر جي نالي سان سڏيندا هئا ۽ گوگي پير کان سواءِ سڀ ڪيس ڏاڍي عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. ان نينگر کي جا ان هاڃي جي ڪل پئي، تنهن جهرڻا پيٽ جي سيني چگن مڙسن کي گڏ ڪري پنچائت گهرائي ۽ هزارين ماڻهن جي حشام ۾ هڪ پيهي تي چڙهي، وڏي آواز سان چيائين، "ڀائرو! هي زمين ازل کان اسانجي آهي. ويد ڪال کان بہ اڳي اسان جي ابن اڃي هي پٽ وسايا ۽ صدين جي محنتن سان اسان ڪيڙون هٽي، هر هٽي، ٻنا ٻڌي هن زمين کي فصل جي قابل بنايو. ان زمين تي رڳو اسان جو حق آهي. هي زمين اسان جي جيجل ماءُ آهي. اسان جو ايمان، اسان جي عزت اسان جو سڀ ڪجهہ آهي. ڇا اهو سڀ ڪجهہ ٻين جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏينداسين. ڪڏهن بہ نہ. اوهان مان ڪو ايئن نہ ڪندو. ڀائرو، اڳي اسان جي زمين اسان کان رڳو ٻانهن جو پورهيو ۽ پگهر گهرندي هئي، پر اڄ اسان جي زمين اسان کان رت جو ڀاڻ گهري ٿي ۽ اسين اهو بہ ڏينداسين ۽ اسان ان جي حفاظت لئين، ڪاتن ۽ ڪهاڙين سان ڪنداسين. ڀائرو، واعدو ڪيو تہ اسين هر ظلم، جبر ۽ انياءُ جو مقابلو ڪنداسين. اسين مرنداسين پر پنهنجي زمين ٻين جي هٿن ۾ ڪونہ ڏينداسين."
تنهن تي ماڻهن ۾ اهڙو تہ اڃي جوش پيدا ٿيو، جو سيني وٺي لئيون ۽ ڪهاڙيون مٿي ڪيون ۽ چيائون، "اسين مرڻ مارڻ لاءِ تيار آهيون. اسين مٿي ماراڻي پڇاڻا پنهنجي زمين ٻئي جي هٿن ۾ ڪونہ ڏينداسين."

گوگي پير کي جو ان ڳالهہ جو ڪڙ واءُ ڪن پيو. سو هڪدم ڀاڻ کي ڏولي تي ڪڻائي پنچائت ۾ آيو ۽ ڏوليءَ تان ئي سهڪندي چلم وانگي ڪڙڪڙائيندي چيائين، "ابا تڏا ٿيو. ماڻهو جيڪو واءُ ڏسي ان کي اهڙو منهن ڏئي. اسان جو مقابلو جبل سان آهي. چورن چلنگن جي چوٽ تي اُبهرا نہ ٿيو. اهي وات ڳاڙها چورا اوهان جو سر وڃائيندا. راڄا نيٺ بہ راڄا. پرڄا نيٺ بہ پرڄا آهي. منهنجي بہ تہ ٥٠٠ جريب زمين ڪاڇي ۾ اڃي وئي آهي." گوگي پير جي ان ڳالهہ تي نوجوان نينگر ڏهيسر کي آئي ڪاوڙ. سو هڪل ڪري چيائين، "گوگا پير، تون چاڙي بند ڪر. توکي ڪهڙي خبر تہ زمين ڇا کي چئبو آهي! تو ٻانهن جي پورهئي سان زمين ورتي هجي يا هر هلائي پگهر وهايو هجي تہ توکي ڪل پوي. تو سدائين پن جا ٽڪر کاڌا ۽ غريب مريدن

جي ڏن جي ڏوڪڙن تي چار ايڪڙ زمين ناهيئي. توکي ان جو کھڙو قدر ۽ قيمت." ڏهيسر جي ان ڳالهہ تي گوگي پير کي باھہ لڳي وئي. منهن ڳاڙهي ٿي ويس. ڏڪندي سهڪندي پنچائت مان اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ويندي ويندي چيائين، "اوهان جڻ ٻچي گهاٽن ۾ پيڙهبا. اهي لفنگا چورا اوهان کي ڪاهي ۾ هڻندا. ديوتائن جي منافقت جو حشر ڏيٺو آهي." ماڻهن ڪنهن طرح بہ پنهنجي گوگي پير کي ناراض ڪرڻ نٿي چاهيو. تنهنڪري پنچائت ڪان موٽڻ مهل سڀ سندس در تان ڦيري پائيندا ويا.

گوگي پير واءُ جو رخ تاڙي چيو، "اوهان اصل بيوقوف آهيو. ڪين جهڙا چورا اوهان جا سر وڃائيندا. انهن تڪي جي چورن جي عزت مان ڪان بہ متي تي چا!؟ توهان جي اڳيان هن چا چا لپاڙ هڻي. توهان مان ڪنهن ڪيس چيو. نيٺ بہ تہ آءُ اوهان جو ديوتا آهيان، جيڪي ڪندس سو آءُ ڪندس. ماڻهو اهڙي هلت هلي جو نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ نہ ڀڄي. منهنجي مهاراجا آئوڌ جي دربار ۾ چڱي هلندي آهي. اوهان سڀ ڪڏجي مون کي هڪ هڪ سونو سڪو ڏيو تہ مان ديوان داڙا ڪري مهارجا آئوڌ جي دربار ۾ اوهان جي حقن ۽ انصاف لاءِ وڙهان." ماڻهن کي گوگي پير جي اها صلاح ڏاڍي وڻي. سو هر هڪ ڪيس سونو سڪو آڻي ڏنو ۽ صبح جو سويري گوگو پير سونن سڪن جي ٿيلهي ڪڇ ۾ ڪري، پلن بڪن ڍڳن جي گاڏي ۾ ويهي سون ولات جي راڄڌاني سون مياڻ ڏي روانو ٿيو ۽ اتي وڃي مهاراجا آئوڌ جي وڏي وزير نيپراءِ اردلي سان ملاقات ڪيائين ۽ هٿ ٻڌي هن جي پيرن ۾ وڏا سجدا گهوريندي چيائين" "شال اوهان جو بخت پليرو هجي. آءُ ديهہ لڪي جو وڏو زميندار گوگو پير آهيان. جهرٽا ٻيٽ جا سڀ ماڻهو منهنجي سڳي ڦيٽي ۾ ايٽن ٻڌل آهن، جيئن جوڳيءَ جي مرليءَ ۾ نانگ! پر رڳو هڪ چوري جو ڪارو منهن ٺٺي، سچو ڪم ڦتايو وينو آهي. رڳو زهريلا ڦوڪارا پيو هڻي ۽ ماڻهن کي ايڏو تہ ڀڙڪايو اٿس، جو سڀ ڪات ڪهاڙا ڪنيو ويٺا آهن. جيڪو ويندو سو ڪسندو. وڏي بغاوت ٿيندي. ممڻ مچندو ۽ ڇتي جنگ لڳندي، پر جي رڳو ان چوري جي ڇاڙ بند ڪرائي وڃي، تہ ٻيا ماڻهو منهنجي مرلي ۾ قابو آهن." پوءِ گوگي پير اردلي وزير کي ڪن ۾ ڪو ڦسڪو ڪيو. ڪن واريءَ ڳالهہ تي اردلي وزير نري ڳنگ تي پيو ۽ هڪدم سندس مريد ٿي ويو ۽ ساڻس واعدو ڪيائين تہ هو سندس زمين جي تڪر کي هٿ بہ نہ لاهيندو ۽

پاڻ سرڪار کان ٻي زمين به ڪيس وٺرائي ڏيندو. ان ڏينهن اردلي وزير گوگي پير کي ڏاڍا قورمان ڪمار ڪارائي ڏاڍيون سوڪڙيون سوغاتون ڏئي لکي ديهه روانو ڪيائين.

ٻئي ڏينهن مهاراجا جا ڪامورا ۽ سپاهه سونين چونين سان هر ڪاٺ جا گهوڙا، لوهه جا لغامر قطاري لکي ديهه پهتا ته هزارين ڳوٺاڻن کي لٺيون ڪات ڪهاڙا کنيو بيٺل ڏسي ڪجهه مڙئي ڏڪي ويا. نوجوان نينگر ڏهيسر سيني جي اڳواٽي ڪندي سرڪاري ڪامورن جي سامهون ٿيندي چيو، ”هن ڌرتي تي رڳو اسان جو حق آهي. اسان پنهنجي جيئري پنهنجو حق ٻئي کي ڪونه ڏينداسين. توهان کي ڪو حق ڪونه ٿو پهچي ته اسان جي زمين تي قبضو ڪيو.“ ڏهيسر جي ان ڳالهه تي وڏي ڪاموري کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي، پر مامر پروڙي ڪاوڙ جي بجاءِ ڪجهه هيٺاهين وٺندي چيائين، ”سرڪار اوهان جو حق ڦٻائڻ نٿي چاهي. حقيقت ۾ هيءَ زمين سون جي ڪاڻ آهي. سون جي ڪاڻ. اوهان رڳو نر جي تڏي چانءِ هيٺان زالن سان ٻڪ وجهي سمجهه ڇاتو. اوهان کان اها زمين اصل ڪانه ٿيندي. اسان ان کي سونين چونين ڪاٺ جي گهوڙن، لوهه جي لغامن سان ڪيڙينداسين ۽ ان جي بدلي سرڪار اوهان کي ٻي زمين ڏيندي.“ ڪاموري جي ان ڳالهه تي نوجوان ڏهيسر کان ٺهڪ نڪري ويو ۽ ڏاڍي رعب سان چيائين، ”ڪامورا ! اها اڻ ٿيڻي آهي. سياڻ اوهان چوندو ته اوهان جو زالون ڏاڍيون سهڻيون آهن، پر اوهان ته ڪين پير ۾ جتي به ڪانه ٿا پهرائي سگهو. توهان انهن کي نٿا سنڀالي سگهو. اسين ڪين ملڪ سڏينداسين ۽ قلوپطرهه وانگي محلن ۾ نٺ سان رهائينداسين ۽ ڪين اوچا وڳا پهرائينداسين. اهي زالون اسان کي ڏيو. اسان انهن جي عيوض اوهان کي ٻيون زالون ڏينداسين. ڪامورا ! ايئن ڪڏهن به ڪونه ٿيندو. اها مٽا سٽا اسان کان اصل ڪانه ٿيندي. خبردار جو ڪنهن به اسان جي زمين تي هر ڪيڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اسان ان جا هٿ وڍي ڇڏينداسين. هي ڌرتي آدجڳاد کان اسان جي آهي. ان لاءِ اسين مرڻ مارڻ لاءِ تيار آهيون. آهي ڪنهن کي همٿ جو ميدان ۾ نڪري نروار ٿئي؟“ وڏي ڪاموري پنهنجي چوڌار هزارين ماڻهن ڏي نهاريو، جي مرڻ مارڻ لاءِ تيار بيٺا هئا. سو ڏٺائين ته گهمسان جي جنگ لڳندي، جنهن ۾ سندس لشڪر مان هڪ سپاهي به نه بچندو، سو مڙي ويو.

ان ڏينهن لکي ديهه وارن پنهنجي نوجوان اڳواڻ ڏهيسر کي خوشي کان

ڪلهن تي متي ڪنيو. ان رات ڳوٺ ۾ وڏو جشن ملهايو ويو. ڏهيسر جي ننڍي نيٽي ڪامٽي زال ساهيڙين جي سٿ ۾ پٺي سونهين. زالون توڙي مڙس ڏهيسر جي ساراهه مان ڍاپيا نٿي.

هوريان هوريان جشن جا ديپ اجهاڻا. لکي ديهه جا هاري ناري، لاهياريون، جي ٻن راتين کان جنگ جي ڌمڪاءُ کان سمهي نه سگهيا هئا. آهستي آهستي هڪ ٻئي کان موڪلائي وڃي پنهنجي ڪکين پنين آسائتا ٿيا. چٽي پاسي کان ننڊ جي ديوي آري تي وينل ڪڪڙ وانگي پنهنجا اونداها پر ڦهلايو ويٺي هئي. هر طرف رات جو راڄ هو.

ان رات جڏهن هرڪو ماڻهو پنهنجي ڳنڪي ۾ ننڊ ۾ الوٽ هو ته ڳوٺ ۾ آئوڌ جو لشڪر گهڙي آيو. انهن جي اڳواڻي گوگو پير ڪري رهيو هو. جنهن وٽي وڃي ڪين نوجوان اڳواڻ ڏهيسر جي گهر جي در تي بيهاريو. ڏهيسر پنهنجي ننڍڙي گهر ۾ ڳوڙهي سوچ ۾ ٻڏل هو. هن جي هڪ سال جو ننڍڙو پٽ ۽ نوجوان زال پينگهي ۾ ستا ننڊ ۾ مرڪي رهيا هئا. ڏهيسر پاڻ منجي تي ڪلڪ هٿ ۾ ڪنيو ڪاڳرن تي جهڪيل هو ته ٻاهران گوگي پير اچي سڏ ڪيو. گوگي پير جي آواز تي ڏهيسر جهڙو ئي ٻاهر نڪتو ته مهاراجا آئوڌ جي لشڪر وات تي هٿ ڏئي ڪٽي ڪنيي ڪنيس ۽ سَڪ ڪري ڇڏيائونس.

صبح جو سويري اها خبر وڄ وانگي سڄي وسنديءَ ۾ ڪڙڪي وئي ته آئوڌ جي لشڪر ڏهيسر کي گرفتار ڪيو آهي، ۽ ڪيس هزارين ماڻهن جي حشام اڳيان ڪلي ڦاهي ڏني ويندي. سڄي لکي ديهه جا ماڻهو ٻار زالون ٻِر تي ويا، ۽ پنهنجي نوجوان اڳواڻ کي بچائڻ لاءِ ڪات ڪهاڙا ڪنيائون، پر گوگو پير آڏو اچي وين، ۽ چيائين، "خبردار جو ڪنهن ٻڙڪ ڪيچي آهي، نه ته سيني جي ويڏن ڏهيسر جهڙي ٿيندي. زمينون ته ويندو، پر ماڳهن ڇڻ ٻچي گهاٽن ۾ پيڙبٺو. توهان جي ننڍڙن ٻارن جا لاش مهاراجا آئوڌ جا شڪاري ڪتا کائيندا. راجا نيٺ به راجا ۽ پرجا نيٺ به پرجا آهي. انهن ڪين جي پنيان لڳي پنهنجا سر وڃائيندو. مون تي اعتبار ڪيو. مان اوهان جو گوگو پير آهيان، مان اوهان کي اوهان جو زمينون به وٺرائي ڏيندس ۽ ڪامورن کي چٽي ڪري ڏهيسر جي موت جي سزا به بخشائيندس، پر ان شرط تي ته اوهان مان ڪو ٻڙڪ به نه ڪچندو، ان ۾ سرڪار، منهنجو،

اوهان ۾ ڍهيسر جو پلو آهي.“ سيني ماڻهن پنهنجا ڏندا ڪات ڪهاڙا ڪٽي هيٺ ڪيا ۽ پنهنجي ديوتا جي ڳالهه مڃڻ لاءِ تيار ٿي ويا. جا سيني جي فائدي جي ڳالهه هئي.

ان ڏينهن لکي ديهه جي ٻنين جي وچ ۾ نوجوان اڳواڻ ڍهيسر کي بيهاري ڪيس ڦاهيءَ جو حڪم ٻڌايو ويو.

سڀ ڳوناٺا ويچارا زالون مڙس هن جي جان بخشيءَ لاءِ گوگي پير ڏي نهاري رهيا هئا. گوگي پير ڏاڍي گنڀيرتا سان سيني ڳوناٺن ڏي نهاريو ۽ ريشم جهڙيءَ اڇي نرم ڏاڙهيءَ تان هٿ ڦيرائيندي، آئوڌ جي وڏي ڪاموري کي عرض ڪيو، ”قبلا! منهنجي صلاح تہ اها آهي جو ڦاهي ڏيڻ کان سنو ٿيندو تہ ان نينگر جي زبان ڪاڪڙي ڪان وڍي وڃي. جيئن وري ڪنهن کي ايئن چاڙ هڻڻ جي همت نہ ٿئي.“

گوگي پير جي اها صلاح ڪاموري کي ڏاڍي وڻي. تنهن هزارين ماڻهن جي وچ ۾ اٿي چيو، ”اسين ان نينگر کي ڦاهي ڏيون ها، پر گوگي پير جي سفارش سان سندس جان بخشي ٿي وڃي. هن سرڪار جي خلاف عوام کي ڀڙڪايو هو، تنهنڪري سندس زبان ڪاڪڙي ڪان وڍي ويندي.“

ان ڳالهہ تي ڍهيسر هڪ وڏي رڙ ڪندي چيو، ”ظالمو! ايشور جي نالي منهنجي زبان نہ وڍيو. منهنجي زبان انسان جي اندر جو پڙاڏو آهي. مون کي ڦاهي ڏيو، مون کي تلوار هڻي منهنجي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو، منهنجا هٿ پير وڍي ڇڏيو، مون کي ڀالا هڻي منهنجي جسم کي پروڻ ڪري ڇڏيو، پر اوهان کي ديوتائن جو سوڳنڌ منهنجي زبان نہ وڍيو.“ پر هن جي آه زاري ڪنهن نہ ٻڌي. گوگي پير جي نوڻٽ جي اشاري سان ڪاموري پنهنجي سپاهين کي زبان وڍڻ جو حڪم ڏنو. ڇڻن تلهن ٽنيرن سپاهين حڪم ٻڌندي ئي نوجوان ڍهيسر کي ڪٽي ٻڪر ٻس ڪيو، سندس نڙيءَ تي لت ڏئي تکيءَ ڇريءَ سان سندس زبان وڍي ڇڏي. هن جون رڙيون آسمان تائين ٿي ويون ۽ هن جي وات مان نڪرندڙ رت جي گرڙين سان لکي ديهہ جي زمين جو ٽڪر ڳاڙهو ٿي ويو. ڍهيسر جي نوجوان زال پنهنجي مڙس جو اهو حال ڏسي وڏي ڪيهہ ڪري ڏندڻجي ڪري پئي. ڍهيسر جو ننڍڙو پٽ خوف ۾ ڌهڪاءَ ڪان اکيون ڦاڙيو پنهنجي پيءُ کي ڦٿڪندو ڏسندو رهيو. هو ايترو تہ ڊڄي ويو هو، جو سندس وات مان دانهن بہ ڪانہ نڪتي. پنهنجي اڳواڻ جو اهو حال

ڏسي سيني ڳوٺاڻن زالن توڙي مڙسن جي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا. گوگو پير پنهجي اڇي ريشمي ڏاڙهيءَ تان ڏاڍيءَ ڪنپيرتا سان هٿ ڦيرائي ڪامورن سان اٽي ڪڙو ٿيو.

ان ڳالهہ کي ڪي وقت گذري ويا. زمانو پنهنجي ساڳي چال تي بيٺو آهي. چون ٿا تہ سوشوما ندي اڄو اڄ تائين سون ولات جي پرتويءَ تان سوٺا ڳٺون وانگي رنيندي جهرٽا ٻيٽ ڏي ڊوڙندي آهي، سڀ ٽر ٻر جل ٽي ويندا آهن.

آئوڌ بہ آهي، اردلي وزير بہ آهي، گوگو پير بہ آهي، ساڳيو عوام بہ آهي ۽ اولادِ ڏهيسر بہ آهي، پر چون ٿا تہ انهيءَ آئوڌ ڪال ڪان وٺي ڏهيسر جي اولاد جي وائي بند ٿي وئي ۽ سڀ ڏهيسر پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ گونگا پئدا ٿيندا آهن. جيڪڏهن ڪو ڏهيسر جوش ۾ اچي ڪي ڳالهائيندو بہ آهي تہ ويچارو عوام هن جي گونگي ٻولي ڪونہ سمجهي سگهي.

# گرپ جو تيج

هو ميٽروپول مان ٻي ڪائي ڏٺ تي نڪتو آهي.

وايو منڊل ۾ چڻ تارا، ترورا ڪندا، تر ٽيندا، ڪٽيون ڪٽيون ٿي ڦاٽ ڇٽي آيا آهن ۽ ڌرتي تي، هوائن ۾ چانديءَ هاٿي دز پئي اڏي.

هو ڪنهن جي ڪوچ ۾ چوڏس نهار ڦهلائي ٿو. سندس نيڻ ڦرندا، سامهون بيٺل ڪارن ڏانهن ڪجي ٿا وڃن. سامهون سڙڪ جي هن پار، اها گرپ وتي منڌ ڪيس هٽنڊ بئنگ ڪنيو بيٺل نظر اچي ٿي. جيڪا ٿوري دير اڳ بار ۾ هڪ ڪڙپيل امير پوڙهي سان ويٺل هئي.

هو گهريءَ اونهين گهور سان عورت جي گهڙاوَ، رنگ، روپ، سارو پن ۾ نهاري ٿو. سندس واڇڻ وڇيو وڃن. عورت ڇا هئي، بور هئي بور. ڏڪهي ڏکهي جهڙو ونجهه. ٻَا چڻ ڪنهن مسيت جا قبا. متن ائن مهين جي گرپ ٿوٿر هوندي ٻه دن جي اونهاڻ اهڙي جهڙي ڏيڻ. چڻ ٻارن چٽڻ لاءِ قدرت ڪيس ٻتا ۾ ڏنا هجن. ٻنيون شڪتيون ٻاري ٻاري هيس. چيلهه ۾ چاٻين جو ڇڳو لڙڪيل. نيري ساڙهيءَ متان نرڙ تي نيرو گهرو تلڪ. اشانت مُک. جهڙي نيل گوپي. ساروپا اهڙا جو هڪ وار ڏسڻ کان پوءِ سدا لاءِ اکين ۾ چاپجي وڃن. فريز ٿي وڃن ميچالي ۾.

- ۽ ٻنهين جي وچان ڊوڙندا وڃن ٿا، ڪارن جا اکٽ سرسلا.

هن لائونج ۾ ڪروڙ پتي مهاجر پوڙهي سان سندس ڳالهه ٻولهه ٻڌي پئي. عورت لاءِ پئسن جو مسئلو هو ۽ پوڙهي لاءِ سنهڙي ڇهبڪ چيلهه واري عورت جو مسئلو، پر پوءِ ٻه هوءِ ڪجهه پئسا ان مرچوٽ پوڙهي مان ڪڍي چڪي هئي- چمين ۽ چٽڪن جي عيوض. ۽ عورت جي اٿندي ئي هو سچو پيگ، هڪ ئي ڳيت سان خالي ڪري ٻاهر نڪري آيو هو، ڪيس ٽريپ ڪرڻ لاءِ.

ٻنهين جي وچان ڪارن جا اڪٽ سرسلا تيزي سان ڊوڙندا ٿا وڃن.

هو هڪ اڪ لانجهي ڪري چروٽ دکائي ٿو، ۽ عورت کي قابو ڪرڻ لاءِ پنهنجي هيپناٽڪ گهور سان ڏانهس نهاري ٿو. ڏسڻ چاهي ٿو ته موٽ ۾، عورت طرفان ميچ ۾ ڪيس ڇا ٿو ملي.

۽ موٽ ۾؛

موٽ ۾ اشانت عورت کن لاءِ ڏانهس نهاري ٿي ۽ ڪنڌ نارمل انداز سان هيٺ ڍاري آنگرين سان چاپيون چٽڪائيندي ٿي رهي.

۽ پوءِ ٻئي کن ۾؛

ٻئي کن ۾ عورت جي نهائين ۾ پار ڇڻ چلولايون ڪندي دڙها ٿو هٽي. سندس ديهہ کي انگهائڻ لاءِ اندر ئي اندر ڪولاٽيون کائيندو ڪيچل ڪندو ٿو رهي. ڪتڪلايون ۽ عورت جي اندر ۾ وهامندڙ سموري وارتا- لهرون، لس، ليٽ پالوٽ ٿيندي، سندس چپن، ڳلن ۽ نيڻن مٿان هلڪي مرڪ سمان ڇاتون هٽندي ڪڙي ٿي اچي. هوءَ کن لاءِ جهڪيل ڪنڌ مٿي کڻي ڏانهس نهاري ٿي ۽ وري هيٺ ڍاريو ڇڏي.

(ڳوڙهي ميچ، جنهن ۾ آهي ها بہ ۽ نہ بہ...)

۽ هوائن ۾ چانديءَ هاٿي دز جيئن پوءِ تيئن وڌندي ٿي وڃي. سائن بورڊ ٻري اجهي، عورت مٿان انڊلٺ جهڙا رنگ اڇلائيندا ٿا رهن. جيئن ئي ٽريفڪ کن لاءِ بند ٿئي ٿي، هو تيزيءَ سان سڙڪ پار ڪري، عورت ڏانهن وڌي ٿو، اپڻن جو ڏسڻ وارا، ايئن سمجهن ڇڻ زال مڙس آهن، ٽئڪسي لاءِ سيڙهيا بيٺا آهن.

"ريئلي يو آر اي گريسيس. تو وينس ديويءَ جي ٻانهيءَ افروسن جهان هڪ ئي نهار سان مون کي پنڊ پهڻ بڻائي ڇڏيو. بنهہ پٿر."

"ٿئنڪس، پر آءٌ هت گراهڪ ڦاسائڻ لاءِ نہ آئي آهيان."

" مون کي بہ ڪرائي جون عورتون ڪين وڻن. توبهہ توبهہ ڇا عورت، ڇا اگهہ پاڙ. منهنجي خيال ۾ تہ عورت کي مدرگاڊيس بڻائي، جي سچي دنيا ڪن ڪيس سجدا ڪرائجن تہ بہ هوند جيڪر سندس وار جي قيمت بہ ادا نہ ڪري سگهجي. ديهہ جي تہ ڳالهہ ئي ٻي آهي."

"مطلب جي ڳالهہ ڪر، ڇا کپئي؟" عورت تلخ ٿي وڃي ٿي.

"تون کپين."

عورت پنُون سٽرن تي نچائيندي پنهنجي ٽوٽريل پيٽ ڏانهن نهاري ٿي.

"آخر اهو چرپڻ ڇو؟ مان ائين مهيني سان آهيان."

"چرپڻ!... تون يلي انهيءَ کي چرپڻ سمجهه. گرب ونتي عورت کي پهنجائيندي، منهنجي راتين کي امرتا ملندي آهي."

عورت اچا وڏيڪ تکي ٿي وچي ٿي:

"توکي ته امرتا ملندي، پر منهنجو ٻار مري ويندو. ٻڌ هتي عورت جي ديهه جي قيمت فقط ٻه اڍائي سؤ روپيا آهي. انهيءَ امير پوڙهي کان پنهنجي جسم چمائڻ ۽ ٻار بچائڻ لاءِ مان سؤ روپيو وٺي آئي آهيان."

نوجوان ڪن لاءِ ڪروڌ ۾ اچي وڃي ٿو:

"توبهن، جيڪولين تائين جيترين به حسين عورتون آهن، امير پوڙهن ڦبائي رکيون آهن. چتي ڪتي جيان سندن ماهه کي چنڻ، چٽڻ ۽ چوسڻ لاءِ."

"نه چمڻ لاءِ. چنندا، پٽيندا چوسيندا اوهين نوجوان سيڪس هنگري، ترسٽي آهيو. ٻڌاءِ نه، منهنجي پٽيان نوس نوس ڇو ڪندو آيو آهين. ان حالت ۾ پلا ڪابه عورت توکي ڪيئن ٿي ڪمپني ڏئي سگهي."

"منهنجي خيال ۾ عورت ڪمپني ڏيڻ چاهي ته ڏهين مهيني ۾ ڏئي سگهي ٿي چٽڻ واري رات کان ڪي اڳ..."

"ها- پٽي ڏينهن ڪيس مٽل ٻار ڇو نه چمي؟" عورت جو منهن ڪوڙو ٿيو وڃي.

"نه، جيٽرو اوٽان اوٽان ڪندڙ پلا ڪڏهن ڪو ڪبوتر جي آنن مٿان ويهندو آهي ته آنا پچي پوندا آهن ڇا؟ ٻڌ تون ڪا منهنجي جيون ۾ پهرين گرب وتي ناهين- ۽ مون اڄ ڏينهن تائين قتل نه ڪيو آهي."

"ڇا...!" عورت کي ڇڻ سندس ڳالهين تي يقين نٿو اچي. نوجوان جي چهري ۾ غور سان نهاري ٿي. ڪيس ڊچ ٿئي ٿو.

"او نو... مون کي ڊچ نٿو ٿئي، يو آر اي بائرونڪ مين."

"اونلي باءِ فيس اپيئرنس باءِ اسٽائيل، ناٽ باءِ ڪئريڪٽر، يقين ڄاڻ، آءٌ تنهنجي اندر ۾ باهيون پيري، هٿن ۾ مشعلون ڏئي توکي پنهنجي پلن گهوڙن جي مقابلي ۾ ڪين ڊوڙائيندس، سمجهين؟"

عورت اڻ تڻ چٺونرا ڪئونرا مان ڏانهس نهاري ٿي. هوءَ پاڻ کي ڪنهن مقناطيسي ڪشش ۾ ٿي محسوس ڪري ۽ هڪدم ان ڪشش مان نڪرڻ

لاءِ ناڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي، فٽ پاٿ تان هلڻ لڳي ٿي.

"ٿئنڪ يو..." هو عورت پنيان هلي ٿو ۽ هلندي هلندي عورت جي ٻانهن ۾ ٻانهن ڦاسائي ٿو. عورت جي ٻانهن سندس ٻانهن کان وڇڙي ڦٿڪي ٿي، ۽ پوءِ سندس ڦتڪات ڪندڙ ٻانهن پاڻهي ڪيري ٿي، نوجوان جي ٻانهن سان ڳنڍجيو وڃي ۽ هوءَ وچڙندي، ڪيپن ساڻ، نوجوان سان گڏوگڏ هلندي ٿي وڃي. اهو سڀ ڪجهه، ماٺ مٺيءَ ۾ ٿي وڃي ٿو. جيئن سدائين ٿيندو آهي.

هاڻي سڙڪ تان هلندي هلندي عورت پڻ پڻ ڪري ٿي.

"عجيب ماڻهو آهين، ڏهين مهيني ۾ ! ٻار جي پيدائش کان فقط هڪ رات اڳي ! ٻيا مڙد ته ڀري ڀڄندا آهن."

"ها، پر مون کي ان ۾ وڌيڪ مزو ايندو آهي. ٻئو."

"ايئن ڪرڻ سان توکي ڇا ٿيندو آهي؟"

"ازل جا پڙاڏا، جيڪي ڪنهن عورت جي چنگهه سان پيدا ٿيندا آهن... اوم ... اوم ... اوم..."

عورت جي چپن تي ڪوڙاڻ ڦهلجيو وڃي:

"اونهن، ازل جا پڙاڏا، توکي ڪهڙي خبر ته وير ويل عورت ڪيڏي پيڙا ڀوڳيندي آهي؟"

"ڪوڙ، نسورو ڪوڙ، اوهان عورتن جي سائيڪولاجي تي شايد اڄ تائين حضرت موسيٰ جي ذات جا ڏهڪاوَ ويٺل آهن."

"ڪهڙا؟"

"اي عورت، تو گناهہ ڪيو آ. توکي بهشت مان ڌڪاريو ويندو، هاڻ تنهنجي سزا اها آهي جو ان وير جي پيڙا کي ايترو اينگهائي ڇڏيندس جو تون چڙي چڙي، چنگهي چنگهي، ٻاڪاري ٻاڪاري سورن سان ٻار ڄڻيندينءَ."

"ايئن ناهي ڇا؟"

"آهي، پر ويچاري اُن کي آسماني ڪتاب لکندي ڪهڙي خبر هئي ته ان وير جي پيڙا ۽ ٻاڪار ۾ عورت ڪيڏا نه مزا ماڻيندي."

"مزا...!"

"ها، نه ته سڀ عورتون ٻچي دانيون ڪيائي ڇڏين ها، ۽ پرٿوي تي باقي ٻچي ڌوڙها. ڇا اهو سچ ناهي؟"

جواب ۾ عورت حيرت ۾ حيران ٿي سندس منهن ۾ نهاري ٿي.
"ٻڌاءِ نه، تنهنجي پار ڇٽڻ جي چاهنا ڪڏهن ختم ٿيندي؟"
عورت ڪن لاءِ سُن ٿيو وڃي:
"ڇا تون يهودي آهين؟"
"نه."
"عيسائي..."
"نه..."
"هندو آهين."
"نه مان سنڌي آهيان."
"تون ڪوڙو آهين، سنڌي ته ڪڏهن هوندا آهن. مون کي سنڌين کان نفرت آهي... توبهن توبهن ڪهڙي نه واهيات قوم جو نالو ورتو اٿئي."
"منهنجي خيال ۾ تون بهارڻ آهين."
"ها..."
"پوءِ تون ٺيڪ ٿي چئين، ان لاءِ ته تون رڳو وڏيرن سان سنجوگ ڪيو هوندو. باقي نه تو سنڌ ڏٺي آهي نه ڪو سنڌي. ڊچ نه، مان نه وڏيرو آهيان، نه وڏيري جو پٽ. مان توکي پوري سيٽسفيڪشن ڏيندس."
"الائي ڇو، هاڻ توسان هلندي، مون کي ڊچ پيو ٿئي."
"هر ڪا عورت مون سان ملڻ کان ڪترائيندي آهي. جيئن پار ڇٽڻ کان، هاڻ ٻڌاءِ ڇڏي سگهين ٿي مون کي ته ڇڏي وڃ. روڪيان ٿئڪسي؟"
"تون سوئر سنڌي آهين، تو مون کي نيٽن ئي نيٽن ۾ ايئن ڪُپل ڪري ڇڏيو آهي جيئن..."
"جيئن ڪتو ڪتيءَ سان." نوجوان جملو پورو ڪري ٿو ۽ اوچتو پنهين واتان ٺهڪ نڪري ٿا وڃن.
ٽئڪسي بيهي وڃي ٿي. هو پٺي رات جي نوائيءَ ۾ هڪ ننڍڙي ڪيبن نما بنگلي ۾ پيهي ٿا وڃن. بلڪ ٽيوب جو ٻٽڻ آن ٿيندي ئي ٻتين تي لڳايل تصويرون ۽ شوپيس ٻهه ٻهه ٻري ٿا پون. چوڏاري آهن چپ، هٽ، ڪرايون، آنگريون، نڪ، اکيون ۽ اره. عورت چوڏاري حيرت مان نهاري ٿي. نهاريندي ٿي رهي:
"تون ڪيئن ٿو چئين ته تون وڏيرو ناهين؟"

”ناهيان...“ هو اونهون ساهہ ڀري ٿو، ”جيئن تون منهنجي ناهين، تيئن هن ڪمري جي تہ ڇا پر هن پوري ملڪ جي ڪابہ شيءِ منهنجي نہ آهي. هڪ تيلو بہ نہ... هي بنگلو منهنجي هڪ مسڪين اردو آرٽسٽ دوست جو آهي. سمجهين؟“

هو نيل ينگ جي گيتن جي ڪيسٽ لڳائي ٿو، ۽ سارو ڪمرو جهيڻي موسيقيءَ ۽ درد ۾ ٻڏاٿل، هڪيءَ مان ڦاٽ ڪاٺي نڪرندڙ نيل ينگ جي مڌر آواز سان گونجي وڃي ٿو. هڪ سمان ٻڌجي ٿو وڃي. ڀتين تي لڳل طرحين طرحين جون تصويرون، ڪاري روشنيءَ ۾ ايئن چٽاٽيون ڏينديون ٿيون وڃن، جيئن وماس جي راتين ۾ ترن تارن، تروڪٽين جو تيج.

۽ پوءِ آهي مٺي مٺي آڳ... آڳ، جيڪا نڪرندي آهي گرم گرم جسمن مان. جسم، جي ڪپڙن کان جدا آهن ۽ جيئن جيئن رات انگهندي ٿي وڃي، تيئن تيئن گرپ وتي منڊ جي پيڙا وڌندي ٿي وڃي. اندر ۾ الاوَ، هٿن ۾ مشعلون، هوءَ ليڊي ڪيرولن ليمپ جيان، پلن گهوڙن سان ڊوڙندي ٿي وڃي. اڃاتل ڏسائن ڏانهن، هانپيارا هٺندي. هڪ ساهيءَ ڊوڙندي، سنڌ سنڌ ۾ ڪنوٽين جا پاٽي پريو. پلا گهوڙا ڪتي نٽا بيهن ۽ هن جي ڊوڙ جي پڇاٽي ڪتي نٽي ٿئي. هڪ نانهن آهي، پڇرائيندڙ نانهن، جنهن جو ڪوئي انت، ڪوئي پڇهہ ڪونهي، ۽ پوءِ چڻ سندس وياءَ جي جاءِ انگهندي ٿي وڃي، انگهندي وڏي ويڪري ٿيندي ٿي وڃي، ۽ سندس چڻ اندر ۾ ٻچي دانيءَ جا سارا ڏاڪا ٽوڙي ٻار سندس رحم کان ٻاهر اچڻ لاءِ ٻولاٽيون ڪائيندي، سسي ٻاهر ڪيڻ لاءِ سيڙهہ ٿو ڪري. زور ٿو لڳائي. سندس رحم مان ٿونا هٽي ٻاهر نڪرڻ ٿو چاهي. اچانڪ عورت جو ٻاڪو ڦاٽي ٿو وڃي، هوءَ وير جي پيڙا کان رڙي ٿي:

”الا مران ٿي. او ذليل سنڌي ڪتا، تون منهنجو ٻار ڪيرائڻ ٿو چاهين. آه... آه... اونهن... اونهن... اون... اوم... اوم... اوم...“

۽ پوءِ درد جي پيڙا کان هوءَ خطا ٿيو وڃي. رڙيون نڙيءَ ۾ اندر ئي گهٽجيو وڃنس، ۽ پوءِ اکين آڏو اڇي وڃنس ٽا تارا، تر، تروڪٽيون. جيئن جاڙا ٻار ڄڻڻ کان پوءِ ڪا عورت ساٽي ٿي هوش کان نڪري وڃي. هوءَ عجيب ڪيفين ۾ اڇي اکيون ٻوٽي ٿي ڇڏي. چڻ ڪيس نرواڻ ملي وئي هجي. (جيئن ٻار ڄڻڻ کان پوءِ ڪنهن منڊ کي ملندي آهي.)

صبح جو ڳاڙهي اجرڪ اندران پيٽ تي چمين جو مٺڙ چهاءُ محسوس ڪندي، هوءَ سرت سنيالي ٿي، ۽ پنهنجي پيٽ تان هٿ ڦيريندي، لچوڙي ٿي، پنهنجي ساٿي جي بغلن ۾ منهن لڪائي ٿي.

"توبهن، رات تہ چڱ ڪاري قيام گذاري وئي، تون جادوگر آهين."

"نہ مان لارڊ بائرن آهيان، نہ جادوگر... مان سنڌي گڏهہ آهيان."

لفظن جي تلخي کي محسوس ڪندي هوءَ اندران اندران پنهنجي ننگي بدن جي چار ۾ ڪيس ڪوريئڙي جيان وچڙائي ٿي.

"شايد رات نشي ۾ مان توکي الاهي ڳالهائي ويس. ڪاوڙيو آهين...؟"

"نہ، مان انهن ڳالهين جي پرواهہ نہ ڪندو آهيان."

عورت کيس اجان وڌيڪ ڀچي ٿي.

"الا... رات هئي، ڇا هئي! ايڏي پيڙا تہ مون ڪڏهن ٻار ڄڻيندي بہ نہ ڀوڳي هئي."

"مون کي عورتن کي ٻار ڄڻائڻ جي پوري شڪتي آهي."

اوچتو عورت کي ڪي ياد اچي ٿو:

"اوهہ، مون کي ويڃو آهي، منهنجو ٻار منهنجا انتظار ڪندا هوندا..."

(ڪن لاءِ گهري ماٺار...) عورت اٿي ٿي.

"وري ڪيئن ملنداسين؟ ڇا ساڳئي موڙ تي؟"

"مان ور ور نہ ملندو آهيان."

عورت ساڙهي ٻڌندي ڏاڍي آهر مان ڏانهنس نهاري ٿي:

"ڇو؟"

نوجوان ٿڌو ساهہ ڀري ڪن لاءِ چڻ ٻڌجي ٿو ويجي.

"ان لاءِ تہ هاڻ وڌيڪ گاريون ٻڌڻ جي مون ۾ سهپ نہ رهي آهي."

"تون ڪاوڙيو آهين؟" عورت رڙ ٿي ڪري.

"... ..."

"رسامون ڇڏ نہ... آءُ سياڻ، ساڳيءَ جاءِ تي تنهنجي اوسيئڙي ۾ بيٺل هونديس."

"نيڪ آ..."

۽ پوءِ گهريءَ اونهينءَ چميءَ جي ٻچڪاٽ سان ٻنهين جا چپ جدا ٿين ٿا. عورت ڏاڍي پيڙا مان ڏانهس نهاري ٿي:

"اوڪي... گڊ باءِ."

"باءِ..." هوڪيس ڇڏڻ لاءِ گيٽ تائين اچي ٿو. ٻنهين جي وچ ۾ وڇوڙي جي رنيندڙ مانار آهي.

(ڪڏهن ڪو پل، صدين تي ڀاري پئجي ويندو آهي.)

"ٻڌ..." مرداڻو آواز.

"چئو..."

"سمجهه ۾ نه پيو اچي ته هاڻ اوهين ڪهڙي پار وڃڻ ٿا چاهيو؟"

"ڇا مطلب؟..." عورت گهور سان ڏانهن نهاري ٿي.

"منهنجو مطلب آهي ته هندستان اوهان ڪي نه وڻيو، بنگال اوهان ڪي راس نه آيو. سنڌ ۾ رکيو آهن ڪتيون ۽ ڪتا. ٻڌاءِ پوءِ ڪيڏانهن ويندؤ. ڪهڙي پار؟"

"ڇو...؟ تو اهڙو سوال ڇو ڪيو؟"

"شايد توکي وڃائڻ ڪان پوءِ مون کي توکي ڳولڻو پوي."

"ايئن ڇو نٿو چئين ته اوهان اسان کي ڌڪاري ڪيڻ ٿا چاهيو."

"نه، اهو غلط آهي، جيڪي ٻج ڌرتي ۾ مروج نه ٿي سگهندا آهن، اهي پسر ٿي ويندا آهن."

عورت وسامي لاجواب ٿيو ٽڪ ٻڌيو ڏانهس نهاريندي ٿي رهي.

"آخر تون سنڌين کي ڪتو ڪيئن ٿي چئين؟ ٻڌاءِ تنهنجو ڪهڙو مهاجر آهي، جنهن ان مردود پوڙهي جيان تنهنجي ڌڙ کي مال غنيمت سمجهي، خريدڻ لاءِ واڪ نه ڏنو آهي. ٻڌاءِ اهي ڪهڙا ڪتا آهن جن توکي عورت مان پراسٽيٽيوٽ بنائي ڇڏيو آهي، بيس وومن؟"

"او... ف... بس ڪر. بس ڪر." عورت جي ٻڌڻ جي سهپ ڇڻ پسر ٿي وڃي ٿي. هوءَ تڪڙي ٽئڪسي ڏانهن وڌي ٿي ۽ جيئن ئي ٽيڪسي اسٽارٽ ٿئي ٿي. نوجوان وڏي لوهه پاڻي ٽئڪسيءَ جي پوئين دري وٽ اچي ٿو؛

"ٻڌ..." هو وڏيءَ لوهه سان ڪار جي دريءَ ڏانهن وڌي ٿو اچي.

"اچان ٻه ڪو تير آهي ڇا؟" عورت آسانت ٿي وڃي ٿي.

"نه، مون... اهو پئي چيو ته مان ستارن جي گردش جو ڄاڻو ناهيان، نه ان ۾ ڀرم رکندو آهيان، پر... مان محسوس ڪريان پيو ته لاڏاڻي جا

ڪجهہ نوان ستارا ڪڙيا آهن. الائي ڪنهن ڪنهن ڪي پنهنجو وطن ڇڏڻو پوي. شايد مان ۽ تون پوءِ چاهڻ جي باوجود بہ ملي نہ سگهون."

عورت بيچين ٿي منجهس نڪ ٻڌي نهاريندي ٿي رهي:

"هيو ڇا تو چوڻ چاهين؟"

"هيو... ها...! مون ڪي پنهنجا توڙي پراوا ٻارڙا وڻندا آهن. شايد ان لاءِ تہ ٻار پئدا ٿي پيار ڪرڻ لاءِ ٿيندا آهن- جڏهن تون اهو ٻار ڄڻين ۽ جڏهن انهيءَ ٻارڙي جي لسڙي ڪٽڪاهيءَ ڪل مٿان، ڇتي جا اڇا اڇا داغ توکي ڏسڻ ۾ اچن تہ پوءِ پلجي ڪڏهن ڪوميلا واري ان بنگالي بواءِ فرينڊ جيان ساروڻن ۾، مون ڪي بہ سنڀارجان..."

عورت جو من ڇڻ پرجي تو اچي، هوءَ ٽئڪسيءَ واري ڪي هلڻ لاءِ چوي ٿي، ۽ پوئين شيشي مان ڪَر ڪٽي، پٺيان نهاريندي ٿي وڃي ۽ جيئن جيئن ٽئڪسيءَ پري ٿيندي ٿي وڃي، تيئن تيئن سندس اندر ۾ ڇڻ ڇير پوندا ٿا وڃن.

# آڌي رات، اتر ۾ ڪانيو

من ۾ تانگهہ- نراس نيٽن ۾، آس جا ڏيئڙا، جنگهون گوڏن ڪان اکڙيل، هڙپاٽيون نڪتل، هڪ مسافر، اوماس جي لڙاٽيل رات ۾ ٿڙندو ٿاٻڙندو وڃي رهيو آهي منزل جي تلاش ۾.

ساهن ۾ سهڪي- ڏکندڙ زخمي پير ۾ ٽڪ جا ڏانوڻ.

هڪ وک... (هڪ ڪوشش)

ٻي وک ...

ٽين وک ...

وک مٿان وک... (منزل تي پڄڻ جي ڪوشش) ۾ آٽڙي وڇڙي وڃن ٿا پير- ڦان ٿي ڪري پوي ٿو- جڻ واچوڙي ۾ اوچتو ئي اوچتو ٻري ٻري نري وڃن ٿا آس جا ڏيئڙا ۾ مڙي اچي ٿي هڪ اٿاھ اونداهي.

تانگهہ ۾ هانوَ ۾ هڃندڙ رڙيون "آه، آه! ٿڪي پيو آهيان. منهنجي نڙي سڪي وئي آهي، ڪو آهي، مون کي سهارو ڏئي."

دور دور تائين چپ چاپ- ماٺ جي ماٺ (ڪٿان ڪوئي آواز ڪونہ ٿو اچي.) ڦٿڙي ستڙي اٿڻ جي ڪوشش (وري ڪري پوڻ.) وري اٿڻ جي ڪوشش (وري ڪري پوڻ.)

وري هڪ وار اٿڻ جي ڪوشش ۾ ڪنڌ جو هيٺ ڍرڪي وڃڻ- جڻ ڏنوي ڏنوي بند ٿي وڃي ٿي ساهن جي ڌمڻ- مسلسل ڪنهن پاتال ۾ لڙهندو وڃڻ. گهور انڌو پاتل- اونهون ۾ بي انت.

ڪنهن ستاري جي روشني ڪانهي- ڪارو نپ، ڪاري واري ڌرتي ۾ آهي ڪاريهر نانگ جيان اونداهي واٽ جو ڏنگيل هڪ مسافر! جنگهون ۾ ٻانهون ڦهلايو ڦان ٿيو پيو آهي. اونده جي پاتال ۾.

(الائي هن ڏائڻ رات ڪنهن ڪنهن کي ڪنو آ.)

هڪ وڪ...
ٻي وڪ...
ٽين وڪ... ساڳي پير ڪان. اونداهين مان وڌندو اچي ٿو پيو مسافر- من ۾ تانگهه، نراس نيڻن ۾ آس جا ڏيئڙا. سامهن ۾ سهڪي- ڇنگهون گوڏن ڪان نڪتل. وڪ متان وڪ (منزل تي پهچڻ جي مسلسل تلاش.)
۽ پوءِ اچانڪ ڇرڪي بيهجي وڃن ٿا قدم- دڳ تي اونڌي ٻوٽ پيو آهي ڪوئي لاش. متان لڙڪي ٿو.
اکين ۾ آس جا ڏيئڙا ۽ سيني ۾ سرندڙ ساهه (زندگيءَ ۽ موت جي جنگ.)
۽ مسافر وڏي پاٽيءَ جي ڪلي لاش جي ڇپن سان لڳائي ٿو. جيئن تيليءَ سان هوريان هوريان روشن ٿي وڃي ٿي، اُجهاڻل ڏيئي جي وٽ ۽ جڳمگائجي وڃي ٿو، ويران ۽ سنسان مندر ۽ وڃي پوي ٿو حيات جو ڪٽيل ۽ ٻوڙو گهنڊ.
"آهه... تون ڪير آهين؟"
"تو جيان روشني جي تلاش ۾ ڀٽڪندڙ هڪ مسافر."
جڻ رني ڪوٽ جي اڏول ديوارن سان ٽڪرائجي موٽي اچي ٿو آواز.
"آه، آءُ ٿڪي پيو آهيان. منهنجي ڇنگهن ساهه ڇڏي ڏنو آهي."
"تـه پوءِ چاهي ساٿي، منهنجي گوڏن ۾ تہ ساهه آهي. اچي آءُ توکي سهارو ڏيان. شاباس همت ڪان ڪم وٺ، ڪنڌ سڌو ڪر."
(۽ جڻ ٻڏندڙ کي ڪنڌيءَ جي ٻوڙن جو سهارو ملي وڃي ٿو.)
"آه، ڪيڏو نہ نست ٿي ويو آهيان."
"ها ڏاڍو اٿانگو آهي هي چوهڙ جو پنڌ، اچي هي ٻاجهر پور ڇٻي وٺ، ساهه سڌو ٿي پوندءِ. منزل ڏاڍي ڏور آهي."
"نہ نہ، منهنجي ڇاڙهين ۾ طاقت ڪانهي. ڇٻي نہ ڇپيندي، ساٿي تون وڃ، منزل سڏي پئي- مون کي سهارو ڏيندي ڪٿي تون بہ نہ رڻ ۾ رلي وڃين."
"توکي رڻ ۾ ڇڏي، آءُ ڪيئن منزل ماڻيندس- ڏاهو ٿي، اچي هي ٻاجهر پور- پاٽيءَ سان پسائي ڇپ- ساهه سڌير ٿي پوندءِ- اسان گڏجي ڏونگر ڏاريندا سين- منزل ڏاڍي ڏور آهي."

۽ ٻاجهر جو چوٿو ڀاڱو سان پور پور تي نڙيءَ ڪان هيٺ لهي وڃي ٿو. (هڪ ڳهرو آٿت جو ساهه.)

"ڪيئن ساٿي- آهي نه اَن ايمان؟"

"ها ساٿي، اَن وڏو ايمان آهي."

"چڱو ڪجهه ساهه سڌو ڪري وٺ- ڏاڍو اٿانگو آهي چوهڙ جو پنڌ."

اوماس جي ڏکهي لڙاٽيل رات. ڪاريهر جيان ڪاري واٽ. جنهن تي ڦان ٿيل ٻه مسافر. سيني ۾ ڌنوي رهي آهي ساهن جي ڌمڻ- اپ جهاڳيندڙ اڪيون ۽ ڳهري سوچ ۾ سانت.

"ڪيڏي نه ڏکهي رات آهي. هي اوماس جي رات- دور ڌنڌ ۾ ڪٿي ڪو ڏيئو به ڪونه ٿو ٻري- چڻ صدين ڪان هن آسمان جي هيٺان ڪڏهن ستارو به ٽمڪيو ڪونهي"

"ها، صدين ڪان! چون ٿا، صديون اڳي هن اپ جي هيٺان هڪ ستارو ٽمڪيو هو- وهائو، ڪان وڌ روشن. امو تاريخ ۾، هن ڌرتيءَ جي اک جو ڦهريون تارو هو- هن ڌرتيءَ جي سينڌ ۾ جهومر جيان ڀهڪندو هو، پر پوءِ..."

"پوءِ ڇا؟"

"هڪ نڌوري رات اهو ستارو ٽٽي ويو- چون ٿا، ان رات هڪ وڏي نڪاوَ سان ڌرتيءَ جو سينو ڌڏي ويو هو- اهو تارو ٽٽي ويل به هن ڌرتيءَ تان پنهنجيون ڳاڙهيون چڻنگون ڳهوريندو، پولار جي انڌي ڪوهيڙي ۾ گم ٿي ويو."

(۽ ڪن لاءِ، ڦهلجي وڃي ٿي هڪ ڳهري ماٺ.)

"پوءِ ڇا ٿيو." هڪ ڳهٽيل آواز.

"پوءِ ڇا ٿيو- پوءِ سڄو مانڌاڻ مٽجي ويو- هيءَ ڌرتي هميشه هميشه لاءِ اونده جي پاتال ۾ لڙهي وئي، پر خبر اٿئي ڪجهه ماڻهو ٿا چون!"

"ڇا ٿا چون؟"

"چون ٿا انهيءَ ستاري جونچڻنگون اڃا تائين اونداهي پولار جي وسعتن ۾ گردش ڪري رهيون آهن. ٽئين روشني انهيءَ جي آخري چڻنگ مان جنم وٺندي، پر هي تنهنجون اکيون ڇو پيون ٻرن- ڇا تون روئين پيو-"

ڳهٽيل سڏڪا ۽ سانت ۽ هڪ ڳهرو اونهون ساه "او پيارا، تو ڇو

گهبرايو آ- منهنجوته انهيءَ روشنيءَ ۾ ايمان آهي- انڌي پولار جي وسعتن ۾ جي اهو ستارو ٻڏي ويو ته ڇا ٿيو. تنهنجي نيڻن ۾ ته انهيءَ جون چڻنگون موجود آهن. همت ڪان ڪم وٺ منزل ڏور ناهي- چون ٿا هن چوهڙ لڪ جي پٺيان آهي، دل وارن جو ڳوٺ- اتي ڪتي نه ڪتي، ڪنهن "جُهڳي" ۾ ڪو ڏيئو ٻري رهيو هوندو." من ۾ تانگهه، نراس نيڻن ۾، ٻري پون ٿا آس جا ڏيئڙا.

"ها ها ساٿي، مون ڪي وڻي هل- انهيءَ سپنن جي ڳوٺ ڏانهن. آءُ به ان ستاري جيان ان ڌرتيءَ تان ڪي ڪهورڻ چاهيان ٿو."

هڪ وک ... (هڪ ڪوشش.)

ٻي وک ... (ٻي ڪوشش.)

ٽين وک ... (منزل تي پهچڻ جي مسلسل ڪوشش.)

من ۾ تانگهه، نراس نيڻن ۾ آس جا ڏيئڙا- ڇنگهون گوڏن ڪان اڪڙيل، هڙٻاٽيون نڪتل- اوماس جي ڊگهيءَ لڙاٽيل رات ۾ اتاهن پيچرن تان ٿڙندا ٿاٻڙندا- مسافر، هڪ ٻئي پٺيان وڌي رهيا آهن- روشنيءَ جي تلاش ۾.

# جانورن جي دنيا

تڏهن مان ٽيون سنڌي پڙهندو هئس. مون کي گدڙن- بگهڙن، پولڙن جون ڪهاڻيون ڏاڍيون وڻنديون هيون، اماں مون کي روز ڪا نہ ڪا ڪهاڻي ٻڌائيندي هئي. تڏهن اهي جانور مون رڳو ڪتابن ۽ تصويرن ۾ ڏٺا هئا.

هڪ ڀيرو مان پنهنجي ماءُ سان گڏجي ڪراچيءَ پنهنجي ناني جي گهر ويس. منهنجو نانو تازو ئي حيدرآباد مان بدلي ٿي ڪراچيءَ آيو هو. ڏاڍو اديب ۽ فيلسوف قسم جو ماڻهو هو، مون کي ڏاڍو ڀائيندو هو. ڪراچيءَ پهچڻ جي ٻي ٽي ڏينهن نانو مون کي ڪراچيءَ جو چڙيا گهر گهمائڻ وٺي ويو.

چڙيا گهر ۾ ايندي ئي سڀ کان پهرين منهنجي نظر زنجيرن سان وڻ ۾ ٻڌل هاٿيءَ تي پئي. مون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ايڏو وڏو جانور ڏٺو هو. تنهنڪري هاٿيءَ جي ويجهو ويندي مان ڊپ محسوس ڪري رهيو هئس، نانو شايد صحيح ڪري ويو ۽ مشڪي مون ڏانهن نهاري چيائين، ”ڊڄين ٿو ڇا؟“ مون ڪنڌ ڌوڻي نہ ڪئي، نانو مون کي هاٿيءَ جي بلڪل ويجهو وٺي ويو ۽ چيائين، ”پٽ، هيءَ هاٿي آهي. دنيا جو سڀ کان وڏو ۽ عظيم جانور. هي تمام هوشيار ۽ امن پسند جانور آهي. تنهنڪري هن کان ڊڄڻ نہ گهرجي. هي سدائين وڏن ٻيلن ۽ چراگاهن ۾ ڍنڍن ۽ ندين جي ڪناري پيو ٽلندو آهي. سيني ننڍڙن توڙي وڏن جانورن کي پيار جي نظر سان ڏسندو آهي. سونڍ لوڏي ڪين سلام ڪندو آهي، چوندو آهي ـ [illegible]ڄهنگ ۾ اسان سيني کي هڪ جيترو حق حاصل آهي. مان پنهنجي حصي جو گاهہ کائيندو آهيان. هرڻ پنهنجي حصي جو ۽ سهو پنهنجي حصي جو. جڏهن بہ جهنگ ۾ ننڍڙن جانورن کي خطرو درپيش ايندو آهي تہ هي سيني جي اڳواڻي ڪندو آهي، سونڍ مٿي کڻي زور زور سان لوڏي دشمن کي للڪاريندو آهي. شينهن سندس

سڀ ڪان وڏو ويري هوندو آهي. سدائين لڪي متائنس حملو ڪندو آهي ۽ سندس ميچالو ڪڍي ڪائيندو آهي." مون ناني جي ڳالهه حيرت سان ٻڌي ۽ چيم، "نانا! پنهنجي ملڪ ۾ ٻه هاٿي ٿيندا آهن؟" منهنجي ڳالهه تي ناني ڪجهه سوچيندي وراڻيو، "پنهنجي ملڪ ۾ هاٿي سوين سالن کان پوءِ پئدا ٿيندا آهن، پر هتي جي آب هوا ڪين پاڻ ۽ ڪونه پوي. جهڙ مريو وڃن، هاٿيءَ جي بدران هتي سوئر گهڻا پيدا ٿيندا آهن، انهن کي ٻه هاٿيءَ وانگي پاسن کان ڏڦا هوندا آهن." مان حيرت سان هاٿيءَ ڏسندو رهيس. امان سچي چوندي هئي تہ پٽ هاٿي پنهنجي گهر کان ٻه وڏو ٿيندو آهي.

پوءِ ناني مون کي ٻانهن کان جهلي شينهن جا پڃرا ڏيکاريا ۽ چيائين، "پٽ، هي ٻيلائي شينهن آهي. هي ٻئي واگهه آهن ۽ هي هن پاسي واري پڃري ۾ چيتو آهي." مان ڪيتري دير تائين انهن خوفناڪ جانورن کي ڏسندو رهيس! ٻيلائي شينهن جي چوڌاري گوشت جا ٽڪرا پکڙيا پيا هئا ۽ هو ايندڙ ويندڙ ڏانهن جوهہ ٻڌي نهاري ڳري، پڃري جي اندران لوهون پائي رهيو هو. ناني چيو، "پٽ! هي سڀ هڪ ئي نسل جا جانور آهن پاڻ ۾ چاچا پائيٽيا. جهنگ جا حڪمران. هنن جون نظرون. شڪار جي ڳولا ۾. سدائين موٽر جي لائٽ وانگي پيون ڊوڙنديون آهن. سدائين پنهنجو پيٽ ڀرڻ جو الڪو هوندو اٿن. جتي ٻہ ڪو شڪار ڏسندا، ڪڪر وانگي گوڙ ڪري وٺي متاهن رومڙ ڪندا، اک ڇنڀ ۾ وڃي نڙگهٽ مان جهليندس. سڄو رت چوسي ڪٽي پٽ سان اڇلائيندس. ويچارن هرڻن، ڦاڙهن، سهن جو تہ هنن جي گجگوڙ کان ئي ساهہ سڪي ويندو آهي." مان ڪيتري دير تائين خوفناڪ شينهن جا پڃرا ڏسندو رهيس. ان کان پوءِ ناني مون کي بگهڙن، گدڙن، رڇ ۽ چراغ جا پڃرا ڏيکاريا ۽ چيائين، "پٽ! هي جهنگ جا انتهائي چاپلوس، چالاڪ ۽ خوفناڪ جانور آهن. هي سدائين شينهن جي پٺيان پيرن ۽ وزيرن وانگي هلندا آهن. شينهن جتي ٻہ ڪو شڪار ڪندو آهي تہ هي ان جي بچايل ڍونڊ ۽ هڏن کي اچي پاسو ڏيندا آهن. هي جانور جهنگ ۾ سدائين ڇتن ڪتن وانگي پيا لوهون پائيندا آهن. هنن جي خوفناڪ اوناڙين ۽ آوازن کان سڄو جهنگ ڏڪي ويندو آهي. سيني ننڍڙن جانورن جو ساهہ مٺ ۾ اچي ويندو آهي. مان هڪ هڪ جانور کي غور سان ڏسندو رهيس. پوءِ ناني جي هٿ ۾ هٿ ڏئي اڳتي وڌيس. ناني مون کي هڪ وڏي پڃري وٽ آڻي بيهاريو. مون غور سان

ڏٺو، هڪ وڏي چٽ ڪمري بلا ترپال وانگي ويڙهيو سيڙهيو ڪنڊلي هنيو ويٺي هئي. نانا صاحب چيو، "پٽ، ارڙ نانگ ٻڌو اٿئي نه، اهو ارڙ نانگ آهي. دنيا جو سڀ کان وڏو ۽ خوفناڪ زهريلو نانگ. هي نانگ سدائين دولت جي تلاش ۾ هوندو آهي، جتي به ڪو خزانو ڏسندو اتي ڪنڊلي هڻي ڪوپو ڪوڙي وهندو آهي. هي نانگ جڏهن به ڪو شڪار ڏسندو آهي، پهرين چپ هڻندو آهي، جيئن شڪار هن جي ويجهو ايندو آهي ته هي ڦڻ ڪيڏي غار جهڙو خوفناڪ وات ڦاڙي، ڪنوڻ جي تيزي سان متس حملو ڪندو آهي ۽ اک ڇنڀ ۾ سڄي جو سڄو شڪار ڳڙڪائي ويندو آهي. هي نانگ پنهنجي ملڪ ۾ تمام گهڻا پيدا ٿيندا آهن ۽ سڀ ٿر ٻر ويران ڪري ڇڏيندا آهن."

"نانا! امان چوي ٿي، ٿر ۾ پيئڻ بلا به پيدا ٿيندي آهي، جا ماڻهوءَ جو ساهه پي ويندي آهي."

"ها پٽ، ٿر بلائن جو گهر آهي. تون وڏو ٿي انهن سڀني بلائن کي مارائي ڇڏجان." مون ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي.

ان کان پوءِ ٻولڙن جا پڃرا آيا. ٻولڙا ڏسي خوشي کان منهنجون واڇون ٽڙي ويون ۽ ناني ڏي نهاري چيم، "نانا! ٻولڙا به ماڻهو کائيندا آهن؟" ناني چيو، "نه پٽ! ٻولڙا جهنگ جا سڀ کان هوشيار، سنا ۽ سياڻا جانور آهن. البت اسڪولي ٻارڙن وانگي ٿورو شرارتي هوندا آهن. شينهن، گدڙن، بگهڙن سان سندس اصل ڪانه پوي، جتي به ڪيس ڏسندا چيرا ڏيندا. وڻن جا ٽار ڀڃي ڪين مٿانئس اڇلائي هڻندا. ارڙ نانگ کي جتي به ڏسندا سونٽا کڻي اچي وٺندس، هڻي مٿو مچ ڪري رکندس. وڻ ايڏو ته هُل مچائيندا جو سڄي جهنگ کي خبر پئجي ويندي ته ڪا وڏي مصيبت آئي آهي، سو سڀ پنهنجي گهرڙن ۾ لڪي ڇپي ويندا آهن." مان حيرت مان ناني جون ڳالهيون ٻڌندو رهيس. امان ته اهڙيون ڳالهيون مون کي ڪڏهن به ڪونه ٻڌايون.

ان کان پوءِ ناني مون کي روجهه، اٺ پکي، زيبرا، قسمين قسمين جا سها ۽ هرڻ ڏيکاريا. مان هرڻن جي ننڍڙن ٻچڙن کي ٽونٽڪيون هڻي ڊوڙندو ۽ مائن کي ڌائيندو ڏسي خوش ٿي ويس. ناني چيو، "پٽ، هيءَ آهي جهنگ جو غريب نماڻو عوام. سڀ کان هيٺو، سڀ کان ڪمزور. سدائين ويچارن کي ساهه سان لڳي پئي هوندي آهي، نه پوري طرح گاهه چري سگهن، نه پاڻي پي سگهن. سدائين اڌ ڊاوا، اڌ ٻڪيا پنهنجي اونداهن اجهن ۾ وڃي ڍهندا

آهن. ڪوبہ سندس داد ۽ فرياد ٻڌڻ وارو ڪونهي. ڪو بہ ڪين ڏِڍ ڏيڻ وارو ڪونهي." ان ئي مهل هڪ آواز اڀريو. مون حيرت سان ناني ڏانهن نهاريندي چيو، "نانا هيءُ ڇا جو آواز آهي؟"

"پٽ، اهو مور جو آواز آهي. هل تہ توکي مور ڏيکاريان. هن باغ ۾ جنهن ماڻهو مور نہ ڏٺو آهي، تنهن سمجهہ ڪجهہ بہ نہ ڏٺو آهي."

پوءِ ناني مونکي قسمين قسمين جي پکين، ملڪ ملڪ جي ڪڪڙين، تترن، مٽن جا پڃرا ڏيکاريا ۽ پوءِ اسان مور جي پڃري وٽ اچي بيٺاسين. مور ڏسي مان دنگ رهجي ويس. پايان تہ ڏسانس پيو. ناني چيو، "هيءُ آهي مور. دنيا جو سڀ کان حسين پکي. هي انتهائي جوشيلو ۽ شاعراڻي فطرت جو پکي آهي. شاعر سمجهين ٿو نہ پٽ؟"

"ها! جيڪي بيت چوندا آهن، جيئن شاهہ عبداللطيف."

"شاباس!" ناني خوش ٿيندي چيو، "پٽ، تيئن هي مور جهنگ جي جانورن ۽ پکين جو شاعر هوندو آهي. جڏهن جهنگ ۾ خوفناڪ جانورن جون ڪارروايون وڌي وينديون آهن ۽ هر طرف جهنگ ۾ هاءِ واويلا مچي ويندي آهي، تڏهن هي پکي پنهنجا اندلٺ جهڙا رنگين پر ڦهلائي اڏامندو آهي ۽ رکي رکي رڙ ڪري ايڏيون هڪلون ڏيندو آهي، جو سڄو جهنگ گونجي ويندو آهي. هن جي از غيبي آواز جو پڙالو ٻڌي شينهن جهڙو ٻي ڊپو جانور بہ ڇرڪي، ڊڄي، ڀڄي ويندو آهي."

مون ناني جي ڳالهہ حيرت سان ٻڌي ۽ چيم، "نانا! مور پنهجي ملڪ ۾ بہ پِٽدا ٿيندا آهن."

"ها پٽ! مور پکي اسان جي ملڪ کي ازل کان انعام ۾ مليو آهي."

ان کان پوءِ بہ نانو مونکي ڪيتري دير تائين باغ ۾ گهمائيندو رهيو ۽ پوءِ اسان پنهنجي گهر موٽياسين.

ان رات الائي مونکي ڪهڙي هوا لڳي وئي. گهر پهچندي ئي مونکي تيز بخار اچي ويو. امان ۽ ناني سڄي رات منهنجي سيراندي ويٺيون رهيون. مان سڄي رات ننڊ ۾ وڦلندو رهيس. صبح جو نانو مونکي ڏسڻ آيو تہ ناني مٿس چڙهي وئي. چي، "واهہ جو ڇوڪري کي گهمائي آيو آهين. سڄي رات ڇوڪري ڇرڪ پريا آهن. ڊِنڍ ۾ پوي تنهنجي اها فلاسافي. مونکي ڇوڪرو ماراڻو ڪونهي. خبردار جو منهنجي ڇوڪري کي ڪيڏانهن گهمائڻ

وٺي ويو آهين."

نانو هڪدم هڪل ڪري نانيءَ تي چڙهي ويو. چيائين، "وات بند ڪر! آهي گدڙ جو ڏنو آهي، رن، توکي ڪهڙي خبر. اڄ هي ننڍو آهي، سياڻ هن کي هڪ وڏي جهنگ ۾ ويٺو آهي. هينئر ئي تو پڪو ڪيانس، سمجهينءَ؟"

"ڏوڙ سمجهيم،" ناني ڪاوڙ مان ٻئي ڪمري ۾ هلي وئي.

ناني مون ڏانهن پيار سان نهاري چيو، "رات تون ڏنو هئين چا"

"نه، ناني غلط ٿي چوي. رات خواب ۾ مون به شينهن ماريا هئا."

"شاباس،" ناني هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ چيائين، "هن رنن جي چوڻ تي ڪڏهن نه هلجان ۽ ڪڏهن به ڪنهن ڪان نه ڏڄجان."

ان ڳالهه کي ڪي ١٥ سال گذري ويا آهن. هاڻ منهنجي عمر ٢٦ سال آهي. منهنجو نانو ويچارو گذاري ويو آهي. هاڻ مان هڪ وڏي اونداهي گهاٽي جهنگ ۾ رهندو آهيان، جو سڄو خوفناڪ جانورن سان ڀريو پيو آهي. منهنجي سانڀر ۾ ئي ان جهنگ جا جيتامڙا جانور اچا هن سان ايترو هريا مريا ڪونهن. خوفناڪ جانور سدائين جهنگ ۾ ڇتن ڪتن وانگي لوهون پيا پائيندا آهن. ڪڏهن اوچتو پولڙن ۾ ٻاڪر ڪوتو پنجي ويندو آهي. سڀ ننڍڙا جانور، پکي ۽ پسون پنهنجي گهرڙن ۾ لڪي ويندا آهن ۽ سڄو جهنگ سنسان ٿي ويندو آهي. ڪڏهن پري جهنگ جي ڪنهن ڪنڊ مان مور جي رڙ جو آواز ايندو آهي، سڄو جهنگ ان جي پڙاڏي سان گونجي ويندو آهي. پولڙا وڻن جي ٽارن تي چڙهي زور زور سان هُل مچائيندا آهن. مان پنهنجي اونداهي غار مان نڪري حيرت سان مور جي اُڏام ڏسندو آهيان. ڍنڍ جي ڪناري کان هاٿي سونڊ مٿي ڪٽي سلام ڪري سيني ننڍڙن جانورن کي پاڻ ڏي سڏيندو آهي، پر ويچارا سوئرن جي ڊهن جا ستيل هرڻ، ڦاڙها، سها، هاٿي جي پير ۾ ويندي ڏڄندا آهن.

# سون ورنا سپنا

## مهڙ

رات جو وقت، وڄ جو چمڪو. هڪ پيچرو روشن ٿي وري اونداهو ٿي ويجي ٿو. ڪيميرا تيز آندي، مينهن ۽ طوفان ۾ هڪ نوجوان عورت (مارل) سندس ڏهن سالن جي ڌيءَ (شمع) ۽ اٺن سالن جي پٽ (مراد) کي پيچري تان برسات ۾ پسندو، ويندي ڏيکاري ٿي. مارل بيمار ۽ بي حال ٿي نظر اچي. سندس ٻئي ٻار ڊنل ۽ پريشان ٿا لڳن. ٻئي ٻار ماءُ کي سهارو ڏيندا ٿڙندا ٿاٻڙندا پيا اچن.

وڄ جي هڪ وڏي ڪڙڪي سان ٿائيٽل ختم ٿئي ٿو. ٻئي ٻار حراسجي ماءُ کي چنبڙي ٿا وڃن.

ڌيءَ (ڊڄندي): "امان پاڻ ڪيڏانهن پيا وڃون، مون کي ڊڄ ٿو ٿئي."

ماءُ (دلگيري ڏيندي): "ڇا جو ڊڄ، آءٌ جو اوهان سان گڏ آهيان- هاڻ هي ڏهاڳ ختم ٿي ويندا. هو سامهون اوهان جي پيءُ جو ڳوٺ آهي."

ٻئي ٻار پري وڄ جي چمڪي سان روشن ٿيندڙ ڳوٺ ڏانهن نهارين ٿا. ماءُ جون اکيون ڪنهن اڻاتل خوشيءَ مان پرجي ٿيون اچن. ٽيئي وري ٿڙندا ٿاٻڙندا ڳوٺ ڏانهن وڌڻ لڳن ٿا.

## پهريون ڏيک

وسندي پسنديءَ ۾ مارل پنهي ٻارن سوڌو صوبدار خان (مڙس) جي عاليشان محل نما سنڌي اسٽائيل جاءِ جي آڏو اچي ٿي. محل جي در جي وڏي گيٽ تي ٻه شمعدان ٻري رهيا آهن، ۽ اندران خونخوار ڪتن جا آواز پيا اچن. محل جي در اڳيان ٻه پهريدار بندوقون ڪنيو بيٺل آهن. مارل چوڪيدار آڏو اچي ٿي.

مارل: "رئيس صوبدار خان جو گهر ڪهڙو آهي؟"

چوڪيدار (بيزاريءَ مان): ”اهو ئي گهر آهي، جو کهڙو ڪم اٿئي؟“
چوڪيدار (ٽوڪ مان): ”واه رئيس ڪي پيو ڪم ٿي ڪونهي جو هن وقت توسان ملندو. صبح جو اچجان، هينئر رئيس آرامي هوندو.“
مارل: ”نه نه، تون رڳو منهنجو نالو وڃي وٺ، رئيس پاڻهي ڊوڙندو ايندو. آءُ هن جي ٻارن جي ماءُ آهيان.“
چوڪيدار (ٽوڪ مان): ”ڇا ته هي صوبدار خان جا ٻار آهن!“
مارل (بيچينيءَ مان): ”ها ها، تون وڃي ڪيس ٻڌاءِ ته سهي.“
چوڪيدار (ڪاوڙ مان): ”مائي، اهي پيا ٺڳيا هوندءِ... هل تڪي ته ڪرايائين نه ڪتن جي ٻچ.“
مارل ڪجهه وائڙي ٿي سندس منهن ۾ نهاري ٿي. چوڪيدار ڪيس دڙڪو ڏئي ٿو.
چوڪيدار: ”ٻڌئي ڪونه ڇا. ڪوليان ڪتا ته ڊوڙائي ڪنئي ڏينهن-هونهه... جيڪا رن گهران پڇي سا چوي ته صوبدار خان جي گهر واري آهيان- او مائي پيو ڪو غريب غربو وڃي تاڙ.“
مارل وائڙي ٿي حيرت مان ڏانهس نهاري ٿي ۽ ٻنهي ٻارن کي وٺي مايوس ٿي موٽي ٿي- ماءُ ۽ ٻنهي ٻارن جو ري ايڪشن.

ڊيک پيو

تيز برسات، آنڌي ۽ طوفان. ڪيميرا مارل ۽ سندس ٻنهي ٻارن کي هڪ پونگي (جهونري) جي اوڏر ۾ ويٺل ڏيکاري ٿي. ٻنهي ٻارن جا ڪنڌ ماءُ جي ڪلهن تي ڍرڪيل آهن. ٽيئي سيءُ کان ڏڪي رهيا آهن.
ماءُ: ”الائي ڇو اڄ ته هي مٺي برسات بس ئي ڪانه ٿي ڪري.“
مراد: ”امان، مون کي سيءُ ٿو ٿئي.“
ماءُ: ”ها پٽ، پر ڇا ڪجي، مٺا نوڪر اسان کي سڃاڻن ڪونه- صبح ٿئي ته تنهنجي پيءُ کي چئي، آءُ انهيءَ مٺي مچوءَ کي نوڪريءَ مان ڪڍرائيندي س.“
ڊيءَ (وائڙي ٿي محل ڏانهن نهاريندي): ”امان بابو انهيءَ گهر ۾ رهندو آهي؟“
ماءُ: ”ها پٽ، اهو پنهنجو گهر آهي. ڏسجو، اوهان جو پيءُ اوهان کي

ڏسي ڪيئن ٿو ياڪر پائي."

ڏيء (شمع) سندس محل ڏانهن نهاري ٿي- مڪ ڪنهن اُجاتل خوشيء مان ٽڙي ٿو پويس. هوء وري ماءُ جي ڪلهن تي سري ڍرڪايو ڇڏي.

ڪٽ

ڏيک ٽيون

صبح جو وقت، ڪيميرا پين ڪري صوبدار خان جي محل نما خوبصورت نہ ماڙ گهر جو منظر ڏيکاري ٿي. محل جي اندران ٻنهي پاسن کان وڻ ۽ گلن جا ٻوٽا چانيل آهن. گيٽ جي اڳيان ٻہ نوڪر هڪ اڇي پلي سينگاريل گهوڙي کي ٻوچڪارا ڏئي جهليو بيٺا آهن. ڪجهہ ٻانهيون ڪم ڪار سان ڏاڪڻين تان هيٺ مٿي اچن ۽ وڃن ٿيون. ڪيميرا پين ڪري رئيس صوبدار خان جي محل جو خوبصورت ڊرائننگ هال ڏيکاري ٿي. ڊرائننگ ٽيبل تي صوبدار خان جا ماءُ ۽ پيءُ آمهون سامهون ويٺل آهن. هڪ پاسي کان صوبدار خان ۽ سندس وڏو ڀاءُ ويٺل آهن. ٻئي طرف کان صوبدار خان جي ڀاڄائي ۽ سندس ٻہ ننڍڙا ٻار نون سالن جو پٽ ۽ ستن سالن جي ڌيء ۽ خاندان جون ڪجهہ نينگريون چوڪر ويٺل آهن. صوبدار خان پنهنجي پيءُ جيان تمام رعب وارو ماڻهو ٿو لڳي. هو قداور ۽ نهايت ئي جاندار نوجوان ٿو لڳي. سندس ڪنن ۾ هيرن جا والا پيل آهن. اڇي سلوار قميص ۽ سونهري ماڊرن ڪوٽ ۾ هو انتهائي خوبصورت ٿو لڳي.

وڏو رئيس (پيءُ): "صوبدار، هو سونهري ديهہ جي زمين جي ٽڪر جو ڇا ٿيو؟"

صوبدار: "اهو مون پنجاهہ هزار روپين ۾ خريد ڪري ڇڏيو آهي."

وڏو رئيس: "تمام سٺو."

صوبدار: "چڱو هاڻ آءُ هلندس، مون کي ڪنهن ضروري ڪم سان وڃڻو آهي."

ڪاڏي جي ميز تان اٿي ٿو ۽ ڏاڪڻ تان هيٺ اچي ٿو. هيٺ ڪجهہ نوڪر ۽ ڪمدار بيٺل آهن. ڪمدار کيس سلام ڪري ٿو.

ڪمدار: "سائين اڄ ڀاڻي جو وارو آهي."

صوبدار: "هون... ڏهہ خون ٿي وڃن تڏهن بہ وارو نہ ڏجو. جو ڪجهہ

تيندو، ڏنو ويندو- سمجهين."

ڪمدار: "سائين، اوهان بي فڪر رهو."

صوبدار خان لڪڻ لهرائيندو گهوڙي تي لانگ ورائي ٿو. سندس تيز رفتار گهوڙو جهڙو ئي هٽڪار ڪري نرا ڪٽي تيزيءَ سان گيٽ ڏانهن وڌي ٿو تہ مارل ۽ سندس پٽي ٻار سندس اڳيان اچيو وڃن.

مارل (رڙ ڪري): "صوبدار گهوڙو جهل."

صوبدار (گهوڙي کي قابو ۾ آڻيندي حيرت مان): "تون...!"

مارل: "ها ها، آءٌ اچي وئي آهيان."

صوبدار (ڪاوڙ مان رڙ ڪري): "ڇو آئي آهين؟"

مارل: "آءٌ تنهنجا ٻار وٺي آئي آهيان- تون منهنجي گهر جو در ٻلجي وئين تہ آءٌ پاڻ تنهنجي گهر هلي آئي آهيان، حيف اٿئي، ڪڏهن ٻلجي سار بہ نہ لڌيئي؟"

صوبدار: "توکي هتي نہ اچڻ گهرجي ها- توکي جي پئسن جي ضرورت هئي تہ گهرائي وٺين ها."

مارل: (واڻڙي ٿيندي): پئسا! آءٌ پئسن کي ڇا ڪنديس- مون کي توکان سواءِ ڪجهہ نہ گهرجي."

صوبدار: "بڪ نہ، محلن ۾ مهاڻيون ۽ ماڇاڻيون ڪونہ ويهاريون آهن."

مارل (رڙ ڪري): "صوبدار."

صوبدار: "آءٌ چوانءِ ٿو منهنجو نالو نہ وٺ."

مارل (رڙ ڪري): "آءٌ سؤ ڀيرا تنهنجو نالو وٺنديس- تون مون کان منهنجو حق نٿو ڦري سگهين. صوبدار، تون ڇا ٿو تماڇيءَ کان وڏو بادشاه تہ ڪونہ آهين. تماڇيءَ کي بہ ڪو خراب ڪونہ ٿو چوي، ننگ سڃاڻ، ميري آهيان، مندي آهيان- تنهنجي آهيان."

صوبدار ٽپي ٻاهہ ٿي گهوڙي تان لهي ٿو.

صوبدار: "اوه، بدڪار عورت تہ تون ائين ڪونہ سمجهندينءَ، هاڻ مٿان سر مان ٽٽي آهين."

صوبدار نيٽ جي لڪڻ سان مٿس وار ڪري ٿو. سڀ گهر جا ڀاتي، نوڪرياڻيون، هَل تي ڏانهن نهاريندا رهن ٿا. صوبدار جو سمورو خاندان مٿان گيلريءَ تان اهو منظر ڏسندو رهي ٿو. مارل جي مٿي مان رت جون ليڙيون

وهڻ لڳن ٿيون. هو ڏڪن جو ٿاءُ نہ جهلي ڪري پوي ٿي. ٻئي ڀار امان امان ڪري ڪيس بچائڻ لاءِ مٿس ڪري پون ٿا. صوبدار جو هڪ ڏڪ ننڍڙي کي لڳي وڃي ٿو. پٽ ماءُ جي منهن کي ڏسي ڪنڌ ڪٽي پيءُ ڏي نهاري ٿو. صوبدار خان جو روح ڇڻ ڏکي وڃي ٿو. سندس هٿ ازخود روڪجيو وڃي.

صوبدار زال ڏانهن نهاري، ڪاوڙ مان ڏڪندي: "ٻڌ، موٽڻ ويل جي توکي هن ڳوٺ ۾ ڏٺم تہ ٻنهي ٻارن سان گڏ قتل ڪندوسانءِ."

ڪاوڙ مان گهوڙي ڏانهن وڌي ٿو. ۽ ڪجھ سوچي ڪمدار ڏانهن نهاري چوي ٿو:

صوبدار: "ڪمدار، هن عورت کي ٻہ ايڏائي هزار روپيا ڏئي روانو ڪري ڇڏجانءِ، موٽڻ ويل آءُ هن کي هتي نہ ڏسان، سمجهين؟"

گهوڙي تي لانگ ورائي ٿو. سندس ڀلو گهوڙو وڏي هٽڪار سان نرا ڪٽي تيزيءَ سان محل جي گيٽ کان ٻاهر ڊوڙي ٿو. ننڍڙو پٽ نهايت ئي جوش ۾ ڪاوڙ مان ڏانهس نهاري ٿو. پٽ جو ري ايڪشن. ڪيميرا صوبدار خان جي ماءُ پيءُ، ڀاءُ ڀاڄائي ۽ ننڍڙي ڀائٽئي ۽ ڀاٽيءَ جو ري ايڪشن ڏيکاري ٿي.

گئلريءَ تان غور سان مارل ۽ سندس ٻارن ڏانهن نهاريندي.

وڏو رئيس: "سومار، انهيءَ عورت کي منهنجي ڪمري ۾ وٺي اچ."

ڪيميرا مارل کي ڏيکاري ٿي. سندس ٻئي ٻار مٿانهس جهڪيل آهن. هوءَ ڀواٽيون ڪائيندي اٿڻ جي ڪوشش ڪري ٿي.

ڪٽ

ڏيک چوٿون

وڏي رئيس (صوبدار خان جي پيءُ) جو خوبصورت وڏو ۽ ويڪرو ڪمرو- هو پريشانيءَ جي عالم ۾ اچ وڃ ڪري رهيو آهي تہ ايتري ۾ هڪ نوڪر، مارل ۽ سندس ٻنهي ٻارن کي اندر وٺي اچي ٿو. وڏي رئيس کي ڏسي مارل ۽ سندس ٻنهي ٻارن تي خوف طاري ٿي وڃي ٿو. وڏو رئيس مارل ۽ ٻنهي ٻارن ۾ غور سان نهاريندي رعب مان.

وڏو رئيس: "ڇوڪري ڊڄ نہ- ڪير آهين تون؟"

مارل (خوف مان): "آءُ صوبدار خان جي نڪاح ٻڌي زال آهيان. هي ٻئي ٻار اوهان جا آهن."

وڏو رئيس (غور سان ٻنهي ۾ نهاريندي): "هون... رئيسن جي ٻارن کان اڪثر اهي غلطيون ٿي وينديون آهن. آءُ صوبيدار خان جو پيءُ آهيان- ٻڌاءِ هاڻ تون ڇا ٿي چاهين؟"

مارل (مارل گنديءَ سولي ڪري سندس پيرن ۾ ڪرندي): "مون کي ڪجهه نه گهرجي، الله ۽ اوهان کان سواءِ منهنجو ڪوبه اوهي واهي ڪونهي. مون کي پنهنجي پيرن ۾ جڳهه ڏيو- آءُ پنهنجن ٻارن ۽ اوهان جي خدمت ڪنديس."

رئيس (رڙ ڪري): "اهو ناممڪن آهي."

مارل: "نه نه، مون تي رحم ڪائو- آءُ هنن ٻارڙن کي وٺي ڪٿي ڌڪا کائينديس- اهي اوهان جو رت آهن."

وڏو رئيس: "ڇوڪري، رئيسن ۽ رئيس جي اولاد جي سوچ ۾ تمام گهڻ فرق ٿيندو آهي. اسان توتي فقط ايترو رحم ڪائي سگهون ٿا ته تنهنجي ننيڙي ڌيءَ کي پناهه ڏيون- ان لاءِ ته اها ڇوڪري اسان جو رت ۽ لڄ آهي."

مارل (حيرت مان): "ڇا...!"

وڏو رئيس: "ڇوڪري ڊڄ نه، رئيس پنهنجي اولاد جي ويهاريل عورتن کي پورو پورو خرچ ڏيندا آهن. مون تي ڀروسو رک، آءُ تنهنجي پٽ لاءِ توکي پورو خرچ موڪليندو رهندس."

وڏي تجوڙيءَ مان ڪجهه نوٽن جون دستيون ڪيندي ڏانهس وڌائي ٿو. مارل پئسا ڏسي ڪنهن اُچاتل خوف کان ڏڪي وڃي ٿي.

وڏو رئيس: "هان... هي وٺ، اڄ کان تنهنجي ڌيءَ اسان وٽ رهندي. اسين شهر ۾ تنهنجي رهڻ جو بندوبست ڪري ڇڏينداسين."

مارل: "نه نه، مون کي پئسا نه گهرجن- آءُ سڀ سمجهان ٿي- آءُ پنهنجي ڌيءَ کان جدا ڪيئن رهي سگهنديس؟"

وڏو رئيس: "پر اهو اسان جي غيرت جو سوال آهي. هيءَ ڇوڪري اسان جي لڄ آهي- اسان هن کي تو وٽ اڪيلي نه ٿا ڇڏي سگهون."

مارل (باهه ٿيندي- ٺوڪ مان): "آءُ به ته اوهان جي لڄ آهيان- مون تي اوهان کي غيرت ڇو نٿي اچي؟"

وڏو رئيس (رڙ ڪري): "ڇوڪري."

مارل: ”رئيس، پنهنجا اهي نوٽ پنهنجي تجوڙي ۾ رکي ڇڏ. ڪم اچي ويندء- پنهنجا ٻار تہ جهرڪي بہ پالي ويندي آهي- آءٌ تہ عورت آهيان.“

ٻنهي ٻارن ڏانهن خوف مان نهاري ڪين ٻانهن کان جهلي.

مارل: ”هلو پٽ، هي ماٺهو تہ ڏونگر کان بہ ڏاڍا آهن.“

ٻار وٺي وڃڻ لاءِ اڳتي وڌي ٿي. وڏو رئيس سٽ ڏئي ديوار تي ٽنگيل بندوق ۾ هٿ وجهي ٿو، ۽ پوري طاقت سان گجگوڙ ڪري ٿو.

وڏو رئيس: ”ڇوڪري، تہ پوءِ ٻڌ! تون هتان ڏيءَ جو لاش کڻي ويندينءَ.“

مارل جو روح ڇڻ ڪنبي وڃي ٿو. هوءَ ڏڪڻيءَ مان رئيس ڏانهن نهاريندي ٿي رهي.

مارل (ڏانهن ڪري): ”نہ نہ، اهو نسورو ناحق آهي، ظلم آهي، انياءَ آهي.“

ڪاوڙ ۽ ڏکويل پرايل آواز سان ڏڪندي.

وڏو رئيس: ”ها، اهو ناحق آ، ظلم آ، انياءُ آ- پر آءٌ صدين جي هلندڙ دستور اڳيان بي وس آهيان. معاشري اڳيان مجبور آهيان. جي تون ڏيءَ کي جيئرو ڏسڻ چاهين ٿي تہ پوءِ چپ چاپ پٽ وٺي هلي وڃ.“

مارل ڪنهن اڻڄاتل خوف کان ڪنبڻي مان ڏانهنس نهاريندي ٿي رهي.

وڏو رئيس (ڪاوڙ پيئندي، ڪجهہ نرميءَ سان): ”ڇوڪري منهنجو رئيساڻو قول آهي، اها ڇوڪري هن محل ۾ شهزادين جيان رهندي ۽ منهنجي جائداد مان ڪيس منهنجي پٽن جيترو ئي حصو ملندو.“

مارل: ”اسان کي جائداد نہ گهرجي.“

وڏو رئيس (تپندي): ”پر مون کي اها ڇوڪري هر قيمت تي گهرجي، (بندوق جو ٽرائيگر دٻائيندي) ٻڌاءِ، تون ڏيءَ کي جيئرو ڏسڻ ٿي چاهين يا مئل؟“

مارل ڊوڙندي ڏيءَ کي چنبڙي ٿي وڃي.

مارل: ”نہ نہ، منهنجي ڏيءَ کي نہ مار. آءٌ ڏيءَ اوهان وٽ ڇڏي وينديس. آءٌ اهو سور بہ وينديس.“

مارل ڏيءَ کي ڀاڪر پائي رانياٽ ڪري روئي ٿي. وڏو رئيس ڪجهہ دير کين ڏسندو ٿو رهي، ۽ پوءِ وڌي ڪيس ڏيءَ کان جدا ڪري ڇڏي ٿو.

## ڪٽ

## پڇاڻي

ڪيميرا مارا ۽ سندس پٽ ڪي محل جي ڏاڪڻ تان ڏڪندي، گهوماٽيون کائيندي، لهندو ڏيکاري ٿي. مارل جي نسٽ هٿن مان نوٽ هڪ هڪ ٿيندا اڏامندا سڄي محل ۾ پکڙندا ٿا وڃن.

مارل (لڙهندي لهندي): "يا حسين مون سان قهر ٿي ويو، آءٌ لٽجي ويس، تباهه ٿي ويس."

نينگر (مراد) جي اکين ۾ ڳوڙها، ڪروڌ ۽ نفرت آهي، محل جا ڪتا ڀونڪندا ٿا رهن. ٻئي ماءُ پٽ هڇندا، رنيندا محل مان نڪري وڃن ٿا.

# سونا پڙ ۽ ڪارا جهڙ

چوريءَ ۾ اونهين گهور سان نهاري ٿو ۽ تڪين تيز اکين سان چوري جي ماءُ نوران ٻائيءَ ۾ نهاريندي، وسڪيءَ جو وڏو ڍڪ ڀريندي، نئون سگريٽ دکائي ٿو. سندس چپن تي چڻ ڪوڙاڻ جا سوين تهه چڙهيو ٿا وڃن.

”پيش سون! ڪڏهن ڏٺو به اٿئي پيش سون؟... هتي ته لوڻ ۾ ملاوٽ آهي، مون کي ڪيئن يقين اچي. ٻڌاءِ، ڪنهن جي ڏيءَ آهي، ڪهڙي لٽ سردار، پير، شهزادي يا نواب جي؟...“

”تو واري سردار جي، وڏو پارکو آهين، مهاندا نئو سڃاڻينس.“ نوران ٻائي اها ڳالهه خوف کان چڻ ڏيءَ کان به لڪائيندي، پٺڪن سان ڊڄندي ٿي ڪري ۽ پوءِ هٿ جي سٽ سان چوري جي اڏ اگهاڙين ڇاتين کي ويتر اگهاڙو ڪريو ڇڏي. اڏ اگهاڙا اره، چوٽ جي چنڊ جيان تجلا ٿا ڏين، تيج ٿا هڻن.

”ها، اکيون کولي ڏس، هي ته راڄن جي راڻي، ڪيئن نه ٻڙن مٿان سونا پُڙ چڙهيا پيا اٿس. اڄان ته ٻارهن سالن جي مس آهي، اهي پڙ ايئن ڪونه چڙهيا اٿس، ٻئائتي ۽ پيڙهيائتي آهي، رڳو اره تي هٿ رکي ڏسينس ته ڪيئن نه رڳ رڳ رباب بڄي وڃي ٿي پويس.“

”هٿ رکي؟...“ فنڪار، نوران ٻائيءَ جي ڳالهه اڌ ۾ ڪاٽي ٿو ڇڏي؛

”ٻائي، چيم نه منهنجي هٿ ۾ ڪامڻ آهي، جادو آهي، ڪشش ثقل، چقمق. اهو هٿ جي آءٌ تو ڪرڙپيل پوڙهيءَ جي ڪنهن به سنڌ تي رکان ته تنهنجي نهائينءَ جو ئي ٿا، نانهن جو تار تار تنبير جيان وڃي پوندو. نيٺ تو مون کي سمجهيو ڇا آهي، ڪو وڏيرو يا نواب، جو نوٽن کان سواءِ ڪنهن جي اندر ۾ ٻاڻ لاءِ هلڪو موهه به پيدا نه ڪري سگهان.“

فنڪار جي تکي ٿي وڃڻ تي نوران ٻائي کي دهلجي، سندس هيئاهيون ٿي وئي؛

”تڏهن ٿي تہ تنهنجي پيرن ۾ پيا آهيون. ڪيو ٿس ڪو ميڪ اپ، تون سمجهين نہ پيو. منهنجي چوڻ جو مطلب اهو هو تہ قرآن جو قسم، تہ ڇوريون سڀ ساري سون ڪاڻ آهي. توڪان ڪيهي لڪ، الله جو سنهن تہ اجان ڪنوارپڻي جو ڪو ڏاڳو بہ نہ ڇڪو اٿس. اعتبار نہ اچئي تہ سڀ رات پيو تنبير جيان وچايو لکيو ٺوڪيو جانچي ڏسجانس. مون هن ڪي وڏيرن ۽ سؤ روپين وارن گراهڪن لاءِ تاتيو نانهي. آواز ٻڌئي، ناچ ڏٺئي. ٻڌاءِ، آهيس ڪا ڪاڻ؟ ڪيئن بہ ڪري مون کي ڇوري چوٽ چاڙهي ڏي.“

”ڪاڻ ڪانهيس تہ پوءِ منهنجو مٿو ڇو پئي کائين؟“

”نہ، تون رڳو سڃينس تہ سون ٿي پوي؟“

”تہ پوءِ اها سودي بازي ڇو پئي ڪرين، ڇيم نہ تہ ڇوريءَ کي فنڪار بڻائڻو اٿئي تہ پوءِ ڇوريءَ تان هٿ ڪڻي ڇڏ. آهو پلي ڇڏ. هاڻ هيءَ چڪلي ۾ نہ رهندي.“

”ڇا مطلب؟!...“ نوران ٻائيءَ جي جڻ ديہ ڏهي ٿي پوي. هوءَ اکيون ڇنيڻ کان سواءِ فنڪار ۾ نهاريندي رهجي ٿي وڃي.

”ايئن سمجهہ تہ جيڪو نواب يا سردار، چڪلي ۾ عياشيءَ لاءِ قوم جو رت ست چوسي، ڏيءَ کي سون جي ڪاڻ سمجهي، سدا لاءِ پاڻ سان گڏ، ويڙهين ۽ ولهارن ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ آيو آهيان. ٻڌاءِ، منظور اٿئي؟...“

”نہ نہ!...“ ٻائيءَ وڏي ٻوڏار ۾ اچي حيرت مان بي پرواهہ فنڪار ۾ نهاريندي ٿي رهي.

۽ اَسانت، اسڌ، اسرت، اڀاٽڪي ڇوريءَ ڪڏهن ماءُ ۽ ڪڏهن ان اجاتل ماڻهو ڏانهن اوس ٿيو نهاريندي ٿي رهي. ڪيس ننڍ کان اوڀاسيون پيون اچن، پر مجال آ جو ڪن پل ننڊ جهوٽو هڻي. ننڊ بہ پرائي وس. ڪيس تہ اها بہ ڪل ڪانهين تہ سون ڪاڻ ڇا ٿيندي آهي. ڪير ڪنهن کي چڪلي ۾ گروي رکي ويو، مامرو کهڙي ڳالهہ تان متو آهي. ماڻس تہ ڪنهن ۾ اک ڪانہ ٻوڙي، پر هن اجاتل ماڻهوءَ آڏو ايڏو جهيڙو ڇو پئي ٻولي. هن ماڻهو وٽ آهي ڇا!... ڪن لاءِ هوءَ ان ماڻهو ۾ نهاريندي ٿي رهي. ننڍاڪڙن نيڻن ۾ ٻالاپڻ جي ٻوڪ سان، ۽ پوءِ جيئن هوءَ سدائين گراهڪن آڏو نچي نچي، ننڊ کان چور ٿي سمهي پوندي آهي، تيئن هوءَ سراٿو ڪئي، وچ ۾ پيل غاليچي تي سيراندي رکي، ليٽي ٿي پوي، ۽ ننڍاڪڙن نيڻ سان ڪڏهن ڪڏهن ان ماڻهوءَ

۾ چور نيڻن سان نھاري ٿي وئي.

"بائي، گيڙين ۾ ڇو پئجي وئي آھين. جواب ڇو نٿي ڏين؟"

"ڇا سدا لاءِ؟"

ڪن لاءِ فنڪار اسڌ. اسرت چوريءَ جي ڊيڪيل ليٽيل ديھہ ۽ ننڊاکڙن نيڻن تان نيڻ ھٽائي ڏاڍي ارڏائي ۽ کھرائي مان نوران بائيءَ ڏانھن نھاري ٿو ۽ ڪروڌ مان نئون سگريٽ دکائي تيلي وسائي ٿو:

"ھا- سدا لاءِ."

"نہ... اھا تہ ڏاڍي ڏکي ڳالھہ آھي؟"

"ھيو تون ڇا ٿي سمجھين. فنڪار ٿيڻ سولي ڳالھہ آھي. ٻڌاءِ بائي، تون ڇا ٿي سمجھين تہ ڪالو خان تبلو وڄائيندو، راڻي نچندي، اھو فن يا آرٽ ٿي ويندو؟ جي اھو فن آھي تہ پوءِ وڏن وڏن ميڙن ۾، سرڪسن جي اسٽيج مٿان زنانا ڪپڙا پائي سڀ ناچو چورا فنڪار ٿيا يا نہ؟ ٻڌاءِ، ان ناچو چوري ۽ پاڪستاني ايڪٽريسن جي ناچ ۾ ڪھڙو فرق آھي... بائي، جيئن اھي چورا چوريون ناھن، تيئن اھو فن بہ فن نہ آھي، سمجھيئہ؟ ٻڌاءِ ڪھڙو تبلائي آھي، ڪھڙي راڻي بائي آھي، جنھن جو آواز، ڪنور پڪت يا جيوتي بائيءَ جي آوازن جيان لکين پابندين کان پوءِ بہ ڇڻ آواگون جي پولارن پاتارن مان ايندا ھجن. اڄ تائين ڪير روڪي سگھيو آھي انھن ازلي آوازن کي، موت تہ ڪا شيءِ ڪانھين. فنڪار... فنڪار ٿيڻ ڪا پارن جي راند ڪانھين."

"تہ پوءِ ٻڌاءِ تہ ڇا ڪريان؟"

"چير نہ، چوري تان آھو پلي ڇڏ. آءٌ ھن کي پاڻ سان گڏ ڪيرٿر، ماڙھو مٽي، ھنگلاج، ڀڳو ٺوڙھو، پپ، چوھڙ، ھالار، ڪانيو ۽ ڪارونجھر جا پنڌ ڪرائيندس. آءٌ ھن جي ھٿن ۾ چمٽو ڏئي، ھن کي بيراڳڻ بڻائي، وستي وستي، واھڻ واھڻ، تر بر گھمائيندس. ھيءَ نگري نگري، واھڻ واھڻ ڳائيندي، نچندي، ناٽڪ ڪندي، منڊليون رچائيندي ويندي. ريڊيو، ٽيليويزن ۽ فلمن جون مشينون پاڻمرادو ھن جي ڪشش ۾ ڊوڙنديون اينديون. آءٌ ھن کي انھن پھاڙن مٿان، ايترو مٿي اڇلائيندس جو ھي ڪئميرائن ڏانھن مڙي نھاريندي بہ ڪانہ، سمجھيئہ؟..."

بائي جي اکين ۾ چمڪو اچي ويو:

"پر جھنگلن جا ايڏا رولاڀڙا ۽ ڪشالا ڇو؟ اھا سکيا تہ تون ھن کي

حيدرآباد يا ڪراچيءَ جي ڪنهن وڏي بنگلي ۾ به ڏٺي سگهين ٿو."

"بائي، ڳالهائين ڪنهن سان پئي، ڇا سمجهيو تئي مون کي؟ ڇا پڙهوو؟؟..."

فنڪار جي اوچتيءَ رڙ سان بائي جي لئون لئون ڪنبي ٿي ويئي. ڪچي ننڊ ۾ وهاڻيل ڇوري به جاڳيو پوي. ڪروڌ ۾ آيل فنڪار ڪن لاءِ وسڪيءَ جا وڏا ڍڪ پريندو، هوريان هوريان مانُو ٿيندو ٿو ويئي: "هونهن بنگلو. بڌاءِ نه، پوءِ هي ڏڪاريل ڊائڻ عورت جو ڪردار ڪيئن نڀاهي سگهندي؟ بڌاءِ، سڪارئي ڪارونجهر ۾ مورن جا ازلي ناچ ڏسڻ کان سواءِ، هي نرت ڪلا ڪي ڪيئن پرکي سگندي؟ ڏڪارين پٽن ۾ پتڪڻ کان سواءِ، هن جي نڙي ۾ اجايل مورن واري رڙ جي پيڙا ڪيئن کُهلي سگهندي؟ ڪيئن نڪرندي سندس نڙي مان ڪوئل جي ڪوڪ؟ بائي فن، قدرتي جي امانت هوندو آهي. ان لاءِ ته فن کي قدرتي جا ڏک ۽ ڏولاوا ئي جنم ڏيندا آهن، نه تبلا ۽ گهنگهرو. فنڪار ٿيڻ لاءِ ته وڏا ڇلا ڪيڏا پوندا آهن. ٻڌاءِ ڏيٺهين ميران ديويءَ کان ڪا وڌيڪ پاڪ پوتر، حسين، ڪومل ۽ نازڪ آهي ڇا؟..."

بائيءَ جا واجڻ وڃي ٿا وڃن. هن جي ٻڌڻ جي شڪتي پسر ٿيو وڃي:

"پر اهو ته ڏاڍو جان جوکم جو ڪم آهي. اسين چڪلي جا ماٺهو ڇا ڄاڻون انهن ڪمن مان!"

"ته پوءِ سِکڻ جون سڌون چو ٿي ڪرين، چڪلي جي آهين ته چڪلي ۾ رهه، حدون اورهانگڻ جي ڪوشش نه ڪر."

ڪن لاءِ ٻنهي جي وچ ۾ موت جي مانار پئدا ٿيو وڃي، پر ان کان پهرين جو فنڪار گلاس خالي ڪري، اٿي هليو وڃي، بائي ڏاڍي چالاڪيءَ سان سندس گلاس ۾ وسڪيءَ جا ٻيٺا ٻاڻ پري ٿي ڇڏي ۽ فنڪار جي چپن ۾ آيل نئين سگريٽ کي لائيٽر سان دکايو ڇڏي ٿي ۽ پاڻ به مقابلي لاءِ وسڪيءَ جون ننڍڙيون ننڍڙيون چسڪيون پريندي ٿي رهي. فنڪار وڏي ڪڙيءَ ڳيت سان ڍڪ ڏوکهي ٿو وڃي ۽ جادوهاڻين اکين سان بائيءَ ۾ نهاريندو اونهون ٽڏو ساهه پري ٿو.

"بائي، ڏاڍي اٻوجهه آهين جو چڪلي ۾ رهي به نيري ستارن پريل سرڳڌام ۾ جايون جوڙڻ ٿي گهرين ۽ آءٌ به وڏو گڏهه آهيان... چڪلي ۾ فن ڳولهڻ آيو آهيان... چڪلي ۾!... چڪلي ۾ سرگسي پنڌالن تي نچندڙن

ڇورن جي ناچ واري دلبي جيان، ڪوڙي سونهن کان سواءِ ٻيو آهي ڇا؟...“

ٻائي واساما ڪائيندي فنڪار ۾ نهاريندي ٿي وڃي ته ڪھڙي ماڻھو سان پلئہ اڙيو اٿس. فنڪار جي اکين جي جوھر جو تيج جيئن پوءِ تيئن تکو ٿيندو ٿو وڃي. ڇڪلي ۾ جائي هٿي ٻائي، تنهن کان ڇوري ڇڏائي وڃي، اھو ته ڪنهن ڪتاب ۾ لکيل ڪونهي. ٻائي پنهنجي اکين جا ڪامڻ تکا ڪندي ٿي وڃي.

وڏي ٻيت سان فنڪار وري پڇڪي ٿو:

”ٻائي تون به ته وڏي ڪڙپيل آهين، ساري ڇمار ڇڪلي کي ڏني اٿئي، ٻڌائي سگھين ٿين ته سونهن آهي ڇا؟...“

ٻائي رڳو فنڪار ۾ نهاريندي رهجي ٿي وڃي. هوءَ ان سوال جي جواب کان ڪوري ء ڪوجهي آهي. فنڪار وري پڇڪي ٿو:

”ڇا ٻهڪندڙ ٻورا ٻورا لڱ؟ سون سمان تجلا ڏيندڙ گول گول ارهن جا قبا؟ پنؤر اکيون؟ ڳاڙها ڳل، اپريل پولهہ. لسڙا ٿڙها يا ڪين ڊگھيون ڊگھيون ملين ڊالر ڄنگھون؟ آخر سونهن آهي ڇا؟ جيڪا ماڻهن کي ايئن پاڳل بڻايو، منجھايو، ماريو ڇڏي!...“

ٻائي لاجواب ٿيو فنڪار ۾ نهاريندي رهجي ٿي وڃي. هو محسوس ڪري ٿي ته هو بنهہ کوکلي آهي، ڪوري مٽ جيان ٺٽ خالي:

”ڇو، منهن ڇو لاٿو اٿئي، ايحان ته تون جوپ لڳي پئي آهين، اٿي، آءٌ توکي ٻڌايان ته سونهن ڇا آهي، ڪٿي آهي...“

ٻائي سچي به ڄڻ سندس ڪشش ۾ اچيو وڃي. فنڪار جي شاهد آنڱر، سندس پيٽ تان، گول دائرا ٺائيندي، سندس اندر مان تڏڙا ڪيندي، اوچتو برف جيان سندس دن ۾ پيهي سندس اندر ۾ باهيون پٺدا ڪري ٿي ڇڏي:

”ٻائي، هانوَ تي هٿ رکي سچ سچ ٻڌاءِ ته تو سونهن وڃائي آهي؟“

”نہ... نہ...“ ٻائي کان دانهن نڪريو وڃي.

”ٻڌاءِ.“ پوءِ ڇو ماڻهو توکي ڇڏي، تنهنجي اڻ سامايل ڌيءَ پنيان ڇتن ڪتن جيان پيا ڊوڙون پائن؟“

”مون کي خبر ڪانهي!...“ ٻائي وگھرجي روئڻ هارڪي ٿيو وڃي.

”ٻائي، آءٌ توکي ٻ.ايان، سونهن ڇا آهي. منو آواز ڇا ۾ آهي. حسين عورت جي ڊگھي ڳچيءَ ۾، نڙي ۾ يا ڪاني جي نڙانديءَ ۾، نڙي، نڙ،

نڙانديي، هٽ،ڪرايون، آنگريون سڀ جدا جدا شيون آهن. تو ڪڏهن پرهه ويلا ۾ جنڊ جو آواز ٻڌو آهي. فن جي دنيا ۾، هي ويلا ڪنهن حسين رنڊيءَ جي نه، مائي ڀاڳيءَ جي آهي، جنهن جا آواز پرڏيهي پکين جيان ڏٺن ۽ ٻڌن مان ايندا آهن. هي ويلا تو نوران ٻائيءَ جي نه، مائي نور بانو جي آهي جيڪا واهڻ جي چائي ۽ توهرن جي نپائي آهي. ڪڏهن اها سٽ ٻڌي اٿئي، 'منهنجي مٺڙن مارن تان، ڪکر ڇانءَ ڪجان، جهڙ جي جهول ڪجان' ٻائي تنهنجي يا تنهنجي ڏيءَ جي آواز ۾ اها جڳن جي اساٽ لوچ، ٻلڪار ۽ پيڙا ڪٿي، جا ڪکرن جا ڪنڌ ڏوڻي، آسمانن کي روئاري ڇڏي. ان امرتا آڏو سونهن ڪا شئي ناهي." سونهن نه ٻرندڙ وڪهرندڙ ميڻ آهي، جا پسر تي ويندي آهي. ٻائي يقين ڄاڻ ته تون جسماني طرح هينئر به اوترو ئي حسين آهين، جيترو ڏهه سال اڳي. تو ويچاري کي ڪهڙي خبر ته آءٌ جي هينئر توکي ننگو ڪري، تنهنجو پورٽريٽ ٺاهيان ته اهو مونااليزا جي تصوير جيان سدا لاءِ امر ٿي وڃي، پر تون... تون ڏهن روپين جي نوٽ ۾ ڏهه پيرا ننگو ٿي سگهين ٿي، پر پورٽريٽ لاءِ ڪنهن مُلهه ڪنهن قيمت تي به نه. ان لاءِ ته تون ته ويچاري سڌڙي سادڙي سپاجهڙي رنڊي آهي، توکي ڪهڙي خبر ته پورٽريٽ ڪهڙي بلا جو نالو آهي!... ڪن لاءِ فنڪار ڏاڍو دکي ٿي وڃي تو ۽ ٻائي جو سڄو اندر ڄڻ فنڪار جي آنگر جي ڇهاءَ سان سراپجندو، ٿوٿرجندو، انگهندو ٿو وڃي، هوءَ فنڪار جي اکين جو تاءُ نه جهلي، سندس ٻانهن ۾ ڏرڪندي، آنهلندي ٿي وڃي.

"مهٽا چو پيو ڏين، ڪنهن جهليو آ توکي ته مون کي ننگو نه ڪر؟..."

"ننگو!..." فنڪار ڇرڪي ويتر دکي ٿي، ٻائيءَ ۾ نهاريندو ٿو رهي، لڳاتار نهاريندو؛

"نه... نه... اڳي گهڻ ماڻهو توکي ننگو ڪندا رهيا آهن جو هاڻ آءٌ به توکي ننگو ڪريان؟... مون ۾ ڪنهن به عورت جي ديهه تي ٻولي لڳائڻ جي شڪتي ڪانهي، ان لاءِ ته مون کي خبر آهي عورت جي ديهه جي نيلام جي قيمت چڪائڻ لاءِ، ڌي چڪلي ۾ ڳهي رکٽي پوندي آهي، ٻائي ٻڌاءِ، ائين آهي يا نه؟ ٻڌاءِ هي چوري انهي ڏي وٺ، خريد فروخت جو ڦل آهي يا نه؟..."

ٻائي ڏکرن ۾ اچي ٻهرين فنڪار ۽ پوءِ ننڍ ۾ الوٽ ڏيءَ ڏانهن نهاري

تي ۽ لڳاتار نهاريندي ٿي وڃي:

" ها ايئن آهي..." ٻائي روئڻهارڪي ٿيو وڃي، ۽ فنڪار هڪ ئي ڍڪيت سان گلاس خالي ڪريو ڇڏي:

" ٻائي، شايد... مون تنهنجو الاهي وقت برباد ۽ پنهنجو سجايو ڪيو. شايد منهنجو وڙاؤ توڪي اڳرو لڳي هجي، پل لڳو هجي، آءُ ان جي پرواهه نه ڪندو آهيان. ان لاءِ ته آءُ ماڻهن جي اندر جي پولارن پاتارن جا ڳجهه ڳوهه ڳوليندو ۽ کوليندو آهيان. تون چا، تنهنجي ڏيءَ چا، تنهنجي ايندڙ زمانن واريون پڙ پوٽيون، ڏهتيون به پيار ڪنديون. پوءِ پل اهي چڪلن ۾ نپجن ڪين محلن ۾، نيٺ هي چڪلائي، ڪڏهن ته چڪلا ختم ڪندا... چڱو، موڪلائي."

فنڪار اونهي گهري ڏڪويل ساهه سان اٿي ڪڙو ٿئي ٿو ۽ ڪن لاءِ غاليچي مٿان اَسَڌ، اسَرت، ٻالاپڻ جي ٻوڪ ۾ ستل ڇوري ڏانهن نهاري ٿو. ڪن لاءِ ڪيس سچي به ايئن ٿو ڀاسي، ڄڻ سندس سامهون ننڍڙي لاڪي وارن ديون پرين وارين ڪهاڻين واري، سون ولات جي شهزادي ستي پئي آهي. پڙن مٿان، سونا پَڙ ڇڙهيل. ڪن لاءِ هو ڏانوڻجيو وڃي. پوءِ هو تڪڙو نڪري وڃڻ لاءِ هيٺ ڏاڪڻ ڏانهن وڌي ٿو:

" رات رهي پوين ها..." نوران ٻائيءَ جي آواز ۾ ڪنهن به قسم جو فريب يا دولاب ڪينهي.

" نه، مهرباني..."

" پلا ڪڏهن اچڻ جو وڙ ڪندين ڪين؟..."

" الائي، مون ڪي ڪابه خبر ڪانهي ته هاڻ آءُ ڪيڏانهن پيو وڃان."

" ٻڌ، دليان پئي چوان، منهنجو تن من تولاءِ آهي، آءُ ته تنهنجي پرپٺ جي عاشق آهيان جڏهن دل چوئي، هليو اچجان، اصل بي ڌڙڪ..."

فنڪار هڪ ٻه ڏاڪا لهي ويندي، مڙي ڏاڍي ڏڪويل مرڪ سان نوران ٻائي ۾ نهاري ٿو ۽ ڏاڪڻ هيٺ لهي، چڪلي جي گهٽين ۾ گم ٿي وڃي ٿو.

# ڪجلا تجلا ماٺهو

هو آمريڪن اسڪالر عورت سان وڏيءَ ڊگهيءَ ڪاري بيوڪ ڪار ۾، پوئينءَ سيٽ تي ڪنڌ ڍاريو پيو آهي. ايمريڪن اسڪالر تي ننڍا جا ڪيپ آهن. هوءَ جهوٽا کائيندي، هن جي ڪنڌ مٿان مٿو ڍاريو ڇڏي، ۽ هو پاڻ سوچن جي ٻوڏارن ۾ لڙهندو ٿو وڃي. سوچون، جي ڪڏهن به، ڪٿي به ذهن ۾ ڦرموٽيءَ جيان ڦري سگهن ٿيون. (۽ ڦرنديون رهنديون آهن، سٽي لوءِ به.)

هو سوچي ٿو: ”ڪڏهن ڪڏهن، پنهنجون ڳالهيون، پنهنجو جيون به پرايو لڳندو آهي. جيون ۾ جو ڪجهه آهي، ڄڻ سڀ پرايو آهي. پنهنجو ڪوئي ڪونهي. ڀلا آءُ پنهنجو ڪڏهن رهيو آهيان! الا... مون ته پاڻ کي ڪڏهن اڻ لکي اهميت به ڪانه ڏني؟ مان زال جو آهيان، ڏيئرن ۽ پٽ جو آهيان. پوڙهي ماءُ ۽ پيءُ جو آهيان. ڳوٺ وارن، سنگتين ساٿين، واين ماين ۽ شهر واسين جو آهيان. الا... هي جيون ڪيڏو نه عذاب آهي، ڪيڏو نه ڪلاپ، ماڻهو پنهنجو پاڻ سان ڪوڙو؟... پنهنجو پاڻ ڪان وڃائڻ!...

ڪار پٺيان ٻي ٻيون ڪارون به آهن. هڪڙيون گائيڊز ۽ سامان سان سٽيل ته ٻيون به جيپون، ڪپ راڦي ۽ پٿن ۽ آڏن ڏونگرن ۾ پٽڪڻ لاءِ.

بيوڪ ٽنڊي محمد خان جي واهيات روڊ تان، هندوري جيان جهلندي ٿي وڃي. هو ان اسڪالر کي سنڌ جي فلاس ٿاهڻ جو هنر ڏيکارڻ لاءِ، ڪڙيو ڪهنور وٺيو پيو وڃي. مهيري جتن جي جهرن جهنگلن ۾ اڪٽ ڇنن ڏانهن، پري پري ڪارين ڪبڙن ۾ ڇڊا پاڊا ڇنا، منهه، پونگا، جتي ٺهنديا آهن دنيا جا اڇا رڳس، جي راتو ڏينهن جي محنت سان مهيني ۾ هڪ سؤ رپئي جي مزوري ڪاڻ ٺاهيا ويندا آهن جيڪي پوءِ هوائي جهازن جي پاڙن سان ايمريڪا، جاپان، انگليند ۽ يورپ جي ٻين ملڪن ۾ وڪيا ويندا آهن. لڪين

ڊالرن جي حساب سان.

ايمريڪن عورت جا وار قدرتي سونا آهن، هوءَ بنهه گريڪ هيلن ديويءَ جيان حسين. تال ۾ گولڊن ليڊي آهي. سونا وار چڙهو چڙ تي پکڙندا، هن کي ڊسٽرب پيا ڪن. هو وري سوچن جي ٻوڏار ۾ آهي. يادن جا ڏنگ ۾ ڏنبي. ساروڻن متان ساروڻا. ذهن جي پرٽيءَ ۾ چڻ پن چڪيءَ جو وڏو قرٽو ٽڪو ٽڪڙو هلي رهيو هجيس. يادن جي هوائن جي دٻاءُ تي هاڻ چير ساروڻا.

هان- ويساهه، اويساهه؟!... ويساهه ئي نٿو اچي ته ڪڏهن انهيءَ ڏامر جي سڙڪ جي مرمت مون ڪئي هئي، پيٽي ٺيڪي ۾. ٺيڪيدار جو پٽ جو هئس. مون ته شاندار سڙڪ ٺاهي هئي، هڪ رتي ڏامر جي به دوکو نه. پلا جي هر ڏهاڙي، نيٽ پرافٽ تي سؤ روپيا هجن ته پوءِ ڏوکي جي ڪهڙي ضرورت آهي! جڏهن پورهيت به خوش هجن، ۽ ماڻهو پورهيتن سان پورهيت هجي. پنجويهه سال... ڪيڏو نه ڊگهو عرصو؟ پوءِ به چڻ ڪالهه ڪالوڻو ڏينهن! جڏهن ته اجا مان تيرهن سالن جو مس هوس. پلا ڪو اعتبار آڻيندو ته انهيءَ سڙڪ تان آءَ پنجويهه سال اڳي، راڪٽ گهوڙي ۽ ويسا ويس گاڏيءَ چاليهن ميلن جي رفتار سان ڊوڙائيندو هوس.

جيئن ئي ڪار ڪنڙ جي اسٽيشن کان به ٽي ميل اڳتي وڌي ٿي، هو رستي جي پرئين پار ڪاٻي پاسي نهاربندي، اوچتو چرين جيان ريهه ٿو ڪري:

"اسٽاپ... اسٽاپ دي ڪار." اسڪالر عورت جاڳي ٿي پوي.

"واٽ هيپنس وٽ يو؟..."

"نو، ڪجهه ڪين." هو ڪار مان لهي ڦليليءَ جي ڪپ ڏانهن ڪيڙيءَ مان پوري طاقت سان ڊوڙندو ٿو وڃي.

۽ ڪوني، ساڳيءَ گوناگون وهڪ سان وهندي ٿي وڃي. مهاڻيون ۽ واهڻن جون مايون، ساڳيءَ ريت سان ڪپڙا سٽيو. ڪوني ڪناري ڏوپ ڏڙا پيون ڪن. ٻارڙا، جوان، پوڙها، آسامايل، اباڙيون، ڇوريون ۽ مينهون ساڳيءَ ريت پيون ڪونيءَ ۾ ترن ۽ تڙڳن. ذهن جي مهاياري پرٽي ڪيس گهوماٽيون ڏئي، الائي ڪهڙين وچايل ويلائن ۾ اڇلائي ٿي ڇڏي؛ هو ڪونيءَ جي وچ سير ۾ غوطا ٿو کائي، هاسيڪار... پنهنجي ٻارنهن سالن جي ڪولهڻ ڇوريءَ کي تنگ ڪرڻ لاءِ، جا ڪپر تي ڏوپ پٽي ڪري، جا سدائين ڪيس چڙواڳ

پاڻي ۾ وهنجڻ کان منع ڪندي آهي، ڇغليون هڻندي آهي، سندس ٻيءَ سان.

"آه... آوپ... ٻوڏتو هان... بچائيو... آ... ٻوڏتو هان..." ۽ هوءَ ڪيڏن نہ ڪيڪراٽون ڪندي، ٻارڙن سان گونيءَ ۾ گهڙي هئي، تڪيريون ڳجهڙيون ترندي، هن ڏانهن آئي هئي.

"روٿيا... روٿيا..." هو پنهنجي سرتيءَ جي رڇ ۾ قاتل ٻلهڻ جيئن پاڻيءَ ۾ تڙپڻ تي ڪل جهلي نٿو سگهي، وات مان وڏا ٺهڪ نڪريو تا وڃنس. هو ٺهڪ ڏيندي، ڪيس غوطا کائيندو ڏسي، ڪانئس پاڻ ڇڏائي، ڪيس تاريندو ڪناري تي وڏن جهيڙن سان اچي ٿو. ٻنهي وچ ۾ مهاڀاري جنگ:

"سور... ڪوتيا... ڪوڙيئا. نراتما. مان نان سوڏ..." هوءَ پوري ڪروڌ مان، سندس وار پٽيندي، ڪيس ٻوٽ م رهندڙا پائيندي، ڪپڙن جي سونٽي سندس چترن ۽ پٺن تي وهائيندي، پٽس سان ڇغلين ڪائڻ جا ڏاؤ ڏيندي، روئندي، رنيندي، پنهنجي لڏي ڏانهن ڊوڙي ٿي، ۽ هو ڪپر تي کپ مٿان- نچ نڪور، نين وشال آسائن ۽ آسيس سان ليٽڙيون ٿو پائي. پائينمو ٿو رهي.

"هان... هي... ڪيئن نہ سهڻيءَ جيان ڪنن ۾ ڪاهي ٿي پوي! ايڏو پيار؟..."

اوچتو ڪنهن هارن جي آواز تي، هو آليون اکيون اگهي سرت ۾ اچي ٿو ۽ وچايل ويلائن جي ٻوڏار مان نڪري، ٻئي هٿ پينٽ جي اکين کيسن ۾ وجهي، هوريان هوريان موٽرن ڏانهن ٿو وڃي. اسڪالر عورت ڏاڍي حيرت ۽ اونهيءَ گهور سان ڏانهس نهاري ٿي، ۽ نهاريندي ٿي وڃي.

"واٽز ديئر؟!..."

"نٿنگ... نو ايني ٿنگ... اونلي لٽل ميموريز..."

"ميموريز!..."

"ياپ، ميموريز آف ماءِ چائيلڊ هڊ. مائي فرسٽ لو."

"شي از لائيو؟..."

"نو- پليز ليو اِٽ..." هو آشانتائي ۽ آنڊ مائنڊ کان ڪنڊ موٽر جي پوئين سيٽ تي ڍاريو ڇڏي. ڪن لاءِ سندس ساٿي اسڪالر عورت بہ اشانت ٿيندي، جڻ پنهنجي پهرئين پيار جي ٻوڏار ۾ لڙهندي، جڻ پاتارن ۾ هلي ٿي وڃي. هونئين بہ اها عورت ڪيس پنهجي لاءِ الاهي ڪجهہ ٻڌائي چڪي هئي تہ هوءَ

ڏهاڪو سال هتي رهي آهي ۽ ايمريڪا کان گريڪ واهڻ واهڻ رلندي، ڪشمير کان سنڌ پهتي آهي. هوءَ نہ رڳو سنڌ جا آرٽس ۽ ڪرافٽس تي ڏسڻ گهري، پر ماڻهن پورو جيون. اڪال ڪالن کان هنن صدين سالن تائين ڏسڻ تي چاهي.

مهيري جتن جي گوٺرن تائين پهچندي رم جهم بوند بهار پنجيو ويئي. گاڏيون راڻي ۾ ڦاسيو تيون پون. واهڻن ۾، هو ان عورت کي، اڻ گهڙيل ڪاٺن مٿان فراسي نهڻ جو ڪم ڏيکاري ٿو، تانجي پيٽي کان وٺي، نندڙي پينگهي ۾ نئين تنجيل ٻار تائين، جيڪو سينڊين سرمن تلڪن سان ستل آهي گهري ننڊ، لڇمي ديويءَ جي گود ۾. هو ڪئيميرا مين کي فراسين جي تانجي پيٽي کان وٺي، تنجيل ٻار تائين جي ڊائريڪشن ڏئي ٿو. اوچتو ڏهاڪو کن جواڻ جماڻ عورتون چني ۾ پيهي ٿيون اچن.

هڪ ڏکندي ڳالهائي ٿي؛ ”اي ادا، ڏس تو لاءِ اسان ڦوٽو ڪڍايا، ڏس نہ ڦوٽو ڪڍائڻ پاڻ ماڙهن ۾ ڪيڏو عيب آهي، پر اسان کي هٿي توکي عزت ڏيٺي. هاڻ پيٺن جو ڪٽي هيڪڙو ڪم ڪر، هن انگريچاٽيءَ کي چئہ تہ پنٽي ساب کي چئہ اسين راتو ڏينهن سورهن سورهن ڪلاڪ ويهو ٿيون اهي چٽ چٽيون. اجان اسان شهہ ڪاريگريءَ تي رسون نٿي ڪين تہ اکين ۾ موتيو ڪريو پوي. بس ڏاڪتر کي اسان جي پارٽ ڪري. اسين آيون مزور ماڙهو. مٺو رڳو اڪ اٿلائي ڏسي تہ بہ خاشو.“

”ها، ها... چوندس... چوندس.“ هو انهن املهہ فراهمي ناهيندڙ املهہ انڌين ۽ ڪاٺين، سپٺن جهڙين سندر نارين ۽ سنگهارن ڏانهن نهاريندو رهجي ٿو وڃي. چڻ پنڊ پهڻ ٿي ٿو وڃي، اندر مان چڻ دانهن نڪريو ٿي وڃيس؛ ”الا، منهنجي ملڪ جون ناريون آهن يا ويس ديويءَ جون گريسيس!...“ وطن جون سڀ سوڍيون ۽ سنگهاريون چڻ مياورن ٿي، ميڙاڪا ڪري مٿان بيهي ويون اٿس. هو گهٽيل آواز سان، اسڪالر عورت کي عورتن جو فرياد ٻڌائي ٿو ۽ تڪڙو چني مان نڪري ٿو وڃي. پنيان اسڪالر عورت جي رڳو رڙ ٿي ٻڌڻ ۾ اچيس؛ ”اوهہ گاڊ، اٽز ٽيريبل... ويري ٽارچرنگ!...“

ڪم ختم ٿي ويو، ويچوڙي جي رات آهي، ۽ حيدرآباد جو انڊس هوٽل هو. هو اسڪالر عورت ۽ پنجابي ڪئيميرا مين سان بيٺر جون ڳيتون پريندو ٿو رهي. موضوع پوليٽڪس آهي، اسلام ۽ هندو ازم ان سنڌ. هو پوليٽڪس

تي ڳالهائڻ ڪان نفرت جي باوجود به اوچتو ڦاٽ ٿو ڪائي: ”نو، ديئر از نو ڪنوسچن آف اسلام آر هندو ازم. ديئر از اونلي ون ڪنوسچن... اونلي ون، وچ از ڪمنگ ٿرو سينچوريز، ويري وائيلڊ ازم، ڪيپيٽلزم... دس از دي ريزلٽ آف ڪيپيٽلزم ويري بلائينڊ سسٽم آف هيومن لونگ، واء يو پيپلز آر گوئنگ ٽو ميڪ اين ادر بينگلاديش ان ماء ڪنٽري. نو، ديز آر بلائينڊ ٿنڪنگز. ويري وائيلڊ ٿنڪنگز.“

۽ پوء بيئر جو آخري گلاس ختم ڪندي، هو اٿي ٿو ۽ نويڪلائيء ۾ ان اسڪالر عورت ڪان موڪلائي ٿو. عورت ڏاڍي موه سان ساڻس ڳالهائي ٿي: ”الا... تنهنجي ملڪ جا ـ نهو تہ ڏاڍا سهڻا من مهڻا آهن. جتي بہ آءُ ويس، متي تي نئين گندي ۾ هٽ ۾ ڏهہ روپيا، پنج روپيا، تہ نياڻي ست قرآن. سچ مون تہ پاڻ کي اجا تائين دنيائن جي مهاراڻي پڻي محسوس ڪيو. واٽ اي بيوٽيفل ٽريڊيشنز آء سا ان دس ڪنٽري! دنيا ۾ تہ شايد ايئن ڪٿي بہ نہ آهي!“

هوء هن جي ملڪ جون تعريفون ڪندي ڍاپي نٿي. ”او- ڪي ليڊي، آء هيوفنشڊ ماء ورڪ. نائو آء ايم گوئنگ ٽو ماء هوم. سوئيٽ سوئيٽ هوم.“

هو سؤ سؤ جي ڳٽي ڪڍي ڏانهس وڌائي ٿي. ”سياڻ ڪراچي انٽي ڪان ۾ ايندين نہ؟...“

”ساري ليڊي، آء ايم ناٽ اي گائيڊ. نو پيحينٽ، نو نيڊ آف پيمينٽ، يو آر ان دي آرٽ آف موهن جو دڙو.“ هو سندس چڳ سان ڪيڏندي ڪيس ڪس ڪرڻ بدران ساڻس پرپور هٿ ملائي ٿو: ”وش يو گڊلڪ سويٽ پينو.“

۽ هو هوٽل جي روشنين مان تکا ڊگ پريندو، پيادل رات جي انڌوڪار ۾ شاهہ جا بيت جهونگاريندو گهر تي وڃي ٿو.

# اولڙن پنيان ڊوڙ

ڊارلنگ، سمجهہ ۾ نہ پيو اچي، ڪهڙي يگ جو وير ٿي پارين. ڪهڙي جنب، ڪهڙي ڪال اڪال جو!... تو جيئن چيو آهي، مون تيئن ڪيو آهي. آءٌ ننڍڙو فنڪار سهي، هل ننڍڙو بہ نہ، ماٺهو تہ آهيان. توکي مون تي اعتبار ڇو نٿو اچي. قرآن مان تڪي پيو آهيان. ايڏو جو ڪالهہ مان هڪ وڻ هيٺان نست ٿي ڪري پيس. ڇگو ٿيو جو وڻ هو. هاڻ تہ مون کي هوريان هوريان دل جا دورا پوڻ لڳا آهن. سچ ڪانگ رڙي آيا هئا. ڪانگ ۽ ڪبوتر پرٿويءَ جا سڀ کان ذهين پکي آهن. ڪانگ تہ ماڻهوءَ کان بہ وڌ ذهين آهن. ڪانگن متان منهنجي ڏاڍي سٺي آبزرويشن آهي. ڪانگ گهڻو ڪري ماش خور هوندا آهن. جڏهن بہ ڪا چرندڙ پرندڙ ساهہ واري شيءِ، نست ٿي ڪري پيچاڙڪا پساهہ ڏيڻ لڳندي آهي، تہ هورباں هوريان متس ڪانگ لهندا آهن. مون ڪانگن کي ڏڪارئي تر ۾ اچن ۽ بکن کان پاهہ ٿي ڪرندڙ ڍورن جون اکيون ڪڍندي ڏٺو آهي. سچ آهي، تہ ڏاڍيون ڏڪوئيندڙ فيلنگز آهن ۽ آءٌ، آءٌ توکي ايترو ڏک بہ ڇو ڏيان تہ تر ۾ هيئن بہ ٿيندو آهي، هوئن بہ ٿيندو آهي. توبهن ٽرن برن ۾ الائي ڇا ڇا ٿيندو آهي!

هو ايترو خط لکي، يوڪلپٽس جي سرهاڻين پريل ڇايا هيٺان اٿي، وڻن، ڏانهن ويندڙ پاڻيءَ جي ناليءَ مان پہ ڍُڪ پاڻيءَ جا پيئي ٿو ۽ چندن سان منهن ٺڏو ڪري، يوڪلپٽس جو هڪ پن پٽي، هٿن ۾ مهٽي، ڏاڍي اُشانتائيءَ مان سنگهي ٿو ۽ سوچي ٿو، چٺي لکان نہ لکان؟... ۽ وڏن مونجهارن ۾ ٿو اچي وڃي. ڪڏهن پانهن ۾ منو منو سور محسوس ڪندي، پانهن تپندڙ، ٻهڪندڙ سج ڏانهن ڍڳهيريو ڇڏي، سوريہ- تاڪوڙ لاءِ ۽ الائي ڪيتري دير کان پوءِ وري وڻ جي ڇايا هيٺ، ڇپر متان پيل ڪتاب ۽ ڪاغر ڪٺي وري خط لکڻ ٿو لڳي:

ڏس نہ، تو چيو هو، "منهنجي جيون مان نڪري وڃ. ماڻهو مون تي آڱريون کڻندا، سوين ڳالهيون ڪندا. سور مون وٽ اڳيئي ڏڪارڻي مال جيان وٿاڻ ڪري ويهي ويا آهن." ۽ مان مرڪندو رهجي ويو هئس. تنهنجي نيڻن جي منت پرڪيڏا نہ ڪامڻ هئا، ۽ آءٌ شاندار نموني سان تنهنجي جيون مان نڪري ويس. اها تمام وڏي ڳالهہ آهي، منهنجو تنهنجو جيون مان نڪري وڃڻ. جڏهن تہ روز جا گس گام ساڳيا مجن، ساڳي ڊوڙ هجي، ساڳئي سج پٺيان! تنهن هوندي بہ مان ڪڏهن بہ تنهنجي سامهون نہ آيو آهيان. هڪ بہ پيرو پل چڪ ۾ تون پاڻ سامهون اچي ويئي آهين، نہ آءٌ. مون ڪان پل ٽئي، اهو آءٌ سوچي بہ نٿو سگهان. اهو امپاسيبل آهي. ان لاءِ تہ آءٌ دنيا ۾ هڪ ئي ڳالهہ سکي سگهيو آهيان، وقت کي ڪُنڇي ڪيئن هڻجي. مون ان پل کي پنهنجي جيون مان ڪتري ڇڏيو آهي، جنهن پل ۾، تنهنجو ڪتان تروور بہ نظر اچي. پوءِ بہ توکي شڪايت آهي تہ مان تنهنجا ڏک ٿو جهليان...!" تو منهنجي گهر جي ياتين سان شڪايت ڪري، مون کي ہڏڻ هاٿو ڪري ڇڏيو آهي.

- ۽ چٺي لکندي هو وري سوچي ٿو، لکان نہ لکان؟... "توبهن، مون تہ سڄيءَ ڄمار ۾ ڪنهن کي خط ڪين لکيو. مون کي کهڙي خبر تہ هي ڏوڙ پيو خط ڪيئن لکبو آهي. ان ڪري ئي تہ آءٌ ڪنهن کي خط لکان ئي ڪين." هو پاٺمرادو وقلندو، ڪاڳر مٿان ڪاپي اونڌي ڦهڪائي، وٺن ۾ لاتيون لوندڙ پکين ڏانهن نهاري ٿو، پري پري سڙڪن ۽ پيچرن تان ماڻهو اچن پيا، ماڻهو وڃن پيا. هو ٽڪي، آرس ڀڃڻ لاءِ، يوڪلپٽس جي لسڙي ٿڙ جو ٽيڪو وٺي، ننهن ڪان چوٽيءَ تائين سڄيءَ ديهہ جو بوجهو وڻ مٿان ڏاري ٿو ڇڏي، الائي ڪيتري دير لاءِ. پوءِ اچانڪ ڪنهن جي پيرن جون آهٽون محسوس ڪندي، هو جهٽ ڇال ڏئي، پاڻ کي وڻ ڪان ڊسڪنيڪٽ ڪري ٿو. پٺيان ڪان ايندڙ ڇوڪريءَ کي ڏسي، ڪيس پنهنجي نيڻن تي ڇڻ ويساهہ ئي نہ پيو اچي؛

"تون... مون تہ دعا بہ نہ گهري هئي، عجب آهي، تون!"

"ڇو پلا، توکي عجب ڇو پيو لڳي؟ ۽ ها، ڪالهہ بس مان لهندي ڇا پٺي ڇوڻ گهريئي، دري بند هئي، مون کي تہ ڪي بہ سمجهہ ۾ نہ آيو."

"اوهہ... آءٌ لڇيندو آهيان... مون کي ڪجهہ اڏارا پئسا گهرجندا هئا."

"اوهه، بيڊ لڪ. مون واپس ڪراچي موٽي وڃڻ پئي گهريو. هتي چين نٿو اچي، ۽ منهنجو ... هتي ته آءٌ بڪ مري ويندس."

"ٻڌاءِ نه ڇا ڪريان، پويون تاريخون آهن."

"مينشن نات." ۽ هوءَ روشن مرڪن جي ڇاٽن سان موڪلائيندي هلي تي وڃي ۽ هو ڪياڙي ڪنهندو ڀاڻمرادو وڦلي ٿو:

"توبهن- آءٌ به وڏو گڏهه آهيان. هاڻي ڀلا اهو به ڪو طريقو هو پئسن گهرڻ جو." ۽ هو ڪالهه جي فليش بئڪ ۾ لڙهي ٿو وڃي.

هڪ ماڻهو بس مان لهي، اڳيان عورتن واريءَ بند ڪڙڪيءَ کي ناڪ ٿو ڪري. اندر بس ۾ ويٺل ڇوڪري حيرت مان شيشي مان نهاري ٿي. اشارتي ٻولي. ڄوڙي مرڪندڙ ماڻهوءَ جو آنگوٺو ۽ ڏسٽي آڱر نچائي پئسا ڊمانڊ ڪرڻ. ڇوڪريءَ جو ڪجهه نه سمجهڻ ۽ بس جو اسٽارٽ ٿي ڪيس ڇڏي وڃڻ.

هو ڪِچيءَ ۾ هٿ وجهي، سرڪس جي ماڻهن جيان زور سان بولاٽي کائي. ڪالهوڪي ان حرڪت تي پاڻ کي لوئي ۽ لهي ٿو ۽ ٽهڪ ڏئي کلي ٿو. هن کي ياد ٿو اچي ٻالاپڻ. ننڍڙي لاڪي جيڏن سرتن ساڻ کيل ڏسڻ لاءِ، ماءُ پيءُ جي اک وڃي، ڏاڏيءَ کان ڏوڪڙ ڪڍڻ لاءِ ڪيئن نه ڏسٽي آڱر، آڱوٺي سان نچائي بلئنڪ ٽاس ڪري ڪري، اک ڀڃي ڀڃي ڏاڏيءَ کي کهيتاري ڏوڪڙ ڇڏائي ويندو هو.

"آ... هه... هه ... هه..." هو وڏو اونهون گهرو ساهه ٿو ڀري. اڳي ۽ هاڻي ۾ ڪيڏو نه وڏو فرق آهي. هاڻي ته ساهه کڻڻ به ڏکيو ٿي پيو آهي. هاڻي ته جيون پاڻ کيل تماشو ٿيندو ٿو وڃي. وڏو پرابلم. هاڻي ڪيتري نه عجب جهڙي ڳالهه آهي، ته هن جي ڪا پيننٽنگ پنجاهه روپين ۾ به نٿي اکهامي. هو وري ڪراچي ڀڄي وڃڻ ٿو چاهي، جتي هوائي جهازن جي اڏام آهي، روپيا ٺي روپيا ڦهليا پيا آهن. جتي وڏن بنگلن ۾ نوٽن جي ٿهين ساڻ فٽ بال کيڏي سگهجي ٿي. ڪا ڳالهه ساري، هو وري ڇنيءَ تي ويچار ڪري ٿو ۽ سوچي ٿو، جيهي تيهي ڇني لکجي ويندي ۽ وري ٻاهر ٻاقي ٿو:

"هونهن، آءٌ ڪو هتي ڇني لکڻ آيو آهيان. افسانه لکهه رهي هون، دل بي قرار ڪا. مون کي ڪنهن جي پرواهه نه آهي. مان جو ٺي آهيان، سو ٺي آهيان. ۽ وري ٻانهن ۾ ڏاڍو سور محسوس ڪندي، پوري طاقت سان ٻانهن شيخ

ڪري، سج کي ٽاڪوڙ لاءِ ڏئي ٿو ڇڏي. ۽ ٻانهن کي جهٽڪا ڏيندي وري وڻ جي ڇانيا هيٺ اچي ٿو. اوچتو سندس نهار هيٺ لاهيءَ ڏانهن هلي ٿي وڃي. پري وڻن جي قطار جي ڇانيا وڌيو، سرلا ايندي ٿي نظر اچي:

"نيڪ آهي، اڄ ان سان ٻه ڳالهه ٻولهه ٿي وڃي. آءٌ ٻه ڪو واهيات آهيان. هونهن- سؤ روپيا پينٽنگ نه وڪامندي. هاڻي هي کهڙو زمانو اچي ويو آهي، جڏهن هڪ شاندار پينٽنگ تان، شاناڻي نموني سان سؤ روپيا ملڻ ٻه اهڪا ٿي وڃن. يلا هي فائن آرٽ آهي ڇا! نيڪ آهي، اڄ چوندو سانس، ته ڇا آءٌ چترڪار نه آهيان؟ پينٽنگز... پينٽنگز... آءٌ ته سؤ روپين لاءِ ٿوهي ڪهمائيندو آهيان ڪينواس مٿان. مان پينٽر نه، سٺون سڌو فلاسافر آهيان. ويري جينئس فلاسافر. فائونڊر آف دي نيو هيومن فلاسافي، ويري نيو ٿنڪنگز آف دي سينچوري ٿرو دي ڪاريڊورز آف ٽائيم. دس از ويري اگلي اينڊ ڊارڪيسٽ سينچري. آف دي فرسٽ ورلڊ وار، سيڪنڊ ورلڊ وار. وار، وار ود آئوٽ اينڊ، ود آئوٽ اينڊ!... وار... وار... ايور ويٽر وار... سينچور آف بگ بامز. شيم. هاڻي ڏس نه، ڇا فلاسافي پينٽنگز ٻر ٽانڪي وڃي، ٽاچنيءَ سان؟!... مون کي سؤ روپيا گهرجن. ڪيئن ٻه. ايمانداريءَ سان ڇٺ، هيءَ پينٽنگ ڪنهن ڪتاب جو ٽائيٽل نٽي ٿي سگهي؟ آءٌ ڪنهن وڏي اداري جي ڪتاب جي ڳالهه نه پيو ڪريان، آرڊنري مئگزين جيڪي نڪرندا آهن، ڪتن ڪان ٻه گهٽا. اڙي ڀائي، سنو لکڻ ڇا، سنو سوچڻ لاءِ ٻه سني اينماسفيئر جي ضرورت هوندي آهي. اٽز ويري نيچرل. اسين ديوتا نه ماٺهو آهيون. اسان جون ٻه گهرجون آهن. مون کي ان جي پرواهه نه آهي، ته هيءَ تصوير تون کهڙي ايڊيٽر جي منهن تي ڦهڪائيندينءَ، مون کي ڏوڪڙ گهرجن. نيٺ يلا هي ٽئونڪري سنڌيءَ جا ڦر فائن آرٽ کي سمجهن ڇا ٿا؟ ٻوليءَ جي ڪوجنا ٿا ڪن. ٻڌاءِ نه، ڪهڙو سائنٽيفڪ ايڪيوپمينٽ اٿن، جنهن سان ڪوجنا ڪندا؟ دس از دي ڪمپيوٽر ايج." هو ڪروڌ ۾ اچي سوچي ٿو ۽ جڏهن وري مڙي اينڊڙ ڇوڪريءَ ڏانهن نهاري ٿو، ته ڪيس ڏاڍي مونجهه ٿي محسوس ٿئي. ڇوڪري سرلا نه، ان جيهي ٻه نه، الائي ڪير آهي. شايد اينئن ئي پري کان سندس نيڻ دوکو کائي ويا هئا. هن جو سڄو ڪروڌ پسر ٿي وڃي ٿو. ڇوڪري پر مان، وڻن جي هوائن ۾ هلندي ٿي وڃي. هو ڇوڪريءَ جي سڊولتا ڏسي، اونهون ساهه ڀري، ڪاڳرن ڏانهن

مڙي تو. ۽ وري چئي لکڻ تو لڳي:

تو چيو هو، آپگهات ڪري ڇڏ. مري نري وڃ. پر آءٌ آپگهات ڇو ڪريان، نيٺ ڇو؟!... آپگهات تہ ڇا، آءٌ وات متائڻ لاءِ بہ تيار نہ آهيان. هن رووليوشن جي دنيا ۾ تون ڪير ٿيندي آهين، مون تي اهڙا حڪم هلائڻ واري. منهنجي پنهنجي وات آهي. منهنجي وات تنهنجي وات سان ملي هڪ ٿي وڃي ٿي، تہ ان سان آءٌ بدل آهيان ڇا؟ آءٌ ڪنهن ڪان بہ ٻوٽتي ڇو رهجي وڃان؟ آءٌ اڪتي نڪري وڃڻ بہ نٿو چاهيان. آءٌ تہ هڪجهڙائي پسند ماڻهو آهيان. پوءِ ڀلا آءٌ اتي گهوڙي ڪيئن هڻندس. اها تہ پنهنجو پاڻ سان ويساهہ گهاتي ٿي. ها يا نہ؟ ساري، ڪڏهن بہ مون ڪي انهن واٽن تان هلڻ ڪان نہ روڪجان، جيڪي توکي وٺنديون هجن. سچ ڏاڍي موذي ۽ مرچوٺ آهين. ايڏو تہ نہ اپري اچ، جو ڀيا ڏسڻ ۾ بہ نہ اچن. آءٌ- آءٌ ڇا ٿو لکڻ چاهيان. تون هر ڳالهہ کي سڌو پڙهي وڃجان. ان لاءِ تہ مون ڪي چئي لکڻ ڪانہ اچي. مون ڪڏهن ڪنهن ڪي چئي لکڻ جي ضرورت ئي محسوس ڪانہ ڪئي. وري ماڻهو پڙهيل بہ تہ ڪين هئا. رڳو نياپن تي ڪم هلندو هو. فلاڻي يا فلاڻي ڪي منهنجو هي ڪم چئجان. جيئرو جاڳندو رڳاري سرشتو. واهڻ ۾ تہ اڄ بہ اهوئي سرشتو آهي. سچ مان منهنجي ويو آهيان، پر نہ مان دهلجي ويو آهيان، ان لاءِ تہ مون ڪي سوسائٽيءَ جي سچي خبر آهي، هاءِ سوسائٽي مور ائنڊ مور هاءِ سوسائٽي!...

ڏس، آءٌ ڪنهن بہ چڪر ۾ نہ آهيان. ڪلهہ هڪ پراڻو شاعر دوست مليو هو، چيائين: "آئيڊيل ملڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. آئيڊيل تائين رسڻ لاءِ، سڄو سولر سسٽم مٽ ۾ قابو رکڻو پوندو آهي." تون اجايو مون ڏانهن ميارون پئي موڪلين. آءٌ... آءٌ تہ اجا هڪ ننڍڙي دؤر مان گذري رهيو آهيان- مون ڪي تہ پنهنجي آئيڊيل ڇوڪريءَ جا ساروپا بہ وسرندا ٿا وڃن. ڪڏهن ڪڏهن اهڙن مهانڊن جي ڇوڪري ڏسي، تڏو ساهہ پري، آس پلي ڇڏيندو آهيان. هونئن بہ اسين سڀ آئيڊيل لائيف گذارڻ جا سپنا ڪٽيو، ٿڙندا ٿاٻڙندا هلندا آهيون. سچ، مان تہ ڏاڍو ڊڄي ويو آهيان. ڀلا اهو بہ ڪو جياپو آهي، جو منهنجي ڪارڻ ڪجهہ ماڻهو ڏک ڏسن ڀوڳين (جي اڪيئي ڀوڳين ڀيا!) سچ مون لاءِ اها وڏي ڏهڪائيندڙ ڳالهہ آهي. هاڻ ڀلا توکي ڪيئن سمجهايان تہ ائين ناهي، جيئن تو سمجهيو آهي. منهنجي اندر ۾ تولاءِ ڏاڍا سٺا. سهڻا ۽

سلوڻا جذبا آهن، ڏاڍا ڪومل. منهنجو وس هلي ته جيڪر اوشا ۽ سنڌيا جي هوائن ڪي چوان ته تنهنجي ڇڙواڳ ڇڪن مٿان ادب سان گذرن.

اچانڪ هو رڙ ٿو ڪري:

"اڙي ڙي ڙي ڙي... ڇڙي ته ڪانه پوندي؟ الائي ڇا لکي ويو آهيان. مار پويس هيءَ چٺي ته انگهندي ٿي وڃي. الائي مٿان ڪا اونڌي معنيٰ ڪڍي وهي!" هو وڏن ويچارن ۾ اچي وري يوڪلپٽس جا پن هٿن ۾ مروڙي واس وٺندو ٿو رهي.

"هون- هي ڪهڙي موڙ تي اچي ويو آهيان. آءٌ لکڻ ٿو چاهيان، سيڪجهه جيڪو شدت سان محسوس ڪيو اٿم. ڳالهيون ڪٿي ختم ٿي نه ٿين- ڪٿي ايئن ته نه ٿيندو، جيئن، جيئن سارو جيون اجايو گذري ويو آهي، باقي جيون؟... پر نه، هاڻ شايد ايئن نه ٿئي. جيون ٿي ته گهارڻو آهي، ٿورڙو عقل ڪان ڪم وٺي ڏاڍي سهڻائيءَ سان گهاري سگهجي ٿو. سچ هاڻ ته ايئن ٿو پاسي ڄڻ چوراسي لک جيوتين جو نرڳ پوڳي موٽيا آهيون. هن هيڏي وڏي عظيم صديءَ ۾ به ايڏا هيڻا، ڪمزور. ٽڪاٽا، ٽناٽا؟..." هو ٿڌي ساهه سان سوچي وري خط لکڻ لاءِ ڪاڳر ٿو کڻي ۽ سوچي ٿو: "ڇا لکان؟..." ۽ هو لکڻ ٿو لڳي:

سمجهه ۾ نه پيو اچي ڇا لکان؟ آءٌ سمجهان ٿو ڪنهن ڇوڪريءَ ڏانهن اهو منهنجو پهريون ۽ آخري خط آهي. ايتري دير ۾ ته آءٌ ڏاڍي سٺي تصوير ٺاهي ڇڏيان ها. توکي موهڻ لاءِ چٺيءَ ۾ ڪو ڪوڙ لکڻ نٿو چاهيان. اهو سچ آهي ته آءٌ هر موڙ تي توکي ڏسڻ چاهيان ٿو، اندر جي اننت جي گهراين ساڻ مورتي ٺاهڻ لاءِ، پر تون ڪڏهن ڏسڻ ۾ ٿي ڪانه ٿي اچين. ڪڏهن محسوس ٿيندو آهي، پر مان کو گذري ويو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهو به پنهنجو وهم ۽ گمان لڳندو آهي. اڳي... الاهين سال اڳي، ٽينيج ۾، جڏهن چاهيندو هئس، سپني کي ساڀيان ۽ ساڀيان کي سپنو بڻائي ڇڏيندو هئس. هاڻي سپنا ڇا، ننڊ به الائي ڪيئن ايندي آهي! هاڻي مون پڪو ارادو ڪيو آهي ته ڪڏهن به مورتي ڪين ٺاهيندس (اندر ۾ ڪي آهي ٿي ڪونه) اوهه... ساري. پلا مورتي سان تنهنجو ڪهڙو لاڳاپو!... سچ، خط لکڻ نٿو اچي، پر ڪيئن به، آءٌ چاهيان ٿو غلط فهمي دور ٿي وڃي. ڇو منا ماڻهو پاڻ ۾ ڪٽا ٿي وڃون! ڇا ضروري آهي ته هڪ ماڻهو جيئن چاهي، تيئن ٿيڻ گهرجي. پوءِ

تہ ماڻهو جي ميجارٽي جنگ پسند آهي. جي ايئن نہ هجي تہ پوءِ دنيا ۾ جنگيون ڪيئن ٿين! پرٿويءِ جا وڏا توڙي ننڍڙا سڀ ملڪ، سڀ قومون هيروئزم جو شڪار آهن. هر قوم ۽ هر قوم ڪي پنهجو دٻدٻو، ڌمڪاوَ، طاقت، نٿ ۽ ادمبر تي ڏيڪارڻ چاهي ٿي ۽ يڪن ڪان ايئن هلندو اچي.

خط لکندي هن جو هٿ بيهي ٿو وڃي:

"الائي ڇا پيو لکان، ڇو پيو لکان..." ڪن لاءِ هن جو ذهن ڪم نٿو ڪري، هو چوڏس هيٺاهين ڌرتيءَ ڏانهن نهاري ٿو ۽ مٿي سج ڪاپار تي آهي. هو وٽن جي ڏارن مان سج ڪي ٿڌو ٿڌو ڪري ٿو ڏسي، سائيرو سائيرو سج.

"ڪير ٿو ڪنهن جي ٻولي سمجهي؟!" هو ڇڻ يوڪلپٽس ۾ پناهہ ورتل ڳيري سان ٿو ڳالهائي ۽ خط ٽڪريون ٽڪريون ڪندو ٿو رهي. ۽ پوءِ ننڍڙيون ننڍڙيون ٽڪريون لڪ جي هڪ جهوٽي ۾ اڇلائي ٿو ڇڏي.

ڪاڳرن جون ٽڪريون، هوائن جي زور تي اڇن ڪبوترن جي وڳر جيان هيٺاهينءَ ڏانهن اُڏاٽيون ٿيون وڃن ۽ انهن پٺيان هو چپ چپات هلندو ٿو وڃي. ڏوجهرا ڪائيندو هلندو ٿو وڃي.

# دي ايڊيٽر

جيئن ريل جون پٽڙيون پيرلل پيون ويندون آهن يا هر جٽيل جڙ ڏاند، تيئن هو ٻئي ويهارو سالن کان جٽ هلندا ٿا اچن. ساڳيءَ نور سان، ساڳين مرڪن، ڏکن ڏنجهن ۽ پيار سان. چوٿين پنجين ڏينهن، ڪڏهن ساڳين ته ڪڏهن باقاعدي پروگرام سان . جڏهن تمام گهڻا پئسا هوندا اٿن ته ٽرپل فائيو ڇڪيندا آهن، نه ته امبيسڊر کان وٺي ڪي- ٽو جي چوٽيءَ تائين سڀ ڪجهه هلائي ڇڏيندا آهن. جيئن چنڊو چنڊي کي سؤ کوهن تي ڳولي لهي، تيئن هڪ ٻئي کي لهي وٺندا آهن ۽ جيئن سدائين گهٽو ڪري ساڳين ملندا آهن، تيئن اڄ به ساڳين ملي ويا آهن، سنڌو ڪناري ۽ سنڌو لهرلهر ڏهڪاوَ ڦهلائيندڙ، اَجهل سنڌو، سدا جيان گجگاهه ڪريو، وهندو ٿو وڃي. ٻئي هڪ ٻئي کي آمهان سامهان ڏسي، اندر ۾ سدا جيان ڪائي پراسرار شڪتي اُپامندي محسوس ڪري مرڪي پوندا آهن. تيئن سدا جيان اونچي ڳاٽ پاڻ ۾ ملن ٿا. هٿ ملائڻ يا ياکر پائي پيار جتائڻ کان ڇوٽڪارو ماٺيل. سدائين جيئن درد پريل پڻ پڻ سان:

"يار سڀ درياهه اهڙا هوندا آهن يا رڳو سنڌو ئي ايڏو زوردار ۽ تيجان تيج آهي؟" ٻنهي مان جيڪو ايڊيٽر آهي، اهو اونچي سگريٽ جو پئڪٽ وڏائي ٿو.

"سڀ درياهه زوردار هوندا آهن. سيني جي پاڻيءَ جو رنگ ساڳيو هوندو آهي. مصر جي ماڻهن لاءِ نيل، سنڌوءَ کان وڏيڪ وڏو، پلارو ۽ تيجان تيج درياهه آهي ۽ اسان لاءِ اسان جو." ايڪٽر دوست وراڻي ٿو. ايڪٽر جيڪو ڪڏهن پاڻ به رائيٽر ۽ ايڊيٽر هو. تمام گهٽن پئسن ڪمائڻ ڪاڻ ايڪٽر ٿي ويو هو. پئسا ته ڪونه ڪمائي سگهيو، باقي رهي کهي عاقبت به وڃائي ويٺو آهي.

"يار، مان تہ هن مئگزين مان ڦاسجي ويو آهيان. مون کي تہ هر گهڙي ايئن ڀاسندو آهي جڻ منهنجو سڄو ٽئلينٽ انهي ايڊيٽريءَ جي ڪري اُٻاڻجندو ٿو وڃي. اسين ماڻهو آهيون يا ڍور!" ايڊيٽر دور سنڌوءَ مٿان وڏاندرا پر هٿندي ويندڙ ٻيڙي ڏيکارڻ لاءِ آگر ٿو کڻي. ڪن لاءِ ٻئي سنڌوءَ مٿان ۽ ڪارن ڪڪرن جي ڪوهيڙي هيٺان اڏاڻي ويندڙ ٻيڙي ڏي نهاريندا رهن ٿا. ايسٽائين جو ٻيڙو ننڍڙو ٽٻڪو ٿي، گوناگون پولار ۾ گم ٿي وڃي ٿو.

"هان- ڪهڙي ڳالهہ پئي ڪئيسين؟!..." ايڊيٽر ذهن تي زور ڏئي ٿو.

"شايد ڪو روچ پئي رنوسين. پڙڻ پئي پٽيوسين." ٻئي وڏا ٽهڪ ڏين ٿا.

"ها يار، مون کي تہ سدائين ايئن ڀاسندو آهي، جيون راڙا ئي راڙا آهي، موت جا راڙا. اسين سڀ جڻ هڪڙو ئي پڙاڏو ڇڏڻ آيا آهيون. موت جي راڙ جو پڙاڏو. باقي اسين پنهنجو پاڇولو بہ پاڻ سان گڏ کڻي ويندا آهيون."

"تون ٺيڪ پيو چوين. تنهنجي شاعري هاڻ مون کي هانوَ تي گولي کاڌل ماڻهوءَ جي راڙ لڳندي آهي."

"آڳوڻي جو مٿو، يار تو وٽ ڪا ٻي ڳالهہ ڪانهي! انهيءَ پڙوي شاعريءَ ڪان سواءِ؟!"

"پوءِ انهيءَ پڙويءَ کي طلاق ڇو نٿو ڏئي ڇڏين."

ايڪٽر جي ڳالهہ تي شاعر کن لاءِ وسامي ٿو وڃي، ايئن ئي، جيئن سگريٽ جي دکندڙ مهاڙي تي، مينهن جي ڀهرين ڦڙي ڪري. هو ڪنهن وڏي ٻوڏار ۾ ٻيهندي جڻ ٽٻي مان ٻاهر نڪري ٿو اچي.

"هائو يار، ڪڏهن ڪڏهن شاعري، زال، گهر، ٻار سڀ بڪواس لڳندا آهن." ايڊيٽر ڏاڍي پيڙا مان آڪاس ۾ نهاريندو ٿو رهي. ان پار، جيڏانهن ٻيڙو گم ٿي ويو آهي.

"نيٺ ڀلا اڄ ايڏي مونجهہ ڇو. آهي ڇا؟"

"منجهندو منهنجو آڳونو. خبر ڪانہ ٿئي آءٌ ڇيرا ڪٽي هلندڙ ماڻهو آهيان. مون کي پنهنجي وٽ ۽ ست جي پوري خبر آهي." يار جو ڪروڌ ڏسي ڪيس ٿڏي ڪرڻ لاءِ ايڪٽر ناؤ ڏانهن آگر ٿو کڻي.

۽ وچ سير ناؤ ۾ آهي هڪ جوان جماڻ وينگس، هڪ ٻارهن سالن جو ٻار ۽ هڪ ڏهن سالن جي ٻيبي. اڌ ننگي بوجي ٻيبي سڪان سنڀاليندي ٿي وڃي

۽ ماءُ ۽ پار رڃ ڇڏيندا تا وڃن ۽ ناؤ سنڌوءَ مٿان ڏور ڏور هندوري جيان جهلندي ٿلڪندي ٿي وڃي.

”هون- ڇا پئي ڳالهايوسين.“ ويچارو ايڪٽر سگريٽ جو مزو نه ماڻيندي ڏڪندڙ سگريٽ مان ٻيو سگريٽ دکائي ٿو.

”يار، رن واهه جي هئي، نه؟ پاڻ ته غور سان ڏٺي به ڪانه.“

”مون چتائي ڏسي ورتي هئي. قران جيهي سنڌوءَ جي جل پري.“

”ها- اهي سڙهه سدا ۽ لاچو نوان رکڻ واريون سڀ ناريون، نوريءَ جيان نور ئي نور هونديون آهن. ڇاهر تماچي به ڇا ماڻهو هوندو!...“ ايڊيٽر ٽڏو ساهه ڀري ۽ وري وڦلي ٿو:

”آءُ جي ڄام تماچي هجان ته سنڌو ڇا، سڄو سمونڊ فشريز وارن کان کسي فشرمين جي حوالي ڪري ڇڏيان.“

”پر ڏک اهو آهي جو اسين مهاڻا به نه ٿي سگهياسين. الا- ڇا ڇولان ڇول وهندڙ جيون آهي!“

(ٽڏن ساهن ڀريل ماٺار.)

ٻئي ڪنڌيءَ ڏيو هلندا تا وڃن. ڪڏهن ڪڏهن آڳم پريل اُپ ۾ نهارين ٿا، ڪڏهن لڙهندڙ ٽڙن ۾، ڪڏهن سڙهه ڪنيو، درياهه ۾ چير وجهي، اوپار ايندڙ ٻيڙين ۾.

”يار، تنهنجي رومانس جو ڇا ٿيو؟ ڇا ضروري آهي اسين هر وقت ادبي روچ روئون؟!“

”يار، سنو آهي ادبي روچ روئون.“

”ڇو ڙي، اڃا تائين حراماپايون ڪونه ڇڏيندين.“

”ڪمال آهي يار، حراماپائي جي ڪهڙي ڳالهه آهي.“

”لنوائين ڇو ٿو.“

”يار ڪاوڙجي وئي. نه وٽيومانس.“

”ڇو؟“

چيائين: ”جي مون کي ڪنهن ايڪٽر سان ئي رومانس ڪرڻو پيو، ته پوءِ اوتول مون کي سيني کان گهٽو وٽندو آهي. لارينس آف اربيا ۾ هن جا ڀنا ڏاڍا سهڻا ٿي لڳا.“

”يار تون به ڪٿي ٿورڙو پرايون سرايون ڪارون پنيانس وڌيڪ ڊوڙائين

ها."

"تون ڇا ٿو سمجهين، مون ايئن نہ ڪيو هوندو! يار ڪار تي ئي تہ هوءِ ڇڙي پئي هئي." چيائين، "تون مون تي ڪار جو رعب وجهڻ آيو آهين. اها تو جهڙي ماڻهو لاءِ شرم جهڙي ڳالهہ!"

"اڇا، ايئن چيائين؟!"

"بيو ڇا. پلا تون ئي ٻڌ نہ، هڪ اسڪالر عورت جو هڪ اشتهاري فلمن جو پرفارمر آئيڊيل ٿي سگهي ٿو؟! يار مون تہ هن لاءِ فيچر فلمن جو ملندڙ ڪم بہ ڇڏي ڏنو."

"اڙي پڙوا. ڦلسن ڇا. تون تار مڪان سان ئي نڪري ويو آهين !"

"ها- تون تہ ڇڻ ڪڏهن نڪتو ئي ڪونہ هئين. سچ ٻڌاءِ، توکي وٺي ٿي يا نہ؟"

"ها يار، آهي تہ گولڊن ليڊي، ود گولڊن گلاسز. پر ان ڪان وڌيڪ مون کي تون پيارو آهين. هوندي اسڪالر ليڊي." ايڊيٽر جو موڊ آف ٿي ويو ٿو.

ٻ وهندڙ پاڻيءَ مان وڏو وڏو ڪڇئون، نانگ جيهي ڳچي ڪڍي وري ٽبيءَ ۾ هليو ٿو وڃي. پئي ڪن لاءِ ڪڇون ٻ پوءِ درياهہ جي گوناگون وهڪ ۾ نهاريندا تا رهن ٻ جيئن جيئن سج ڊرندو ٿو وڃي، گوناگون پاڻي ڇڻ پلاٽينم ٿيندو ٿو وڃي، وگهريل اتانگهہ چوٽين ڪان ايندڙ لاوي جيان ڪڙڪاٽ ڪندڙ پلاٽينم.

"ٻڌ، تون ڪهاڻيون ڇو نٿو لکين؟"

"ان سان ڇا ٿيندو. تون تہ ايسٽابلشڊ پوئٽ آهين. توکي ڇا مليو آهي جو مون کي ڪي پرائيٽ ٿيندو."

"اڙي سوئر، پوءِ آخر ڪندين ڇا؟..."

"منهنجو آگونو ڪجهہ ڪري. اڄڪلهہ مان هپي ازم تي اسٽيڊي ڪري رهيو آهيان."

"يار، تون هپي ازم تي ٿيسز لکي، پي- ايڇ- ڊي ڪري وٺ نہ."

"يار، الائي ڇا پيو چوين. پهرين تہ اهو ٻڌاءِ تہ تنهنجي مئگزين ۾ هپي ازم تي ڪجهہ لکي سگهجي ٿو؟!..."

"پوءِ پلا آخر ڇا ڪندين؟"

"يار سوچيان ٿو، سنو ڪتو پاليان. نالو رڪانس رن جو رن."

"ها- پيٽ نہ پاريان ڪتا ڌاريان. هيئن ڪر، تون پاڻ کو جادو ڀادو سکي ڪتو ٿي وڃ."

"يار، پوءِ بہ ڊگري ڪانہ ملندي."

"ڇو؟..."

"توکي هر ڪنهن آڏو پڇ لوڏڻ جي عادت ڪانهي."

"ها يار، ڪڏهن ڪڏهن ڀاسندو آهي اسين اهي پڇ ڪٽيل، سڌريل وفادار ڊاگز آهيون، جن کي پڇ ئي ڪونهي. لوڏينداسين ڇا...؟"

[مانار، درياهہ جي ڇولان ڇول ڳاج ڀريل مانار.]

ٻئي هلندي هلندي بيهي ٿا وڃن، وري هلن ٿا. وري بيهي ٿا وڃن، نوان سگريٽ دکائڻ لاءِ.

"ڇا موٽون؟..." ايڊيٽر وڏي مشڪل سان ڳالهائي ٿو.

"هتي آيا ئي موٽڻ لاءِ آهيون." ۽ ٻئي واپس پل ڏانهن هلڻ لڳن ٿا.

"ٻڌ..." ايڊيٽر جي اندر ۾ ڪا مونجهہ آهي.

"ٻڌاءِ بہ ڪٿي."

"مون اهو ٿي چيو تہ دنيا جا جيترا بہ جينئس ماڻهو ٿي گذريا آهن يا موجود آهن، آهن سڀ دکي؟! ٽرو سنچريز!... مهاتما ٻڌ ۽ شاهہ تہ اسان وٽ سمبل آهن..."

"شايد ان لاءِ تہ جينئس ماڻهن کي دنيا ۾ سک ڏسڻ ۾ ئي ڪين ايندا آهن. پرٿويءَ تي ساري چمار ٻنڪڻ ڪان پوءِ سرووم دکم دکم يا ڏاکهي جيڏا ڏک چئي ڏهي پوندا آهن. ڪڏهن وٽن هيٺان تہ ڪڏهن رڻ ۽ رائي ۾."

"ان جو ڪارڻ شايد سک آهن، هر ماڻهو سک ماڻڻ ٿو چاهي جڙتو سک! سچي پائدار سکن لاءِ ڪوئي ڪونہ ٿو سوچي. ان ڪري سک جو اسان وٽ کو اميج ئي ڪينهين."

"ها- پر هاڻي تہ بور پيا ٿيون. يار، سمو ڏاڍو رومانٽڪ آهي ڇا پل آڏو اوپن هوٽل ۾ ديدار بازي الله راضي نہ هلي ڪريون."

"اڙي سوئر! هاڻ تہ ايئن بہ نٿا ڪري سگھون. اڏ ڪان متي سجاڻ چاڻ واريون ڇوريون هونديون. گدڙ کي هرڪو سڃاڻي. پل چڪ ۾ ڪنهن کي اک نہ هٽي ويهون!"

"قرآن خوش ٿيندي.
"قرآن تي ته ايئن ٿو اچين ڄڻ پڙهين جي جاگير آهي."
"يار حيف ٿئي، اسان وٽ ايتري جاگير به برداشت نٿو ڪرين."
"ڇڱو هل ته اچ ڪارو منهن هلي تا ڪريون."

۽ پوءِ ٻئي هورڀان هورڀان پل ڏانهن وڌڻ لڳن تا. جتي ڇهل پهل آهي، رنگا رنگ، لڳڙ ۽ سلوڻا جسم آهن. سونهن ۽ اسپهڻ آهي...

# ڏرتيءَ ڏڪاٽا

هو جپان ايئر لائنز جي جهازن سان سفر ڪري رهيو هو. هڪ وڏي ٻوڙ ۽ زوزٽ کان پوءِ جڏهن جهاز ايران جي ڌرتي ڇڏي، تہ هن پنهنجي اندر عجيب سياڻا ۽ سيڙهاٽ اڀرندا محسوس ڪيا. هن سوچيو، ٽن ڪلاڪن کان پوءِ منهنجو جهاز پاڪستان جي سڀ کان وڏي شهر ڪراچيءَ ۾ لهندو. ڪراچي، منهنجي ماءُ جي سپنن جو شهر، منهنجي جيجل جي جنم ڀومي. جنهن کي پيار مان هوءَ سدائين ڪلاچي سڏيندي آهي. قديم نالي سان ياد ڪندي آهي، پر آءٌ ان شهر کي ڏسڻ لاءِ بيچين ٿيو آهيان. ان شهر کي ڏسڻ لاءِ منهنجي اندر ۾ ايڏو ولوڙ ڇو آهي، ڇو آهي، ايڏي آنڌ مانڌ! آءٌ ان شهر جو سير ڪرڻ ڇو ٿو چاهيان. آءٌ ڪلفٽن ڇو ٿو گهمڻ چاهيان، ڇو ٿو چاهيان تہ ميٽرو پول جي خوبصورت لائونج ۾ ويهي نٽ سان پلو کاوان، منگهي پير تي واڳون وچي ڏسان. مورڙي ميربحر جو مقبرو ڏسان. ڪنهن بڪ اسٽال تان شاهہ جو رسالو خريد ڪري، ڪنهن پارڪ ۾ ويهي پڙهان. ان شهر سان منهنجي تہ ڪا تر جيتري يادگيري بہ ڪانهي. ورهاڱي ويل، جڏهن منهنجي ماءُ کي جلاوطن ڪيو ويو هو، تڏهن تہ آءٌ فقط ڇهن مهينن جو هئس، سو بہ ماءُ جي پيٽ ۾. مون تہ ان شهر جي هوا بہ نہ جهٽي آهي جا پيدائش ويل هڪ ٻار جا بند ڦڦڙ، وڏي ريهہ سان جهٽي ڦٽ ڦٽ ڪري ملڻ لڳندا آهن ۽ ساهہ جي ڌمڻ چالو ٿي ويندي آهي. مون تہ زندگيءَ جا اهي پهريان ساهہ آگري جي هڪ ڪوليءَ ۾ جهٽيا هئا. پوءِ ان شهر کي ڏسڻ لاءِ منهنجي اندر ۾ ولوڙ ڇو آهي؟ ڇا رڳو ان لاءِ تہ ڪراچيءَ منهنجي ماءُ جو وطن آهي، جنم ڀومي آهي. ڇا رڳو ان لاءِ تہ ننڍڙي لاڪئون، مون ماءُ جي واتان ڪراچي جي باري ۾ الاهي ساريون ڳالهيون ٻڌيون آهن. ڪلاچ جي سمونڊ جون، منهوڙي جون، ڪلفٽن جون، زولاجي گارڊن جون، ميوزيئم جون، منگهي پير جون، مورڙي ميربحر جون، جنهن ڪلاچ جي سمونڊ ۾

دنيا جي سڀ ڪان وڏي وهيل مڇي ماري هئي. جنهن جو ڪنڊو اڄ تائين ميوزيم ۾ رکيل آهي. امان چوندي هئي، هرڪيوليس هجي يا جوليئس سيزرس هجي يا ڪو رستم، دنيا جو ڪو پهلوان مورڙي جو مٽ ٿي نٿو سگهي. مورڙو همت ۽ مردانگيءَ جو SYMBOL آهي. امان چوندي هئي، درياهه سنڌ جا واڳون دنيا جا سڀ کان وڏا واڳون ٿيندا آهن. تون منگهي پير تي وڃي ڏسندين ته توکي هڪ هڪ واڳون پندرهن فوٽن جو نظر ايندو. بس ڏسندي ئي ماڻهو کي دهشت وٺيو وڃي. امان چوندي هئي، ڪراچيءَ جو سمونڊ دنيا جو سڀ کان نيرو ڪيرو سمونڊ آهي. اتي سدائين چوٽ ۽ چڙواڳ هوائون هلنديون آهن. اتي تون هوا جي جهوٽن کي هلندو ڦرندو محسوس ڪندين. هيٺن مڙي نهاريندين ته توکي اهو هوا جو جهوٽو ڪنهن چنچل ناريءَ جيان ساڙهيءَ ۾ وچڙندڙ ڊوڙندڙ محسوس ٿيندو. آه ڪراچيءَ جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي. وطن جا وڻ وساري هوءَ ڇڻ روئي پوندي هئي. وس پڇيس ته ڇڻ اجها پر ڪري اڏامي وڃي. ڪيڏي نه ايلاز مان چوندي هئي. "رام... هي ڪين هيا سياستدان ته سدائين پاڻ ۾ وڙهيو پيا پرچن. ڪڏهن نه ڪڏهن ته پاسپورٽ کلندا. تون جڏهن وڏو ٿين ته هڪ ڀيرو مون کي وطن جا وڻ ضرور ڏيکارجانءِ، آءُ سنڌ ساگر جي پوڄا ڪنديس، موهن جي دڙي جي ڌرتيءَ کي سجدا ڪنديس، شاهه تي پڙ چاڙهينديس. نه ته منهنجي آتما، گنگا جي گوديءَ تي سدائين نراتمائن جيان ڀٽڪندي رهندي، لڇندي رهندي. آءُ هڪ ڀيرو وطن موٽي وڃڻ چاهيان ٿي، رڳو هڪ ڀيرو-" پوءِ هن جي نڙي ڇڻ گهٽجي ويندي هئي. اکين تي هٿ ڏئي وٺي پنهنجي ڪمري ڏانهن ڊوڙ وجهندي هئي، اندران ڪڙو چاڙهي ڇڏي ڪلاڪن جا ڪلاڪ مونن ۾ منهن پايو پئي روئندي هئي. ۽ پوءِ جڏهن هوءَ در کوليندي هئي ته ايئن پاسندو هو ڇڻ هوءَ جڳن جي ڪا پوڙهي عورت هجي، جا روئي روئي نيڻن جي جوت وڃائي چڪي هجي. "اونهن دقيانوسي عورت، ٽيويهه سال گذري ويا آهن، اڄ تائين وطن وساري نه سگهي آهي." اڄ تائين سندس نيڻن جو پاڻي خشڪ نه ٿي سگهيو آهي. هن وڏيءَ بيچينيءَ سان سيٽ تي پاسو بدلايو. وري ڪجهه ياد آيس، ان ڏينهن، جڏهن هو ماءُ کي نئين ڪار ۾ ويهاري بمبئيءَ گهمائڻ وٺي ويو هو، ته هوءَ بمبئيءَ سمونڊ ڪناري Gate Way of India تي اچي ڪيڏو نه خوش ٿي هئي. ٿڌو ساه ڀري ڪيڏي نه

اَڪير مان چيو هئائين، "الا... اهو سدورو ڏينهن الائي ڪڏهن ايندو، جڏهن آءٌ هيئن ڪلفٽن تان سنڌوءَ ساگر جو مشاهدو ماڻيندس."

تڏهن هن ماءُ کي چيڙائيندي چيو هو، "امان تون ڪراچيءَ جي سمونڊ کي سدائين سنڌو ساگر چوندين آهين، پر تاريخ يا جاگرافيءَ ۾ تہ ان نالي جو ڪوبہ سمونڊ ڪونهي. ڪراچيءَ جي سمونڊ کي تہ عربي سمونڊ چوندا آهن. بحر عرب Arabian Sea."

"واهہ- عربي سمونڊ چوا عربي سمونڊ تہ تيو عربن جي فتح کان پوءِ، پلا ڏاهر جي وقت ۾ بہ ڪو ڪيس عربي سمونڊ چوندو هو ڇا؟"

"پر آئي، سنڌ تي تہ هينئر بہ مسلمانن جو قبضو آهي. اهي سڀ پاڻ کي عربن جو اولاد سڏائيندا آهن. پاڪستان ۾ اڄڪلهہ ون يونٽ آهي. هاڻ ڌرتيءَ جي نقشي تي سنڌ نالي ڪوبہ ملڪ ڪونهي. تون تہ اجايو سنڌ سنڌ ڪري دل کي ڪوڙا دلبا ڏيندي آهين. سنڌ ڪٿي بہ ڪانهي."

هن جي ماءُ کي چڻ ويڇون ڏنگ هنيو هو. گهائل گهور سان ڏانهس نهاري چيو هئائين، "رام- مون کي تہ خبر ڪانہ ٿي پوي تہ اوهان ماڻهن کي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ ڇا پڙهايو ويندو آهي. اوهان جي ڄاڻ ڪيڏي نہ محدود آهي. ٻڌ رام، مون کي اڄ بہ چٽيءَ طرح ياد آهي. ننڍڙي لاڪي، جڏهن آءٌ اڃان ڇوٿون سنڌي مس پڙهندي هئس، تڏهن تنهنجو نانو مرحوم هڪ پيري مون کي لکي ڊارا تيرٿ جو ميلو گهمائڻ وٺي ويو هو. اتي مون پکي نوڙهي جي هڪ بنيءَ تي ڪليءَ سان پنهنجو نالو لکيو هو؛ ساوتري هنگوراڻي، پڙهندڙ درجو ڇوٿون سنڌي. ان ڳالهہ کي اڄ الائي ڪيترا ورهيہ ٿي ويا آهن. آءٌ يقين سان چوان ٿي تہ وقت جي بي رحم وهڪري پکي نوڙهي جي ان بنيءَ تان منهنجو نالو ميساري ڇڏيو هوندو، پر ان سان ڇا ٿو ٿئي. پکو نوڙهو تہ پنهنجي جڳهہ تي اٽل بيٺو آهي. رام، سنڌ هڪ قديم ملڪ آهي، ان جا بنياد پکي نوڙهي، سورجاٽي، ڪانيوءَ، پبءِ، پاراشر، ڪيرٿر، ڪارونجهر، چوهڙ ۽ هالار تي رکيل آهن. سنڌ ڪنهن نڌڻڪي ساوتريءَ جو نالو ڪونهي جو جيڪو لٽي مان لٽ پجي ليڪو هڻي ڪيس ڊاهي ڇڏي. ڪو آهي ماءُ ڄائو جو پکي نوڙهي کي پنهنجي جڳهہ تان ڌوڏي سگهي، ڪو آهي جو ڪارونجهر، ڪيرٿر، هالار کي پنهنجي جڳهين تان اکوڙي سگهي، ڪو آهي جو پاراشر ۽ سورجاٽي کي پاڙان پٽي اڇلائي! اڃان گهڻا سڪندر ايندا،

پر درياهه شاهه وهندو رهندو. سنڌ کي ڪمزور ساوتري سمجهڻ وارا پليل آهن. سنڌ دنيا جو سڀ کان قديم ترين ملڪ آهي. اڄ نه ته هزار سالن کان پوءِ به سنڌ جاڳندي." ۽ پوءِ هن جي ماءُ کي چڻ ڪنهن گهڻو ڏنو هو. هوءِ ڪيئن نه اکين تي هٿ ڏئي ڊڪون پري روئڻ لڳي هئي. ايڏو ماڻهو پارو- ايڏو ماڻهو پارو جو هانو پروڻ ٿي ويجي. تڏهن هو ننڍڙن ٻارن جيان ماءُ کي ياڪر پائي چنبڙي ويو هو. "آيل، مون کي معاف ڪر، مون کي ڪهڙي خبر ته توکي ايڏو ڏک ٿيندو، آءُ ڇا ڇاڻان ته وطن ڇا ٿيندو آهي. آءُ ته انهيءَ جذبي کان ڪورو آهيان، خالي آهيان." "ها، توکي ڪهڙي خبر ته وطن ڇا ٿيندو آهي، تون ته ان ويل منهنجي پيٽ ۾ هئين، تو ته اتي جي هوا به نه جهتي آهي، تنهنجي ته ڪنهن وڻ جي لام سنڌي يادگيري به ڪانهي. توکي ڪهڙي ڪل ته مانديءَ جي ُمنڊ ۾ قاتل پکيئڙو چو ڦٽڪندو آهي. توکي ڪنهن ماريءَ جي ڪوٽ ڪڙن جي ڪهڙي خبر- مون کان هئي پري ٿي."

هن جي ماءُ، سندس پانهون زور سان چنڊي ننڍڙي ٻارڙي جيان ڪاوڙجي روئندي ڊوڙندي ڪار جي پوئينءَ سيٽ تي ويجي ويٺي هئي. ان ڏينهن بمبئيءَ کان موٽندي ماءُ سڄي واٽ هڪ اکر به نه ڳالهايو هو. ان ويل هن پنهنجي ۽ ماءُ جي وچ ۾ ڪيڏا نه ويڇا محسوس ڪيا هئا. ڪيڏي نه دوري، چڻ هو جمنا جي هڪ پاٽ تي بيٺو هجي ۽ سندس ماءُ دور سنڌوءَ جي ٻئي پاٽ تي. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هن محسوس ڪيو ته وطن جو جذبو زندگيءَ جي سمورن جذبن کان مهان آهي. وطن جي اڳيان زندگيءَ جا سمورا رشتا ويڇي ويندا آهن. ڪيجي ويندا آهن. ٽٽي ويندا آهن، چرخيءَ تي ڊوڙندڙ ڪچيءَ تند جيان.

پر آءُ ٽٽو ڇاڻان ته وطن ڇا ٿيندو آهي. آءُ انهيءَ جذبي کان ڪورو آهيان. انهيءَ مٽ جيان جو ڪنير جي نهائينءَ ۾ ئي ٽوڪرجي پيو هجي. سيرجي پيو هجي. ٽٽي پيو هجي. منهنجو اندر به ائين ٽٽل، ڪورو ۽ پٽ اونداهو آهي.

"Are you felling any difficulty?"

هن چرڪي پنهنجي مٿان نري ڪئي، جهڪيل جهالي هوسٽس ڏانهن نهاريو.

"No, I am only thinking about my country."

جپاني هوسٽس مرڪي پئي. چيائين؛

"ها- وطن جو جذبو دنيا جو سڀ کان عظيم جذبو آهي. اها جذهن ملڪ ملڪ مان ڦرندي وطن ورندي آهيان ته پاڻ کي ايذو ته هلڪو محسوس ڪندي آهيان، جو جيڪر چاهيان ته بنا پرن جي اڏري سگهان. وطن وطن آهي." هوءَ مرڪون پکڙيندي اڳتي وڌي وئي. هو جهاز جي آخري سري تائين ڏانهن واجهائيندو رهيو. هن سوچيو، "هي عورت ڪيڏي نه خوش نصيب آهي. بلڪل ان پکيئڙي جيان جو وڻ وڻ جي لام تان لڙڪندو پنهنجي آکيري ۾ وڃي آرامي ٿئي ٿو. منهنجي ماءُ به ڪيڏي نه خوش نصيب آهي. هن جو به ڪو وطن آهي. هن جي خوابن جو ڪو درياه آهي. جنهن کي ساري هوءَ ڳوڙها ڳاڙيندي آهي. وڏن وڏن پهاڙن تي هن جا تالا لڳل آهن. هن جي سپنن جو سمونڊ دنيا جو سڀ کان نيرو گهرو سمونڊ آهي. هن جي وطن ۾ هوا جا جهوٽا اپسرائن جيان نچندا ڊوڙندا نظر ايندا آهن. هن جي ملڪ جو شاعر دنيا جي سڀني شاعرن کان وڏو شاعر آهي. جنهن جو ڪتاب هوءَ رات جو سيني تي رکي سهڻن سپنن ۾ لڙهي ويندي آهي، هن جو خاص سُر سنگيت آهي، جو دنيا جي سڀني سُرن، ساري سنگيت کان نيارو آهي. هن جي وطن جا ماڻهو دنيا جي سڀني ماڻهن کان سهڻا، سٺا ۽ سياڻا آهن. دنيا ۾ ماڻهوءَ جو ڪو نه ڪو وطن هوندو آهي. ماڻهو پنهنجي وطن سان پيار ڪندا آهن. ماڻهو پنهنجي وطن جا گيت ڳائيندا آهن. ماڻهن کي پنهنجي وطن جا واڳون به وڻندا آهن. رڳو آءٌ ئي هڪ ڌرتيءَ ڌڪاڻو انهن جذبن کان ڪورو آهيان، رڳو آءٌ ئي آهيان، جنهن جو ڪو وطن ئي ڪونهي. ڪو ٽڙ ٽانءُ ڪونهي. ڪا ڌرتي، ڪو شهر، ڪو سُر سنگيت ڪونهي. آءٌ نٿو ڄاڻان ته ڪوهياريءَ، ياڳيسري، راڻي ۽ ڪيرولز جي سرن ۾ ڪهڙو سُر منو آهي. مون کي دنيا جا سڀ سمونڊ، شهر ۽ درياهه هڪجهڙا نظر ايندا آهن. آءٌ انهن ڳالهين کان صفا ڪورو ۽ اڻڄاڻ آهيان، منهنجو اندر گهپ اونداهو آهي. ان موٽر سائيڪل واري رانديڪي جيان جنهن کي ٻارڙا چاٻي ڏيئي فرش تي ڇڏي ڏيندا آهن، جو بي مقصد فرش تي ڊوڙندو رهندو آهي. آءٌ ان رانديڪي جيان زندگيءَ جي حسن، سونهن، رس ۽ سرهاڻ کان محروم آهيان. مون کي ته هر گهڙيءَ ائين ٿو ڀاسي ڄڻ ڪنهن منهنجي مرضيءَ جي خلاف زوري منهنجي سيني ۾ چاٻي ڏيئي ڇڏي آهي. ڏک ڏک

ڏڪ. آءٌ هلان پيو - بي مقصد. الائي ڪڏهن، ڪٿي اها چاهي ختم ٿي ويندي ۽ آءٌ سدا لاءِ بيهي ويندس، پر آءٌ هي ڪيڏانهن پيو وڃان! ڇو پيو وڃان، ڇا لاءِ. مورک من مون کي ڪيڏانهن اڏاير ڪنيو وڃي. اها ڌرتيءَ جي ڪهڙي ٽڪري آهي، جتي مون کي سڪون ملندو. آءٌ هوائن کي رقص ڪندو محسوس ڪندس. آءٌ تہ اهو رام آهيان، جنهن جي بنواس جو ڪو مدو ڪونهي. ڪو ڇيهه. ڪا پڇاڻي ڪانهي، ۽ جنهن جي ڪا سيتا ڪونهي. آءٌ ڪيڏانهن پيو وڃان. ڌرتيءَ جو ڪوبہ ماڻهو مون کي پنهنجي وطن ۾ شامل ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي. منهنجي پنهنجي ماءُ بہ نہ." آئي چوندي آهي، "خبردار جو ڪڏهن منهنجي وطن جي باري ۾ اولو سولو ڳالهايو اٿئي. لپاٽ سان ٻوٿ ڦيرائي ڇڏيندي سانءِ." نانو مرحوم چوندو هو، "ابوءِ، منهنجي وطن جي ڳالهہ ئي نہ پڇ جڪ تا اڇن. ماٽ پلي آهي،" ۽ ويچاري نانيءَ مرحوم جا پاڻ کي وڏي وشنو سڏيندي هئي، ڪيئن نہ زبان کي چشڪو ڏئي چوندي هئي، "اڙي هل ڙي پيٽو، منهنجي ملڪ جو رڳو پلو کائي ڏسين ها تہ هندستان جا ست طعام ڀلجي وڃين ها. ڏنو ڇا اٿئي." ياد نٿو اچي تہ آئيءَ ڪڏهن ڀلجي پنهنجو وطن ڇيو هجي. سدائين چوندي آهي، "منهنجو وطن" تہ پوءِ منهنجو وطن ڪٿي آهي. تہ ڇا، جي آءٌ انگلنڊ ۾ جنم وٺان ها تہ انگريز ٿي پوان ها ڇا؟ جي ائين آهي تہ پوءِ هندو ماءُ جي پيٽان هندستان ۾ جنم وٺڻ کان پوءِ آءٌ هندستاني ڇو نہ بڻجي سگهيو آهيان. اڄ ڏينهن تائين آءٌ ڇو نہ محسوس ڪري سگهيو آهيان تہ بمبئيءَ جو سمونڊ دنيا جي سڀ کان نيروگهرو سمونڊ آهي. مون اڄ ڏينهن تائين هوائن کي رقص ڪندي ڇو نہ محسوس ڪيو آهي. مون دنيا جي وڏن وڏن شاعرن جو شعر پڙهيو آهي. مون کي ميران ۽ ڪاليداس وڻندا آهن، پر اڄ ڏينهن تائين آءٌ اها دعويٰ ڇو نہ ڪري سگهيو آهيان تہ ميران يا ڪاليداس دنيا جا سڀ کان وڏا شاعر آهن. گنگا ۽ جمنا، هندستان جون سڀ کان پوتر ۽ مقدس نديون آهن، پر آءٌ انهن جي سونهن ۽ حسن ۾ اها ڳالهہ ڇو نہ محسوس ڪري سگهيو آهيان جا نانيءَ مرحوم سنڌوءَ ۾ ڪئي هئي. هندستان ۾ وڏا وڏا خوبصورت رنگا رنگ پهاڙ آهن. تاج محل آهي، جامع مسجد آهي، قطب مينار آهي، ايلوا ۽ اجنتا ٻيا مندر ۽ غارون آهن، سومنات کان بہ قديم وڏا وڏا مندر آهن. ماڻهو يادگيريءَ لاءِ انهن تي پنهنجا نالا لکندا آهن. منهنجي نانيءَ مرڻ ويل بہ ننڊ ۾ ڪيئن

مرڪي رهي هئي. ڇڻ مون ڪان پوءِ به سندس وات ۾ پلي جو سواد اڃان باقي هو، پر آءٌ اڄ تائين ڪنهن به ڪاڏي جي شيءِ مان اهڙو سواد چوڻ ماڻي سگهيو آهيان. آخر اهي سڀ ڳالهيون جو هڪ عام ماڻهو پنهنجي زندگيءَ ۾ محسوس ڪندو آهي، آءٌ چو نٿو محسوس ڪريان. چو آهيان زندگيءَ جي انهن سونهن، سرهاڻ، رس رنگ ۽ سواد ڪان ايڏو محروم ۽ اڻڄاڻ!

پر اڄ منهنجي اندر ۾ ايڏي چونرا ۽ ڪونرا چو آهي. آءٌ ڪيڏو نه عذاب پيو محسوس ڪريان. ڇا اهو سچ نه آهي ته مون ڄاڻي ٻجهي اهڙي جهاز سان سفر ڪيو آهي جو ڪراچيءَ مان ٿيندو هندستان وڃي. ان لاءِ مون ڪي ٽي ڏينهن انتظار ڪرڻو پيو هو. پيٽا پڌسا پرٽا پيا هئا. اهو سڀ ڪجهه ڄاڻندي به ته ڪراچي ايئر پورٽ تي اسان جو جهاز فقط چاليهه يا پنجيتاليهه منٽ ترسندو. آءٌ اتي ايئر پورٽ ٽرانزٽ لائونج ڪان ٻاهر ڪيڏانهن به نه وڃي سگهندس. آءٌ ڪلفٽن، مورڙي ميربحر جو مقبرو، منگهو پير ميوزيم گهمي نه سگهندس. آءٌ اهو به ڄاڻان ٿو ته ٽرانزٽ ۾ پلي ملڻ جو سوال ئي ڪونه ٿو پيدا ٿئي. پلو ته موسمي ميوو آهي. وري اهو به ته پڌو اٿم ته سنڌو سڪل آهي، پر ٿي سگهي ٿو ته ڪراچي ايئرپورٽ تي لهندي اسان جي جهاز کي حادثو پيش اچي وڃي. آءٌ سخت زخمي ٿي پوان، مون کي علاج لاءِ ڪجهه ڏينهن ڪراچيءَ ۾ ترسايو وڃي ۽ پوءِ آءٌ اهي سڀ جڳهيون ڏسي سگهان. مون کي ميٽرو پول جي ڪنهن خوبصورت لائونج ۾ تازو ئي تازو تريل پلو کائڻ لاءِ ملي وڃي، پر اهي سيئي ڳالهيون اهڙيءَ طرح محسوس ڪري سگهندس جيئن منهنجي ماءُ ڪيو هو، ٿي سگهي ٿو آءٌ اهو ساءُ، سونهن، رس ۽ رنگ محسوس نه ڪري سگهان. هانگ ڪانگ ۾ هڪ پيري چيني ڇوڪريءَ سان ڪيڪڙن جو سوپ پيئندي منهنجو هانءُ ڪيڏو نه ڪچو ٿيو هو. مون پلو ڪڏهن به نه کاڌو آهي، ٿي سگهي ٿو پلو کائيندي مون کي ڪکي اچي وڃي. جي ايئن ٿيو ته پوءِ ڪيڏي نه مايوسي ٿيندي، پر آءٌ اهو سڀ ڪجهه چو پيو سوچيان، منهنجو ذهن لاٽونءَ جيان هڪ ئي محور تي ڇو بيهي رهيو آهي، رکي رکي منهنجي دل ۾ خواهش ڇو ٿي اُڀري ته جهاز کي حادثو پيش اچي،" هڙ وري پنهنجي اندر ۾ عجيب مونجهه محسوس ڪئي. پوءِ جڏهن مائڪروفون تان جهاز جي ڪراچي ايئرپورٽ تي لهڻ جو اطلاع مليو ته هن محسوس ڪيو ته سندس هٿ پير ڪنبي رهيا هئا. هو

ڪنهن اڀري خوف کان گهبرائجي ويو آهي. هن محسوس ڪيو ڄڻ سندس مان؛ ڪنهن پاتال ۾ لهندو وڃي. اونهي اننت پاتال ۾. جهاز سلامتيءَ سان ڪراچيءَ جي ايئرپورٽ تي لهي چڪو هو. سڀ مسافر هڪ هڪ ٿي جهاز مان هيٺ لهڻ لڳا هئا. هو ڪن لاءِ ٻئيو منجهاڻو ويٺو هو. "لهان نہ لهان- ڇا آءٌ اهو عذاب برداشت ڪري سگهندس. ٿي سگهي ٿو ٻاهر هوا بند هجي. ٻلا چاليهہ يا پنجيتاليهہ منٽ ٽرانزٽ لائونج ۾ ويهڻ سان مون کي ڇا ملندو. اُف ڪيڏو نہ عذاب پيو محسوس ڪريان. شايد مون کي هتي نہ اچڻ کپندو هو. مون ڇاٽي ٻجهي پاڻ کي سزا ڏني آهي. آخر هن ڌرتيءَ سان منهنجو ڪهڙو تعلق آهي. پر آءٌ ايئن ڇو منجهاڻو ويٺو آهيان. ڇا منهنجي لاءِ اهو سٺو نہ ٿيندو تہ سنڌونديءَ جو هڪ اڌ گلاس پاڻي پي پنهنجي اندر کي ٺاريان. آءٌ پنهنجي اندر ۾ ڪيڏي نہ ٽئونس پيو محسوس ڪريان. ڄڻ مون ڄڳن کان پاڻي نہ پيتو آهي. منهنجي خيال ۾ منهنجي لاءِ سٺو ٿيندو تہ وقت گذارڻ لاءِ آءٌ بڪ اسٽال تان ڪو ڪتاب خريد ڪري ٽرانزٽ لائونج جي ڪنهن هيڪلي ڪنڊ ۾ ويهي پڙهان." هو منجهاڻو مسافرن جي پٺيان جهاز جي در ڏانهن وڌڻ لڳو. در تي ايندي اوچتو هوا جو هڪ تيز جهوٽو سندس وارن کي ڦلهوريندو مٿانس لنگهي ويو. هن ڇرڪ ڀري پوئتي مڙي نهاريو. هن جي ڏڙ کي ڪنبٽي وٺي وئي هئي. هن کي ائين ڀاسيو ڄڻ هن جي اکين آڏو ڳاڙها ساوا ترورا ڊوڙي رهيا هجن. هن محسوس ڪيو ڄڻ هن جي ڦڦڙن رڪجي اوچتو تيزيءَ سان هلڻ شروع ڪيو هو. هن جي دل چاهيو تہ پنهنجي ٻانهن جهاڙ رانياٽ ڪري روئي. هن پاڻ سنڀاليندي پنهنجي پيشانيءَ ۽ ڪاراڻيءَ کي ڇهي ڏٺو.

"اوہ، مون کي تہ بخار آهي. آءٌ ٻري رهيو آهيان. منهنجا پير ڪيڏا نہ ڳورا ٿيندا ٿا وڃن. ڄڻ منهنجا پير ڌرتيءَ ۾ کپي وڃڻ ٿا چاهين. ڌٻي وڃڻ ٿا چاهين."

هو ڪن لاءِ سنسان نيڻن سان ايئرپورٽ جي بلڊنگ جي گيلريءَ ۾ نروڙ نُب هيٺان ڦهليل وسيع ڪشادي شهر جي بلڊنگ ڏانهن نهاريندو رهيو. کيس ائين محسوس ٿيو ڄڻ هو ڄڳن کان ڪنهن بنواسيءَ جيان ڀٽڪي رهيو آهي. وڏي مشڪل سان هو ڳورا قدم کڻندو ٽرانزٽ لائونج ۾ آيو هو. ديوارن تي موهن جي دڙي جي چوڙيلڻ، پروهت، سُرندو وڄائيندڙ هڪ سنڌي پينار ۽

اوٺين جون وڏيون تصويرون ڏسي هو ڪجهه دير بيٺو رهيو، پوءِ هر هڪ خالي ڪنڊ ۾ هڪ ڪوچ تي ويهي بنا سوچڻ سمجهڻ جي مينو پڙهڻ لڳو هو.

"Yes Sir-"

"آءٌ ڪجهه به نه کائيندس. مون کي رڳو پاڻي گهرجي."

بيرو پاڻيءَ جو جڳ سندس آڏو رکي ادب سان ڪنڌ جهڪائي ٻي ٽيبل ڏانهن هليو ويو. هو ڪن لاءِ پاڻيءَ جي گلاس ڏانهن واٽڙن جيان نهاريندو رهيو. پوءِ هو هڪ ئي ساهيءَ سان سڄو گلاس پي ويو. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هن جي اندر جي ٽئونس هيڪاري وڌي وئي هجي. ايتري، ايتري جو جيڪر هو سڄو درياهه به پي وڃي ته سندس اندر جي ٽئونس نه مٽجي. هو گهٻرائجي ڪوچ تان اٿي ڪڙو ٿيو، پوءِ ڳورا ڳورا قدم کڻندو بڪ اسٽال ڏانهن وڌي ويو.

"شاهه جو رسالو آهي؟"

"شاهه ڪيا؟"

"شاه عبداللطيف ڀٽائي ڪا رسالہ؟"

"جي نهين."

"ڀِٽونر پيري آڪاس!"

"جي نهين."

"روح رهاڻ!"

"جي نهين."

"اور ڪوئي سنڌي رسالہ يا اخبار؟"

"جي نهين، هماري پاس سنڌي ڪي ڪوئي ڪتاب نهين ملتي."

"مگر هندستان ۾ تو يہ ڪتابين مل جاتي هين."

"هندستان ۾ ملتي هوگي، يہ پاڪستان هئي. يهان ڪي قومي زبان اردو هي."

هو مايوس نيڻن سان بڪ اسٽال تان نهار ڦيرائيندو موٽي وري ساڳئي ڪوچ تي اچي وهي ٿو. هن سوچيو: "اُف، آءٌ ڪيڏي نه تنهائي پيو محسوس ڪريان. ڪير چوندو ته هي سنڌ جي سڀ کان وڏي شهر ڪراچيءَ جو ايئرپورٽ آهي. هنن چئن پنجن تصويرن کان سواءِ پلا هتي جي ڪهڙي شيءِ

آهي، جنهن کي ڪٿي سنڌ جو سمجهجي. منهنجون اکيون ڊوڪو ڪاٽي نٿيون سگهن. مان تہ مهرواڻ ممتاڻي ۽ ڀڳوان ڪپور جي ايبسٽريڪٽ، خاڪن ۾ بہ سنڌي رنگن ۽ مهاندن کي سجاڻي ويندو آهيان. پوءِ هن جيڏي جاڳندي زندگيءَ ۾ منهنجون اکيون ڪيئن ٽيون ڊوڪو ڪاٽي سگهن. توبهن... هي ڇاليهہ يا پنجيتاليهہ منٽ گذارڻ مون لاءِ ڪيڏا نہ ڏکيا ٿي ويا آهن. مون سان ڪيڏي نہ وڏي ٽريجڊي آهي. منهنجي عمر هينئر پورا ٽيويهہ سال آهي، پر هي ڪيڏي نہ عجيب ڳالهہ آهي تہ ساڍا ٽيويهہ سال اڳي بہ مان هتي موجود هئس، ماءُ جي پيٽ ۾. ان ويل مون ڌرتيءَ تي پنهنجا پير نہ کوڙيا هئا. ڇا ٿيو. منهنجي ماءُ جا پير تہ ڌرتيءَ تي مضبوط هئا. منهنجا ڦڦڙ بند هئا تہ ڇا ٿيو، منهنجي ماءُ جي ساهن جي ڌمڻ تہ چالو هئي. پوءِ ڇو منهنجي ماءُ کي جلاوطن ڪيو ويو. ان ويل هن ڪيڏو نہ عذاب محسوس ڪيو هوندو. اڄ آءٌ ڪيڏو نہ عذاب پيو محسوس ڪريان. ڪير چوندو تہ آءٌ اهو ساڳيو ماڻهو ساڍن ٽيويهن سالن کان پوءِ موٽي آيو آهيان. پر هيڏو عذاب تہ مون اڳي ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪيو آهي. ڇا آءٌ پاڻ کي قيد نہ پيو محسوس ڪريان. آءٌ ڪٿي قاسجي ويو آهيان. منهنجي اندر ۾ ڪيڏي نہ مونجهہ آهي. ڪٿي ايئن تہ نہ آهي تہ آءٌ پنهنجو پاڻ کي سمجهي نہ سگهيو آهيان، يا آءٌ ذهني توازن وڃائي چڪو آهيان. منهنجو ذهن لاٽون جيان هڪ ئي محور تي چو بيهي ويو آهي. ماڻهوءَ کي ٽورو ئي خبر پوندي آهي تہ هو ڪو ذهني توازن وڃائي چڪو آهي. جي ايئن هجي ها تہ پوءِ ماڻهو چريا ڇو ٿين ها. هي سڀ ڳالهيون جي منهنجي ذهن ۾ گردش ڪري رهيون آهن مون کي پاڳل بنائڻ لاءِ ڪافي ناهن ڇا! ڇا هي حيرت جهڙي ڳالهہ نہ آهي تہ جا هوا مون کي ٽيويهہ سال اڳي جهڙڻ گهرجي ها سا آءٌ اڄ پيو جهٽيان، ۽ جو پاڻي مون کي ٽيويهہ سال اڳ پيئڻ گهرجي ها، سو اڄ پيو پيان، سو بہ جپان ايئرلائنز جي مهربانيءَ سان فقط ڇاليهن يا پنجيتاليهن منٽن لاءِ مون کي هتي ساهہ کڻڻ ۽ پاڻي پيئڻ جي اجازت ملي آهي. آءٌ پنهنجي مرضيءَ سان هتي هڪ منٽ بہ نٿو رهي سگهان.

هن وري پنهنجي اندر ۾ ٻٽ ڪاري مونجهہ محسوس ڪئي. هن محسوس ڪيو سندس ڇاتي سڙي رهي آهي. هن هڪ پيو پاڻيءَ جو گلاس هڪ ئي ساهيءَ سان پي ويو ۽ خالي خالي نظرن سان ديوارن تي ٽنگيل

تصويرن ڏانهن نهاريندو رهيو. پورن مٿان پور، هو منجهاٺو ويٺو رهيو ۽ پوءِ اوچتو مائڪروفون جو آواز گونجيو هو:

Your Attention Please - Attention Please Japan airlines Flight 017 is ready to Fly. Attention Please, Attention Please.

جپان ايئر لائنز جا سڀ مسافر هڪ هڪ تي Tranzit Lounge کان ٻاهر جهاز ڏانهن وڃڻ لڳا هئا. هن کي محسوس ٿيو، ڄڻ ڪنهن سندس مرضيءَ جي خلاف زور زور سان سندس سيني ۾ چاٻي ڀري ڇڏي هجي. هو مسافرن پٺيان اٽي ڳورا ڳورا قدم کڻي هلڻ لڳو هو.

آه... هي ڪهڙو بنواس آهي. آءٌ ڪيڏانهن پيو وڃان. مون کي سڪون ڪٿي ملندو؟ اها چاٻي ختم ٿيڻ تي وڃي! آءٌ سدا لاءِ بيهجي چو نٿو وڃان، منهنجا پير ڪيڏا نه وزني ٿي ويا آهن، آءٌ ڌرتي ۾ ڌبي چو نٿو وڃان؟ دنيا ۾ هر ماڻهو جو ڪونه ڪو وطن هوندو آهي، آءٌ پنهنجي وطن کي ڪٿي ڳوليان. ڪهڙي ڌرتيءَ سان پيار ڪريان. ڪنهن سمونڊ کي پوڇيان؟ آءٌ ڪنهن کي ڏوهه ڏيان؟ مون سان ڌوهه ٿيو آهي، ويساهه گهاتي ڪئي وئي آهي، ڪپٽ ڪيو ويو آهي. آءٌ ڪنهن کي به معاف نه ڪندس، پنهنجي ماءُ کي به نه. ڪاش ڪا وڻ جي لام هجي ها، جنهن کي مان پنهنجو سمجهان ها. ڪا ڌرتيءَ جي ايتري ٽڪري جنهن تي آءٌ پنهنجو نالو لکي سگهان ها:
رام پٽ ساوتري هنگوراڻي- پڙهندڙ درجو ٽيون.

نيڪ ان ويل جڏهن جهاز هڪ وڏي ڌوڙ ۽ زوزٽ سان ڪراچيءَ جي ڌرتي ڇڏي ته هن جي اک جي اندرئين پولارن مان هڪ لڙڪ واچوڙا مچائيندو، هن جي ڳٽي تان ڳڙي، ڪاري ڪوٽ جي ڪالر جي اونداهه ۾ گم ٿي ويو هو ۽ هو پنهي هٿن سان پنهنجو منهن لڪائي ننڍڙن ٻارڙن جيان ڊڪون ڀري روئڻ لڳو هو.

# آيل ڙي اولاٽا

وَماس جي ڪاريهر جيهي رات آهي ۽ هوائن ۾ هنياءُ ڦاڙ ڦوڪارا. اَسَرت ۽ اَسڌ عورت جو هيٺيون ڌڙ ۽ ڪپڙا رت پٽ سان ٻڌاٽا ۽ ٻوءِ هاٽا آهن. هو عورت کي بچائڻ لاءِ، سندس ڳاٽ ۽ ٻولهہ هيٺان پوري طاقت سان هٿ ڏيو. پنهنجي سيني سان ڦٻايو. جهر جهنگ ٻنين ۽ واهڻن مان رات جي انڌوڪار ۾ وڏي سهڪي سان وڪاريندو ٿو وڃي. ڀر ڳچ پنڌ پٽڻ ڪان پوءِ، هر واري نِست ٿيو، گهاٽن وڻن ۽ چارين جي جهَنڊ ۾ ڪيس لڪايو. واري واري سان ڪيس سُرت ۾ هونش ۾ آڻڻ لاءِ حيلا ٿو ڪري. هن جا پنهنجا هٿ ٻہ رت ٻڌاٽل آهن. رت، جنهن ۾ آهي پٽ جو سٽپ. هو هر واري عورت جي دل کي پمپ ڪري ٿو، سندس ناڙي اندران هٿ وجهي، تازي رت پٽ جون لپون ڀري، عورت جي تارونءَ تي زور سان مالش ڪري ٿو. ڪيس سرت ۾ آڻڻ لاءِ مٿي ۾ تِري ٿو هٿي تہ من ڪو ايترو سامت ۾ اچي جو ڪيس ڪلهي تي هٿ رکي، سندس سهاري سان گِهرجندي هلي. ڀر هر واري هو ناڪام ٿي وري عورت کي ڳاٽ ۽ ٻولهہ هيٺان هٿ ڏئي، وري ڪيس ڪنيي ٿو ڪٽي ۽ وري ساڳيءَ طرح وڏا وڏا گام ڀريندو، ڪانتن، ڪيڙين، ٻنين ۽ جهرن جهنگن مان وڪاريندو هلندو ٿو وڃي. هو جلدي ڪان جلدي ڪاري ڪاري رات جي ڪَڪ مان، تمام ڀري نڪري، ڪنهن انساني وسنديءَ ۾ پهچڻ لاءِ واجهائيندو ٿو وڃي تہ ڪٿان من ڪيس ترروري ماتر ڪا روشني نظر اچي وڃي، مدد ملي وڃي. رات جي انڌوڪار ڇڇڻ ڪان اڳ، هن کي ايتري ٻہ ڪل آهي تہ ٻروچ وڏي نگري ذات آهي: ڀيرا ڪٽي ٻہ سؤ ڪوهن تي پهچي ويندس. تي سگهي ٿو آڏوهيو، هو پاڻ ٻہ ڪهاڙين جي وچ وراڪا ڏڪن سان خوناخون تي ڪري پوي ۽ جيستائين پوليس پنهنجي شان سان، رشوتن سان جاءِ واردات تي پهچي، تيستائين سندس پنهنجو لاش ٻہ تونرجي ڦاٽي پوي ۽ ڪيس ڏيوالتيءَ ۾ لاهڻ لاءِ ڀنگي ٻہ نڪن تي ڪپڙا ٻڌي پورڻ ڪان ڀڙ ڪدي بيهن. ڪن لاءِ ڪيس واساما اچن ٿا:

"الائي هيءُ اَجاتل خونا خون عورت مري ڪين بچي، آٿون ڇو

پنهنجي جان جوکي ۾ وجهان؟“ ڪئين پيرا. عورت کي ڇڏي ڀاڄ لاءِ، سندس من ۾ واساما اچن ٿا. پر وري عورت جا اٽلڪا ساٽا ڪاٽا، ليلڙاٽيل، اوراٽيل، چِنگهہ جا آواز ٻڌي هو ڏانوٽجيو وڃي. هو عورت جي دل کي پمپ ڪري وري سندس دل جي حرڪت جا آواز ڪنائي ٿو. ڪيس عورت جي دل جي ڌڪ ڌڪ جا اٽلڪا، ٻڌاٽا آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. هو عورت کي سڌير ڪرڻ لاءِ وري هٿ پير هٽي ٿو. پر عورت جيئن پوءِ تيئن نست ۽ هيٺي، آساهہ ٽيندي ٿي وڃي. رکي رکي هلڪي ٻڙ ٻڙ سان. جيئن پريل گهاگهر اونڌي ڪجي، ڏنان هيٺان، رت پٽ جا ڍارا ٿي ڇڏي. هو ڪن لاءِ سن ۾ اچيو، وات ۾ هٿ وجهيو روئڻ جهڙو ٿيو وڃي:

”توبهن، آخر هنن بي غيرتن هن عورت جي ڏڙ کي ڪيو ڇا آهي، شايد ڪاري ٽيڻ ڪري مڙس غيرت ۾ اچي ڪُهاڙيءَ جو ڳن يا ڪو ٺلهو ڏنڊو، عورت جي وجود ۾ پيهي ڇڏيو هجي؟!... اٽاهہ غيرتن ۽ باهين مان يا ڪي ڪنواري آهي، ڪيس ڪاري ڪري مارڻ ڪان اڳ ڪُکين ۾ لتون هٽي سندس ڪچو ٻار ڪيرايو هجين. پيٽ جي نرماڻ مان تہ ڪجهہ ائين ٿو ڀاسي. آخر ايڏو رت پٽ ۽ مَرا ڇو؟....“

اچانڪ ڪيس ڀاسي ٿو تہ سندس وات زهر جهڙو ڪسارو ٿي ويو آهي. اچانڪ ڪيس ياد اچي ٿو تہ اچرج ڪان، وات ۾ وڌل هٿ عورت جي رت پٽ ۽ مَرن سان ڀريل آهي. اوچتو ڪيس اُبڪايون اچن ٿيون. الٽيءَ جيها اوراٽا اچن ٿا. ساهي پٽيندي هو ڏاڍيءَ پيڙا مان عورت ۾ نهاري ٿو. ڪيس محسوس ٿئي ٿو تہ هاڻ هو ان عورت جو بوجهو ڪشڻ ڪان لاچار آهي. هو وري عورت کي هونش ۾ آڻڻ لاءِ ڪيس ڌونڌاڙون ٿو ڏئي، ڪيس منهن ۾ لپاٽون ٿو هٽي، گهٽيل سهڪي سان. عورت جون اکيون کولڻ جي ڪوشش ڪري، سندس دل کي پمپ ڪندي، ٻانهن ۽ ڇاتين کي زور زور سان مهٽي ليلائي ٿو:

”ڊچ نہ هونش ڪر. مڙس ماٺهو ٿي. رکو پير جهل، نہ تہ سر ويندءِ. آئون انهن قاتلن ڪان توکي تمام پري ڪٺي ويندس.“

عورت وراٺيءَ ۾ چنگهي ٿي ۽ سندس اکيون وري ٻوٽجيو ٿيون وڃن. جهڙو لاش. سندس هينئين ڌڙ مان رکو ٻڙ ٻڙ جا آواز اچن ٿا. ڄڻ ڪنهن گهيٽي جي نِڙگهٽ کي سير ڏئي ڇڏي هجي.

ڪن لاءِ سندس من ۾ اچي ٿو ته ان عورت کي ڇڏي هليو وڃي. هن جي پنهنجي پٺيان پوليس آهي.

ڪاري ڪاري رات، پوڻ متان لاش جيان پيل خونا خون عورت جي پرپور ديهه، جهڙ تازي وير ڪيل چنگهندڙ وڦلندڙ ڪاري ڪاري اڀچرا. اچانڪ سندس اندر مان ڪهڪاءُ ڀريل آواز اچن ٿا:

”نه نه... عورت جي هي ڦوهه ڪامڻ ڪايا، هي ديهه مايا، اُيين ڪهاڙين سان ڳيا ڳيا ڪرڻ لاءِ ناهي. نه ئي سندس ماس ڳجهن ۽ جهنگلي جانورن ۽ مڇين جي چن پٽ لاءِ آهي. هيءُ ته جيئري جاڳندي آهي ! آئون ڪيئن ايئن ڪيس روهه ۾ رلائي هليو ويندس ؟“

هن کي خبر آهي ته سنڌ جا ماڻهو، پوءِ پل ڀروچ هجن ڪين سماٽ، پهنجي عورتن کي ڪاري ڪري ماري، گهاٽن وڻن جي جهنڊن ۾ ڇڏي ويندا آهن. يا درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيندا آهن! هو خوف ۽ ڌهڪاءُ کان عورت کي وري ڳاٽ ۽ پولهه هيٺان هٿ ڦٻائي، پوري طاقت سان ڪنيي ٿو ڪٽي، ۽ اونداهين مان واڪاريندو هلڻ جي ٿو ڪري.

۽ عورت- بورَ ۽ پرپور آهي. سندس ڊگها ڊگها وار پٽ سان لڙڪندا تا هلن. جيئن جيئن هو وڪاريندو ٿو وڃي، تيئن تيئن سندس ساهه اُيامندا تا وڃن. هونئن به لاش جيان لڙڪيل جسم کي ڪڻڻ ڏاڍو ڏکيو لڳندو آهي. تڏهن، جڏهن ساهه ۾ ڪهڪاءُ سان گڏ ڌهڪاءُ به هجن ۽ ماڻهو اهو به محسوس ڪندو هجي ته پٺيان ڪهاڙين سان ماڻهو پيڇو ڪندا هوندا. تڏهن ته ماڻهو متيون وڃائي ويهندو آهي جو ويلا ۽ پَهَرَ، اُتر اولهه جي ڪابه ڪل ڪانه پوندي آهي.

هو ڪانٽن مان، ڪيڙين مان، پنين ۽ جهرن جهنگلن مان مڙهه سان عورت کي ٻانهن ۾ ڪنيو وڪاريندو ٿو وڃي. هن کي اها به ڪل ڪانه ٿي پوي ته اڳيان مانجهند آهي، سن آهي، ڪماڻ ڪين ٻڌاپور. هن کي رڳو ايتري سڌ آهي ته جي وهائو تارو نڪتو ته پوءِ سندس به خير ڪينهي. هن کي ايتري به پڪ آهي ته هو عورت جي پيرين، ويرين يا واهرن ڪان گهٽو پنڌ ڪونه نڪري آيو آهي. ٻروچ ته ڪاري عورت کي سؤ ڪوهن تي ڳولي ماريندا آهن ۽ هو پاڻ ايڏو ٿڪائو ۽ هيٺو ٿي ويو آهي جو هاڻ هو اِن عورت

جو پوڄهو ڪٽڻ ڪان لاچار ٿيندو ٿو وڃي، بنهه لاچار. ڪيس ساهه پٽڻ لاءِ ساهيون ٿيون ڪرڻيون پون. جنگهن ۾ ساهه نه ساري لاچار هو عورت کي وٽن جي جُهنڊ تائين لڙڪائيندو پهچائي ٿو.

اچانڪ وري ڪيس واساما اچن ٿا:

”توبهن، اڄ جي وارتا ڪيس پيش نه اچي ها ته ڪهڙو آسمان ڏري پوي ها. يا سنڌ سڳوريءَ کي لوڏو اچي وڃي ها. اهڙا خون ته سنڌ ۾ روز پيا ٿين. سيڪس کي هنن ماٿهو سمجهيو ڇا آهي. جنهن مهل پاڻ سيڪس انجواءِ ڪرڻ لاءِ چڪلي ۾ پوليس وارن ۽ پڙون جا جوتا ٿا جهلين، ان مهل سندن غيرت ڪٿي هوندي آهي؟ جنهن مهل پنهنجو ٻچ چڪلي ۾ ٿا ڇڏي اچن، ان مهل ڪين غيرت ڪانه ٿي اچي ته پنجن ڏهن روپين تي شهواني بک لاهڻ ڪان پوءِ ان رنڊيءَ جو ڇا ٿيندو؟ پٽ ڇٽيندي يا ڏيءَ؟ باقي عورت ويچاري جي انتهائي سيڪس ڪان پڇت ڪٿي ٿي ڪنهن سان ٻڪئين پئي ته ڪهاڙيون هلي ويندي يون!....“

ڪن لاءِ اهو انڌوڪار وارو ڏهڪائيندڙ ڇهڇٽو سندس اکين آڏو اچيو وڃي. اونداهيون ڪيڪراٽون ۽ ٽارچ جي روشني ۾ ڪهاڙين جا زپازپ وراڪا. بهادر به ايترا جو پستول جا ٻه ٽي فائر ٻڌي اهڙي ڀاڄ ڪاڏائون جو اهو به وسري وين ته باقي هڪ کي جيئرو جاڳندو ڇڏيو پيا وڃن. ڇڻ پوليس وري وٺي هجين. يا عيسي خان ترخان جو لشڪر اچي ڪڙڪيو هجي. خون ڪري، ٻڌائڻ لاءِ ڪو به تيار ڪينهي، ته اهو خون مون ڪيو آهي. ڪن لاءِ سندس آڏو ٻيءَ عورت جا ڳيا ڳيا. سريءَ لتل لاشَ اچيو وڃي ۽ هن جي سموري ديهه ۾ ڏڏڙيون اچيو وڃن ۽ مٿي ۾ پنواتيون.

اچانگ پري ڪان هيناهين ڏي، سندس اکين آڏو چانديءَ جيهي اجاڻ نظر اچي ٿي. هو محسوس ڪري ٿو ته هو درياهه ڪناري آهي. هو ٻوڙي درياهه ڪناري اچي ٿو. پري درياهه ڪناري ڪيس انڌوڪار ۾ مُهاين جي وسنديءَ جا اهجاڻ نظر اچن ٿا. پونگن مان اڻ لکي روشنيءَ جا ترورا. اچانگ سندس ذهن ۾ ڪئين خيال، ڪئين سوال اُڀريو ٿا اچن:

”ڇا مُهاين ڪان مدد وٺان؟ يا چپ چپات سان مُهاين جي ٻيڙي هاڪاري، عورت کي ٻيڙيءَ ۾ وجهي نڪري وڃان. ڇا مهاين ڪان مدد وٺڻ،

عورت کي موت جي منهن ۾ ڏيڻ ساڳي ڳالهه ناهي؟ اسان جي ملڪ ۾ اهڙي ٻانهن لاءِ ته وڏيون وڙولون هلنديون آهن، مجال آ جو ڪاريءَ عورت کي ڪو سچيءَ سنڌ ۾ پناهه ڏئي. سنهن ساک ڏئي وٺي ويندا. باقي سنڌ ۾ قرآن آهي چا لاءِ. بس جي ٿوري مڙسي ڪريان ته پٽڻ تان ٻيڙي ڪيري مان ڪڍي، عورت کي ٻيڙي ۾ وجهي، درياهه جي پورَ تي پاڻ کي ڇڏي ڏيان."

وهائو چڙهيو آهي، هو ٻيڙي هٿ ڪرڻ لاءِ لڪندو پوري طاقت سان مُهاڻن جي وسنديءَ ڏانهن ڊوڙي ٿو ۽ وٺن ٻوٽن جون اوڍرون وٺندو، ٻيڙيءَ تائين رسي وڃي ٿو. ۽ ٻيڙيءَ جو ڪلو ڪڍي، ٻيڙيءَ کي درياهه ۾ هوريان هوريان وڏي بانس جي زور سان ڪپر ڇڏائي هلندو ٿو وڃي.

جيئن ئي هو ان پڙ جي ويجهو اچي ٿو، اچانڪ ڪهاڙين جي زبڪاٽن سان ڪيس عورت جون گهٽيل دانهون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون ۽ پوءِ درياهه ۾ ڦتڪندڙ لاش جي ڪرڻ جو شپڪو.

ٽي چار ماڻهو، ڪهاڙين جي تجلن سان، ڪاري جهنگ مان ڊوڙندا گهر تي وڃن ٿا.

درياه جي وهڪ، ٻيڙيءَ کي لاش جي ويجهو آڻي ٿي.

ٽارچ جي روشنيءَ ۾ رت ٻڏاٿا ڍگها ڍگها وار، پاڻيءَ ۾ ٻڙڪاٽن سان لڙهندا، ٽوپار ۾ گم ٿيندا ٿا وڃن.

۽ هو اونده ۾ اچي، ڍگهي ڍگهي بانس کي اپ ڪپري جي ڪاپ ۾ ڏئي، پوري طاقت سان ٻيڙيءَ کي لهرن جي ٽيڪ ۾ آڻي، ساٿو ٿي، پنواٽيون ڪائيندڙ مٿي سان ٻيڙيءَ ۾ ڊهي پوي ٿو.

۽ ٻيڙي سنڌوءَ جي وهڪ ۾ اچي، لهرن مٿان ٽلڪندي ڪک پن جيان وهندي ٿي وڃي.

# هڪ ڪن ۾ هيءَ صدي

رات آهي ۽ سنگم، هڪ ڇوري ۽ ڇوريءَ جو.

جيئن هر پرهه کي پنهنجو ڪامڻ آهي تيئن هر رات کي به پنهنجو ڪامڻ، پنهنجا تر تروڪڙيون هونديون آهن. ۽ هو ٻئي ياڳين مڙيا آهن. تن چئن مهينن کان پوءِ ٻنهي وٽ پنهنجا رُساما ۽ واساما آهن:

"ٻڌاءِ نه، ڏٺو ڇا اٿئي مون ۾؟.... ڇا .... ڀلا ائين دڳ جهلڻ مان ڇا ملندءِ؟ ... هان!.... ٻڌاءِ نه، ملندءِ ڇا؟...."

"دڳ؟ مان ته پنهنجو دڳ ولڻيو پئي ويس! ڀلا مون کي کهڙي خبر ته تون ڪا ان پار کان تيلار ڪندي ايندينءَ!.... ائين اوچتو مڙي ويندا سين!..... سچ جي مون کي خبر هجي ها، تون آهين ته آئون واٽ مٽائي هليو وڃان ها."

"ڇو؟... ان جو مطلب ته تون ڪانشيئس آهين. تو ۾ کِلٽ آهي، ائين آهي نه؟"

"نه، ڪڏهن مون ۾ سون پريل هو ۽ هاڻي!... هاڻي ته شيهو به ڪينهي. مون توڏانهن نهاريو به ڪين."

"نه منهنجي پرمان گذرندي تون منجهي بيهي ويو هئين؟"

"آئون ڇوان تو نه ڇا؟ ائين ٿيو هوندو. ڀلا تو جيهي ناريءَ کي ڏسندي ڪن لاءِ جي ماٺهو سونهن ۾ جڪڙجي ٿتان وٿان ٿي وڃي ته ڏوهه ٿيو ڪين ٻوهه؟!... مان... مان ته ڪڏهن ڪڏهن گهوڙيل قلڙي ڏسي به ان جي هيٻاڻ ۾ پيهي ويندو آهيان."

"ڏس، ٻڌي ڇڏ، مان نه اَڪ قلڙي آهيان نه گهوڙيل قلڙي."

"ها تون تون آهين." هو اونهون ساهه ڀري هن جي وارن ۾ نهاري ٿو. ڇڙواڳ جتائون، ڇڻ ڪڪر ڪارونيار اُڏندا تا وڃن ۽ رات، رات شام جي سُرهيل وڻ جي ڇايا جيان وڌندي، ٽڏيري ٿيندي ٿي وڃي.

"ٻڌ، ڏينهن ڏٺي سپنا ڏسڻ ڇڏي ڏي، ڪجهه نه ملندءِ."

ڇوري ڪروڌ مان هن ڏانهن نهاري ٿي ۽ هو، هو چوٽ کائي مرڪي

ٿـو پوي. ڀٽي وچڙي وڃڻ تـا چاهيـن پر وچڙن ڪين ٿـا. واڻ سـاڳي آهي ۽ ڀنهي جي ٿيلار ڪرڻ جي رفتار بہ ساڳي آهي ۽ ٿهڻ ڀٽي ڪين چاڻن. نہ ڊپ نہ ڊاءُ، نہ ڳالهہ نہ ٻولهہ. ڪن لاءِ ويجها پٽي، وري ڀٽي هڪ ٻئي کان جدا ٿي، ڏامر جي سڙڪ جون ڪناريون وٺي ٿا هلن. هو سڙڪ جي هن پار ۾ هوءِ هن پار، وچ ۾ ڪاري ڪاري ڏامر جا پٽا دڙڳ دڙڳ سڙڪ ۽ چانڊوڻيءَ رات ۾، سڙڪ جي ڀنهي پاسي لڳل سَرهيل وڻن ۾ هلورا کائيندڙ سرهاڻين پـريل هوائن جا جهوٽا، هندورا هندورا جهـوٽا. هو ڇوڪريءَ ۾ نهارڻ کان سواءِ پري پهاڙيءَ مٿان وڏي انگاس بلڊنگ جي روشنين ۾ نهاري ٿو. بلـڊنگ ڪيس ڏاڍي وڻـندي آهي، الائي ڇو، شـايد ان ڪري تـہ ان سـڄي بلـڊنگ جا سڄي ايريا جو انچارج سندس يار آهي، پراڻو ساٿاري. هو وري ڇوڪريءَ ۾ نهـاري ٿـو. سـادن ڪپـڙن ۾ بہ هوءِ ڪيس مـونـا ليـزا، وينس، ڪـلوپيٽـرا ڪرائيسيا، مومل جيان ٿي لڳي، پر نہ انهن کان بہ سهٽي. هلندي ڪوئجي، هو پاڻمرادي پڇڪي ٿو:

”توبهن، سمون آهي ڪين ويد ڪال کان بہ ڪنهن پراڻي ڪال جي چوڏهين چٽاٽي رات !“ ميل ڪن پري، بلـڊنگ جي روشنين ۾ الائي ڪهڙو وندر ووڙيـنـدي هو ڇرڪي ڇوڪـريءَ ۾ نهـاري ٿـو. ڏاڍي پيـڙا مـان آواز. ڪـوئل جيهو، پر ڏنپ ڏيندڙ، تڙپائيندڙ.

” ڪٿي تون چاڻين ٻجهي پنهنجي واڻ اِنگهائين تہ نہ پيو؟ تون تہ سدائين هن موڙ تان واڪ ڪندو، مڙي ويندو آهين. جي ائين آهي تہ مون کي خبر آهي تہ ڇو آهي.“

”تون جيئن سمجهہ. منهنجي واڻن جي تہ مون کي بہ خبر نہ هوندي آهي. مون انساني سوسائٽيءَ کان پاڻ کي الاهي ڪَٽيو آهي. منهنجي واڻ ٻنهہ جدا آهي. منهنجي واڻ منهنجي پنهنجي واڻ آهي، ڪٿي نہ ختم ٿيندڙ واٽ.“

هو جهڪيل ڳاڻ ۽ ڦاڻ ڪاڏل آواز سان وراڻي ٿو ۽ اوچتو وري ڦاڻ ٿو ڪائي، ڪجهہ تڪاڻ ڪجهہ نرماڻ مان:

”پلا جيئن تو سمجهيو بہ آهي، جي ائين آهي بہ تہ تو کي گهاتو ڪهڙو آهي. ائين ٿي سمجهہ تہ تنهنجي قدمن جي آواز تي آئون ڏاڍي آسيس پيو ماڻيان. ڪيپ چڙهندا ٿا وڃن سپنن جيها. چڻ ڀانهن مٿي ڪٽڻ سان چنڊ

ترِيءَ تي اچي بندو. بڏاءِ نہ، تو کي کهڙو چيهو آهي. تو کي کهڙي خبر، ماڻهو تہ تو کي الائي ڪٿان ڪٿان، ڪيئن ڪيئن ڏسندا هوندا. ڪالهہ تنهنجي پٽيوالي پئي چيو تہ، "سائين قرآن، وڏي شان مان واري راڻي عورت آهي."

"هون تہ هاڻ تون منهنجي پٽيوالي تائين بہ پهچي وئين." هو اَيامندڙ ڪروڌ پئندي تي وچي.

"اڙي ڀائي، تون تہ اجايو پئي وڦلين، اهو پٽيوالو منهنجو پراڻو يار آهي. تڏهن تو حيدرآباد بہ نہ ڏٺي هوندي. اسان جي ڏاڍي سٺي ياري آهي، سگريٽ جي ياري."

"چرس جي نہ؟"

"نہ، الا... مان کي خبر ناهي تہ هو چرس بہ پيئندو آهي ڪين نہ. مان بہ عجيب پوڪ آهيان. مان تہ پنهنجي سنگت جي ڪا خبر ئي ڪانہ رکان"

"ها، ويچارن پٽيوالن جي خبر ڪيئن رکبي. خبر رکبي آهي پنهنجي اسٽئنڊرڊ واري سنگت جي. سچ بڏاءِ، گهڻا ڀيرا چرس پيتو اٿئي؟"

"آئون ڀانيان ٿو تہ موجوده ايمريڪن پريزيڊنٽ کان بہ چار ڀيرا وڌيڪ پيتو هوندم. هڪ گولي ۾ يوڪلپٽس جي پنن جي ملاوت هئي. مون کي تہ ذرو مزو نہ آيو. مان ڏاڍي ڪوشش ڪئي. ان کان تہ گولڊ فلئڪ سگريٽ سٺو هوندو هو. آهہ، ڪيڏو نہ شاندار پيڪيٽ هوندو هو. بوسڪيءَ جي کيدن مان ڏسڻ ۾ ايندڙ هيڊو هيڊو پيڪيٽ. مون تہ هزارن جي حساب سان ڇڪيا هوندا. گولڊ فلئڪ!... ها، مون کي منهنجي ننڍڙي لاڪي جي گرل فرينڊ چوڪري سپلاءِ ڪندي هئي. گروسن جي حساب سان. خبر ٿئي، ڇا چوندي هئي؟"

"ڇا؟!...."

"آ، سگريٽ مون ۾ لائي، تو مني جِدي، قِلم رو ديو آتند لاڳي هي." هو روئڻ جيهو ٿي وچي ٿو.

"پر تون مون کي هيِي لڳندو آهين." هوءَ اجا وڌ روسامو ٿي ڪري.

"ريئلي آئون تو کي هيِين جيهو ٿو لڳان. هيِي تہ شاندار ماڻهو ٿيندا آهن. شاهہ جيان وستي وستي ووڙيندڙ."

"ڇا تون هيئي ناهين؟!..."

"نہ... پر اڄ تون اهڙا سوال ڇو پيئي ڪرين؟ تون تہ اهڙيون آڏيون پڇائون پيئي ڪرين، جيئن ڇوڪريون شادي ڪرڻ کان اڳي پنهنجي بواءِ فرينڊ جا سمورا ڳجهہ ڳوهہ ڳولي لهنديون آهن. ڳڻ ۽ ٻڌ جا."

"مسٽر سنپالي ڳالهاءِ، منهنجي شادي ٿيل آهي."

"آئون بہ ڪو ڇڙو ڇانڊ نہ آهيان. گهر ۾ جوان ڪي پوڙهي، ڇڇ پارن سان مڏوبالا جيهي زال ويٺي آهي. هينئر ڏڪڻ هير ۾ ننڊون پئي ڪندي هوندي."

"۽ تون هتي ڇا ڪرڻ ايندو آهين؟"

"مان پنهنجي مرضيءَ جو مالڪ آهيان. ٻالاپڻ کان زوراور. ڇو تہ، سنڌوءَ ۾ ترڳي ترڳي وڏو ٿيو آهيان. اڄ شام جيڪڏهن مون کي ڪتان سؤ رپيا ملي وڃن ها تہ هينئر آئون سنڌوءَ ۾ ونجهہ سان ڪيڏي رهيو هجان ها. ونجهہ هلائڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو آهي." اڇانگ ٻئي کِلهو کِلهي ڇهاءَ سان بجليءَ جهڙي ڪرنٽ سان هڪ ٻئي کان وٿيرجي ٿا وڃن.

"تو ائين ڇاڻي ٻجهي ڪيو آهي."

"نہ، اسين ڳالهائيندي پاڻمرادي هڪ ٻئي جي ويجهو اچي ويا هئاسين. ڳالهائڻ ڪي وڙهڻ ويل ائين ٿيندو آهي."

"ٿيندو هوندو." هو وري سڙڪ جي هن ڪناري سان پنهنجو منهن ڪري چپ چپات سان هلڻ ٿي لڳي، سوٽل منهن سان ۽ ڪارائي سان نرڙ تان پگهر ٿي اگهي ۽ ڇوڪرو، ڇوڪرو وڏو ڪر موڙي اونهون ساهہ تو کٽي.

۽ آهي ڪن پل لاءِ ٻنهي جي وچ ۾ گهٽيندڙ تڙپائيندڙ ماٺار.

"تون ڪيستائين واڪ ڪندين؟"

"تون چوين تہ آئون واڪ ڪرڻ بدران هن وستيءَ مان واڪ آئوٽ ڪري وڃان سدا لاءِ؟ ..... ڇٽ نہ."

"مان ڇو چوان؟" وري ڪن لاءِ ٻئي سانت سان سڙڪ جي ڪنارين سان هلندا ٿا رهن. ٻنهي جا وڏا وڏا پانچا هوائن ۾ ڦڙڪاٽ وجهندا ٿا وڃن. رکي رکي ڇوڪري رڪائي مان ڳالهائي ٿي:

"مان سڀ سمجهان پيئي. مان جادوگرائين جيان ماٿهوءَ جي اندر جو

اکر اکر پڙهي ونندي آهيان. مان بولڊ عورت آهيان. توکي جو ڪجهه چوڻو آهي، چئي ڇو نٿو ڏين. يا رڳو مون کي بدنام ڪرڻ لاءِ ايڏا ڪشالا ڪيا اٿئي. اها تہ سستي شهرت ٿي. ها نہ...؟" ڇوڪريءَ جي ڳالهہ تي ڇوڪري ڪان ٿهڪ نڪري ٿو وڃي.

"هوڏانهن بولڊ، هوڏانهن وري بدناميءَ جو ڀؤ. مان تہ توکي ايڏو هيٺو ڪڏهن بہ نہ سمجهيو هو. قرآن، تون اجايو پٺي وڌلين. تون رولڊ گولڊ نہ، نسوري هڏ چم ماهہ جي سچي پچي جيئري جاڳندي عورت آهين. جهڙيون قديم يگن جون ديويون ٿينديون هونديون. جي توکي ڪرشن مهراج بہ ڏسي ها تہ پنڊ پهڻ ٿي وڃي. ڪڏهن ڪرشن مهاراج جي مورتيءَ تي غور ڪيو ٿئي؟"

"نو... نو جينٽلمين، گهڻي تعريف ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. سڀ ڪجهہ اجايو آهي. تون پل پاڻ کي ڪرشن سمجهندو هُج."

"نہ، سڀ ڪجهہ سجايو آهي. رڳو ماٺهو پاڻ اَجايو نہ هجي."

"هون، ها. اها ڳالهہ تہ تو شاناٺتي ڪئي آهي."

"ٿئنڪز... ٻڌ هڪ منٿ ڪريان."

"ڪلي ڳالهاءِ، سي اوپنلي. مون ۾ ٻڌڻ جي سگهہ آهي."

"تون هن پاسي ڪان، منهنجو مطلب آهي، چنڊ واري پاسي ڪان هل نہ؟...پليز؟...."

"چنڊ واري پاسي ڪان؟!.... ڇو .... مان نہ سمجهيس."

"ڏس نہ، هن پاسي چنڊ آهي. تون سڙڪ جي ڪاٻي ڪنارو ڏئي هل ۽ آئون ساڄي. ٻہ فرلانگ تہ رهجي ويا آهن."

پر ڇو؟!... عجيب چريائپ آهي !..."

"سياڻپ آهي. اڄ تو پرفيوم ڏاڍو وٽندڙ لڳايو آهي. چنڊ جي ڏيمي جوت، جهومندڙ وڻ ۽ سڳند. قرآن، آئون ڪجهہ ڪين ڳالهائيندس، نہ حدون اورانگهيندس. بس رڳو محسوس ڪندس تہ چوڏهينءَ چانڊوڻي رات ۾ ڪو پاڇو سرهاڻيون ڦهلائيندو پيو وڃي. تي سگهي ٿو، اڄ رات منهنجو پينٽنگ ناهڻ جو موڊ جڙي پوي ۽ مان کي ڪتان سؤ رپيا ملي وڃن. سؤ رپين وڪامندي آهي هڪ پينٽنگ."

"مون کي ڪهڙو لاچار پيو آهي."

”پوءِ اهو ايٽيڪيٽز ۽ مينرز جو جن چيو؟ هپي ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا تہ هلندا ئي هوائن جي اوپار آهن. بنان ڪنهن جي ڇوڙ آڪڙ جي. جيئن ايندڙ ويندڙ ٽڪاٽا ٽتاٽا ماڻهو. سندن ديهہ جي سڳنڌ ۾ آس ماٽيندا وڃن. دنيا ۾ وڃي واس ئي تہ رهڻو آهي.“

”او- ڪي“ هوءَ ڪاوڙ مان سڙڪ جي هن ڪناري هلي ٿي وڃي ۽ هو چنڊ ۾ نهاريندو سڙڪ جي هن ڪناريءَ. سرهاڻين جي ڪنهن جهوٽي ۾ الوڇندو مگن هلندو ٿو هلي.

۽ بہ پاڇا چانڊوڻيءَ ۾ هلندا ٿا وڃن. هڪ ٻئي ڪان وڇيرڪا. رڻاٽا. ڪويل. اٻاتيل. اُجهاٽل ۽ تارا ٽونڪلنگ ڪندا ٿا رهن. ۽ وڇوڙي جو موڙ ويجهو پوندو ٿو وڃي. ڳچ پنڌ هلندي ڇوڪري اچانڪ ٽرن ٿي ڪري.

”تون مون کي روڳي ٿو لڳين. سائيڪولاجي جو مريض. تو منهنجي نائيٽ واڪ ۾ رنڊڪ وڌي آهي. مون کي مٿي ۾ سور پوڻ لڳو آهي.“

”اسين سڀ روڳي آهيون. آئون دل ۾ پيڙ پيو محسوس ڪريان. سڄي انساني سوسائٽي بيمار ۽ روڳي موڳي آهي. تڇ آهي. نفرتنهاٽي.“

”ڪيئن؟.... ڪجهہ سوچيو بہ اٿئي. تو سڄي انساني سوسائٽي مٿان لفظن جو گند اُڇلايو آهي!“

”ها. مان سوچي سمجهي ڳالهائيندو آهيان. جي سوسائٽيءَ کي يگن کان ايئن ئي هلڻو آهي تہ آئون اهڙي سوسائٽي مٿان ٿُڪيان ٿو. جي منهنجي هٿ ۾ گند جو ڪارو ڪڏهن اچي بہ ويو تہ آئون وڏي واڪ اُڇلائيندس. آئون بهترين سوپر ليڊر آهيان. تو ڪڏهن ٻِڪين جي وڏن وڏن. سيڙهہ جي ڪنڊن کان تکن ٻهارن تي سوچيو آهي. جن سان هو اسان جون سڙڪون. گهر ۽ گند صاف ڪندا آهن؟ ان ٻهاري سان ماڻهو ماڻهوءَ سان ڇا. افريڪا جي شينهن سان وڙهي سگهي ٿو. انهيءَ کي نچائي سگهي ٿو.“

”اهو ٻهارو وري وچ ۾ ڪٿان اچي ويو؟.....“

”ان لاءِ تہ گڏ هيومن سوسائٽي کي ان ٻهاري جنم ڏنو آهي.“

”تنهنجي خيال ۾ گڏ هيومن سوسائٽي بہ آهي ڇا؟ جي آهي تہ ڪٿي آهي؟“

”هر هنڌ آهي. پاڻ ٻئي گڏ پيا هلون. ڇا پاڻ سنيون ڳالهيون نہ پيا

ڪندا هلون. ڇا اها گهٽ ڳالهہ آهي تہ تو مون لاءِ سرهاڻين جا سپ در کولي ڇڏيا. مون کي خبر هئي تہ تون شاندار عورت آهين تڏهين ئي تہ مون توکي منٿ ڪئي. سچ اچ تہ مون کي سپنن هاڻي نند ايندي. الائي ڪيترن سالن کاڻ، مون کو سپنو ئي ناهي ڏٺو!..." هو روئٽهارکو ٿي، گهرو اونهون ساهہ ٿو کڻي ۽ ان کان پهرين جو هو روئي پوي، هو بهي تو وڃي ۽ ويندڙ ڇوڪريءَ ۾ نهاريندو ٿو رهي. ڇوڪري پوئتي مڙي نٿي نهاري. جيئن نہ نهاريندي آهي ۽ هو موٽ ٿو کائي. منجهي ٿو وڃي. وري اوچتو ترن ڪري چار پنج وکون ڊوڙ پائي رڙ ٿو ڪري:

"ٻڌ تہ، مون کي تنهنجي گهرج آهي، ڏاڍي وڏي گهرج آهي، ڌرتيءَ جي گولي کان وڏي گهرج." مانار- سيتجي پند پهڻ تي ويل بوتا. برف جيان چمي چڪا تي ويل نيڻ.

(هئي چڻ وڏن ڏوجهرن ۾ آهن ۽ پوءِ هوريان هوريان ڇوڪريءَ جو چهرو تامي جي ڏاتي جيان ٻرندڙ سواليہ نشان ٻڻجي تو وڃي.)

"تون مون کي گهرجين. هن پرٿوي تي تون منهنجي سپ کان وڏي گهرج آهين. ڇا تو اسان جي ڪنهن ڪارج ۾ نٿي اچي سگهين؟"

"ڪهڙي ڪارج؟" ڇوڪري اڳيائٿس ڇپ ٿيو ٻيهجيو وڃي.

"ڏس نہ، پرٿوي سڻن ۽ گندن ماڻهن سان ڀري پئي آهي. يگن کان هڪڙا ماڻهو جنگيون ۽ فساد ڪڙا ڪندا اچن ۽ ٻيا ماڻهو پرٿويءَ کي سرڳ بنائڻ لاءِ زهر جا وٽا ڏوگهيندا پيا اچن. هن ڌرتيءَ کي سرڳ بنائڻ تہ ٻالاپڻ جي راند جيهو ڪم آهي. هيءَ صدي سائنس جي دنيا جي سپ کان وڌ مهاياري صدي آهي. هن ئي صديءَ ۾ اسان کي خبر پيئي آهي تہ موت تي قبضو پائڻ ناممڪن ناهي، ڪنهن پر ٻہ نہ. اٽ از ناٽ اين امپاسيبل مشن ۽ اهڙي سوچ رکندڙ ماڻهن مان آئون ٻہ هڪ پتڪڙو ماڻهو آهيان."

"يو مين، ڪنٽرول آن ڊيٿ از پاسيبل مشن."

"يس، ويري ويري پاسيبل مشن. ويري ويري ايزي ائنڊ پاسيبل. آءِ نيڊيو. بڪاز يو آر جينئس، يو ڪانٽ اميجن، وچ ڪائينڊ ليڊي يو آر." هو ڏاڍي سڪ ڏاڍي آس، ڏاڍي نرماڻ مان ٿو ايلاز ڪريس.

"...!...!..." ۽ هوءَ ڳاٽ اوچو ڪيو منجهس نهاريندي ٿي رهي.

”چا تو کي اعتبار نٿو اچي؟ سچ، موت تي قبضو مون لاءِ هنڊريڊ پرسينٽ شوئر آهي، پر... پر منهنجو ۽ تنهنجو وري ايئن اتفاق سان ياڳين ملڻ به ڏاڍو اوکو آهي. مان... مان ته ان ڳالهه لاءِ سپني جي آس به نٿو رکي سگهان ۽ سپنا... سپنا نرواڻڪ ماڻهو پسند ڪندا آهن. مون کي ته هر گهڙي ايئن ٿو ڀاسي ڄڻ منهنجي بنواس جي پڄاڻي موت تي قبضي کان پوءِ به ڪانهي.

”- او- ڪي، گڊ نائيٽ، ماءِ لوُ تو يوئر لٽل ڪِڊس، باءِ.“ ۽ هو هن ۾ نهارڻ کان سواءِ وڻ مان پن پٽي وات ۾ وجهي، ٽڪڙو ٽرن ٿو ڪري. ۽ وڪاريندو سيندِ وڄائيندو ٿو وڃي. نيڻن ۽ چپن ۾ ڍيل مرڪن ساڻ ۽ چانڊوڻي رات ۾ سرهاڻين سمويل عورت ۽ وڻ ٽڏيرا ساهه کڻندا ٿا رهن.

# چار ڏسائون چارئي ڪاريون

آئون هڪ نعرو آهيان،
جنهن کي ڏاڍ ۽ ڏمر ته ڇا، موت به ختم نه ٿو ڪري سگهي.
سچ لهي ويو آهي. هو درياهه جو بچاءُ بند ڏيو، مائوزي تنگ جو ڪتاب ڏاڍي موج سان ستر سان ٿپيندو، ڏاڍي شان سان هلندو وڃي، ۽ وماس جي رات جي ڳاٽ جو گهيرٽ ڦلارجندو ٿو وڃي، ائين ئي جيئن هن جي ذهن تي مائوزي تنگ جون سدا روشن سٽون:
مُون کي موت به ختم نه ٿو ڪري سگهي...
-ڪيڏي نه ڪاري ڳاٽ آهي. جڏهن به وماس جون اونداهيون ٽرن ۽ برن کي وڪوڙي ويندديون آهن ته روشنيون ڪيترو نه پري هونديون آهن؟...
هو ڏوجهرا ڪائيندو سوچيندو هلندو ٿو وڃي، مانجهند جي پراٽي سنسان مندر ڏانهن.
اڃا دريا جو بچاءُ بند نئون نئون پيو ٻڌجي. درياهه مٿان ميربحرن جو ڀيڙياتو ڳوٺ آهي. ويچارا مير بحر، ڇمن به ڀيڙين ۾، مرن به ڀيڙين ۾! ۽ باگڙين جا ڇنا ۽ منَهن آهن، جي درياهه جي پيٽ ۾ پيدا ٿيندڙ لئي جي لاڪڙ مان ڪارا ٺاهي پيٽ گذر ڪندا آهن. اهو زميندارن جو مال ٿي ويندو آهي ان ڪري ته لاڪڙ جا ڌڻي زميندار هوندا آهن نه باگڙي. ويچارا باڳڙي ته رڳو ايترو ڄاڻندا آهن ته لاڪڙ مان ڇا ڇا ٺاهي سگهجي ٿو.
ويچارا مير بحر به سدائين ڏناٺا.
ويچارا باگڙي به سدائين ڏناٺا.
درياهه شاهه ۾ ڏينهن ڏٺي به بلائون ايندڙيون آهن. وڏيون وڏيون اجگر بلائن ڪان به وڏيون. ڪهاڙين سان، پوليس جي وردي ۽ سان، چيلهه سان ٻڌل ٻن ٻن پستولن سان. ڪي ڦل ماڇيءَ جي روپ ۾ ته ڪي رئيس ڪـلـڙ ڪاڇيءَ جي شڪل ۾. بلائون ڪهڙيون به هجن، بلائون بلائون آهن. پر سڀ ڪان وڏي ويڌن ته هن سان آهي. هو نئون نئون آهي، مهمان آهي ۽ وڏي مونجهار ۾ آهي، وڏي ڀوڳنا ڀوڳي رهيو آهي ۽ اڃا، دادو ضلعي جو

ڀھريون ڏاڪو آهي ۽ هو وڏي ذهني پيڙا پيو ڀوڳي:

- سائين، انهيءَ ويران مندر ۾ متان ويو آهين. انهيءَ ۾ رکو هندن جا ديو اٿئي. تنگن ڀانهن کان سڪي پوندين، اهڙا ته پليت اٿئي جو ماڻهو ڪلمو مبارڪ پڙهندئي ته رام رام ڪندين. الله نه ڪنهن کي ڏيڏ جي منهن چاڙهي، ويندي جي ويرم.

ماڻهن جا وات به وڏا آهن ۽ ڳالهيون به!...

درياهه شاهه ۾ وڏي لاٿار آهي. ڪير چوندو ته منجهس مستي به ايندي.

- درياهه سڪي ڀيلاٽيون ٿي ويندا آهن. درياهه شهرن جا شهر ٻوڙي ميدان ڪري ڇڏي ويندا آهن.

- ماڻهو ته آهن ئي ماڻهو.

ماڻهوءَ ۽ درياهه کي ڪا جهل پل به آهي ڇا ؟...

هو سوچي ٿو:

- هيڏو حسناڪ مندر، جنهن ۾ شري ڪنور ڀڳت ڀڳتيون ڪري وڏو ٿيو هجي، جنهن ۾ علڻ فقير جهڙو سنت ماڻهو ڀهاريون ۽ ڏيئا ٻاري وڏو ٿيو هجي، ان کان ماڻهو ايڏا ڊناٺا، ايڏا، جو ويندا ته ڇنگهون سڪي ويندين! شايد ماڻهن جون دليون سڪي ٺوٺ ٿي ويون آهن. تمام ننڍڙيون ٿي ويون آهن.

- يلا هي سڀ آهي ڇا؟!.... سوچن جي لڙاٽ

- هون.... مندر ته ڪٽي هندن جو ٿيو، پر شاهه اويس قرنيءَ جو مزار ويران ٿي ويو. اڳي گهڻو اڳي، انگريزن جي زماني ۾ اتان ته شاهه اويس قرنيءَ جو واهڙ وهندو هو، ٻنيءَ ٻاري لاءِ. اهو به سڪي ويو. وڏو سوال ته شاهه اويس قرني تي لائيٽ ڇو ڪينهي. شاهه اويس قرني ته سنڌ سڳوريءَ جو پهريون ۽ سچو مسلمان هو، پوءِ سندس شهر مٿان اوندهه ڇو اُڇلائي وئي آهي؟...!...؟

- ڪارڻ؟....

-....!....

هو هلندو سوچيندو ٿو وڃي. ڏوجهرا ڪائيندو ٿو وڃي.

- هون، مندر جو ڪارڻ ته آهي. درياهه شاهه مانجهند جي پراڻي

شهر ڪي پنهنجي مستيءَ ۾ اچي ائين ڪٽي ويو جو هاڻ انهن پڊن تي رڳو لئيءَ جا ڪيت آهن، پيو نالو الله جو. بس رڳو هڪ هيڪل ويران سنسان مندر جيئن جو تيئن رهجي ويو آهي. ان ڪري ته مندر جون پيڙهيون ۽ پنڊال ڏاڍا اونهان پڊا ويا هئا نه ته ڪو جادوءَ جي زور سان ڪين بچي ويو. ۽ شاهه اويس قرني ٽڪرين تي آهي.

- باقي ماڻهو؟

- ڇا اهي ماڻهو ماڻهو آهن!

- ڇا اهي ڊور ڊور آهن!...

ڪن لاءِ هو پريشان ٿي وڃي ٿو. ڪن لاءِ ڇا، گهڙيءَ گهڙيءَ پريشان ٿي وڃي ٿو. اهو ته سنڌ سکوري جو ڏاڍو ڀلارو پاسو هو. اڳيان سن سکورو، پوءِ لڪي ڏارا تيرٿ، پوءِ سيوهڻ شريف، قلندر جي نگري، سوني دروازي ساڻ، پوءِ دادو ضلعي جو سڀ کان وڏو شهر دادو.

هو ڏوجهرا ڪائيندو، وڏنڊڙ اونداهيءَ ۾ اوجهڙ ٿيندڙ درياهه شاهه تان نهار ڦهلائيندو ٿو وڃي. ميربحرن وٽ گاسليٽ ڪينهي، ٽنهنڪري ٻيڙين ۾ اونداهه آهي. پري پري لاڪڙ جي مهاڃار جيهي ڪيت مان ڪتان ڪا دونهين ڏوندي ٿي نظر اچي ۽ پارو پلٽي پيو آهي. پوهه لاٿا لوهه آيو ڪين آيو. سياري جي مهاڙ مڇي پٽي پر پوءِ به درياهه ڀهرئين ڀهر جي سونهن ڪي پنهنجا ڏاوڻ هوندا آهن. رڳو ڏسندڙ جي اکين ۾ موتئي جو پاڻي نه پڄي ويو هجي.

هو ڏسائن ۾ ٿو نهاري.

اتر،

ڏکڻ،

اڀرندو،

الهندو،

چارڏسائون

وري آڪاس ۾ ٽيڙو.

وچون، ڪتيون، ڪير ڏارا سڀ اوجهڙ اوجهڙ آهن، ڏنڌلا ڏنڌلا آهن، درياهه شاه جيان. رڳو آڪاس ۾ ڪارا ڪکر هاٿين جيان هلندا ٿا وڃن.

هو اجرڪ ويڙهي ٿو ڇڏي ان ڪري ته اڄ هن وٽ وقت ڪينهي. نه

تہ ويچارا ميربحر چوندا؛

- او مسافر، اڄ ڏاڍي سٺي مڇي آهي. اسان جو بہ ڪڏهن مانيءَ ڳيو ڪاٽي وڃ، ذات ڪانہ گهٽ ٿي پونديئہ.

آواز

تانگهہ

اتساهہ

اڪير

پيار جي پالوٽ — پوءِ ڪير پيرو پچندو

ڪڏهن وري باگڙين جون مايون چونديون؛

—او سائين، ڪشمور ۾ وڏا وڏا هنر هلائي آيا آهيون، مهڙي سڏي لاڪڙ تہ اسان قيام نہ ڏٺي. رئيس ڪي اسان جي پارت ڪر تہ ڏوڙ مان ڏن ٿاهي ڏيونس.

پر ويچارن باگڙين کي ڪيهي خبر تہ رئيس ڪي سون نہ، اڌ تولو آفيم، پنجاهہ ڪن پراڻي نوڙيءَ وٽيل چرس جون سلفيون ڪپن. پوءِ ڏوڏيءَ جو گلاس ۽ مٿان پاءُ ڪن کچڙي پينگ. ويچارن ٻَڙن کي آفيم ڳارڻ اچي ڪٿي. تڏا، تؤنريون، لاڪڙ جون خوبصورت چڪون، موڙا، ۽ پنگا ٺاهڻ کان سواءِ اچين ڇا ٿو. رئيس روز ڪانٺن موچڙا هٽي اڌ تولي آفيم جي رقم نہ ڇڏائي تہ پيو ڇا ڪري؟ ڪٿان آڻي آفيم لاءِ پئسا؟ باقي پستول کو نانيءَ جي قبر تي ڊيڪوريشن پيس ڪري لوڪڻ لاءِ ورتو اٿس ڇا!

هو ڪارو جهنگ لتاڙي ويران مندر ۾ آيو آهي. قديم سنڌ جي اڏاوتي ڪم جيان، هرڪا شيءِ سندس آڏو ڀهڪندي ٿي رهي. پاروچي ٽوپيءَ جيان سونهري ٽائيلز جڻ ڏيئن جو ڪم تا ڏين. هيڏي ساري مندر ۾ ڪٿي بہ بت جو ڪوئي نشان ڪينهي. جي ڪو بت آهي تہ هو پاڻ آهي. جي ڪٿي ڪو ڏيئو ٻري پيو تہ اها سندس سگريٽ جي لاٽ آهي. هو هڪدم موٽ ٿو ڪاٽي ۽ نيٽ مان تارا ڪٽيون ڪڪرن جي ڪارونڀار ۾ ائين لڙهي ويا آهن جڻ ڪنهن هندو سنت روهڙيءَ جي پراڻي پل مٿان ٻڪ ٽڪن جا درياهہ شاهہ ۾ اُڇلائي ڇڏيا هجن.

خون خون... وارو ڪريو مڙس مٺو پيو آهي.

صبح جو سويري امام جي الم هيناڻ وڏو چوٻول آهي.

- ادا مڙس، مڙسان مڙسيءَ ماريل آهي. مجال آهي جو ڪو لاش سجاڻي سگهي.

لاش سچي ٻه سجاڻڻ کان ٻاهر آهي. لاش جي سري آهي ئي ڪانه. رڳو ڳچيءَ وڍيل، هنداڻي جيان ڳاڙهي، رتو ڇاڻ آهي. ڪلهي تي قلندر جي پائلي جو نشان اٿس. ڪي چون ٿا ڪير آهي، ڪي چون ٿا ڪير آهي. ڪير ٿو تي سگهي؟

گهڻا وات آهن، گهڻيون ڳالهيون آهن. پوليس ٻه پنهنجي آهي.

ءَ هو صبح جو سويري امام جي پڙ مان ٿيلهو ڪٽي اڪتي اُسرڻ جي ٿو ڪري ءَ سوچي ٿو:

- پلا ويهه ميل ٻه ڪو پنڌ آهي. پيلو ٻه وکون ءَ هو بنان سوچڻ سمجهڻ جي پيرن تي زور ٿو ڏئي.

ڪنڊيون ءَ ٻيرن جا جهنگ لتاڙيندو هو هلندو ٿو وڃي. جيتوڻيڪ هن کي خبر آهي ته هو هزارين ماڻهن جي هشام ۾ رهيو آهي، جتي ڪيس چڱي ريت سڃاتو وڃي ٿو. ءَ هن کي اتي وڃي جلسي لاءِ اسٽيج سجائڻو آهي. سيٽ لڳائڻو آهي. اتي هن جا پنهنجا راڄ آهن، باقي ٻاڳن جي خبر ڪيس ڪانهي، ان ڪري ته هو نجومي نه آهي.

- ءَ هي ٻيو تڙ آهي.

- ٻيڙياتا آهن.

- ءَ ڏوٻي سندس دوس آهي. ساندهه ٻه ڏهاڙا ته هو اسٽيج پنڊال جي سجاوٽ تي سوچيندو رهي ٿو. اهو سمورو ڪم ڪيس چئن ڏهاڙن ۾ مُڪت ڪرڻو آهي.

اڃا پهريون ڏهاڙو مس گذريو اٿس. مهمانن جي ڌوم شروع ٿي وئي آهي. الائي ڪهڙين ڪهڙين ڏسائن جا ماڻهو. هو پنهنجي ڪمن ڪارين سان هلندو درياهه جي بچاءُ بند تي آسيس ماڻڻ لاءِ اچي ٿو ءَ هن کي پاسي ٿو ته ميربحرن ۾ ڪاري قيام متل آهي. ميربحرن جي ٽج پياڪ ٻار سان سٽل ٻانهن. ڪي شاهينگ بندوق پستولن سان راتو واهه ڪٽي ويا آهن. عورتن، ٻارڙين، پوڙهن، پوڙهين ۾ روڄ ءَ راڙو آهي.

- آواز...

- دل ڪي چيـيـاڙيندڙ آواز، نفرتن جا طوفان. هو ڪروڌ مان اٿي درياهه جي بند ڪان لهي وڏي پنڊال ڏانهن هليو ٿو وڃي جو ڪڏهن هندن جو ٽڪاڻو هوندو.

پلا هي سڀ آهي ڇا؟!....؟!..... ۽ سياري جو سج شرم ڪان ڇڻ نڪري ئي نٿو. هو پوڙهي فلاسافر ڏانهن ڪچهري لاءِ هليو ٿو وڃي. ۽ هو پوڙهي فلاسافر جي مانار ڪي سمجهي نٿو سگهي. ۾ پاڻ اُيري رهيو آهي ۾ پاڻ الهي رهيو آهي!

پوڙهو فلاسافر ڇڻ پڻ ٿو ڪري:

"تنهنجو ڪم ڏاڍو سست آهي."

"نه، اسانجا ماڻهو ڪم چور آهن، ڇو؟ مان ان جو سبب سمجهي نه سگهيو آهيان."

هن جي ڳالهه تي پوڙهي فلاسافر جي پيشاني تي سوچن جا هزارين تهه چڙهي تا وڃن. هو مرڪي ٿو پوي. (هن ۾ سچ ٻڌڻ جي سگهه آهي يا نه، هو ڪوبه جواب نه ٻڌي، اٿڻ جي ٿو ڪري:

"پيو به ڪجهه چوڻو اٿئي"

"ها، پراڻي ٽڪاڻي ۾ ٻه سؤ کن ڪُتا آهن سبحان شاهه جا، اهي ته ايندڙ مهمانن ڪي ڦاڙي ڇڏيندا." ۽ هو ڪجهه ڪجهه وڌيڪ ڳالهائڻ بدران وڏي ادب سان اٿي هليو وڃي ٿو، پنهنجي ڪمري ڏانهن.

۽ هو پنهنجي ڪمري ۾ اچي سوچي ٿو:

- هر ماڻهو پنهنجي گهر جي پاتين هٿان ڪتي جو موت مرڻو آهي، ۽ اها سنڌ جي پراڻي ريت آهي.

اچانڪ گولين جا ڌوڙيا ٿي وڃن ٿا. ڪتن جا ڪوڪاٽ ڇڻ ستين آسمان تائين پڙاجندا تا وڃن. هو ڊوڙندو ٻاهر نڪري ٿو. سندس اَڏو پنجن پونڱڙن واري مادي ڪتي مئي پئي آهي، جيڪا بيحد کهري هئڻ جي باوجود به ساڻس هري وئي هئي.

ڳاڙهيون ڪتا مار جيپون، هٿيار بند ماڻهن سان ڊوڙن پيون. هو ڊوڙندو پوڙهي فلاسافر وٽ وڃي ٿو:

"سائين، ھي انقلاب سان بد ديانتي آھي، ويساھ گھاتي آھي."

"ڪيئن؟"

"وائيلڊ لائيف ۾ ڪتو بہ ايڏوئي ڪارائتو جانور آھي، جيترو اٺ، گھوڙو، ٻڪري. الاھين ملڪن ۾ ڪتو ڪاڌو ويندو آھي ۽ ايڪسپورٽ بہ ڪري سگھجي ٿو. سوئرن ڪان ڪتن ڪي ۽ ڪتن ڪان سوئرن ڪي ڦاڙائڻ بدران، اوھين عيسائي ڏنارَ رکي انھن جي افزائش نسل بہ ڪري سگھو ٿا. آخر ايڏي جھالت ڇو؟"

۽ ھو محسوس ڪري ٿو. دکي پوڙھو فلاسافر ڇڻ دم ٽوڙي رھيو آھي.

مھاياري ماٺار... ماٺار...

"ساري سر، منھنجو خيال آھي، مون کي الاھي ڏھاڙا ٿي ويا آھن. منھنجي عينڪ ۽ گرم ڪپڙا ڪٿي وسري ويا آھن. مان واپس پنھنجي ڳوٺ موٽندس"

ماٺار... گھٽيندڙ ماٺار... ڇڻ سيني مري ويل ڪتن جي بدبو حويليءَ ۾ ڪاھي پئي ھئي، ۽ ھو چپ چپات ٻاھر نڪري ٿو وڃي ۽ ٽيلھو ڪٽي رومال نڪ تي ڏئي رتو رت گھٽين مان جلدي ڪان جلدي نڪرڻ لاءِ ڏڪيندو ٿو وڃي.

"ڪنھن تو سان بدشد ڳالھايو آھي." ھڪ ساٿي سندس رُسي وڃڻ تي ڪروڌ مان ڊوڙندو ٿو اچي.

"ڪنھن کي ڇپ پتائٽي آھي پيارا سائين! ٽٽنڪز." ۽ ھو محسوس ڪري ٿو تہ ھي سڀ ماٺھو انھيءَ پوڙھي فيلسوف سان ڪُلاپ ڪري رھيا آھن. دوکو ڪري رھيا آھن! سنڌ جا نعرا ھٽي ۽ ھو ڏارا تيرٿ ۾ وھنجڻ ۽ قلندر شھباز جو سونو دروازو ڏسڻ ڪان اڳ ويگن ۾ ويھي جلدي ڪان جلدي انھي اونداھي نڪري مان نڪري ٿو وڃي.

# بلئڪ ائنڊ وائيٽ

مان حيران آهيان تہ ڀيھر، ڀيو ڀيرو، اوچتو ئي اوچتو، مان سندس جيون ۾ ڪيئن آيس. ڪهڙي سانگ. نيٽ ڇو؟!.... جڏهن تہ اسان ٻنهين جي واٽ ساڳي هوندي بہ اسان ٻنهي ۾ وڏاندري نظرياتي جنگ آهي. ايڏي ئي وڏي، جيڏي چين ۽ روس جي وچ ۾ ٿي سگهي ٿي. جيئن موجوده حالتن ۾ آهي. جيئن جتي ڪٿي ذهني توڙي هٿيارن واري جنگ جاري آهي. اسان ٻنهي جي وچ ۾ بہ ڪڏهن ڪڏهن ايڏا ويڇا پئجي ويندا آهن. مان ڪانئس رسي هليو ويندو آهيان. وڏن گهاٽن جهنگن، ڪيٽن، ڍنڍن، درياهن ۽ سمونڊن ڏانهن. ڪڏهن ميربحرن سان ميربحر ٿي، هاريلن سان هاري ٿي ۽ ڪڏهن جوڳين، سامين، ڪاپڙين سان ڀيو ٻنهنجا ويچار لڙائيندو آهيان. مان پنيان مڙي نهارڻ جو عادي نہ آهيان. دنيا ڏاڍي وڏي ۽ ڪشادي آهي. وري ڪڏهن ڪڏهن ڪٿي نہ ڪٿي ايئن بہ ٿيندو آهي جو واٽون ويهہ وڃي، هڪ وڏي شاهراهہ سان ملي هڪ ٿي ويندون آهن ۽ حيران پريشان ٿي سوچيندو آهيان تہ ساڳين چاتل سڃاتل سڙڪن ۽ موڙن تان نہ چاهيندي بہ هلندو ويندو آهيان. مان پاڻ چاهيندو آهيان تہ ساڻس ڪڏهن بہ نہ ملان. مون پاڻ تي وڏن فنڪشنن، ميڙن منڊلين جا سڀ دروازا ڇاٽي ٻجهي بند ڪري ڇڏيا آهن. پر الائي ڪهڙي ڏگ، جنب، ڪال، آڪال جا ڦيرا آهن جو اسان ٻئي، ڪٿي نہ ڪٿي، ڪنهن نہ ڪنهن موڙ تي ملي ويندا آهيون. اُن ساڳئي پراڻي ڀرپور انداز سان، لِڪ ئي نہ پوندي آهي تہ اسان ٻنهي جي وچ ۾ ڪي وڏا ويڇا آهن. مون کي ڏسي هوءَ ڇا محسوس ڪندي آهي، ان جو اندازو آئون نہ لڳائي سگهندو آهيان. پر مان ڪيس ڏسي سڪ ئي سڪ ماٺيندو آهيان. مون کي رڳو ايتري خبر پئي هئي تہ سوريہ گرهڻ جي ڪري هوءَ ڪلر بلائينڊ ٿي وئي آهي. ۽ ڪلر بلائينڊ سان گڏ ڪڏهن رڙيون ڪري بيهوش ٿي ويندي آهي. هونئن بہ اسان جي ميلاپ تي ڪا پابندي ڪانهي، سندس ماءُ مون کي پٽن جيترو پيار ڪندي آهي.

ان ڏهاڙي، بہ سؤ ميلن جي سفر، منهنجو سنڌ سنڌ الوڙي ڇڏيو

هو. ڪينٽ اسٽيشن تان ٽيلهو لڙڪائيندو وڏي ٽڪ سان هڪ ٽانگي واري کي چيم:

- يار، منهنجي طبيعت ٺيڪ ڪانهي، مون کي فريئر هال پهچاءِ. ۽ جڏهن فريئر هال جي گهاٽن وڻن جي ڇايا هيٺ ڪجهہ وسرام ڪري مون کي ٽوُنس لڳي تہ پراڻا ٽٽل پاٽيءَ جا نلڪا ڳولڻ لڳس. الائي ڇو، انهن نلڪن جو شفاف پاڻي مون کي وڻندو آهي. ۽ ٺيڪ جڏهن مان نلڪي مان هٿ منهن پير ڌوئي رهيو هئس تہ منهنجي نهار ايمريڪن ايمبسيءَ سامهون گيٽ وٽ، ساوتري تي پيئي. ان کي هڪ نرس سان ڏسي، ڪن لاءِ مون کي ائين لڳو ڄڻ نيچر مون سان وڏي جنگ لڙي رهي آهي، جيڪا شايد مون کي مارڻ ڪانسواءِ بازي کٽي ڪانہ سگهندي.

- هان، تون ڇٺن سالن ڪان پوءِ؟ اِهو بہ ساڳئي فريئر هال ۾!...
ويچارو اندر جو ماڻهو!....

۽ هوءَ... هوءَ مون کي سڃاڻي، ڪن لاءِ ٽڪ ٻڌي نهاري ٿي. نرس کي مون ڏانهن اشارو ڪري ڪجهہ چوي ٿي. ۽ وري، سرجان مارشل جي گهوڙي جي پاڻي پيئڻ واري، پٿماني نما نهيل رَڪاهين هاڏر ۾ الاهي ڇا ووڙيندي، منهنجي قدمن جي آواز تي، آڏر پاءُ لاءِ اڳتي ٿي وڌي.

- سچ ٻڌاءِ، تنهنجي گمان ۾ هو تہ آئون صبح سويري فريئر پارڪ ۾ هونديس. جڏهن تہ آئون سڀ رنگ وڃائي چڪي آهيان. هاڻ تہ باغن ۾ ڪجهہ بہ نہ رهيو آهي.

ڪن لاءِ مان گهور ٻڌي منجهس نهاريندو رهيس. ڏسندو رهيس.

- رنگ ... هونئن بہ رنگ آهن ڪٿي؟ ماڻهو ڏينهن ڏني، انڌا بہ ٿي ويندا آهن. ان سان ڇا تو ٿئي...

- هوندو... ۽ ائين آهي بہ. ها... ممي توکي ڏاڍو ياد ڪندي آهي. چڱو ٿيو تون اچي وئين. مون هڪ وڏو فيصلو ڪيو آهي. خبر اٿئي، هينئر تون مون کي ڪيئن پيو ڏسڻ ۾ اچين، جهڙوڪر پاڪستاني بليڪ اينڊ وائيٽ فلمن جو ڪو ڪردار. اها ڪيڏي نہ ڏکوئيندڙ ڳالهہ آهي. پر اندر ڇپياٽ سان گڏ مون محسوس ڪيو تہ باغن ۾ هلندي اچ بہ هوءَ اڏامندڙ نازڪ پوپٽيءَ جيان رنگا رنگ آهي. ۽ ائين ڀاسندو آهي ڄڻ ڇهاءُ سان سندس رنگ

هٿن ۾ ڇپن تي چڙهي ويندا. پوپٽ جي پرن جي رنگ سمان.

گهر ۾ ساوتري جي ممي جي امڙ سدا سوپياوان مرڪ ڏسي، ڪن لاءِ محسوس ڪيم ڄڻ سارا سور مٽجي ويا. ڄڻ گهر پهچي ويس، ان ماءُ وٽ جنهن ڄڻيو هئم. پر وري مرڪندڙ اتاهه خوش نيڻن ۾ لڙڪ ڏسي پانيم ته پڇي ويجان. سک، چين سانت ڪٿي به ڪانهي. ۽ اڳي جڏهن اهڙي حالت ٿيندي هيم ته ميران ديوي وانگي رڳو پيو پريو شانتي... پريو شانتي پڙهندو هئس ۽ پوءِ جلدي محسوس ڪري ويس ته اهي هندو ٽوٽڪا آهن. مان نه ٻَڌ آهيان، نه ميران. مَنهنجي پنهنجي ڊگر آهي ۽ منهنجي... منهنجي پنهنجي جدا واٽ آهي. وڙواند ڏقير واٽ - جنهن مٿان مون ڪي گذري وڃڻو آهي. ڏاڍي شاناٽي ماناٽي انداز سان.

سنجها سنجها رات

ڪوهيڙو.

تاڙي جي لات. سڀ آواز نپ جي مانار ۾ مانا ٿيندا ٿا وڃن. مون کي خبر به ڪانه پئي ته ساونري منهنجي ڪمري ۾ ڪيئن پيهي آئي.

آئون... ٻَري اُجهامي ۽ اجهامي ٻرڻ لاءِ جتن ٿو ڪريان ۽ سوچيان ٿو، مان ميڻ بتي به ناهيان. الاهي ڇو، ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي شڪست جو احساس وجود ۾ ڪرٽ وهائيندو ويندو آهي. آئون حيرت ۾ آهيان ته هوءَ اسان سيني کي هيڪل شڪست ڏيندي ٿي وڃي. بنان ٻنين ٻارن ۾ ڊرڻ جي. بنان ڪنهن ڏڪاريءَ لاهياريءَ جي ٻار مٿان هٿ ڦيرائڻ جي. ڇا هوءَ اسان کان اڳاهين نه لڳندي آهي... تمام وڏي. تمام...

- ڪمري ۾ توکي ڪا شيءِ خراب ته نه پئي لڳي؟

- نه... مان ڏانهس نهارڻ ڪانسواءِ وراٺيان ٿو.

- سچ ٻڌاءِ، کهڙي ڪارج سان آيو آهين؟

- توکي وٺڻ آيو آهيان.

- ڪيڏانهن وٺي ويندين مون کي؟ منهنجو علاج هتي آهي ٿي ڪونه ۽ ٻاهر، پرڏيهه... جي ڪڏهن پنهنجي ڏيهه ۾ ٿي ڪين ٿي ڪين آهي ته پرڏيهه ۾ ڇا هوندو؟

- پرڏيهه جي ڳالهه ڪير ٿو ڪري. مان ٿرن ٻرن وَلين ۾ واڙين

جون ڳالهيون ٿو ڪريان، ڳوٺن جون ڳالهيون.

- ڇو؟...

- تون اسان جي ملڪ جي وڏوار هاري ليڊر عورت آهين.

- ائين چو نٿو چئين ته اوهان سڀ ٽڪي ٽِتي ساٿا ٿي پيا آهيو. اوهان کي واهڻن ۾ وڃڻ لاءِ حسناڪ ڇوڪرين ۽ عورتن جو ساٿ گهرجي.

- ساٿ نه هوندو آهي ڇا؟ جي انقلاب ۾ عورت حصو نه ولي ته دنيا جو ڪوئي مرد، هيڪل يا سڀ مرد گڏجي ڪوئي به، ڪنهن به قسم جو انقلاب نٿا آڻي سگهن. آئون سچ پيو چوان نه؟....

- ڏس مان ڪلر بلائينڊ آهيان، ۽ ڏاڍي پيڙا مان گذري رهي آهيان. پوءِ به پنهنجي گهر جو رستو سونهون ٿي ويندي آهيان. اوهان بلئڪ ائنڊ وائيٽ جا به پيگ پي بتال ڇو ٿي ويندا آهيو.

مان ڪجهه محسوس ڪريان ٿو.

- ڇا توکي مٿي ۾ سور آهي.

- نه، برين ٽيومر ٿيو اٿم...

- ائين ڇو نٿي چئين ته تو مان اُها سگهه ڇڏائي وئي آهي.

- جيئن وڻئي تيئن سمجهه.

- پوءِ مان... ڇا مان موٽي وڃان.

- اوهان ڪڏهن مون کي اڌ واٽ ۾ نه ڇڏيو آهي؟!... ٻڌاءِ نه، ڪڏهن؟... اوهان سڀ سدائين مون کي اڌ واٽ ۾ هيڪل ڇڏي هليا ويندا آهيو.

۽ ڪن لاءِ مون کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته منجهس نهاريندو رهان، مُنهن ۾ پاسي ڦيرائي ڇڏيان يا سيس نمايان. ۽ هوءَ... هوءَ پٽ تي ٽنگيل پينٽنگ ۾ نهاريندي ٿي رهي. سنڌ جي ٻهاڙن ۾ ڪاتي ڪٽندڙ ٻگهر ڳاڙيندڙ سگهارن مزورن جا ڏمڪ، پاهوڙا، هتوڙا ۽ سيولون ٽيڪر ۽ ڪڏهن نه ختم ٿيندڙ ڪم ڪاريون ۽ محنت.

- تون هاڻ پلي پنهنجي پينٽنگ کڻي وڃ. پينٽنگ جو ته سچو مزو رنگن سا آهي. سچ ٻڌاءِ، ڪنهن لاءِ ٺاهي هيئه اها پينٽنگ.

- مزورن لاءِ، نه ته اڄ ڪنهن آرٽ گيلريءَ ۾ ٽنگيل هجي ها. مان

بہ ٽيپي ويس تہ نيٺ هوءَ پاڻ کي سمجهي چا ٿي. آئون ڇئي سڱهان ٿو تہ مان ڪينسر جو مريض آهيان.

پوءِ... ٻڌاءِ تہ... پوءِ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي. پهرين ٻڌاءِ، اسين پنهنجي اسپتالن ۾ گهڻن قسمن جون بيماريون چڱيءَ ريت ڊائيگنوز ڪري سگهيا آهيون. ڪنهن هڪ اسپتال، ڪنهن هڪ ڊاڪٽر جو نالو ڪڍ.

- هون... ڳالهہ تہ تون ٺيڪ پيو ڪرين. ان ڪري تہ هاڻ اسان وٽ ڳالهين ڪانسواءِ ڪجهہ باقي بہ تہ نہ بچيو آهي، پاڇي بہ نہ. ڇڏ ها... ها نہ؟

ايتري ۾ ممي پليٽ ۾ ڪجهہ ڪٽي اندر اچي ٿي. ائين جيئن ڳوٺاڻيون مائرون ايندي يون آهن.

- اچي من...

- جيجي تو کي خبر آهي. هوءَ منهنجي ڳالهہ اڏ گيدي ڪريو ڇڏي.

- اڙي ڇريا، لاڙڪاڻي جي اٽي، پيٺهين موڪلي آهي.

- پوءِ ڪائينڊس.

- نہ، پهرينً ٻڌاءِ تہ اوهان ٻنهي جو جهڳڙو اڃا گهڻيون صديون هلندو. ۽ آئون سندس ڳالهين تي تڏو تي ڇمڇي سان هوريان هوريان مٺائي ڪائڻ ٿو لڳان.

- "چڱو پٽ، آئون هلان ٿي، ڏاڍو ٿڪ پئي محسوس ڪريان." ۽ پوءِ ممي هلي وڃي ٿي ۽ ساوتري بہ...

۽ ننڊ... ننڊ ڪرڻ لاءِ مان پنهنجي پسند جي ڪيسٽ پنهنجي بيگ مان ڪڍي، ريڊيو ڪيسٽ ۾ لڳائي سمهڻ لاءِ پاسا ٿو وراڻان.

ننڊ نٿي اچي. ڪن لاءِ آئون ڇڻ جاڳ جي خواب ۾ ڪونجي ٿو وڃان.

نہ توکي هلٽو پوندو... اڄ ڇئي ڏيندوسانس تہ پوءِ عورتون ٻار ڇو ڄڻينديون آهن. هر عورت مرڻ گهڙيءَ تائين ٻار ڄڻڻ جي آشائن ۾ ڇو هوندي آهي؟ ڇا ان لاءِ تہ ٽرن برن ۾ اُهي ٻار ويلا ڪڍن.

اوچتو ئي اوچتو ڪمري جو در کلي ٿو...

- تون، هن وقت!

- هينئر نرس انجيڪٽ ڪيو آهي. ننڊ ئي نيڻن ۾ ڪانهي. سنگيت جو پڙلاءُ ٻڌي هلي آيس.

- مون کي بہ ننڊ ڪانهي. پوريون پہ ننڊ جون گوليون ڪاڏيون اٿم.
- تون درديلا گيت ڇو ٻڌندو آهين.
- ان ڪري تہ اسين سڀ وڏي پيڙهيندڙ دور مان گذري رهيا آهيون.
- ۽ تون انهي دور جي چاڪيءَ جي گهاٽي جو ڏاند آهين.
سچ سندس ڳالهہ تي منهنجو من جلي ٿو وڃي.
- ڇو يلا. جهرن جهنگن ۾ ڪلهي تي ڪاٺي رکي ولڙو ڳائيندڙ ڏنارن جا ٻارڙا لاڏاٺا ڪري ويا آهن ڇا؟ ڪا نئين پارٽيشن ٿي آهي ڇا؟
- پارٽيشن. منهنجي ملڪ ۾ پارٽيشن ڪرڻ جي سگهہ ڪنهن ۾ آهي؟ ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ. پيهر مون سان اهڙي ڳالهہ نہ ڪجان. اهو منهنجي برداشت کان ٻاهر آهي.
- مون کي ڪهڙي خبر تہ انقلابي ماڻهو ايڏا حساس بہ هوندا آهن.
- نہ. تو چوٽ ڪئي هئي.
- تہ ڇا منهنجو ايترو بہ حق ناهي؟
- نہ. ان ڪري تہ تون اڄ تائين ٿرڊ ورلڊ ۾ ٿي رهين ۽ آئون سپر پاور ملڪن تي پيو سوچيان جتي ڏراڙن جا ٻار ننڍڙن رنگا رنگ فوڪر جهازن سان پنهنجي وطن جا ولر وارينڊا آهن.
- ها. باقي سڀ ٿرڊ ورلڊ وارا چٽ آهن. ها نہ... هوءَ مرڪي ٿي ۽ وڃڻ ٿي لڳي.
- ٻڌ. آئون صبح جو پنجين وڳي واريءَ گاڏيءَ سان هليو ويندس.
- وري ڪڏهن ايندين.
- مون کي ڪهڙي خبر.
صبح مان ڏاڍو دير سان اٿنديس. سچ ڏاڍو سور آهي. ڄڻ دماغ جي وساڻن ڪوئلن کي ڪو لوهر ڌمڻ سان هوائون ڏيندو ٿو وڃي. هينئر ٿي موڪلائي ٿا ڇڏيون. هوءَ اٿندي، نراڙ تي هٿ ڏئي هڪيءَ کان ايندڙ رڙ گهٽيندي نڪري ٿي وڃي.
۽ آئون ڪيسٽ بند ڪري هنڌ تي ڪِري ٿو پوان. جلدي جاڳڻ لاءِ.
ان ڪري تہ مون کي خبر آهي تہ اسين جيئڻ چوندا آهيون، اٿين ٿي ڪندا آهيون.

# ٽانڊاڻي جي لاٽ

روز وهندو آهي، وهائوءَ جي واٽ وٺي.

دونهين دکايو، ٻونگي جي ٽنب کي ٽيڪ ڏيو ٻيو واجهائيندو آهي، رات جي پوئين پهر ۾ پنيرڪي اوپر جي اونداهي پولار ڏانهن، وهائوءَ جا گهاٽ جهليو.

ڏسڻ ٿو چاهي، اڪ چنب واريءَ وار وڇوٽيءَ کان ٻه سنهڙيءَ ان ريکا کي، جنهن پل، ڌوڙ ڏنيءَ جي جهول وارن انهن اونداهن ڪوهيڙن جي تهن منجهان تارا، تر، تڙوڪٽيون هڪ هڪ ٿي، ماڪ ٻڻجي چٽڻ لڳندا آهن. هيٺ ڌرتيءَ تي ۽ اوپر کان ڪجندو آهي وهائو تارو، تر جيان، ڏيئي جي وٽ جيان ٽمڪندو، سوٽ سوٽ متي چڙهندو، اوپر جي ڪاپار سان وچي لڳندو آهي. ۽ پنيان ڊوڙندي اٿس، لاک رنگ باک جي ڳاڙهاڻ.

ڏسڻ ٿو چاهي، وهائوءَ کي رنگن جي پاتار ۾ پيهندو. سوٽ سوٽ پرهه جي آجهاڳ ڳاڙهاڻ ۾ لڙهندو!

ويٺو آهي. اڪ وجهيو، ڌرتي ۽ آڪاس جي سنگم واريءَ ڦاڪ ۾، اونهي اونهي، ڌوڙ ڏنيءَ جي جهول جي ڪک ۾. پاڳل!... وڏي وڏي گول سچ جيان، تر جيڏي وهائوءَ کي ٻه ته رات جي اونداهين مان سوٽ سوٽ ڪني ڪيندي ڏسڻ ٿو چاهي! ۽ سوٽ سوٽ لاک رنگ باک جي ڳاڙهاڻ ۾ هوريان هوريان ٻڏندي ڏسڻ ٿو چاهي! مي مت... ڦريو اٿس متو!... ان اڪ چنب واريءَ وار وڇوٽي کان ٻه سنهڙيءَ پل کي ٻه وقت جي حساب ۾ ٿو آڻڻ چاهي. ان لاءِ ٻه ڪي ماپ ۽ ڪاٽا ۽ گهڙيال ٿو مقرر ڪرڻ چاهي. جا پل، ڪنهن نه ڏٺي، ڪنهن نه ٻڌي، ڪنهن نه ڳڻي، جا پل آهي ڳاڻيٽي کان ٻاهر!

ٻيلا اڄ تائين ڪنهن هڪ پل کي ٻي پل ۾ داخل ٿيندي ڏٺو آهي؟ ڪو ٻڌائي سگهي ٿو ته ٽانڊيءَ مان نڪرندڙ ڪوريئڙي جي ڄار جي تار کان ٻه سنهڙيءَ دونهين جي ڌار کي ٿهه ٿهه ٿي هوا ۾ تحليل ٿيڻ ۾ ڪيترا پل لڳندا آهن؟ ڪو ٻڌائي سگهي ٿو ان ڪن جو مُدو؟ نه ڪوبه نه... ان لاءِ ته اهي پل وقت جي ڳڻپ جي حساب کان ٻاهر آهن. ائين جيئن هي اگهور پولار فاصلن ۽

حدن جي حساب ڪان ٻاهر آهي! ڪو ٻڌائي سگهي ٿو ان ڪن جو مدو؟ نہ ڪوبہ نہ... ان لاءِ تہ اهي پل وقت جي ڳڻپ جي حساب ڪان ٻاهر آهن. ائين جيئن هي اگهور پولار فاصلن ۾ حدن جي حساب ڪان ٻاهر آهي! ڪو ٻڌائي سگهي ٿو تہ ان جو ڇيهہ ڪٿي آهي؟ پلا جي روشني جي رفتار ڪان بہ هزارين ڀاڱا وڌيڪ تيز راڪيٽ پولار ۾ ڇوڙي ڇڏجي تہ اهو انهي اڪٽ پولار جي حدن مان ڪڏهن نڪرندو؟ ڪيترين ڪروڙين پدم صدين ڪان پوءِ؟ ٺاهي سگهجي ٿو ڪو اهڙو انگ؟....

سوچن جي سمونڊ جي پاتار ۾ پڏاٿو. وينو آهي. ڌرتيءَ ۾ آڪاس جي سنگم واري ڦاڪ ۾ اک وجهيو.

پلا هڪ پل پٺي پل ۾ ڪڏهن پيهندو آهي؟ يا هڪ پل پٺي پل ڪان ڪڏهن ڇڄندو آهي؟ اک ڇنڀ ۾ ڇا مان ڇا ٿيو وڃي. اک ڇنڀ ۾ الائي ڪيترا هزار پل گذري ويندا آهن. هر پل پٺي پل ۾ داخل ٿي مري ڪپي ويندو آهي. ان پل ڪي ڪوبہ موٽائي نٿو سگهي. پوءِ اسين ڇو ٿا وسهون تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن اسين وقت ڪي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏينداسين؟ ڪلاڪ ۾ سٺ منٽ آهن. هر منٽ ۾ سٺ سيڪنڊ آهن. هر هڪ سيڪنڊ ۾ گهڻا پل آهن ۽ ان هر پل جا گهڻا حصا آهن. اهي حصا جي پاڻ ۾ ڪڙي ڪڙيءَ سان ملندا پل، سيڪنڊ، منٽ، ڪلاڪ، ڏينهن، هفتا، مهينا، سال، صديون ٺاهيندا آهن. اهي پل ڪيڏا قيمتي آهن، انهيءَ جو اسان ڪي ڪوئي احساس ڪونهي. تتا چاٿون تہ هڪ تارو ڪڏهن ۽ ڪيئن سوت سوت ڪني ڪيڏي آسمان جي وسعتن ۾ چمڪندو آهي. ڪڏهن ۽ ڪيئن آسمان جي ويڪراڻ ۾ ٻڏي ويندو آهي. اهو پل تہ اکين آڏو ترورا آڻي ڇڏيندو آهي. نيڻ نہ چاهيندي بہ ڇنڀجي ويندا آهن. اچانڪ اسين ڏسندا آهيون تہ ستارا تمڪن پيا! اچانڪ اسان ڪي خبر پوندي آهي تہ ستارا هڪ هڪ ٿي نڀ جي وشال رنگينين ۾ گم ٿيندا وڃن. وهائو الائي ڪڏهن ۽ ڪيئن، ڪهڙي پل اوپر ڪان ڪچندڙ ڳاڙهاڻ ۾ لڙهي ويو. بس اسين رڳو باک جي رنگن ڪي ڏسندا رهجي ويندا آهيون. نہ ڄاڻي ڪوريئڙي جي ڄار جي تار ڪان سنهڙي ان پل ۾، ڪڏهن ۽ ڪيئن رات لڙڪ لاڙيندي ڏينهن ڪان جدا ٿي ويندي آهي. بس اسين رڳو اوپر ڪان سج ڪي ٻٽچ لهرائيندي، سوت سوت ڌرتي ۽ آڪاس واري ڦاڪ مان ڪني ڪيندي

ڏسندا آهيون. (سچ، جو سيڪنڊن ۾ منٽن جي قبضي ۾ آهي) اسين رڳو اڪ ڦلڙين، گل ٻوٽن، وڻن جي پنن ۾ لٽيءَ جي تارين مٿان ماڪ ڦڙا چمڪندا ڏسنداآهيون...

لٽيءَ جي تارين جي ٻر ٻر ڦوندن ۾ قاتل ماڪ ڦڙا ڪيڏا نہ سهڻا لڳندا آهن. ڄڻ اٿميا امل ماڻڪ پيا جرڪن. ڄڻ هڪ هڪ تارو، آسمان مان ڇٽي اچي لٽيءَ جي ڦوندن مٿان لڙڪي پيو هجي!

سڀ ستارا اننت اونداهين مان ايندا آهن ۽ اونداهين ڏانهن هليا ويندا آهن (حد کان وڌيڪ روشني بہ تہ اونداهي آهي) اسين بہ اونداهين مان ايندا آهيون (شايد هن ٻولار جي لاحد ڇيڙهن کان بہ پري کان!) ۽ نہ چاهيندي بہ اونداهين ڏانهن هليا ويندا آهيون. اسان جي اڳيان ۽ پٺيان اونداهيون مانگر مڇن جيان وات ڦاڙيون بيٺيون آهن. اسين سڀ وقت جي خوفناڪ پل صراط جي ترار کان تکي ڌار جي مٿان بي خبر لا بيٺا آهيون. اسين انهن اونداهين جو ڪاچ آهيون.

ٽٽل ستاري جيان اڪڙي، اسان ڪي اونداهين جي وات ۾ ويٺو ٽي پوندو آهي. ڪو نٿو ڄاڻي تہ هو ڪٿان آيو آهي، ڪوبہ نٿو ٻڌائي سگهي تہ هو ڪيڏانهن ويٺو آهي! بس ائين ٿي هرڪو ماڻهو پنهنجي لاءِ ڪا واٽ ٺاهيندو آهي. مون بہ تہ پنهنجي لاءِ هڪ رستو چونڊيو آهي. مان وهائوءَ جي واٽ وچڻ چاهيان ٿو. وهائو، جو ويندي ويندي ڦهلائي ويندو آهي روشنيون. پنهنجي وجود جي شڪتي سان ڪري ويندو آهي اوير ڪي ڳاڙهو ڪهنبو!

اوير ۾ واجهائيندي، اچانڪ محسوس ڪري ٿو تہ وهائو تہ تمام گهٽو مٿي چڙهي آيو آهي. ڄڄڻ لڳا آهن ستارا، هڪ هڪ ٿي ٻولار جي انڌن ڪوهيڙن مان. ۽ هوائن ۾ ماڪ گهلڻ لڳي آهي. وري ويڙهي وجينس ٿو هڪ وڏي ناڪاميءَ جو احساس. محسوس ٿئيس ٿو تہ هو نہ ڄاڻي ڪيترا قيمتي پل وڃائي ويٺو آهي. هر پل ٻئي پل کان ڇڄندو وڃي. هر ستارو ٻئي ستاري کان وڇڙندو وڃي. جدا ٿيندو وڃي.

هن ڏٺو، اچانڪ هڪ ننڍڙو نڪٽ، لڙڪ جيان چٽنگون ڇڏيندو هيٺ اونداهہ جي پاتار ۾ گم ٿي ويو. اچانڪ هن کي خيال آيو:

هنن ستارن ۽ اسان جي زندگين ۾ ڪيڏي نہ هڪجهڙائي آهي. ڪيڏو نہ ميلاپ. اسين بہ تہ انهن ستارن جيان اٿاهہ گهگهہ ۽ گهپ اونداهين مان

ايندا آهيون. روشنيون ڦهلائڻ لاءِ ۽ اوندهہ جي پاتار ۾ لڙهي ويندا آهيون. اسان ۾ بہ تہ اهائي ساڳي جلڻ ۽ جاڳڻ جي هير آهي! بس فرق رڳو ايترو آهي تہ اوندهہ جي ڦهلجندي ئي سڀ ستارا هڪدم پنهنجي ماڳ تي مڙي ايندا آهن. پر اسين جي ميڙا ٻيجي، هڪ وار هڪ ٻئي کان وڇڙون تہ پوءِ ڪڏهن نٿا مڙون، ڪنهن ڏڱ ماڳ ۽ مارڳ تي نہ. ڪنهن ٿان ڪنهن مڪان تي نہ! ائين ڇو آهي؟ اونداهين کي توڙي ڊاهڻ لاءِ وهائوءَ جي واٽ وٺي ڪيترا ماٺهو آيا هئا. ڪهڙا ڪهڙا ديپ ڏکيا هئا. ۽ اڄ ڪيڏي نہ گهگهہ اونداهي آهي، ڪيڏي نہ موت جي مانار ... (اوندهہ کان گهبرائجي وڃيس تو من) ۽ اچانڪ من تي تري اچنس ٿيون روشنين جون ساروٽين پنيان ساروٽيون... هاڻ تي هري ٿا اچنس، مري ويل پل:

جڏهن روشنين تي سنگينن جا پهرا هئا. جڏهن اوندهہ جا ديوتا ڪوريئڙن جيان، اوندهہ جا ڄار اُٽي رهيا هئا. تڏهن هو اونداهي جي پولار جي الائي ڪهڙن چيڙهن کان پتڪندو ازل جا آواز سڻي آيو هو. ٿانڌاڻن جا تررا ڏسي، تارن جي لاٽ ڏسي، ڏيئا ڏيئا ٻاٽ ڏسي، تڏهن هن محسوس ڪيو تہ هو پاڻ بہ تمڪي پيو. تڏهن هن محسوس ڪيو تہ هو هڪ شڪتي آهي. طاقت آهي... هو پنهنجي مشعل مشعل ساٿين سان گڏجي هن اونداهي کنڊ کي سدا لاءِ روشن ڪري ڇڏيندو. ۽ هو پاڻ بہ ٻين ننڍڙن ننڍڙن ستارن جيان هڪ تمام وڏي ٻرندڙ، دهڪندڙ شعلا شعلا گرهہ جي چوڌاريءَ گردش ڪرڻ لڳو. ائين ٿي ياسيو جڻ اونداهي کنڊ ۾ روشنين جي ڪير ڌارا پلٽي پئي هئي. هوائن ۾ هزارين جڳ مڳ، جڳ مڳ گيت گهلي ويا. ڌرتيءَ جا گيت، لوهہ لڳين انسانن جا گيت، روپاهين ۽ رڪاهين ٻانهن جا گيت، اجهل آزادي جا گيت، سون ورن سنڌوءَ جا گيت. ڪڏهن نہ ختم ٿيڻ وارا، اجهل روشنين جا گيت. پيلا ڪو چئي سگهيو ٿي تہ اهي گيت ائين ئي اونداهين جي سمونڊ ۾ لڙهي ويندا؟ موت جي مانار ۾ پيهي ويندا. هر هڪ روح کي تنها ڇڏي !

اچانڪ ويڙهي وڃينس ٿو تنهائيءَ جو احساس. روح چيپائيندڙ هڪ گهگهہ اوڻتهيهہ اونداهي ٻاٽ جو ڪارو ۽ ڪوڙو احساس. اندر جي پاتال جي گهراين مان نڪري وڃينس ٿي دانهن:

آهہ... اهي سڀ گيت ڪيڏانهن ٻڏي ويا. ڪيڏانهن ويا اهي روشنين

جا پيغامبر؟ ڪو نئون سج اڀارڻ کان اڳي ڪهڙي اوندھ جي پاتار ۾ لڙهي ويا؟ ڪٿي آهن اهي ٽانڊاڻن جا ترورا؟ ڪٿي آهي اها تارن جي لاٽ؟ ڪٿي آهن اهي ڏيئا؟ ڏيئا ڳاٽ ؟ ڇو... اڄ ڇو آهن وڏا وڏا ڳاٽ جهڪيل، سجدي ۾ ڪريل؟... ڇو آهي ايڏي اونداهي؟ ڇو آهي ايڏي موت جي مانار؟ ڇڻ ڪڏهن ڪو ميڙو ئي نہ متو هو، مارڳ تي ڪا دونهين ئي ڪانہ دکي هئي، دڳ دڙن تي ڪو ڏيئو ئي ڪونہ ٽمڪيو هو. ڇڻ پولارن ۾ ڪٿي ڪو پڙاڏو ئي پيدا نہ ٿيو هو. ڇڻ ڪو سندر سپنو هو، ٻارڙن جي اڪپوٽ راند هئي، بي سبب، بي مقصد... بي معنيٰ....

ڪو سانگ ساري، آلائي وچنس ٽا نيڻ.

اچانڪ ڏسي ٿو، وِهائو آهي ئي ڪونہ. اوپر ۾ ڦهلي پئي آهي رت ورني، لاڪ رنگ باڪ. ويڙهي وچنس ٿو قيمتي پلن جي وڇائجي وڃڻ جو احساس. لئيءَ جي ٽارين ۾ ماڪ ڦڙا ڏسي لڙي پونس ٽا نيڻن مان لڙڪ. نٽو چاهي، اوپر کان ڏرتي ۽ آڪاس جي سنگم واري ڦاڪ مان سج کي سوت سوت کني ڪيندي ڏسڻ. (جنهن جي روشني قيد آهي) اندر مان وري دانهن ٿي اڀريس. آھ... هي دوزخ جو دونهون ڪڏهن ختم ٿيندو، ڪڏهن اڀرندو سک جو سورج؟ ڪڏهن ٿيندو هي اونداهو ڪنڊ روشن؟

اچانڪ اوپر کان منهن موڙي، ڪڇن ۾ هٿ هڻي واسري ۾ ڏڪندو لڳو آهي هلڻ. اولهہ ڏانهن. (جتان ونندي آهي رات جنم) وري ڪا واٽ ڳولڻ لاءِ ڪو مارڳ ملهائڻ ڪا جوت جاڳائڻ لاءِ وڃي پيو، ٽانڊاڻي جي ٽمڪاٽ جيڏي آس کنيو، تارا تارا لاٽ ۽ ڏيئا ڏيئا ڳاٽ ماڻهن جي تلاش ۾ وڃي پيو تڪڙو تڪڙو وکاريندو. ڪا نئين چٽنگ ٻارڻ لاءِ:

جڳن کان،
اوندھ جا ديوتا،
ڪوريئڙي جيان،
اٽڻ پيا، اوندھ جا چار!

# هڪڙو سوال

انهيءَ ڍنڍ جي ڏاکڻي پاسي کان وٺي جو هڪ وڏو گهاٽو جهنگ هو. مون ٻڌو هو تہ اتي پرين جو آستانو آهي. جيڪو بہ ماڻهو چانڊوڪين راتين ۾ انهيءَ پاسي نڪري ويندو، پريون ان جو ڪنڌ پچي ڇڏينديون! تنهنڪري، ڍنڍ جي انهيءَ پاسي ڪوبہ ڪونہ ويندو هو.

هڪڙيءَ چانڊوڪيءَ رات جو، آءٌ ٽلندو ڍنڍ جي انهيءَ پاسي نڪري ويس. ٿڌڙيءَ، اٺلڪيءَ هير ۾، ڍنڍ جو جرڪندڙ پاڻي لهرون هڻي رهيو هو، ۽ انهيءَ جي مٿان ننڍاڪڙا ڪنول هندوري ۾ سٽل ٻارڙن جيان اکيون ٻوٽي، مشڪي رهيا هئا. لهرون ڪناري سان ٽڪرائجي، ڪين لوليون ڏيئي رهيون هيون. ڪناري تي بيٺل نم ۽ سرنهن جا وڻ، حبشي ٻانهين جيان بيٺا، پنهنجين سرهين، پور پيريل تارين سان ڪين پکو هڻي رهيا هئا، ۽ پورنماسي چنڊ جو اولڙو لهرن تي ڪنهن مصري نچڻيءَ وانگي ٿڙڪي رهيو هو.

توريءَ دير لاءِ مون خيال ڪيو، فطرت جو سينو ڪيترو نہ وسيع آهي. هوءَ ننڍڙين شين کي پيدا ڪرڻ ۽ انهن جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ڪيڏا نہ سامان ٿي پيدا ڪري!

۽ مان زندگي ۽ ان جي حسن جي باري ۾ سوچڻ لڳس.... اسان جي هيءَ دنيا ڪيتري نہ حسين آهي، پوءِ بہ اسان جي زندگيءَ ۾ حسن جو حصو ڪيترو نہ مختصر آهي. جڻ ڪنهن گهاٽي اونداهي ٻيلي ۾ ٽانڊاٽي جو هلڪو تمڪاٽ، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسين سڀ هڪٻئي جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي رهيا هجون.

۽ مان زندگيءَ جي اٿاهہ اونداهين ۾ گم ٿي ويس، جتي مِلن ۽ مالگدامن جي ڀيانڪ، گڙ گڙائيندڙ گوڙ ۾، هر گهٽيءَ جي موڙ تان، هزارين بکيا ۽ اگهاڙا، اپاهج ۽ بيمار چهرا، بدروحن وانگي منهنجو پيڇو ڪري رهيا هئا. جي ازل کان سوالي نشان بنجي، منهنجي اکيان اڇي بيهي رهندا آهن. ۽ جن کي اڄ ڏينهن تائين مان ڪو بہ جواب نہ ڏئي سگهيو آهيان. انهن جي ڀيانڪ تصور کان ڊڄي، مان ويرانن ۽ قبرستانن ڏانهن ڀڄي ويندو آهيان،

جتي مون ڪان ڪو به ڪنهن قسم جو سوال نه پڇي سگهي - جتي ڪو به مون کي پنهنجا غمناڪ افسانا نه ٻڌائي. هتي اچي، مان زندگيءَ جو سمورو ڏک ۽ درد ڀلجي، فطرت جي حسين نظارن ۾ گم ٿي ويندو آهيان.

مان ڍنڍ جي ڪناري تي، نرم ڪلرائيءَ واريءَ مٿان، سيرانديءَ ڪان ٻانهن ڏيئي، ننئون سنئون ٿي، ليٽي، مٿي حد نظر تائين ڦهليل، گول، پورنماسي ٻڙاءَ کي تڪڻ لڳس. چوڏهينءَ جو چنڊ، ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاٿل ٽانڊاڻي جيان، ڪڪرن ۾ ڦاسي، ڄڻ ڦٿڪي ڦٿڪي ساٿو ٿي پيو هو، ۽ تارا ائين ٽڙي پکڙي ويا هئا، ڄڻ ماڪيءَ جي مانڌاري ۾ ڪنهن پٿر اڇلائي هنيو هجي. مون اکيون ٻوٽي ڇڏيون. سامونڊي هوائن ۾ گهليل ڏکڻ جي هير منهنجن وارن ۾ سَر سَر ڪري، منهنجي ٿڪل ۽ اپاهج ذهن کي سمهارڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. ۽ منهنجين اکين جا ڇنبڻ ڳرا ٿيندا ٿي ويا.

اوچتو، هوا ۾ سرسراهٽ پيدا ٿيڻ لڳي، ۽ ان سان گڏ ئي، فضا ۾ موسيقيءَ جهڙن ٽهڪن جو آواز گونجي ويو. مون ڇرڪي، مٿي آسمان ڏانهن نهاريو- ست سونهري پرن واريون پريون ڍنڍ تي لهي رهيون هيون! آءٌ هڪدم ڊوڙي، گهاٽين ڄارين جي جهنڊ ۾ لڪي ويهي رهيس. ست ئي پريون پنهنجا سونهري کنڀ پکيڙينديون، ڪونجن جي وڳر وانگي گول دائرو ٺاهينديون، اچي ڍنڍ تي لٿيون.

انهن مان هڪ پري، جا سڀني کان ننڍڙيءَ ۽ معصوم ٿي لڳي، ۽ جا شايد پهريون دفعو آيل ٿي ڏٺي، خوشيءَ کان تاڙيون وڄائي چوڻ لڳي: "آهه، هيءَ انسانن جي دنيا ڪيڏي نه حسين آهي- انسان ته الائي ڪهڙا هوندا."

تڏهن هڪ پري، جا سڀني کان حسين ٿي ڏٺي، وراڻيو: "نه، منهنجي معصوم پري، تو رڳو انسانن جي دنيا ڏٺي آهي، پر جي انسانن جي زندگيءَ ۾ جهاتي پائي ڏسين ته هوند هيڏانهن منهن به نه ڪرين!" ۽ مون محسوس ڪيو ته ننڍڙيءَ پريءَ کي اهو ٻڌي ڏاڍو رنج ٿيو.

پوءِ، ست ئي پريون پنهنجن سونن روپن جسمن تان ڪيمخواب ۽ اطلس جا وڳا لاهي، ٿهڪڙا ڏينديون چانڊوڻيءَ ڇر تي ترڻ ۽ تڙڳڻ لڳيون.

مان ڪيتريءَ دير تائين اهو دلفريب منظر ڏسندو رهيس. منهنجي دل ۾ هڪ خيال آيو، ۽ مان گهاٽين ڄارين جي اوٽ وٺي، لڪندو، اچي پرين جي

جرڪندڙ ڪپڙن تي مڳ تي ويهي رهيس.

پيون سڀ پريون جوتي ڪلچ تي رقص ڪنديون، ترنديون، پري پري تائين نڪري ويون هيون، رڳو ننڍڙي پري مون کان ٿورو پري، آسپاس جي ماحول کان بي خبر، بيدليءَ سان چنڊا اُڏائي رهي هئي. شايد هوءَ اجا تائين انسانن جي باري ۾ سوچي رهي هئي. مون هڪ ننڍڙي ڪڪري ڪٽي، آهستگيءَ سان سنيالي هن ڏانهن اُڇلائي. هن ڇرڪي مون ڏانهن نهاريو، ۽ ڊچي، وڏي سريلي آواز سان رڙيون ڪيائين. هن جي آواز تي اکين ۾ ڇهه ٽي وڏيون پريون ڊوڙي آيون، ۽ مون کي حيرت ۾ ڏسڻ لڳيون.

انهن مان هڪ پري، جا سيني کان حسين تي لڳي، اکيون گهريون نيريون، وار سونا ۽ مٿي تي راڻين وارو مڳٽ هوس، ڪاوڙ مان ٽپي باهه تي چوڻ لڳي: "ڪير آهين تون؟ مان تو کي پنڊ پهڻ ڪري ڇڏيندس! توکي هتي اچڻ جي همت ڪيئن ٿي!-" ڪاوڙ ۾ هوءَ اڳي کان ٻه وڌيڪ دلڪش لڳي رهي هئي.

"اي روشنين مان آيل اپسرا! مان شاعر آهيان. مون وٽ ڪجهه سوال آهن، جي مان تو کان پڇڻ چاهيان ٿو. پهرين مون کي انهن جا جواب ڏي، پوءِ پل مون کي پنڊ پهڻ ڪري ڇڏج."

پري منهنجي انهيءَ جرئت تي ڪجهه حيران ٿيندي مون ڏانهن نهاريو، ۽ ڏاڍيءَ بيرخيءَ سان چيائين: "جي تون شاعر نه هجين ها ته مان توکي ڇٽي جيڏا داڻا ڪري ڇڏيان ها. هاڻ جلدي پڇ، جو پڇڻو اٿئي. پر ڪو ٻه سوال احمقاڻو نه هجي."

مون سوال ڪيو، "زندگيءَ کي حسين تر بنائڻ لاءِ سڀ کان بهتر ڪهڙو اپاءُ ٿي سگهي ٿو؟"

پريءَ ڪجهه سوچي وراڻيو: "پيار ۽ امن. پر مون توکي چيو هو، ڪو ٻه سوال احمقاڻو نه ڪجانءِ. اهي ٻئي شيون توهان وٽ ناياب آهن. اي موڳا شاعر، مرض رڳو علاج معلوم ڪرڻ سان نه، بلڪ دوا حاصل ڪرڻ سان ختم ٿيندو آهي. هاڻي ٻڌاءِ، اهي ٻئي شيون اوهان وٽ آهن؟"

ست ئي پريون منهنجي منهن ۾ نهاري، وڏا ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳيون. منهنجين اکين آڏو اونده اچي ويئي. مون کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ڪنهن

زورائتي ڏڪ منهنجو مٿڪو ڀڃي وڌو هجي. مان هڪ وڏي رڙ ڪري، جاڳي پيس.

ڀنڀرڪي جو دونهانٽيل آسمان، پنهنجي وڏي وات سان، هڪ هڪ ڪري، چنڊ ۽ ڪتين کي ڳڙڪائي چڪو هو. سج جا تيز تڪا تجلا ڏيندڙ ٻڇ، ايرندي ڪان لهرائي رهيا هئا، ۽ سڄو افق جنگ جي ميدان وانگي رتو ڇاڻ ٿيو پيو هو.

# هڪ ڪن جو سفر

سنڌو ڏاڍي سندرتا سان وهندو ٿو وڃي، جيڪو سڀ کان وڏو مَهان ۽ مهربان درياهہ آهي. سنڌو جيڪو آدجگاد کان ندين جو بادشاهہ ٿي رهندو آيو آهي. اباسين، سپتا سنڌو، هپتا هندو. درياهن جو پيءُ!..... ويڪ؟ ڪالن کان.

(مانار سان ٽپنهار هڪ ذهن جو پڙلاءُ)

هون!... آخر ايڏي نفرت ڇو. هڪ تاريخي پونءُ سان. آدجگاد کان وهندڙ سنڌوءَ کان. سنڌو جيڪا جڳن جي الهي وجڻ کان پوءِ اُپرڻ لاءِ اوشا جيها سانپاها پئي ڪري، نئون سج اُپارڻ لاءِ. ماڻهو ڪي ڪجهہ بہ ٻڌائي سگهجي ٿو. پر سنڌوءَ کي علاقائي ڪيئن ٿو ٻڌائي سگهجي، جنهن جي رڳو بوبڪ جي تماڪ ايڪسپورٽ ڪري، ساري دنيا کان پيٽرول جي پورت ڪري سگهجي ٿي. علاقائي!..... ڇا سنڌو جي نالي تان بر صغير متان هندوستان نالو نہ پيو. پلا تاريخ ڪي بہ ڪا للڪار آهي ڇا. سنڌ، هند، انڊس درياهہ شاهہ جي ان نالن کان کهڙو ماڻهو انڪاري ٿي سگهي ٿو.

ڪن لاءِ هن جي مُک تي روشنهار مُرڪ ڦهلجي ٿي وڃي. نفرتن پريل، ڏڪار سان اوتيل.

۽ ناؤ سانوٽيءَ جي سنڌوءَ ۾ هڏندي اُيڙندي ٿي وڃي، سير ونيو. گهوپاٽيون ڪائيندي.

– ڇو پلا!..... ايڏي مانار ڇو آهي. تون ڪهڙين سوچن ۾ لڙهي ويو آهين ڇو گهرايو اٿئي مون کي. ڪهڙي ڪارج لاءِ؟.....

( ... ... ... )

۽ ڇوليون ڇڙواڳ ناؤ کي پنهنجي مهاپاري وهڪ سان وجن ٿيون ڇل ڇل ڇوليندي يون. پنهنجي ڳالهہ جو جواب نہ ملڻ ڪري لاجونتي وري پٽڪو ٿي ڪري. ڪجهہ سختيءَ سان.

– تون چپ ڇو آهين. ڳالهائين ڇو نٿو؟

... آخر ڇو ... ...

- مان ... مان گوناگون سنڌوءَ جي وَهَڪَ ڏسي، بيٺل پاڻيءَ تي سوچي رهيو آهيان. سينورَ هاڻي سائي سائي گدلي بيٺل پاڻي تي.
- مان فلسفو ٻڌڻ جي موڊ ۾ نه آهيان. ٻڌاءِ ته ڇا ڳالهائڻو آهي. تنهنجي چئيءَ مطابق ته اسين هتي ڪو مسئلو سلجهائڻ آيا آهيون. ها نه؟....
- ها... پر مون لاءِ ڪو مسئلو، مسئلو نه هوندو آهي شايد ان ڪري ته مان غير علاقائي ماڻهو آهيان. مان مسئلن جي ڏيڻ ۾ ڦاسي ننڌو سگهان ان ڪري ته مسئلا نبيرڻ جي مون ۾ پوري شڪتي پريل آهي. منهنجي رڳن ۾ رت نه سنڌو وهندو آهي. مان مسئلن جي انهيءَ چڪڻ کان مُڪت آهيان.
- پر مان ته مُڪت نه آهيان. ٻڌاءِ نه، مون کي مُڪتي ڪيئن ملندي، ڇوٽڪارو.
- هيترن سالن کان پوءِ اسين وري ڇو مليا آهيون؟!

... ڇو؟... لاجونتيءَ کي ڇڻ جڪَ ٿا اچن ۽ پتيلو ڪَنن ۾ گهوماٽيون ڪائيندو جهلندو ٿو وڃي. لاجونتيءَ جي اندر ۾ ڇڻ ڇيرا پرجي ٿا وڃن. هوءَ آڪاس ۾ نهاري ٿي، بيزاري مان چنڊ ۾.

۽ چنڊ ۾.

۽ چنڊ جون روشن ٽڏيريون ٽڏيريون ڇاٽون پرئين پار کان ڇوليءَ ڇوليءَ مٿان ٽڙ ڪنديون، سون پلٽائينديون، ناؤ کي ڇهنديون ٿيون وڃن. درياهه ۾ ڇڻ هڪ سون ڏارا ڏوڪيندي پئي اچي. ٽلڪندڙ ٽمڪندڙ سون ڏارا. پر لاجونتي کي چين ننڌو ملي. سندس اندر ۾ ڇڻ ڇيرائي ڇيرا پرجندا ٿا وڃن ۽ پيا آهن ڳوڙها جي لاجونتيءَ جي ٽانداٽين اکين ۾ ڦاسي اٽڪي ويل، ٽمڪندڙ ڳوڙها، ڪڪوريل نيڻن جا.

- تون روئين پئي؟
- نه... نيڻن ۾ ڇوليءَ جي ڇاٽ لڳي وئي آهي. تون... تو ناؤ کي ڇولين ۾ ائين ڇڙواڳ ڇو ڇڏي ڏنو آهي. ٻڌاءِ نه ڇو؟....

(لاجونتي ساڙهيءَ جي پَلوَ سان مٿو ڍڪيندي ذري گهٽ راڙو ٿي ڪري)

- پر مون ته توکان اهو ٻه ڪين پڇيو آهي ته تو مون لاءِ سوچن کي ائين ڇو ڇڙواڳ ڇڏي ڏنو آهي. ڇا، تون اهو پسند ڪندينءَ ته اسين هڪ ڀيرو وري اندر هاڳاما ۽ هور ڪٽي، وري سدا لاءِ وڇڙي وڃون؟ وري ڪڏهن ٻه

نہ ملڻ لاءِ.

- ها، ان ڪري تہ مان وري ڪنهن واچوڙي ۾ ڦاسڻ نٿي چاهيان. تون وري ڪو طوفان اُپارڻ ٿو چاهين.

- طوفان... ڪهڙو طوفان، اجا آيو ڪٿي آهي.

- ڇا!... ڇا اُها هڪ وڏي مها پرلئہ نہ هئي جنهن ۾ اسين لڙهي ويا هئاسين. مون کي ڊپ ٿو ٿئي. اسان کي پنهنجي پنهنجي گهرن ڏانهن موٽي وڃڻ گهرجي. سچ اسان ٻنهين لاءِ اهو ئي رستو مناسب آهي. ڳالهہ ڪندي لاجونتيءَ کي ڄڻ ڪنڊا ڪائيندا ٿا وڃن.

- لاجو! طوفان ايندا آهن، گذري ويندا آهن، وري موٽي ايندا آهن. ۽ اها ڳالهہ شيام ڏاڍي ٿهمر سان ٿو چوي. ڏاڍي نِرماڻ مان، وڏي سوچ سان ۽ شيام جي ڳالهہ تي لاجونتي اُشانت تي مٿي نڀ ۾ نهاري ٿي. مٿي اڳهور ڀولارن ۾، جتي سڀ نِکيتر کيس ٻڏاٿا تمڪندڙ ٿا نظر اچن. وڏو وڏو ڀولار کيس ڪنهن ڪين ڪُن جيان ٿو لڳي. اچانڪ هوءِ وڏهوڙجي ڦاٽ تي ڪائي:

- نہ... نہ، ڀيرين اهو ٻڌاءِ تہ تو ڪملا کي ڇو موڪليو ڪهڙي ڪارج لاءِ؟ منهنجو خيال آهي تہ هر مرد جو عورت ۾ هڪ ئي وڏو ڪم پوندو آهي، سيڪس. ڇا تو کي سيڪس گهرجي؟...

۽ کن لاءِ شيام ڏاڍي ماٺار سان لاجونتيءَ ۾ نهاريندو ٿو رهي وڏي گنڀيرتا سان.

- سيڪس، تون ٺيڪ ٿي چوين، عورت هجي يا مرد، سيڪس ڪنهن کي نٿو گهرجي. پاڻي پيڻ جيان سيڪس بہ هڪ نيچورل نيڊ آهي. پر هن ويل تو اهو سوچيو ڇو؟

جڏهن تہ اسان ٻنهين جي وچ ۾ اهڙو ڪو رشتو، ڪا ڳالهہ ٻولهہ آهي ئي ڪانہ! شروع کان، ٻڌاءِ نہ، تو سيڪس کي وچ ۾ ڇو آندو؟ شيام گهور ٻڏي منجهس نهاريندو ٿو رهي.

- ائين ئي، جيئن تو منهنجي مرضيءَ جي خلاف مون کي هٿ آندو آهي. نيٺ بہ تہ ڀلا مان ڇا سمجهان تہ؟....

- نہ، آئون توکي زوريءَ تہ نہ وٺي آيو آهيان تون پاڻ نياپي تي آئي آهين. شيام ڏوراپيندڙ نيڻن سان لڳاتار منجهس نهاريندو ٿو رهي ۽ لاجونتي

ڏاڍو بيچين ٿي، ڪوماٽيل نيڻن سان منجهس نهاريندي ٿي رهي.

۽ هن پر ڪان، چنڊ جا سونا ترورا سون ورن ڪير ڏارا جيان جر ۾ ٽڙڪندا، ناؤ ڏانهن جتان ڪٽان ڏوڪيندا تا اچن ۽ لاجونتي جڻ ڏاڍي لڇيندي تي ڪومائجي ٿي وڃي. شيام ۾ نهاري نٿي سگهي. هوءَ وڏا جڪ ڪائيندي، ڪاوڙ تي قابو پائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري ۽ ڏاڍي ڌيرج سان، سمجهائڻ واري انداز سان پڇڪو ٿي ڪري:

- ڏس نہ شيام، هيترا سال گذري ويا آهن. سچ مان تہ تنهنجا ساروپا بہ وساري ويٺي هيس. مڪ، سڀ ساروٽيون! پوءِ ائين ڇو؟ اسين ڪو سانگ ساري هڪ ٻئي کان وچڙيا هياسين. ياد اٿئي نہ؟... ماٺهو سڀ ڪجهہ ايترو جهٽ نہ وساريندو آهي. سمجهين پيو؟....

- ها ها، گو آن، ڪيري آن.

- ڏس نہ اسان... پاڻ تہ اُن وهيءَ ڪي بہ پوئـتي ڇڏي آيا آهيون. آئون سمجهان ٿي تہ تون وري ڀيهر منهنجي جيون ۾ داخل ٿي رهيو آهين. ها يا نہ؟...

- ها، طوفان جڏهن بہ منچوئر ٿيندو آهي، مهاپرلئہ بنجي ويندو آهي. سمونڊن ۾ جهير وجهي ڇڏيندو آهي. اوشن ۾ ڪنوٽيون پيدا ڪري ڇڏيندو آهي. سچ تہ اهو آهي تہ اوشن بہ تون آهين ۽ فئنڪاسٽي بہ تون آهين. تون چاهين ٿو اسين ٻئي ان لژاٽ مان لڙهي نڪري وڃون.

-ڏس شيام، اسين ٻئي نہ رڳو پنهنجي ملڪ لاءِ، پر نئين ٿهيءَ لاءِ ڏاڍا ريسپانسيبل آهيون.

-تمام وڏا جوابدار. اسان جي هڪ ننڍڙي حرڪت ساري وايومنڊل ۾ بدبو پئدا ڪري سگهي ٿي. ان ڪري تہ سماجڪ ٻانڌڻن ڪان نہ تون 'مڪت آهين نہ مان' ۽ لاجونتي وڏين آشائن سان لڳاتار شيام ۾ نهاريندي ٿي وڃي ۽ چنڊ جي ڪهٽيءَ چٽائي ساڻ سنجها تارو مانو ٿيندو ٿو وڃي. ٻتيلو ڀنور ۾ ڦاسي، هاليسي جي طاقتور دَٻاوَ ساڻ گهومائي ڪائي ڪَن جي گهيرٽ مان نڪري ٿو وڃي. چل چل ڇوليون ٻتيلي کي ڌڪ هڻي، ڇڻي پاسن ڪان جڻ ٻتيلي ۾ ڏوڪڻ ٿيون چاهين. ۽ وڏي جل ڇلڪاٽ ساڻ هڪ ڇولي جي ڇاٽ جڻ لاجونتيءَ جي لڙڪن جي لڄ پاريندي ٿي وڃي. ۽ لاجونتي پنل ساڙهيءَ

جي پلوَ سان چهرو اگهڻ تي لڳي ۽ شيام هاليسو هلائيندي، ناؤ کي سڌو ڪري ٿو ڇڏي.. ۽ سانوڻيءَ جي ٽيٽار سنڌوءَ ۾ ناؤ وچي پٽي ٻڌندي اُيرندي.

- تو وري روئين پئي. مان... مان ته توکي ايڏو ڪمزور ڪڏهن به ڪين سمجهيو هو. ڇو پئي منهنجي آئيڊيل سان ويساهه گهاتي ڪرين.

- ۽ مون کي اج ائين پيو ڀاسي ڄڻ تون پاڳل ٿي ويو آهين. تون هڪ ٿي پٿر سان منهنجي من مندر ۾ وهاريل مورتيءَ کي ڀور ڀور ڪري ڇڏڻ ٿو چاهين؟...

- مون ڪڏهن چيو آهي ته آئون توڙڦوڙ ڪندڙ ماڻهو نه آهيان ۽ ٻڌ، مون کي روئڻ ڪان بچان ايندي آهي. سچ، هاڻ مان لپاٽ هٽي ڪيندوسانءَ...

- هڻ ته سهي. تون ڪير ٿيندو آهين روئڻ تي پابنديون وجهڻ وارو؟ آئون ڇو نه روئان... ڇو؟... لاجونتي اکين تي هٿ ڏئي ڏڪون ڀري روئڻ ٿي لڳي.

- نه رو- ان ڪري ته تون جيتري حسناڪ آهين، روئڻ ويل اوتروئي ڪوجهي لڳندي آهين. تون بزدل آهين.

- پر مان تو جيان اندر جي ڪوجهي ۽ ڪوڙهي نه آهيان.

- تون ڪيدي آهين. تون ٿي چوندي هئينءَ نه ته ماڻهو پهاڙن ڪان ڏاڍو آهي؟...

- مان پڇان ٿي ته، ڇا روئڻ ڪلڻ جيان نيچورل نه آهي ڇا؟...

- ته پوءِ ٺيڪ آهي، تون روئي وٺ، پوءِ ڳالهائينداسين ۽ ٻڌ مون سان جي ڳالهائين ته پوءِ شاندار نموني سان ڳالهائجان، جيئن ڪامريڊ ڳالهائيندا آهن.

- ڪامريڊ، اهو ته ڏاڍو سولو ۽ سهڪو لفظ آهي ڪامريڊ. اڄڪلهه جي ڪامريڊن کي ٺڳيءَ ۽ دوکيبازيءَ ڪانسواءِ اچي ڇا ٿو؟ لاجونتي مرڪي ٿي پوي، لڙڪن سان مرڪي ٿي پوي، ۽ چوليءَ جي ڇاٽ سان پيشاني اگهي ٿي ڇڏي.

لاجونتيءَ جي ڳالهه تي ڪن لاءِ شيام ڇڻ ڏڪرن ۾ تو اچي وڃي:

- ڪهڙ ۾ ڪهڙ پيو نه ته تنهنجي واتان اهڙا اکر ٻڌي ڪِڪي ٿي اچي. ٻڌاءِ... تنهنجي وات مان اِهو جملو ڪيئن نڪتو؟ تنهنجي مک تي

سونهي ٿو؟ ايڏي !... ايڏي تبديلي! اڪين تي وشواس نٿو اچي. ڪن لاءِ پوڏار ۾ اچي شيام منجهس نهاريندو ٿو رهي. جڻ ڪا ناؤ پنور ۾ ڦاسي لڙهي وئي هجي. شيام منجهس نهاريندو ٿو رهي.

- ها، ائين سمجهه اها عورت مري ڪپي وئي.

- نه... تون ڪيڏو به بهروپ ڌارين، چهري تي ماسڪ لڳائين، تون ساڳي اها ئي آهين. اجا ڪجهه بدليو نه آهي.

۽ شيام جي ان ڳالهه تي ڪن لاءِ لاجونتي جڻ تتي ٿي پوي. وات ڪان ڪي اُجهيس ئي ڪين ٿو. اچانڪ هوءَ راڙو ٿي ڪري.

- نه ... هاڻ مون کي ڇڏي ڏيو. هاڻ مون ۾ اها سگهه ڪانهي. مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏيو. مون کان دور ٿي وڃو. هتي پري ٿيو مون کان....

- نيٺ به چو، اِها غداري آهي، انقلاب سان غداري. تون ڪوڙي آهين. تنهنجي اندر ۾ ڪا ٻي عورت ٻولي رهي آهي. نيٺ به ته چو! ؟...

- تون ڪير ٿيندو آهين انقلاب جي ڪسوٽيءَ تي ماڻهن کي پرکڻ وارو. مان تو سان ڪنهن به قسم جو سنبنڌ نٿي رکڻ چاهيان. ڪنهن سان به نه. ڪنهن قيمت تي به نه. تون... تون پنهنجو ڪارج پڌاءِ- ٿي سگهي ٿو هڪ ڪمزور عورت توکي گهڻو ڪجهه ڏئي وڃي. ٻيو ڪجهه نه ته ٻن ڪنن لاءِ ڪنهن سرڳ سمان سپني جهڙي ڪا آسيس.

چول چولان چولار، پرئين پار ڪان چنڊ جا ترورا ۽ چولين مٿان ٻوڙندڙ سون ڌارا.

۽ سون روپو سنڌو، ڳجگاهه ڪيو وهندو ٿو وڃي ۽ اواڪ سڌ ڪا، جڻ رڙندا ٿا وڃن، چٽني ڏسائن ڏانهن.

- تون وڌ ۾ وڌ اڄ مون کي چمي سگهين ٿو.

- مون تو کي ڪڏهن نه چميو آهي.

- پوءِ چا ٿو چاهين. پڌاءِ نه ڪهڙن نيوڪليئر ۽ نان نيوڪليئر ملڪن جا مسئلا کڻي آيو آهين. ڪيڏو نه وقت گذري ويو آهي. مون کي رڳو رڪشا تي چاڙهي ڇڏ.

۽ شيام ڪن جي گهيرات سان هاليسو سنيالي، هاليسي سان لهرن ۾

جهير وجهي ٿو چڙي. ۽ بتيلو وڏو ڏڏڪو کائي، وڏي گهومائيءَ سان اُڀڙي ٿو اچي.

۽ هڪ چوليءَ جي چاڙ ٻنهين ڪي پسائي ٿي وڃي. شيام لاجونتيءَ ۾ ڪن لاءِ تڪ ٻڌي نهاري ٿو. ڄڻ ڪيس پنهنجي ڪنن تي ويساهه ئي نه پيو اچي، ۽ ڪيس سمجهه ۾ نه پيو اچي ته ڳالهه جي مهاڙ ڪهڙي هڻڻ گهرجي. هو هاليسو هڻندو، ڪارن ڪَنن ڪان پاسو ڪندو ٿو وڃي. ڪيئن سمجهائي لاجونتيءَ کي، لاجونتي جا ٿي؟!...

اچانڪ آڪاس ۾ هڪ پکيءَ جي ڪيهه پيدا ٿي وڃي ٿي. لاجونتي ۽ شيام مٿي نڀ ۾ نهاريندا ٿا رهن. پکي ڪينهون ڪندو اُڀ ۾ اُڏرندو ٿو وڃي.

- ويچارو پکي، شايد وڳر کان وڇڙي ويو آهي، آکيرو ڪيئن ڳوليندو... ڪيئن ؟!...

- راتيارو آهي، پکين جي موسم اچي وئي آهي، ڪينجهر ڏانهن مُهاڙ اٿس. پکي، پکيءَ کي سؤ ڪوهن تي ڳولي ولندو آهي. فقط اسين وڇڙڻ کان پوءِ هڪ ٻئي کي ڳولي نه سگهندا آهيون، نه سمجهي سگهندا آهيون هڪ ٻئي جو آواز ۽ دور پولار ۾ ٻه ڏنڊلا پکي چنڊ جي سهائيءَ ۾، نيڻن کان اوجهل ٿيندا ٿا وڃن. ڪن لاءِ لاجونتي ڄڻ ڪنهن سپني سان ياد ۾ لڙهي ٿي وڃي،

ڪينجهر،
پکي ئي پکي
سارو ڪينجهر ۽ پولار پکي ئي پکي.
ڍنڍ ڄڻ وڳا متائيندي ٿي وڃي.
طرحين طرحين پکي اُڏار سان پيٽرنز ٺاهيندا ٿا وڃن.
شيام ڪيس ڏنڊلو ڏنڊلو ڏسڻ ۾ ٿو اچي.

اچانگ لاجونتي سمڪ ۾ اچي ٿي. سپنو ڄڻ نِسرجندي ڇڇي وڃي ٿو. لاجونتيءَ کي شيام ڏاڍو چٽو ٿو نظر اچي. ڪجهه ياد ايندي ئي لاجونتي وڏهوڙجي ڄڻ حڪم ٿي هلائي؛

- ٻڌاءِ نه ڪهڙو ڪارج اٿئي؟ رات ٻئي پهر ۾ داخل ٿي رهي آهي. اسين يونيورسٽيءَ جا ماڻهو آهيون. ڏاڍا اهم ۽ ريسپانسيبل.

- ته پوءِ هڪ يونيورسٽي ٿي ڪري سوچي سمجهي ڳالهائڻ ۾

هيڪين ڇو پئي؟ يونيورسٽي اسان جي ڪري آهي. سمجهينءَ اسان جي ڪري.

- ٺيڪ آهي، آئون ڪنهن به ڪامپليڪس ۾ نه آهيان، مون ڪي...

مون کي ٽڏ پئي لڳي. لاجونتي ساڙهيءَ ۾ پاڻ کي ويڙهيندي ٿي وڃي.

- اسين ڪراڪروم ۾ نه، اندرس ڊيلٽا ۾ آهيون.

- آئون چوان ٿي، ڪارج ٻڏاءِ ۽ ٻيڙي ڪناري ڏي وراءِ. لاجونتيءَ جي ڪروڊ پريل راڙي تي شيام ڏاڍي وياڪلتا سان ڏانهس نهاري ٿو.

- مون کي ... ائين سمجهه مون کي تنهنجي تمام گهڻي ضرورت آهي؟

- عورت هر ڪنهن جي ضرورت آهي. پار ڇٽڻ جي مشين جا آهي.

- ۽ عورتون پار بچائي به ونديون آهن، جڳن کان عورت وڏو انقلاب ٻڌجندي آئي آهي. شايد ان ڪري ته عورت جنني آهي، ڇٽيندڙ...

- ۽ مرد سدائين ڪيس توڙيندو آيو آهي.

- چيم نه، انقلابيءَ جي حيثيت سان ڳالهاءِ. اها دوکي بازي آهي.

- نه وقت جي پڪار آهي.

- چا، هڪ ڳام به نه؟....

- منهنجا پنهنجا ڳس، گهيڙ ۽ ڳام آهن. تون ٻيڙي ورائي سگهين ٿو.

(...؟ ...؟!...) ڪن لاءِ شيام لاجونتيءَ ۾ نهاريندو ٿو رهي:

- ٺيڪ آهي، جڏهن رستو روشنيءَ جو منارو آهي. ته پوءِ هڪ ساٿيءَ جي قافلي مان جدا ٿي وڃڻ سان ته منارو ڪري ڪونه پوندو. مان سمجهندس، تنهنجو ڪو وجود ئي نه هو.

۽ شيام هاليسي سان وهندڙ سنڌوءَ جي ڇڇڪار ۾ ڇڻ جهير وجهي ٿو ڇڏي، ٻنهي جي وچ ۾ ڇڻ موت جهڙي مانار پئدا ٿي وڃي ٿي. ۽ ناؤ مَ پاڻ ٻڏندي ٿي وڃي. مَ پاڻ اپڙندي ٿي وڃي، ڪناري ڏانهن.

# نانهن ۾ موت

واٽهڙوءَ کي اُس تؤنس تائي، توائي ڪري ڇڏيو آهي. تارونءَ تي هٿ ڏيو، گهوماٽيون ٿو کائي. تارون - جنهن تي لڳل اٽس ڪوڙين نيوٽران بمن جيها، پولارن پاتارن کي ڏوڏاريندڙ شاڪس. ڏڪ. ڏرتي ڏوڏ ڏماڪا ۾ چيرا.

ڇا ڪِري پوان؟...

ڇا مري نري وڃان؟...

الا- وڻ ايڏو ڏور ڇو آهن؟ ڇو!... ڇو آهي اندر ۾ ايڏي آڳ، تؤنس، سهڪو، هانپارو؟... هيءَ ڪاري مريءَ جيهي ڪيپراٽي ڇو پئي ايڏو سڙي، پچي، ڪامي، پچري ۾ وسامي؟ ڇو آتما مان نراتما بڻجندو ٿو وڃان !...

مٽي تي هٿ ڏيو، پهاڙن کان ايندڙ ڏامر جي سڙڪ تان اوراٽجندو گهماٽيون کائيندو، وقلندو ٿو وڃي ڪنهن پوڙهي هانءَ روڳيءَ جيان. تارونءَ تي سج جي تپش کان ڄڻ اچانڪ سَن اسٽروڪ ٿي، گهوماٽيون کائيندو، سڙڪ تان لهي، آٽڙندو ٿو وڃي. ڪبوترن جيان اڇا اڇا ڪاڳر، امن جي پکين جيان هٿن مان ڦتڙاٽ ڪري اڏامندا ٿا وڃنس، ۾ ڄڻ بانبڙا پائيندڙ ٻار رڻ ۾ رلي ٿو وڃي. (هاءِ هاءِ لڳڙ جو ڪاٺا ٿي وڃڻ.)

هان !...

هي ڇا !...

ڇا سج نيزي پاند تہ نہ اچي بيٺو آهي!...

هان- نيزي پاند؟... سج نہ تَتي تڪرائجي وڃڻ واري شيءَ آهي. سج جي تَتي وڃڻ سان سارو سوريہ سرشتو تَتي ويندو.

ڇا... سڀ تارا، تر، تروڪڙيون، گرهہ هڪ ٻئي سان ٽڪنديل ناهن؟ (تؤنس، سوڪڙ ٻاڪو ۾ ساهہ ستون، جيئدان لاءِ)

هان- پيلا هن اسپيس يا پولارن پاتارن ۾، اهو سوريہ سرشتو ٽيندو ڇا آهي. پيلا ڪو ٻڏائي سگهي ٿو تہ سوريہ منڊل جي تَتي وڃڻ سان، ٻين گروهن ۾ نڪترن تي ڪهڙيون وارتائون جنم وٺنديون؟ اها ٻي ڳالهہ آهي تہ پولارن پاتارن ۾ ڪي ٻيا سرشتا جنم وٺندا. ڪير ڄاڻي هن نانهن پرئي سرڳدام جي موهن منڊ ۾ انهيءَ ڪير- ڏارا کان مٽي، گهڻو مٽي، پيون

ڪيتريون ڪوڙين ڪير- ڊارئون آهن. هن پولار ۾ هي سوريہ سرشتو ٽيندو ڇا آهي!..... جي مرڻو ٿي آهي، هيءُ رنگارنگ پونءُ ڇڏٽي ٿي آهي تہ پوءِ ڇرين جيان ٽهڪ ڏئي ڏئي، ڪلي ڪلي ڪيرو ڇو نہ ٿي مرجي. ڇا هن، هھڙي وايو منڊل ۾ ڇريو ٿي وڃڻ بنهہ نيچرل نہ آهي؟

هان..... ڇو پلا ذهن جو نيوڪليئر فائيبرز سان اٽيل ڪمپيوٽر ڪم ڇو نہ ٿو ڪري؟!... ڇو آهي ساري ديھہ ايڏي ساڻي ڪاٺي ۽ سڪراتيل؟ ڇڻ اڳي... اڳي ڇڻ اسن ۽ لڪن جهولن ۾ هليو ٿي نہ آهيان !...

اچانڪ هو ٽرن ڪري، گهوماتي ڪاٺي ويل، جنجهائجي ويل نيٽن سان، نيزي پاند بيٺل، سچ ۾ نهاري ٿو:

(۽ سوريہ سرشتي ۾ آهي، ڪاپار تي بيٺل آڳ الاهون سچ ۽ ٿامي جيان تبي ويل پونءُ تي آهي، سن اسٽروڪ ٿي ويل، گهوماتيون ڪائيندڙ ماڻهو. چارئي ڏسائون، آڳ الاهيون)

هان...: ڇا اهو سچ ناهي؟

ڊر ڪيڏي بہ ڊرتتي سهي، ڪوبہ ماڻهو مرڻ نٿو چاهي. هر ماڻهو علامتي شرنڪنگ مين آهي، سُسي سُسي هوائن ۾ تحليل ٿيڻ جي گهڙين تائين بہ موت سان وڙهڻ ٿو چاهي، موت سان! ڇا اسين سڀ شرنڪنگ مين ناهيون؟ هوائن ۾ هلندڙ، اڏامندڙ، نہ ڏسڻ ۾ ايندڙ ذري جيها ماڻهوئڙا. ڇا اسين سڀ وڏيءَ ويڙهاند ۾ ناهيون. هن پولارن پاتارن ۾، آڳ الاهين بلائن سان؟ هن پرٿويءَ تي ڪوئي ماڻهو، ڪو ساهوارو، بزدل ۽ بي ايمان ڪينهي. جيڪو وڙهڻ نٿو چاهي؟ هرڪو ماڻهو پنهنجي پاڻ سان نہ تہ پنهنجو پاڻ سان وڙهي رهيو آهي، پنهنجي بچاءَ لاءِ، پنهنجي سيٽسفيڪشن لاءِ، هر ماڻهوءَ وڏيءَ ويڙهاند ۾ آهي. پنهنجو پاڻ ڪي دَلبا ۽ دولاب ڏئي وڙهي رهيو آهي. هر ماڻهو، سئين سڌيءَ واٽ تي سوچن جون گوهماٽيون ڪائي رهيو آهي.

سچ جي ترار ڪان تکي شعاع جو تارونءَ تي ڪاپاري ڌڪ. سن اسٽروڪ ۽ ڪنهنجو گهوماٽجي ڦان ٿي ڪري پوڻ.

ذهن جو نيوٽرانڪ ڪمپيوٽر، ڪنهن ويل بہ خراب ٿي هلي سگهي ٿو، جيڪو پاور فل ۽ آٽوميٽڪ آهي.

سهڪو، ڦٽڪو.

اواڪ گهڻيل ٻاڪار...

چڻ ڪو ننڍڙن مان، آنهن ۾ اچي رهيو هجي. جيئن نئون چاول ٻار، ماءُ جي نهائڻيءَ مان نڪري وات کڻندي ئي، هوائُون جهٽڻ لاءِ اواڪ ٻاڪار ڪندو آهي. ڦڦڙن لاءِ آڪسيجن جهٽڻ لاءِ، اواڪ انڌي ٻاڪار يا ڪا ٽج جهٽڻ لاءِ وات پٽيندو آهي.

(.... ا ... و.... م.... اوم ان) اواڪ انڌي ٻاڪار ڪان ٻاڪار تائين، جيون جي پهرين ٻاڪار. ڪڏهن نہ ختم ٿيندڙ ٻاڪار اهڙي ٻاڪار، جيڪا وياءَ ڪان اهمي ٿيل ماءُ جي اندران ئي اندران، مامتا جا ٿونا هٽندي، سندس اُرهن مان ڪير، ڏار جا اواڪ ڪل ڪل ٽج جُهرٽا وهائي چڏيندي آهي.

سن اسٽروڪ.

اواڪ ٻاڪار.

اون... اوم... ا... و... م...... آه..... آه گهومـاتي ڪـائي ويـل ماٿهو. آڪن جي جهنڊ ۾ اک پٽي ٿو. نئين چاول ٻار جيهي انڌي اواڪ ٻاڪار سان.

هان- هوا... هوا... والبو... وڻ ناهي تہ چا ٿيو وڏن وڏن ڪير ڀريل اڪن جي جهنڊ جي ڇايا تہ آهي.

(ذهن جو ڪمپيوٽر چڻ چالو ٿي ٿو وڃي.) ڪن لاءِ سندس نهار اڪ ڦلڙيءَ تي ڄميو وڃي. بنهہ فريز ٿيو وڃي.

اچانڪ ڪيس ٽلين، چنگن، ڪماچن جيها آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا، جيئن سپنن ۾ ڪا چنيءَ جي لڇمي نرت ڪري رهي هجي. آواز، ايها جيها نئون چاول ٻار ٻڌندو آهي، ڏاڍيءَ نرواڻ سان.

ٽل ٽل... چم چم... جهن جهن... جهنجهڪ جهنجهڪ جهن جهن... ٽل، جهن جهن.

موه... سر سنگيت کي ڳولڻ جي چاهنا.

ننڍاڪڙا سپنا- نونڊ ڪا نونڊ ڪا ساروٽا...

(نئين چاول ٻار جا ڪين پاڳل جا)

هڪ لاڪلاهين جهروڪي ۾. پرهہ ويلا ۾. ڪٺ تي سنل ڪولهي ڇورو ء چاڳاوَ لاءِ. پيرانديءَ ڪان بيٺل ٽيليون وڄائيندڙ ڇتيهہ لڪٽي، آدجگاد جا تلڪ لڳايل ڪامڻ ڪور ڪولهڻ ڇوري. اندر ۾ چڻ جينجهٽن جهانجهہ

جي جهنڪار پريل. ٽليون وڄائيندي اچانڪ ڪروڊ مان ٻئي ٽليون سٽل ڇوري جي منهن ۾ اڇلائي ٿي هٽي:

"اونئو، اوپاڙو، وڃائو... پيڇا ڇيچ وڃائو، اؤنٽاولي من ۾، موران روڪيپ پري ڳيو هي...."

(ساراٿو، فيڊ آئوٽ)

ذهن جي پرٽيءَ کي ڪاپاري ڏڪ.

"اون... ن... آ... ن... آن" سن اسٽروڪ ٿيل واتهڙو ٽنل ٽاڪمان پاسا ٿو ورائي، پحقڻ جي سيج مٿان.

هان!....

هي ڇا!

آئون ڪٿي آهيان!....

(ذهن جي ڪمپيوٽر جو وڏو مهاپاري چرڪ:)

هي ڪهڙين جيوٽين جا پڙاڏا هئا... ساروٽا... ڇا چوراسي لک جيوٽين جو ڀوڳ منڊل. مورچٽ چنيءَ سان، ٻاڪ رنگ ڇوري، ڪيئن مور جيان نچندي گم ٿي وئي.

سپنا ....

جاڳ جا سپنا ....

ستي لوءِ جا سپنا....

جي هيءُ سپنو ئي آهي تہ پوءِ اهي ڄميءَ جيها آواز ڪٿان پيا اچن، ڪهڙين مري ويل ڏسائن ڪان؟

"ڇو آهي ساروٽن مٿان ايڏي اواڪ اوندهہ؟ ڇو چڙهي وئي آهي اڪين مٿان، مري ٺريل ويل ويلائن جي ايڏي ڏوڙ؟ ڇو آهن اندر ۾ ايڏيون پيڙائون ۽ ايڏا انڌا سپنا پريل؟ الائي سپني ۾ ڪري پيو آهيان. ڪي ساپيان ۾! يا ڪا هپي ڇوري ايل ايس ڊي پيساري، ڊاهي وئي اٿر." جنهن جي ڪيس ڪل ڪانهين. ايل ايس ڊي آهي ڇا؟....

اکن جي جهنڊ ۾ ڪريل. پٽراهين پٽ تي پيل نستائي جا آڪيڙا چڙهيل ماٺهو، ڊيل ديهہ سان پاسا ٿو ورائي آوازن تي، ٽل ٽل، ڇم ڇم وڄندڙ آوازن تي.

ننڍڙي، وَڏڪني ڪاري ڪاري ٽليون ۽ سيلهيون ٻڏل، ڪاچڻ ڇيلڙي اڪن جي جهنڊ ۾ ٻيڪراٽون ۽ ناچ پئي ڪري. ٻوليون پئي ٻولي ۽ وڏن وڏن ٽٽن واري، ٽليون ٻڏڻ ڪاچڻ ماءُ، اڪن جي ڇايا ۾ ويٺي، اوڳر پئي ورائي. ڇڻ ڪو مهاتما، پنهنجو اندر اوڳاري وڏيءَ نرواڻ سان ويٺو، ڌرتيءَ جا سور چري.

سروَم دُکم دُکم....

مٹ مٹ سورن سپ ڪهين، مون وٹ وٿاڻ....

اچانڪ هن ذهن جي پرٽيءَ ۾ سوچن جا سرسلا پرندا ٽا اچن:

نانهن ڪان آنهن تائين، سرشٽي جي ڦرٽي ڦري پئي. آل دي اسٽارز آر ڪنيڪٽيڊ وٽ برين!

(ذهن جو ڪمپيوٽر ٽڪو ٽڪو ٿو هلي)

آهه... هي اڪ جو ڪير، ڪيڏو نه ڪوڙاڻ پريل آهي!....

هان... ڪاچڻ ٻڪريءَ جا ٽڻ...!....

ڪيڏا نه وڏا وڏا....

ڪير ڪان ڦاٽندڙ....

ٽج ڏاوَ ۽ ڏهاوَ لاءِ، پلا ٽڻ ڪيڏا نه اوتاولا هوندا آهن... اچانڪ ٽٽن مٿان ٽٽن جا اولاٽا ياد ٽا پونس. هڪ آيل ڪان ٻي آيل تائينءَ جا اولاٽا. ساروٽا پرٽيءَ جيان پرندا ٽا اچن:

ڪاچڻ ٻڪريءَ جي ٽٽن ۾ وات!.....

ڳاڙهي ڳاڙهي ڳئون جي ٽٽن ۾ وات، گوها!...

پوري پوري ٻگي مينهن جي پُورن ٽٽن ۾ وات!....

ٽامي جيهي ڪولهڻ جي ٽامٽ ٻبن ۾ وات!....

۽ اڪين آڏو ڪي ٻيا اُره تيج ٽا هٽن:

"وٽنئي ٽا نه؟ ڏائيندين؟..."

"چو، ڦاٽن ٽا ڇا؟...."

"ها، سينڊون ٽا هٽن" ٻالاپڻ ڪان جوانيءَ تائين رڳو سڳيءَ ماءُ جا ٻبا ياد ڪين ٽا اچنس.

(هان !...) هان ؟...

"اچانڪ اڪين آڏو، شيشم جيها ڏوڪا ڏونگهي اتاولا اُرهه، الائي

ڪهڙن زرزلن لاءِ، ترڪندا ٿا اچن، نونهه ڪا نونهه ڪا ڀرپور اٿج اُرهه.
ڏونگهيءِ ڏک اٿج اُرهه.

(جانجهه ڇڻ اندر ۾ لاوي جيان جلندڙ تِج جا جلترنگ جهينجهڻا)

"اون- هون اوُنڙا، اوتاوليا، ناپاڪ سوڙ سوڙ، ناچي زاوان."

"او پاڪ، او پليت، ڪدا سون، مرتو هان مارو مرتيو ٿيهي ڳيوهي.

"اون- هون- هولي- هارو ڏڻ هي زلدي مان زلدي، يونڪا اوپاڙي اوپاڙي ساوا ڳجهه ڳو ڏيکي زا ڇيچا مان ڇيچ ملائي ناچي زا،

رنگا رو ڏڻ هي.

(هڪ جوڙي جو، هولي پورائنا ناچ!)

ڇڻ شو پارپتيءِ جو ناچ !

ڇڻ آتما پرماتما جو ناچ !....

جيءِ جسي تي هوليءِ جي رنگن جو ناچ.

(ڏس... ڇڻ ڪو سندر سپنو تِني وچي ٿو. ڇڻ تارونءِ جي هيروشيما تي اينم بم ڪري ٿو.

جاڳ...

جاڳ... ايهي جيهي سپني جي جاڳ، ڇڻ جيون ۾ ڪو نئون سپنو سڙجي پيو هجي.

"هان... سپنا سرجي سرجي، جنهه جي ٻن پڙن ۾ اچي، ڪهرڙاٽن سان ڏرجي اٿو تي، اڏامي ڇو ويندا آهن. ڇا ان لاءِ ته اسان جي ٻڌياڻتي ڪهرجي ٻاجهري جي ماني ۽ ساڳ جي ڀاڄي آهي."

"هان... اسين سڀ هڪ ٻئي لاءِ ڪيڏا نه ڪهرجائو آهيون. الا... اسين ڪهَرجن ڪري هڪ ٻئي سان ڪيڏا نه ڳنڍيل، ڳتيل، اونترا ۽ اتاولا آهيون."

(اچانڪ ذهن جو ڪمپيوٽر ڊوڙو ٿو ڪائي.)

"هان... مون ته ستي ٿي ستي، ٻڪريءِ جا ٻئي ٿڻ ڇپن سان چوڪڙي ڇڏيا! ڇيلڙي ڇا پيئندي ؟ ڇا اندر جي تونس ماٺهوءِ ڪي ايڏو اندو ٻڌائي ڇڏيندي آهي. ڇا اهو ڏوهه ۽ ڊوهه ناهي؟"

هو ٻاڪو ڦاڙيو، سيلهين جڙيل، اکن ۾ ڪڏڪارون ڪندڙ ڪاڇڻ ڇيلڙيءِ ۾ نهاريندي وري وڏي وڏي ڪاڇڻ ماءُ ڏي نهاري ٿو. سندس اکيون

۾ وات ويتر ڦاٽندا تا وچن ۾ مک تي پيڙائن پريل ريڪائن جي جاء تي سانت ۾ نرواڻ جيهيون ريڪائون اپرنديون ٿيون اچنس. وشال ٿهمر پريل ريڪائون.

(ٿهمر.. جيڪو ڪن پل لاء هر ڪنهن ماڻهو جو حق آهي).

نہ نہ... نانهن مان آيل اواڪ پاڪاريندڙ پار ڪي حق آهي تہ هو ڪنهن جي بہ چڪڙ وٺي. ٿج تي ان جيوَ جو ايترو ئي حق آهي، جيترو مهاراڻي ايلزبيٿ جي پار جو. نانهن ۾ هجي يا نانهن مان آنهن ۾. ڪتيء جي ٻچي جو بہ اوتروئي حق آهي، جيترو سوئر جي ٻچي جو. نہ نہ... مون ڪو ڏوهہ نہ ڪيو آهي. هيء تہ وڏ ڪني پلوڙ ڪار ڪٽيي جيهي ڪاچڻ ٻڪري آهي. پيچان پيچ پلي. رڳو ٻچو ٻيڪراٽ ڪري، ٽٺن ۾ موڏو متو هٺيس تہ ٽٺن مان ٿج مامتا ٻٽجي، واء واء واڪا ڪندي، نٺين ڳاج جيان ڳوها ڳوها تي چلندي، ڪڏهن نہ پرجندڙ ڪين ڪُن وات ۾ هلي ويندي. جيئن درياهہ سمونڊ ۾ لهي ويندا آهن.

چا -- ڌرتيء ڪي جيڏي سمونڊ ڪان ماڪ ڪارن ڪڪرن، آڳمن، وڏ ڦڙن، ڳڙن، برفيلن ڇاٽن ۾ ڇمرن جي ڳهرج آهي، سمونڊ ڪي اوتروئي ڌرتيء ڪان، ڌرتيء جي اندرين وهڪرن، نين ۾ درياهن جي ڇوڙ جي ڳهرج ۾ ڪاپ ناهي؟ مون ڏوهہ ناهي ڪيو. مان ڏوهي ناهيان.

نہ نہ. نانهن مان آيل اواڪ پاڪاريندڙ پار ڪي پورو پورو حق آهي تہ هو ڪنهن جي بہ چڪڙ وٺي. ٿج تي ان جيوَ جو بہ اوترو ئي حق آهي، جيترو مهاراڻي ايلزبيٿ جي پار جو. نانهن مان اُنهن ۾ اچڻ ڪان پوء ڪتيء جي ٻچي ڪي بہ جيٺرو رهڻ جو ايڏو ئي حق آهي، جيڏو نندڙي ڪيوليء جو.

ڏي ۾ وٺ!....

ڳيو ائنڊ ٽيڪ!....

هن هٿان ڏي، هُن هٿان وٺ!

(سچي سرشٽي جو ڦيرو ايئن ئي هئڻ ڳهرجي.)

"هان- پوء ماڻهو هڪ ٻئي سان پيار ڇو نٽا ونڊين؟ ڇا پيار جو بدلو پيار ناهي؟ ڇو آهن ماڻهو ايڏا ڪسا ڪيا؟ الا- ماڻهو ڪيڏا نہ اٻوجهہ ۾ اچاڻ ۾ اتاولا آهن؟...."

موء پريل نيٺن سان، ٻڪريء جي جيون ڪامڻ رس ٽٺن ڏانهن ٿو

نهاري. نيڻن ۾ پرٽيءَ جيان، ساروڻن جا ٽڻن مٽان ٽڻ پرندا ڦرندا ٽا اچنس.

اچانڪ ڪيپراٽيءَ جو ڪمپيوٽر ويتر فاسٽ ٿي وڃي ٿو:

۽ موه جي ماڻ ڪامڻ پريل نيڻن ۾ پرٽيءَ جيان ٽڻن مٽان ٽڻ، اُرهن مٽان اُرهہ ۽ اوهن مٽان اوهہ پرندا ٽا اچنس.

ٽڻن جي مهاپاري ڪراس پريڊ!....

پولڙي جا ٽڻ يا ببا = (هيومن فيملي، مسنگ لنڪ)

ٻليءَ يا ڪتيءَ جا ببا = (لائن فيملي)

مادي سوئر جا ٽڻ = (ايليفنٽ فيملي)

گڏهہ جا ببا = (هارس فيملي)

روجهہ جا ببا = (ڪاؤ فيملي)

الائي ڪهڙن ساروڻن ۾ لڙهي ٿو وڃي:

ويچاري چاچي ڳئون، ٻڪريون، مينهون ڏهڻ ويل وات ۾ ڪير جا گوها هٽندي هيس. پچڪاريءَ جيان وات ۾.

اچانڪ ڪيپراٽي جي پرٽي ويتر تکي ٿيو وڃيس ٿي، تارونءَ ۾ تنوار، تليون، چنگ، ڪماچ، يڪتار، جهانجهہ جهجي ٽا پونس. چڻ يڳن ڪان مري نري ويل ويلائن جي سرسنگيت جو پڙلاءُ ڪيس مارڻ ڳارڻ لاءِ جاڳي ٿو پويس.

او سرتا، پولڪا اوپاڙي اوپاڙي سارا ڳجهہ ڳوهہ ڳولي زاه. هولي هارو ڏڻ هي- او... اونٽرا، اوپاڪ او پليت رنگا ماتي رنگ اُجل، اُجلائي زاه. چيچا ۾ چيچ ملائي زاه. او سوئر او پاڪ او پليت رنگا ماتي رنگ اجلائي زا. زا چيچا ۾ چيچ ملائي زا. او سوئر او پاڪ پليت سارو تن من، سنگ سنگ ناچي زاه.

رنگ، مهندي، ڪپور، رنگا رنگ ڳپ ۽ چڪڙ، شراب جي بوتلن جي اور گهور ورڪا رنگن جي برڪا.

ٽڙاس.... سپني جو ٽٽي وڃڻ، چڻ مهاپاري ڪاپاري ڏڪ.

هانوَ ۾ چڻ وڏي ڌماڪي سان نيوٽران بم ڦيهي پرٿوي ڪان ساري آڪسيجن اُڏائي ڪيپراٽيءَ جا تاڪ ڦاڙي ٿو ڇڏيس. وڏي گهوماٽي- چڻ ڪن لاءِ سارو سوريہ سرشتو ٽٽي، هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي پولارن پاتارن ۾ پيڙاٽ ڪندو، ٽڪاون سان مانداڻ مچائيندو هيٺ، ڪي مٽي گم ٿي وڃي ٿو.

اچانڪ رڙ:

نہ ... نہ... ڪير تيندا آهن، اهي وحشي ۽ وائيلڊ ذهني مريض جيڪي هٽلر، آئزن هاور، چرچل، ڊيگال، اسٽالن ۽ مارشل ٽيٽو جيان ڌرتيءَ تي ٻارڻ، ٻارڻ وارا. تيندا ڪير آهن اهي وحشي پوليٽيڪل سائنس وارا ماڻهو.

ائٽم بم!....

هائيڊروجن بم!....

۽ هاڻ نيوٽران بم !.....

نيوڪليئر هوائن لاءِ هتوراڙيون ڏيندڙ ؟!...

نيٺ تہ انهن بمن ئاهڻ جو ماڻ چا لاءِ. گوليون ٽٽنڪون، چا ڪائڻ لاءِ؟... ماڻهن ڪي ماني گهرجي، نہ ائٽم بم. چا وڏو ملڪ اهو ئي آهي، جيڪو سڀ کان وڏو خوفناڪ بم ٺاهي. هنن گڏهن ڪي ڪهڙي خبر تہ هن پرٿويءَ تي ڪي ماڻهو مهاتما ٻڌ جيان بہ رهن ٿا هر ملڪ ۾ ڌرتيءَ جي گولي جي آدمشماري ۾ جتي ڪتي اهي مهاتما چلا ڀڄائي رهيا آهن. ڊڄو ان ڏينهن کان تہ اهي مهاتما چاليهن سالن جا نہ ٿي وڃن. اوهان جو وقت ختم ٿي ويو آهي. ميجو ۽ مرڪي هٿيار اڇلائي ڇڏيو، سمونڊ جي ڪين ڪن ۾ هي ڌرتي امن لاءِ آهي، وڏيءَ مهاياري سانت ۽ ڪميا لاءِ.

ڌرتيءَ تي هي ڪهڙو ڏقير آهي. آدجگاد کان ڪُهڪهان، ويڙهاند ڦتڪڦتڪان، ڪيهون، ڪيڪون، ٻاڪارون. نہ رڳو پسن جانورن جون ٻارڙن جون بہ. ٿرو دي ڪاريڊارز آف ٽائيم! يڪيون هلنديون ٿيون اچن! ڪڏهن ختم ٿينديون ... ڪڏهن ؟....

اچانڪ ياد ٿو اچيس: .

"هتان تہ سنڌ يونيورسٽي تمام ويجهي آهي. جي آئون ٿورڙو همت کان ڪم وٺان تہ شايد مون ڪي آرام لاءِ ڪنهن هاسٽل جو ڪمرو ملي وڃي.

۽ گهوماٽيون کائيندو هلندو ٿو وڃي، پهاڙي پيچرا ڇڏيو، سپر هاءِ وي جو دڳ ونيو.

"تون!..."

"ها - مان...."

"هيڪل آهين يا ڪو ٻيو بہ آهي."

”هيڪل. پاڻي پيارينديون؟“

”پاڻي به ۽ چانهه به. تون مون کي وڻندو آهين.“

”ٿئنڪيو.“

پاڻي جي گلاس سان موٽ.

”هان!.... تون روئين پيو!“

”ها- ڪڏهن ڪڏهن روئڻ لاءِ ماڻهو سڪي ويندو آهي. روئڻ ايترو ئي نيچرل آهي، جيڏو کلڻ.“

”نو فلاسافي. فلسفو پاروتو ٿي ويو آهي سڄي جو سڄو فلسفو. ڪچن ۾ هل. مون کي چانهه ڪانسواءِ پيو ڪي به ڪين اچي.“

”فلاسافي... توکي روئڻ ڏاڍو سٺو ايندو آهي. ڏاڍي سٺي پرفارمينس ڏيندو آهين.“

واٿهڙو واش بيسن سامهون آرسيءَ ۾ نهاري ٿڌي پاڻيءَ سان منهن ڌوئي ٿو ۽ چلهه ۾ هڪ ڪرسيءَ تي اچي ويهي ٿو ۽ ميزبان عورت بصر وڍيندي وڏا ٽهڪ ڏئي ٿي. اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندي وڏا ٽهڪ.

”تون ڪمزور آهين، روئڻو آهين. ڏس آئون ڪيئن پئي کلان... کلان پئي نه؟“

”ها، ڳوڙها ۽ ريهون لڪائڻ لاءِ، تو وٽ الاهين ڪجهه آهي.“

واٿهڙوءَ کي ننڊ جا گهيرٽ ڪنيو ٿا وڃن، ڪي جاڳ ۾ ساروڻن جا گهيرٽ. هوءَ ڪيس جاڳائي ٿي.

”خبر اٿئي ٽائيم گهڻو ٿيو آهي؟“

”الائي!....“

”رات جا نوَ پيا ٿين ۽ هيءَ هاسٽل آهي.“

”اوه ساري.“

”پڻ... متان عاشق ٿي پوين. نو ايني ري ايڪشن فرام يوئر سائيڊ آف ايني ڪائينڊ. او ڪي ري ايڪٽ نه ڪجان.“

”اوڪي.“

”ٿئنڪيو.“

۽ هو ڏاڍو تازو توانو ٿي، هاسٽل مان نڪري ٿو وڃي.

# اونداهيون ڏسائون ۽ مان

مان ڪراچيءِ کان گهر موٽيو آهيان.

نہ، پهرين مان توهان سان پنهنجي سڃاڻپ ڪرايان.

رات جا ٻہ ٿيا آهن، حيدرآباد واري مني ٽيڪسيءِ مان لهي، گهر ڏانهن پڪي سڙڪ ڏئي هلڻ شروع ڪيو اٿم. مان اُٻاڻڪو، ٿڪاٽو، آشانت آهيان ( ۽ ڏاڍو خوش ۽ سانت بہ ).

مان، يعني آرٽسٽ، ڪهاڻيڪار، شاعر، ناول لکندڙ، ڊراما لکندڙ، چترڪار، پهڻ آهوڙيو. مون ۾ قدرت اهي سڀ ڳالهيون رت جيان سوچي سمجهي پوري مقدار سان پريون آهن. جيئن ويٽ 69 جي بوتل ۾ سوم پريل هوندي آهي. تنهن ڪري مان هر ويل، نشي جهڙن ڪيپن ۽ خمارن سان پريل هوندو آهيان. پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو منهنجو ڏاڍو قدر ڪندا آهن، سنڌ يونيورسٽي کان وٺي ڪاليجن تائين مون کي چڱي عزت ملندي آهي. مان ڪين ڏاڍو وڻندو آهيان، پنهنجين سمورين چريائپ وارين ادائن سان. ماڻهو منهنجي ڪم کان، منهنجي ڪجهہ چا، تمام وڏيڪ تعريف ڪندا آهن، عظيم هئڻ جي مهر هڻي ڇڏيندا آهن. ڪڏهن ڪي دل گهريا پڌ ازم ۾ ايمان رکندڙ نوجوان دوست مون کي مهاتما پڌ جي هلندڙ ڦرندڙ ٻئي روپ جي نالي سان بہ نوازيندا آهن. پر مان چا آهيان، ڪيترو رت ست اٿم، اهو مان گهٽي ڀاڳي نہ تہ تورو گهڻو ڄاڻان ٿو. مون کان تہ وڏيڪ مون کي منهنجي زال بکو سڃاڻي، جنهن جو اصل نالو بختاور آهي پر مان ڪيس چنبڙي چوندو آهيان. آئون هن لاءِ هڪ دماگ خراب، اڌ چريو، بيڪار، سائنر آهيان. تنهنڪري ٽيليويزن تي منهنجو ڊرامو ڏسي هن جو جتي وس پڇيس تہ هو منهنجا سڀ ڪاڳر ساڙي ڇڏي.

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مامي جي گهر ۾ پنجن سالن کان ٽي وي هوندي بہ، منهنجي ڳوٺ جو ڪو بہ پار يا زائفان اها دعويٰ نہ ڪري سگهندي تہ فلاڻي ڏينهن هن ٽي وي ڏٺي ۽ ڪتاب ڦاڙڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي، ائين اتفاق سان ڪڏهن پارڻ لاءِ ڪاڳرن جو موٽاڙو ناهي، متاهنس ڪائيون رکي،

باهہ ٻاريندي آهي.

حقيقت ۾ منهنجي ڊراما ۽ افسانا لکڻ ڪري هن کي وڏو نقصان پيو آهي، ٻڌي پگهار نہ ملڻ جو. سو بہ يڪا سارا پندرهن سال توبهن توبهن، سو بہ پاڪستان جهڙي ملڪ ۾ جتي هر ٻئي ڏينهن شين جو اگهہ ڏيڍوڻو وڌي ويندو آهي.

آئون هن لاءِ هڪ لباڙي، ڊينگمار سانئر ٿي نہ بلڪ نکٽو، نڀارو ۽ لپاٽون هڻندڙ ظالم مڙس بہ آهيان. سچ تہ مون پنهنجي فنڪارانہ افعالن سان هن کي ۽ ٻچهن ٻارڙن کي بکون ۽ ڏک ئي ڏک ڏنا آهن. (ٻارڙن لاءِ تہ دعوٰي ڪانہ ڪري سگهندي). پر سندس سونهن ضرور ڪسي اٿم. ڏنا ٿمانس رڳو ڳتيون، هورا هورا.

ها- مان ڏاڍو ٿڪاٿو، اسانت ويڳاٿو آهيان. مني ٽيڪسيءَ مان لهي، پڪي سڙڪ ڏيو، گهر پيو وڃان. من ۾ اڄاتل خوف ۽ اميدون ڪنيو.

(خوف = ان جو تہ ڪو ٻار بيمار نہ هجي، اميد = ان جي تہ لال لطيف ڪندو سڀ ڪجهہ ٺيڪ هوندو.)

هيلتائين جو ڪجهہ مون تان وهيو واپريو آهي، مان سڀ وساري ڇڏڻ ٿو چاهيان پر سوچن جا اٿ ذهن جي جهان ۾ چٽيني ڏيسائن ڪان ٽلا ۽ چيريون چمڪائيندا هي هر... هي هر ڪندا پيا اچن. الائي ڪنهن ٻئي چيو:

"فلاڻي، چيو ٿي تہ، مان هڪ انتهائي پوڪ بصر ۽ گڏهہ رائيٽر آهيان.

"آئون چوان ٿو آهيان، ناهيان ڇا؟ ڪير ٿو چوي تہ مان جينئس آهيان. لٽل جينئس ٿيڻ لاءِ بہ تمام وڏي لئبريري ۽ عاليٰ دماغ جي ضرورت آهي. مان ڪتاب تہ ڇا، روٽي ڪپڙي ۽ مڪان جي چڪر ۾ ئي پيڙهجي ويو آهيان. جي منهنجي جڳهہ تي ٻيو ڪو هجي ها تہ ڪڏوءَ واري چرين جي اسپتال ۾ ڊاڪٽر ابراهيم "خليل" لاءِ مٽي جو سور هجي ها. ڪير بہ پيو چوي، پر ميٺو آهي تہ فلاڻو لٽل ناليج جو ڏٽي آهي. (جيڪا ڪڏهن ڪڏهن تمام ڊينجرس ٿيندي آهي). پر ڇا مان راهہ هلندي ڪو پلاٽ نہ گهڙي وٺان. ٽي وي لاءِ ئي سهي. ساڍا چار سؤ رپيا ملي ويندا...

پروفيشنل ... پروفيسنل ... ...

ڇا سچي بہ آئون پروفيشنل ٿي ويو آهيان ؟! هاڻ "جيون ڪوئي

جهوٽو آهي" جهڙي ڪهاڻي نٿو لکي سگهان؟

ايليٽ، داس ڪيپٽال، سارتري، رسل ! لينن، مائو! ڇا انساني ذهن هڪ هنڌ ڄمي وڃڻ واري شيءِ آهي ! هڪڙي هنڌ تي ته برف به ڪانه ٿي ڄمي. پوءِ سڀ ماڻهو اتي اچي ڇو بيهجي ويا آهن.

مان دل تي وڏي واڪ هٽ هٽي چوان ٿو. آدجڳاد کان موسمون بدلڻ ويل، سج ڪراڪروم جي چوٽين کي وڳهاريندو رهيو آهي. ڪنهن به شيءِ تي جمود طاري ٿيڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي.

نيشنلزم؟ڪميونزم؟

روس ۽ چين هڪ ڇو نه ٿي سگهيا آهن؟... پاڪستان ۾ هڪڙو پار روئي، مائوزيتنگ جي ڇاتين ۾ مامتا جي تيج اچيو وڃي، بينگال ديس ۽ هندستان ۾ ڪروڙين ٻارڙا ڪيڪراٽيون ڪن، مائو جي ڪنن ۾ ڪپاهيون، سور، ناسور !

خبردار، ٻارڙن کي چپ ڪرايو رات جي ماءُ پٺي اچي.

"اف، ڇا اسين سڀ وائيلڊ اينيملز ناهيون؟ ڪهڙو جوءِ جو... ٿو چوي اسين سڀ ماڻهو آهيون، سوشل آهيون. مهذب يا سولائيزڊ آهيون.

پاليسي... پاليسي... هر تحريڪ جي پنهنجي پنهنجي پاليسي آهي، هر ملڪ جي پنهنجي پاليسي. هر سربراهه ملڪ جي پنهنجي پاليسي آهي. پاليسي، هڪڙن لاءِ هڪڙي، ٻين لاءِ ٻي، ٽين لاءِ ٽين !!! ها، مان ڪميونسٽ آهيان.... پر ڇا هن وقت مان هيءِ ازم کي ته ڇا، ڪنهن به هڪڙي هيءِ کي لِلڪاري سگهان ٿو؟

"........"

ڪاش مان به هيءِ هجان ها. هيءِ ٻٽجي، وڃي ڪارونجهر ۾ دونهين دکائي ويهي رهان ها، هر ڪنهن رنج ۽ ڏنجهه کان ڏاڍو. ويٺو ڏسان ها ته مور ڊيلن سان ڪيئن ٽيلارا ڪندو آهي، گدڙ ڪين ڪيئن ڇيچاڙي ڪائيندو آهي، فضائن ۾ حسين مور پک ڪيئن پوپٽ جيان اڏامندا ويندا آهن.

(ويٺو ڏسان ها، هر رنج، هر ڏنجهه کان ڏاڍو ٿيو.)

ڇڪڙو لنگهي وڃي ٿو، ڪن لاءِ خيال روشنين ۾ پکڙي وڃن ٿا. اڄ جو انساني فلسفو ڇا ٿو چوي؟

"مان ڇا آهيان؟"

".... نہ مان اڄ هيءَ ۽ اڄ ڪميونسٽ آهيان. في الحال اهين نيڪ آهي. نہ تہ شايد آئون قتل غارت تي لهي اچان يا پنهنجو پاڻ کي ماري وجهان يا چريو ٿي پوان."

ويچاري عورت، (منهنجي زال) ڪيئن نہ اهاٽڪي هراسيل ويٺي هوندي، پائي پائي لاءِ محتاج. ٻارڙن کي چنبا ڳاريون ڏئي سمهاري ڇڏيو هونداءِين، ۽ پاڻ جاڳندي هوندي، ڳڻتين جا ڍڪر پئي ڪائيندي هوندي... ويچاري ... ... ڪيس ڪهڙي خبر تہ نيڪ پندرهن سورهن منٽن ڪانپوءِ آئون ڪيس آواز ڏيندو سِر سان ٻيڪڙيل در کي، ڏکو ڏئي کوليندس. ڪيس ڪهڙي خبر تہ آئون ويجهاڻي واٽ تي اچي ويو آهيان. مڪرانين جو ڳوٺ منٽ ڪانپوءِ مون کي پنهنجو ڳوٺ ڏسڻ ۾ ايندو. هوءَ ڪڏهن سوچي بہ سگهي هوندي تہ ڪڏهن مون جهڙي بيڪار ماڻهوءَ جي گيدي ۾ بہ ٻہ هزار اٺ سؤ رپيا اچي سگهن ٿا. هن لاءِ اها ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ ٿيندي، ٿن ڪلاڪن ۾ بہ هوءَ مشڪل سان ڏهہ رپيا ڳڻي سگهندي آهي. (سي بہ پوري خاطريءَ سان نہ.)

هن ويچاريءَ چريڻ عورت کي ڪهڙي خبر تہ ڪراچيءَ ۾ ٽيليويزن اسٽيشن لڳڻ ڪان پوءِ، ڪو اديب بہ ايترا پئسا ڪمائي سگهندو؟ ڪيس ڪهڙي خبر تہ آئون ڪي ٽي وي تي آئوٽ اسٽئنڊنگ رائيٽر آهيان.

راهہ هلندي آئون ڪلان ٿو: ۽ هي آئوٽ اسٽئنڊنگ رائيٽر چيڪ مون کي ڪيئن مليو. ان لاءِ مون کي ڪيڏي محنت ڪرڻي پئي، پنهنجي اندر ۾ "ٻاليشاهي، موڪي متارا" لکي ڪيئن پنهنجي انا کي ڪهٽو پيو، ۽ پوءِ چيڪن وٺڻ لاءِ ڪيڏي جنگ ڪرڻي پئي.

"آپ اندر تو چلين؟"

"جي نهين، مين 'آئوٽ اسٽئنڊنگ رائيٽر' هون، مين ٽي وي سي باهر هي اچا لگتا هون."

منهنجي انهي ضد تي آخر چيڪ حاصل ڪرڻ واري آها ڪڏهن نہ ايندڙ سياڻي اچي وئي. (ماڻهو ڪيڏو طاقتور، متارو ۽ پهلوان آهي، ماڻهو ڪيڏو نست، نبر ۽ ويچارو آهي).

مان بريف ڪيس کي لوڏيندي ٿهڪ ڏيان ٿو.

هينئر عشقو ۽ مانُس عاشق معشوقن وانگي هڪ ٻئي کي ٻڪ وجهيو ستا هوندا. آئون جوان ٿو وڏي سائيڪلاجسٽ عورت آهي. (وقت حالتون سڀ سيڪاريو ڇڏين) منهنجي در کولڻ سان ڪيس خبر پوندي آهي تہ آئون ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهيان. ۽ پوءِ رسيپشن بہ اهڙو ئي ڏيندي آهي.

" هان، اچي وئين !؟....

يا چوندي-

" اونهن، خير سان ڪٿي آئين. خبردار جو منهنجي ٻارڙن کي جاڳايو اٿئي."

" لالٽين ڇو نٿي ٻري ؟"

" هونهہ، گاسليٽ لاءِ پئسا ڏئي ويو هئين. بتي ڇو نٿي ٻري."

" ٻارڙا تہ ٺيڪ آهن نہ؟"

" ڪو مري ڪو جئي، تنهنجي آڱوٺي مٿي سور."

" مان بيمار آهيان، مانڙي ڪري سمهي رهہ."

" پر... پر اڄ منهنجي گيدي ۾ الاهين پئسا آهن. سچ ايترا پئسا تہ مون بہ گيدي ۾ ڪڏهن ڪونہ ڪنيا."

اوچتو مون کي محسوس ٿئي ٿو تہ پنيان ڪو اچي پيو. سڀ خيال خاڪ ٿي اڏامي وڃن ٿا. اوچتي خيال سان تہ ڪو واٽ ويندي مون کان اهي پئسا ڦري بہ سگهي ٿو. چاقو هٿي، ڪوڙو سوڙو پستول ڏيکاري بہ. آئون پنيان ايندڙ ٺڪڙن آوازن تي پنيان نهاريان ٿو. اڌ ڪاري رات ۾، هڪ ديو نما ، ٻُڪل ٻڌل ماڻهو، مون کي، منهنجو پيڇو ڪندو نظر اچي ٿو.

عيد براد تي اڪثر لوفر ۽ بيروزگار چورا، چٽا ٿي واٺهڙو ڦريندا آهن، پنهنجي خوشيءَ لاءِ، عيدون ميڙا ملهائڻ لاءِ. عيد ۾ بہ تہ چار پنج ڏينهن باقي هوندا. مون کي وڪارڻ گهرجي. اڄان تہ اڌ ميل پنڌ پيو آهي.

آئون ٺڪڙا ڊگ پريندو وڪاريان ٿو- پنيان هلندڙ ماڻهو بہ اڄا وڏيڪ ٺڪو ٿي ٿو وڃي.

آئون هن جي هلڻ جو حساب جي مارجن سان ٺڪڙو ٺڪڙو هلان ٿو. اڄ بريف ڪيس ۾ پئسن سان گڏ منهنجي ٻارڙن جي عيد جا ڪپڙا بہ تہ آهن. مان ڪنهن بہ قيمت تي بريف ڪيس ڏيڻ لاءِ تيار ناهيان. انهن سيني شين کي حاصل ڪرڻ لاءِ مون الائي ڪيترو پوڳيو آهي. اوچتو مون کي ڏامر

جي سڙڪ ڪان پري اونداهين مان پيو ٻہ هڪ پاڇولو ننلر اچي ٿو.

پر هتي تہ ستن راڇن ۾ مون کي ماڻهو سڃاڻن مون کي ڪير ڦريندو؟ سچي چمار ۾ مون تہ اهو ڪڏهن سوچيو بہ ناهي، ڪتي بہ.

پٺيان ايندڙ ماڻهو، ڏاڍو تکو پيو اچي. "ٺيڪ آ، آئون بہ فٽ بال جو کڏاڙي آهيان. بريف ڪيس هٿ ۾ ڏيندي ڏيندي، بوٽ جي اها ٿو هٺندو سانس جو ماڻس کي ياد ڪندو. پر مون کي جلدي ڳوٺ پهچڻ گهرجي، هر صورت ۾ حادثي کان بچڻ گهرجي، اڄ مون سان ڪوبہ حادثو پيش نہ اچڻ گهرجي. اف، مڪرانين جو ڳوٺ بہ تہ پٺيان رهجي ويو، ڇا باقي ٻہ فرلانگ مان پڄي نٿو سگهان. ڇا رڙيون ڪريان.

پٺيان ايندڙ پاڇولي کي اچا وڏيڪ وڪاريندو ڏسي آئون تڪڙو پڄڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو.

"ماسات....."

اوچتو پٺيان پيار ڀريل سڏ ٻڌي، آئون اونهون ساهہ ڀري بيهجي ٿو وڃان.

"ماسات، ڏاڍو تکو آهين، خير تہ آهي."

"يار ڪراچيءَ مان پيو اچان، سيءَ وڃائي ڇڏيو آهي، ڊوڙي پاڻ کي گرم ٿي ڪيم."

مان اچان ڳاڇان لچيندو ٿيڻ کان پاڻ بچائي ٿو وڃان.

اسان وٽ ساهہ بچائڻ لاءِ پڄڻ بہ شرمناڪ آهي.

اسان ٻئي تڪڙا تڪڙا اوپاريون لهواريون ڪندا گهر پهچون ٿا.

آئون پنهنجي در جو ڪڙو وڃايان ٿو.

گهر جي در جو منهنجي هٿ جي دٻاءُ سان ڊرڪاٽ ڪري کلڻ.

"تون اچي وئين؟"

"ها -- ٻتي جو نٽي ٻري؟" (ڪجهہ ڪاوڙ مان)

"اوهہ ... الائي ڪيئن ڪيڏي مهل اجهامي وئي. شايد وٽ خراب ٿي وئي اٿس. اجها ٻاري ٿي وٺان، مڙئي ٿي پئسي جي بچت ڪرٺي." (هوءَ منو ٿي ڳالهائي)

"ٻار تہ سڀ ٺيڪ آهن نہ؟"

"ها ها، دل جاءِ ڪر، ٺيڪ آهن." هوءَ بتي ٻاري روشني ڪري ٿي. منهنجا سڀ ٻارڙا ننڊ ۾ الوٽ آهن.

آئون زال واري گرم گرم بسترې ۾ ڦان ٿي ڪري پوان ٿو.

- مان، ايڏو ڏڇٽو !

- هن چوڏهينءَ صديءَ ۾ !

- ايڏو غير محفوظ !

رات رهي، سياڻ وري هليو ويندس !

- چار ڏسائون، چارئي ڪاريون !

- ماٺهو ايڏو هيٺو، ايڏو نست، ايڏو نبر !

- چار ڏسائون ... چارئي ڪاريون... چارئي ... ڪار... يون...

# مان، گدو بندر جو چريو

سارو جيون، موهه ئي موهه آهي. هر هڪ ماڻهو، سرشٽي جي موهه چار ۾، نئين ٻارهن سالن جي سامائجندڙ ٻار جيان ڦاٿل آهي. ٻار، جيڪو ڇپر مٿان لڪو بيٺو، هيٺ، ٻاڙيسريءَ جي گهر جي اڱڻ ۾، ڏيٺا ٻاريو، ڳاڙهيءَ سيج تي، ٻنيا وار ڪوليو، ولهه ۾ جوانيءَ جي مڌ ماتي الوٽ ۽ الوپ ننڊ ستل، ڦوهه جوانڻ وينگس مُنڌ جي ننگي ڏڙ جا، سارا اسرار ڏسي رهيو هجي، اونهون اونهون ڏَن، اُرهه، ٽڙها ۽ ٽلهه، ڪچوراڙيون، سارا گهڙاوَ، چارين مان، لوڪهن مان، لڪي لڪي. هر ماڻهو، ان ٻار جيان، موهه چار جي مهاياري چار ۾ ڦاٿل آهي، ٻوڪي پيو. فاصلن ۽ وڇوتين جي پيڙا، ماڻڻ جي پيڙا، تانگهه اُتانگهه تئونس پريل پيڙا. ڪو ماڻهو ان موهه پيڙا کان وانجهيل يا مُڪت ڪونهي. ڪو بہ ماڻهو، ساريءَ چمار ۾، ٻارهن سالن جي وهيءَ جي ان ڏاڪي کان هڪ ڏينهن بہ مٿي نٿو چڙهي، موت گهڙيءَ تائين ! پوءِ آئون ڇو ڦٽڙي سٽڙي، پاڻ کي ان موهه چار جي ڏبڻ مان ڪڍي وٺڻ ٿو چاهيان؟ ڇو ٿو وسارڻ چاهيان سيڪجهه، سارو جيون، سڀ ساروٽا؟ ڇو ٻوڪڻ کان آزاد ٿي وڃڻ چاهيان ٿو؟ ڇا ٻوڪڻ جو ٻيونالو جيون ناهي؟

پر نہ ... شايد ائين ناهي! مان ان موهه چار مان نڪرڻ نٿو چاهيان، مان ان موهه چار کي ٽوڙي، مروڙي ڇڏڻ چاهيان ٿو. ان ننگي ڏڙ تائين پهچڻ لاءِ اونهي ڏَن جي اونهاڻ تائين پهچڻ لاءِ. اونهن، عميق پاتارن تائين پهچڻ لاءِ مان سارو ڳجهه ڳوهه ڏسي وٺڻ چاهيان ٿو، ساري جيون جو، سرشٽي جو، سارو امرت رس چوسي وٺڻ چاهيان ٿو. مان... مان ڪجهه ماڻڻ چاهيان ٿو. سگهو سگهڻ نہ. مون ۾ ان ٻارهن سالن واري نروس، لجوڙي سگهي ٻار جيان، لڪي لڪي، لوڪهن مان ليٺا پائڻ جي ايڏي سگهه ڪانهي. ڪجهه ماڻڻ کان سواءِ هي ساري چانڊاڻ مانڊاڻ تڇ آهي، ڪوڙو، دلبو، ڪچو ڪهڙو، ۽ ڪلاپ آهي، سراب سيٽرپ ڪيڏو نہ حسناڪ آهي هي جيون! ڪيڏو نہ سويناڪ آهي؟ اونهي اونهي ڏَن جي اونهاڻ ۾ ليٺا پائڻ! ڪيڏي نہ ڪامڻ مايا آهي، هن هستيءَ جي ڪايا!

پر... هان... هي... هي سڀ ڇا ٿي ويو! آهي ڇا؟ هي سڀڪجهہ ايڏو ڊيڇاريندڙ، ڀيانڪ، من کي ڇيپاٽيندڙ، وار ڪاٺداريندڙ! منهنجي آڏو تہ لاش پيو آهي! سڇيل، سوٽل، ٿوٽريل. قاتل! دن ۾ ڪينئان ۽ سرٽا ڇرندڙ! ٿلهہ ڪان هيٺ پور ۾ زناني بيماريءَ جي رت پونءَ. ارهن ڪان قاٽندڙ، ڪنهن پوڙهيءَ ڦيڪارڻ جو مڙدو. بدبوهاٿو، اڳري آسهپ بانس ڇڏيندڙ ٿوٽريل لاش. آئون چوان ٿو هي سڀ ڇا آهي؟ ڪيئن ٿيو؟ ڇا اها آهي سرشٽي؟ ان کي پوريو ڇو نٿا؟ ڇا اهو سڀ دفن ڪرڻ لاءِ ناهي، سوين مڻ مٽي هيٺان ڏيوالٽيءَ ۾ لٽڻ لاءِ، لوڙهہ ۾. ٻڌايو، گهٽا ڏينهن رکندؤ ان کي مون آڏو ائين سجائي سمهاري؟ جواب ڏيو، مون کي هتي ڇو آندو ويو آهي؟ جواب ڏيو، مون کي هتي ڇو آندو ويو آهي؟ هن ڇَپّر هيٺ مان قيد ڇو آهيان؟ ڇا منهنجا هٿ پير نيڙرن سان نہ ٻڌا ويا آهن؟ اُف... مان... مان گهٽجان پيو... مان گهٽجان... آه... آه... آه... هي سڀ ڇاريون، هي سڀ لوگها ڪليل ڇو آهن! ڇا سڀڪجهہ منهنجي ڏسڻ لاءِ! محسوس ڪرڻ لاءِ، ڀوڳڻ لاءِ. مان... ٻارهن سالن جو ٻار تہ نہ آهيان! مان سڀ زنجير ٽوڙي ڇڏيندس. سڀ ڇار، تار، منڊ ڀڃي ڇڏيندس. مٽائي ڇڏيندس سارو مانداڻ. نشٽ ڪري ڇڏيندس هيءَ ساري سرشٽي. مونْ کي ٻڌايو، ڪنهن ڪيو آهي هي قتل؟ اهو برداشت کان ٻاهر آهي، اسهپ آهي. ٻڌايو ڪنهن هي خون ڪيو آهي، ناحق خون؟ آئون چوان ٿو کوليو مون کي، مان پاڳل ناهيان. ناهيان چريو، ديوانو. کوليو... نہ تہ... مان... مان... سمجهو تہ پوءِ اوهان سڀني جو خير ڪونهي. آه... برداشت جي ڪا حد ٿيندي آهي.... ٻاهر آهي.... هي سڀڪجهہ برداشت کان ٻاهر آهي.

آئون جنجير ٽوڙڻ لاءِ سارا ڪشٽ، ساري شڪتي، طاقت گڏ ڪري زور ڏيان ٿو، پنهنجي ٻانهن جو ٻل آزمايان ٿو. ساٿا ڪاٿا هڏ، سنڌ سنڌ کان آڪڙيو ٽا پون. سهڪيو سهڪيو ٿو وڃان، پگهريو پگهريو ٿو وڃان. ڦقڙ ڦوڪٽي جيان ڦوڪجي، ڦاٽيو ڦاٽيو هانيارو ٽا هٽن. آئون هر واري سهڪيو سهڪيو، ڪنڌ لاريو ٿو ڇڏيان، نئين شڪتي گڏ ڪرڻ لاءِ.

ماٺهو پنهنجي واٽ اڇن پيا، ماٺهو پنهنجي واٽ وڃن پيا. هيڏا هيڏا هرآسيل ماٺهو، رت ڇوسيل، موه ٽوه جي گهاٽن ۾ پيڙيل نپوڙيل، ڇاڪيءَ جي ڏاند جيان اکين تي عينڪ جا کوپا چاڙهيل، ميڇالا نڪتل، جڳن کان

برين واش ڪيل، ڇريا ڪريا موڳا ماڻهو.

ڇا مان ڇريو آهيان؟

ڇا اهو سڀ ٺيڪ آهي؟

ڇا اهو نياءُ جي ساهميءَ ۾ تورڻ جي ارٿ پٽاندر آهي؟

ڇا اهو سيڪجهه برداشت ڪرڻو آهي؟

ٻڌايو، اوهين سڀ چپ ڇو آهيو؟، جواب ڇو نٿا ڏيو؟

تہ پوءِ ٻڌو، اوهين سڀ وڏا ... ... ... آهيو، مٽل ماڻهو ٽڪي ٿو...
آخ ٿو....

آئون رانياڻ ڪري روئان ٿو، هانيارو هٽي، ڪنڌ کي ڌونڌاڙون ڏئي روئان ٿو. سڀ چون ٿا تہ تون ڇريو آهين، سڄي شهر وارا، ٻيا تہ ٺهيو، پر منهنجي پنهنجي جيجل ماءُ بہ! ماتا، ڇٽيندڙ، جنني، پالڻهار. ذهن ڏوڏو ٿو ڪائي. آئون ڏڪان پيو. مان بند ڪمري ۾، نيڻ ٻوٽي، مونن ۾ منهن وجهي، ماضيءَ جي جهروڪن ۾ ليئا پايان ٿو. جهاتيون. گذري ويل وقت جي لوڪهن مان.

سارو جيون سانوڻ جي سنڌوءَ جيان وهندو ٿو وڃي، پنهنجي ساڳي گنڀيرتا سان. جيون، جنهنجو پيو نالو وهڪ آهي، پالوٽ. اونچن اونچن برفيلن پهاڙن کان هيٺ، هيٺاهين ڏانهن. پالوٽ پاتارن ڏانهن ۽ پاتارن کان مٿي، ٻاڦ بڻجي، اونچن اونچن پولارن ڏانهن. اها آهي ڪٿهن نہ ختم ٿيندڙ جيون چڪر. اٽل، پالوٽ سرشٽي جي! ڪاشيءَ، ڪوبہ پل مُڪت ڪونهي، ڪوبہ نہ، پوءِ بہ هرڪا شيءِ، ڪوبہ ڪو پل مُڪتي ماٺيل آهي، ڪٿهن نہ يسر ٿيندڙ، درياهن جيان، ڏارائن جيان، برفيگن پهاڙن جيان، سموندن جيان.

ذهن جي چوٽ ساموندي ڇولين مان، ساروڻن جي هڪ ڇولي، مون کي الائي ڪٿي اُڇلائي ٿي ڇڏي، ڇاتل ڪنارن ڏانهن، واهڙن ڏانهن، ڪيتن ڏانهن. مان ڏسان پيو:

هڪ واهڻ آهي، واهڻ ۾ بہ وڏا ڪپڙي جا تنبو آهن، ٽينٽس. ۽ ٻيا ڪکن جا ڇنا، جن جي ڇتين ۽ پاسن کان ڏامر جي پراڻن وڏيل پيپن جون چادرون ڏنل آهن. انهن جي مٿان ڪولهياڻين جا پراڻا ڇنل پڙا ۽ پولڪائون آهن، ڏوئي اُس تي وڌل ڪپڙا.

هڪ تيرهن سالن جو سانورو ٻار، بس کي روڪي لٿو آهي. ڪير

جهڙي اڇيءَ گنجي مٿان هيڊي ريشمي چوڪڙيءَ تي خوبصورت بش ڪوٽ. مٿان تنگ ۽ هيٺان ويڪري وڏن پاچن واري، ڳوڙهي هيڊي بيل پاٽم پينٽ. ڪنڌ تائين لڙيل وڪريل وڏا وار. نئون چيچاٽي ڪارو بوٽ. هٿ ۾ ننڍڙي رڪڙ جي بيگ. پکھر مان شر.

ٻار بس مان لهندي ئي پهرين نئين روڊ ڏانهن نهاري ٿو. بلڪل انجنيئرن واري انداز سان سڙڪ جي سڌ ڏانهن ڇڻ ڏامر جي سڙڪ جو ڪاچو ٿو ڪري، ان جي لس ۽ ليٽ ڏسڻ لاءِ. سڙڪ تي پري پري ڪٿي، خطري جي نشاني واريون ڳاڙهيون جهنڊيون ڪتل آهن ۽ پاسي کان پري پري تائين خالي ٽيل ڏامر جا پيپا ۽ ريتي، بجري ۽ پهڻن جا ڍير. ٻار هٿ ۾ ٻڌل خوبصورت گهڙيءَ ڏانهن نهاري ٿو. اڃا صبح جا ٻارهن به نه ٿيا آهن. آسمان ۾ جُهڙ جا ڪجهه آثار آهن. ٻار وري اڌ فرلانگ ڪن پوئتي، سڙڪ جي ساڄي پاسي ٻنهين تنبن ۽ لوهه جي چادرن وارن ڇنن ڏانهن نهاري ٿو، ۽ بيگ کڻي هوريان هوريان تنبُن ڏانهن وڌڻ لڳي ٿو. تنبن مان هڪ تنبو سنڌس آهي ۽ ٻيو سنڌس ٻئي چنگهون وڌيل، اپاهج ٺيڪيدار پيءُ جو آهي. باقي سڀ گهروندا ۽ ڇنا، مزورن جا آهن، جن ڪان ٽوروئي پريان، وٽن جي جهنڊ هيٺان پيلن ۽ ڪولهياڻين جا ننڍڙا ننڍڙا ٻارڙا، پٽ تي، مٽيءَ جي پنوڙن سان اوڪ بوڪ راند ڪيڏندا ٿا نظر اچن، جن کي ڏسي ڇوڪرو ڏاڍو خوش ٿئي ٿو. ڇوڪرو ڪا شيطاني ياد ايندي، لڪندو هڪ تنبوءَ پٺيان اچي ٿو ۽ هڪ ننڍڙي خوشي ماڻڻ لاءِ، سوٽ ڪيس مان، بسڪوٽن جا به پيڪٽ ۽ ڪٽمٽن جو گروس ڪڍي، پيپن ۽ چادرن وارن ڇنن پٺيان لڪندو، وٽن جي جهنڊ هيٺان ڪيڏندڙ ٻارڙن مٿان لڪي بسڪوٽن جا پيڪٽ ۽ ڪنمٽن جو گروس اڇلائي ٿو، ۽ يڪدم سوٽ ڪيس بند ڪري، لڪندو پنهنجي تنبوءَ ڏانهن ڊوڙي ٿو. ٻارڙن جو شور سنڌس ڪنن ۾ گونجي ٿو. ٻار پاڻ ۾ ڇن پٽ پيا ڪن، ڪٽمٽن ۽ بسڪوٽن لاءِ.

ڇوڪرو لڪي، اتاولن ٻارڙن جي ڇن پٽ ڏسي، خوشيون ماڻيندو، پنهنجي تنبوءَ جي ڪپڙي واري در مان، تنبوءَ ۾ اچي ٿو ۽ ڪن لاءِ بيهي وڃي ٿو، نئن شرارت لاءِ. کٽ تي اجرڪ مٿان واريو سٽل آهي هڪ عورت، گهريءَ ننڊ ۾ الوٽ ۽ الوپ، ساري ڍڪيل. رڳو پيرانديءَ کان سنڌس سهٽا، سانورا

ڏوتل ڏوتل پير، اڏوگابرا ٻاهر آهن ۽ پيرن جي آڱرين ۾ پيلِ اٽس، پٽل جا ميناڪاري وارا رنگا رنگ ڇلا. ٻاهر ٻارڙن جو اجا شور آهي. ڇوڪري کي نئون رونشو ٿو سجهي. هو پهرين عورت جي آڱوٺي ۾ ڇڪ هڻڻ لاءِ پيراندي گوڏن ڀر جهڪي وات وڏائي ٿو، پر پوءِ اچانڪ پوري طاقت سان اجرڪ جي پلو کي سٽ ڏئي، عورت مٿان اجرڪ لاهي ٿو ڇڏي.

هڪ ٻارهن تيرهن سالن جي ڇرڪڻي ڪولهڻ نينگري وٺ ڪائي، ڪوراڙ ٻلا جيان ڪيڪ ڪري ٿي اٿي. ڇوڪرو ڇرڪ ڀري ٻه ٽي قدم پوئتي هٽي ٿو وڃي، تنبوءَ جي در ڏانهن. ڇوڪري هڪدم ڀيانڪ سپنو سمجهي، جاڳيل ننڊاکڙي حالت ۾ هڪدم سٿرن تائين کڄي ويل پڙي جا پنگ هڪدم ٻَڪين تائين هيٺ ٿي ڪري پيرن تائين، سٿر لاءِ ڍرڪي ويل ڍرو نينهنگ مٿي ٿي ڪري. ۽ ڇوڪري کي ڊناٽو، هيساٽو، پاڻ ۾ گهور ٻڌي نهاريندو ڏسي، سٿر لاءِ پهرين اُرهن مٿان پولڪا تي هٿ ڏئي ٿي. پوءِ هڪدم منجهي ٻنهي هٿن سان ننگي ڍڍري ڍڪي ٿي ۽ چنري ڳولهڻ لاءِ ڪٽ ڏانهن هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٿي ۽ لڄ کان اکين تي هٿ ڏئي ٿي ڇڏي.

”تو ڪون هي؟“

”سيٺ نو ڏيکرو آڳيو... سيٺ نو ڏيکرو آڳيو...“ سڀ ننڍڙا ٻارڙا شور مچائيندا تنبوءَ ۾ اچن ٿا. ڇوڪرو پريشان ٿي، ڪنڌ لاڙي، ٻئي تنبوءَ ۾ هليو ٿو وڃي، ڏاڍو هيساٽو.

هن ته سمجهيو هو ته ڪٺ تي سندس ڪولهڻ ماتا مرادا سٽل هوندي جا ڪيس ڇهن مهينن جي چمار ڪان هنج ۾ ڪنيو ڪن ڪتايون ڪرائيندي پئي اچي. ٻلا مون کي ڪهڙي خبر ته سندس ڪٺ تي ڪو ٻيو سمهي سگهي ٿو. هي ڪير ڇوڪري آهي ۽ ايڏي ڏوتل پوتل، ريشمي پڙو، سونو بولو، چانديءَ جي ٻانهين، نراڙ تي ياقوت جهڙو تلڪ. ڪير آهي؟ ڇا هوءَ ماتا مرادا سان شڪايت ته نه ڪندي ۽ ماتا بابي سان؟

”سيٺ نو ڏيکرو آڳيو... سيٺ نو ڏيکرو آڳيو...“ سڀ ٻارڙا شور مچائيندا سندس تنبوءَ ۾ گهڙي پون ٿا. پر هراسيل اُٻاٽڪي ڇوڪري کي ٻار نٿا وٺن.

”ياڳي زائو، ڏوڙي زائو، وٺا ماتي ڪيلو.“ ڇوڪرو سيني ٻارڙن کي

دڙڪا ڏيئي، وٺن ڏانهن راند ڪيڏڻ لاءِ ڊوڙائي ٿو ڇڏي. سڀ ٻار تواڻڙا ٿي ڏانهس حيرت مان نهاريندا وٺن ڏانهن هليا ٿا وڃن.

منجهاٺو ڇوڪرو ٻئي تنبوءَ ۾ بستري مٿان ڊهي ٿو پوي. گهڙيءَ گهڙي نيٽن آڏو ساڳيو ڇهڇٽو، ساڳيو ڏيک ڊوڙندو ٿو اچيس:

سهڻا ڏوٻيءَ ڏوتل، پير، اجرڪ، سٽ، سنڙي ڪيڪ، ڊيڇوڙو، سانورين سنهڙين سهڻين لسيڙين رانن ۽ ٻڪين مٿان، جهڻ جهڻ پڙي جي گهيرن جو وري وڃڻ. تجلا ڏيندڙ پولڪا، تلڪ، مُک، هٿ، پير، ڪرايون، آڱريون، پيٽ، سنهڙي چيلهه، ٿلهه ۽ اونهون اونهون ڏن. ڳاڙهاتيل مک، ستر لاءِ ستون ڏيندڙ. هٿ اڪين تي، پولڪا تي، پيٽ تي، وري ٻر ٻر ٻرندڙ اکين تي. ڪير آهي، ڇا ماتا مرادا جي مائٽيائي؟ ڪيڏي نه سهڻي آهي؟ ڇوڪري ڪي انگريزي رنگين فلم ”ٿيف آف بغداد“جي، ڇهن هٿن واري ننگي نچڻي ياد اچي ٿي، جا نچندي نچندي، بغداد جي پوڙهي بادشاهه کي ياڪر پائڻ ويل، ڇرو سندس پٺن ۾ هڻي ٿي ڪڍي. اُف، هي ته نچڻيءَ ڪان به وڌيڪ نسهڻي ۽ سوپناڪ آهي ۽ تلڪ؟ ڇوڪريءَ کي ”ٿيف آف بغداد“، فلم جي ننڍڙي هيرو صابوءَ کي ديو جي چوڻ تي، پهاڙن جي وچ ۾، وڏي جادوئي مندر مان لنگهندي، خوفناڪ آدم خور ڪوريئڙي کي ماري، وڏي انگاس ٻت جي نرڙ مان تلڪ سمان لڳل هيرو ڪڍڻ واري سين ياد اچي ٿي.

هان!... رنگين فلم جي ڪوڙ ڪان هيءَ ساڀيان ڪيڏي نه سهڻي آهي! ساڳيو منظر، ساڳئي موهه مان سندس اکين آڏو فلم جي رول جيان ڦرندو ٿو رهي، ڇوڪرو بستري تي اُسانت آهي ۽ هڪ وڏي جادوئي موهه چار جي ٽارن ۾ ڦاسي، ڦٿڪي پيو، پوڳي پيو. ڪن مٿان ڪن، پل مٿان پل گذرندا ٿا وڃن.

”ٻاتي ڪاڏي هي؟“

ڇوڪري هٿ ۾ لسيءَ جو وٽو ڪنيو. ڇوڪري تنبوءَ ۾ آئي آهي. پنهنجو پاڻ کي مورڇت رئي ۾ ويڙهيو ويٺي آهي. ڪن مٿان ڪن، پل مٿان پل گذرندا ٿا وڃن. هرڪا شيءِ پنهنجو وجود وڃائي ٿي ويهي، لسيءَ جو وٽو به. وچ ۾ رڳو هڪ موهه جو جادو آهي، نيٽن جي تاسارين ۾ نيڻ ڇمي وڃن ٿا. نيڻ جهڪي وڃن ٿا. نيڻ مٿي کڃن ٿا. اڪيڇنب جو ڪيل. اُجيا نيڻ ڊاپن ٿا. تن تؤنس ڪان ڪامندڙ، اواڪ اُجيا اندر. هانو، وقت جا هلندڙ ٻي حس

گهڙيال. اوچتو نينگري نيڻ جهڪائي، لسيءَ جو وٽو ٽپائيءَ تي رکي، ہٿي تنبوءَ ڏانهن هلي تي وڃي. ساروٽن جي هڪ ٻي چولي ڇُلندي تي اچي؛

ڊناٽو هيساٽو ساڳيو نينگر، ساڳئي تنبوءَ جي در تي ويٺو آهي، چورن جيان، موهه چار جي ڪَن ۾ ڦاٿو. ستل نينگريءَ جي اونهي اونهي ڏَن ۾ نيڻ کپايو. "شيوا..." هو ڳالهائڻ چاهي ٿو، پر اکر نڙيءَ جي اونهاين مان اورانگهين نٿا. نينگري جي ننڊ ۾ ڦتڪو آهي، ڪجهه جاڳ جهڙو ڪجهه آڳ جهڙو.

چوڪرو پوڳي پيو، موهه جا تار ٽوڙڻ لاءِ ڇِڪي پيو. رڳو ٽن وکن جي وڇوٽي تي تہ آهي، پل صراط. اوچتو هڪ ئي سٽ سان ڇوڪرو سارا چار توڙي، اونهي اونهي ڏَن جي ڪين ڪَن تائين پهچي وڃي ٿو. اونڌن گوڏن ير ويهي، ڪٽ جي ٻانهينءَ کي هٿن سان جهليو، نينگريءَ جي ننگي ڪامڻي پيٽ ۾ نهاريندو رهي ٿو. اونهي اونهي ڏَن جي ڪونهر ۾، رڇ پانڌيءَ جيان، ٻڏي وڃي ٿو. اواڪ اُڃيا چپ، ڏَن جي ڪين ڪَن ۾ پڇي وڃن ٿا.

"شيوا .... شيوا.... شيوا...." نينگر جو ڪنڌ نينگريءَ جي ٽڙهن ڏانهن ڦتڪي وڃي ٿو. وري اُرهن ڏانهن، وري مورچٽ گنديءَ اندران، ڇپن ڏانهن. نينگريءَ جي ديهه ۾ ڄڻ زلزلو پيدا تي وڃي ٿو. نينگر جي ڇپن سان چپ پڇائي، سندس پٺن کان ٻانهون ورائي، سارو نينگر ٻاڻ مٿان ورائي تي چڙي، ڇپن جو ٻند هٽي، چاهي تي نينگر کي پنهنجي اندر پيهي ڇڏڻ.

"او سوڊا، سرتا، روٺيا. ڪيڙو ڪامڻ ڪيتو هي؟"

نينگريءَ جا نيڻ وشال ٿيندا تا وڃن، وشال، اجا وڌيڪ وشال، نيري نيري سمونڊ جيان. چر چر چمڪاٽ ڪندي چولي ٻنهي مٿان وري تي وڃي، ڄڻ هر ڪا شيءِ وقت جي مها پر لٺ ۾ لڙهي تي وڃي.

مان ڊچي اکين تي هٿ ڏئي ٿو ڇڏيان:

هان... هي ٻئي ڪير هٺا؟ موهه چار ۾ ايڏو ڦاتل ! ايڏا ڳتيل. ڳيراٽين ۾ پويل، موهه چار جي مهاياري ڪَن ۾ ٻڏاٺا! ايڏا اتاولا ۽ بي خبر. ڪير هٺا ٻئي؟ اهو ڪهڙي سورڳ جو ڏيک هو؟ ڇا ڪو سپنو، ڪنهن پوڇاريءَ جو؟... پر مان اهو سڀ ڪيئن ڏسي سگهيس، منهنجا چپ ايڏو چُپ ڪيئن رهيا؟ رڳو ايتروئي ٻڌائي ڇڏيان ها تہ هن سورڳ کان پري، هيو هڪ نرڳ بہ آهي! چرندڙ، آڳ الا. ڪجهه تہ ڪين خبردار ڪريان ها. اُرهه...

اُف... هت ڪيڏي نہ پوسٽ آهي، ڪيڏو هيڙاٽ. مان هت سند ڇو آهيان؟ هي ڪهڙو نرڳ آهي؟ ڪهڙي جنب جي سزا؟ اڇا مان اڪيون کُوليان...؟ پر... هنن لوڳهن پٺيان جيڪو لاش پيو آهي، ان کي مان ڪيئن ڏسي سگهندس؟

"آه... ڪو آهي، مان... مان گهنٽجان پيو. منهنجو ساهہ... مان... آهہ... گهنٽجان.. ٺيڪ آ، مان چريونئي سهي.... پر اوهان مون کي ماڻهو ڇو نہ ٿا سمجهو! ڇا پاڳل کي حواس نہ ٿيندا آهن؟ مان... مان اقراري آهيان تہ مان چريو آهيان، خوفناڪ، خطرناڪ چريو... پر هي... هي ڪهڙي سزا آهي! اوهان مون کي ماري ڇو نٿا ڇڏيو! ڇا اوهان وٽ گولي هلائڻ لاءِ پنجاهہ پئسا ڪينهن ڇا؟

(... ... .... ... ... ... ... .... .... ..... ... ...)

آه... آه.... چؤنڪيداري ڪندي، اوهان سڀ سمهي پيا آهيو ڇا! منهنجو آواز ڇو نٿا ٻڌو! ڇا مان پٿين سان پيو ڳالهايان! يا اوهان جي ٻڌڻ جا هواس ختم ٿي ويا آهن! ڪٿي.... هي مڙدو شيوا جو تہ نہ آهي! ڇا مون کي رکو اهو ڪجهہ ڏيکارڻ لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي؟ مان تہ اهو وسهيو هئس تہ هن ڌرتيءَ ڪان مٿي ٻيو ڪوبہ سورڳ يا بهشت ڪونهي! آه.... مان گهنٽجان پيو. تہ پوءِ... ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏي منهنجا اڇا وار، سفيد سينو ڏسي پنيلجو نہ مان... مان اڃا ٻارهن سالن جي عمر جي ڏاڪي ڪان اڃا هڪ ڏينهن بہ مٿي نہ چڙهيو آهيان. مان اهو سڀڪجهہ ڏسڻ لاءِ تيار ناهيان... ناهيان.... ناهيان....

مان بند ڪمرن ۾، ڌونڌاڙون ڏئي روئان ٿو. سارا ڪشٽ، سموري شڪتي گڏ ڪري زور آزمايان ٿو، ۽ نست نبر ٿي ڪري ٿو پوان. هن ازل جي اواڪ اونداهين ۾ پري پري تائين ڪو ڪڙواءُ پڙلاءُ ڪونهي، منهنجي پنهنجي رڙين جو پڙاڏو بہ نہ!....

# نوان پيغامبر

جڳن ڪان پوڙهو تاريخ دان لکي رهيو آهي. لکندو تو اچي. هن ڪنهِ جي تاريخ. جا ٻارڙا اسڪولن ۾ پڙهندا آهن. مون ننڍڙي لاڪي پڙهيو هو- اڻ آريہ، اڻ سڌريل ۽ اگهاڙا هئا. ڪچو ماهہ، مڇيون ۽ ڳِلوئيون ۽ ڳوهون کائيندا هئا. ٻهاڙن جي چُرن ۾ رهندا هئا. پوءِ خيبر جو لڪ لتاڙي آريہ لوڪ آيا. جي سڌريل هئا ۽ ڪپڙا اوڍيندا هئا. انهن جهنگلي اڻ آرين کي ماري مات ڪيو ۽ کين هن ڪنهِ مان هڪالي ڪڍيائون ۽ ساري هندستان جا والي ٿي ويئا.

منهنجي دل ۾ سڌريل آرين لاءِ عزت پيدا ٿي وئي.

لکيل آهي: سڪندر اعظم يونان جو بادشاهہ هو. هن ساري دنيا تي گهيرو ڪيو هو. هو وڏو بهادر، رحمدل، جنگجو، سورهيہ ۽ انصاف وارو بادشاهہ هو. مرڻ ويل هن پنهنجا هٿ ڪفن کان ٻاهر ڪيرائي ڇڏيا هئا تہ، ڏسو خالي هٿين پيو وڃان.

مون دل ۾ چيو، واهہ واهہ!! مرڻ ويل بہ دنيا لاءِ سبق ڇڏي ويو.

لکيل آهي تہ: قطب الدين ايبڪ غلام گهراڻي جو پهريون بادشاهہ هو. هو وڏو عادل، انصاف وارو، جنگجو ۽ بهادر بادشاهہ هو. ڪيس لک داتا (لک بخش) ڪري ڪوٺيندا هئا. هن وڻ پوکايا، کوهہ کوٽايا، ڏلون معاف ڪيون ۽ وڏين وڏين عمارتن جا بنياد وڌا. قطب مينار ۽ قطب مسجد اڄا تائين سندس يادگار آهن.

مون سوچيو، بادشاهہ تہ اهڙا.

لکيل آهي: ناصر الدين، التمش جو ننڍو پٽ هو. ڏاڍو نيڪ دل، خدا ترس، نيڪ، پرهيزگار، بهادر ۽ جنگجو بادشاهہ هو. ڪيس درويش بادشاهہ ڪري ڪوٺيندا هئا. هو شاهي خزاني جو هڪ ڏوڪڙ بہ پاڻ تي خرچ ڪرڻ حرام سمجهندو هو. اکر ڏاڍا سهڻا هئس.، قرآن شريف جا نسخا لکي، ٽوپيون، تڏا ۽ ٽونريون ٺاهي انهن تي پيٽ گذر ڪندو هو. مون چيو جزاڪ الله، ايڏا خزانا هوندي بہ هٿ جو پورهيو ڪندو هو.

لکيل آهي: جلال الدين بادشاهہ کي ڪوبہ پٽ ڪونہ هو. پنهنجي

پاڻتي علاؤالدين کي پڻ ڪري ڪونيائين ۽ اهو خيال پيدا ٿس تہ سڪندر وانگي ساري دنيا کي فتح ڪيان. هن گجرات، ڪاٺياواڙ، تيمور، چتور، اُجين، مالوا ۽ سنڌ جا ڪجھہ علائقا فتح ڪيا هئا. هو ڏاڍو عادل، بهادر ۽ انصاف وارو ۽ غريبن جو خيرخواهہ هو. تنهنڪري ڪيس ڪافور مَلڪ زهر ڏنو هو.

لکيل آهي: تيمور لنگ، چنگيز خان جي پوين مان هو. نهايت بهادر، انصاف وارو ۽ جنگجو هو. تاتارين، ترڪن ۽ ايرانين جو وڏو لشڪر وٺي، اچي هندستان تي ڪاهي پيو هو ۽ ساري هندستان جا بنياد ڏوڏي ڇڏيائين. هو وڏو قدردان ۽ انسان دوست بادشاهہ هو.

لکيل آهي: بابر تيمور لنگ جو پڙپوٽو هو. هن تيمور لنگ وانگي رڳو هندستان تي ڦرلٽ ڪانہ ڪئي، پر پاڻيپٽ جي لڙائيءَ ۾ ابراهيم لوڌيءَ کي شڪست ڏئي دهليءَ جي تخت تي ويٺو. هن بنگال، جوڌپور، سنڌ، راجپوتانا، گجرات، ڪشمير بلڪ ائين چوڻ مناسب ٿيندو تہ سارو هندستان فتح ڪيو. هن کي انساني کوپرين جا مينار وڻندا هئا. هو وڏو بهادر، عادل، رحمدل، خدا ترس هو. هو يڪي سر ۾ مڙس ڪڇ ۾ هڻي جمنانديءَ کي پار ڪندو هو. سندس وقت ۾ رعيت تمام سکي هئي ۽ مٿائن ڍل معاف ڪئي هئائين.

لکيل آهي: همايون ڏاڍو رحمدل، خداترس، دورانديش ۽ درويش بادشاهہ هو. هن کوهہ کوٽايا، مسافر خانا ٺهرايا. آفيم سان مڙئي ٿوري دل هيس.

لکيل آهي: شيرشاهہ، سوري گهراڻي جو پهريون بادشاه هو. هن همايون سان ٺڳي ڪري ڪجھہ سال حڪومت ڪئي هئي. هو ايڏو تہ بهادر هو جو تلوار جي هڪ ئي ڌڪ سان شينهن کي ٻہ اڌ ڪري ڇڏيو هئائين. تنهنڪري ڪيس شيرشاهہ چوند اهئا. هن کوهہ کوٽايا، وڻ پوکايا، رستا ٺهرايا ۽ پنج ئي وقت نماز قائم ڪئي. سندس وقت ۾ شينهن ۽ ٻڪريون هڪ ئي گهاٽ تان پاڻي پيئندا هئا.

لکيل آهي: جلال الدين اڪبر کي مغل اعظم ڪري ڪوٺيندا هئا. هن ساري هندستان تي 49 سال حڪومت ڪئي. هو هندو ۽ مسلمانن کي هڪ اک سان ڏسندو هو. هن ڍلون معاف ڪيون، کوهہ کوٽايا، رستا ۽ مسافر خانا ٺهرايا ۽ رعيت کي پنهنجو اولاد ڪري سمجهندو هو. هن هندو ۽ مسلمانن کي گڏ ڪرڻ ٿي چاهيو، تنهنڪري مسلمان رعيت منجهائنس مڙئي ناخوش

تي پئي هئي.

لکيل آهي: جهانگير جو انصاف ساري دنيا ۾ مشهور آهي. سدائين در تي انصاف جي پڪار لاءِ تلا ۽ زنجيرون لڙڪنديون هيس. ٿورو عاشق مزاج هو. پنهنجي زال نورجهان سان ڏاڍي دل هيس. ٿورو آفيم ۽ شراب واپرائيندو هو.

لکيل آهي: شاهجهان پنهنجي پيءُ شهريار ۽ سندس ٻارڙن کي مارائي تخت تي ويٺو هو. وڏو نيڪ نمازي، انصاف وارو، غريب نواز، رحمدل ۽ بزرگ بادشاه هو. راڻي ممتاز محل تي ساهه ڇڏيندو هو. هن کوهه کوٽايا، وڻ پوکايا، وڏين وڏين عمارتن جا بنياد وڌا. تاج محل، جامع مسجد ۽ شاليمار باغ اڄا تائين سندس يادگار آهن.

لکيل آهي: اورنگزيب، پنهنجي پيءُ دارا شڪوه ۽ ٻين ٽن ڀائرن کي مارائي تخت جو اڪيلو وارث تي ويٺو. تنهنڪري کيس عالمگير جو لقب مليو. هو وڏو نيڪ نمازي، پرهيزگار، ڪامل درويش ۽ ولي الله هو. هن تخت تي ويهندي ئي مرهٽن ۽ راجپوتن کي ٽوٽا ڇپارائي ڇڏيا. شراب ۽ راڳ کي بند ڪرايائين. سڄي عمر شاهي خزاني مان پاڻ تي ٽڪو به خرچ ڪونه ڪيائين. اکر تمام سهڻا هئس. قرآن شريف جا نسخا لکي، ٽوپيون، تڏا ۽ پنهنجي خوشحال رعيت جا جنهه آهوڙي پيٽ گذر ڪندو هو.

ساري تاريخ سڪندر اعظم جي دور کان وٺي انگريزن جي دور تائين اهڙن عادل، نيڪ نمازي، انصاف پسند، درويش، ولي الله، جنگجو ۽ بهادر بادشاهن جي ساراهه سان ڀري پيئي آهي. ۽ لکيل آهي:

”خبر اٿو؟ موهن جو دڙو ڪيئن تباهه ٿيو؟“

جواب آهي: ان لاءِ ته مهاراجا موهن وڏو ظالم، جابر، عياش ۽ زاني راجا هو. سندس ملڪ ۾ جيڪا به شادي ٿيندي هئي، انهيءَ ڪنوار کي پهرينءَ رات هو زوريءَ پاڻ وٽ ٽڪائيندو هو. هڪ ڀيرو جڏهن سندس ڀيڻ جي شادي ٿي، (جيئن ته راجا مٿس پهرين ئي بعيمان هو) سو ڀيڻ کي پهرينءَ رات پاڻ وٽ ٽڪائڻ چاهيائين. الله تعاليٰ جو مٿس ڏمر نازل ٿيو. ڌرتي ڏٻي، اک ڇنڀ ۾ اهو راجا ۽ سندس پرجا ڪروڙين مڻ مٽيءَ هيٺ دٻجي غرق ٿي ويا.

پڙهي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. چڱو ٿيو الله تعاليٰ کين غرق ڪيو، ملعون ڪٿي جو، ڀيڻ سان ٿي شادي ڪيائين !

لکيل آهي: ”خبر اٿوَ تہ ڪاهوءَ جو دڙو ڪيئن غرق ٿيو؟“

جواب آهي: مهاراجا ڪاهو ميرپور خاص واري پاسي کان حڪومت ڪندو هو. هو وڏو ظالم، عياش، جابر، منڪر ۽ زاني راجا هو. هزارين ٻانهيون، راڻيون، هئڻ جي باوجود جيڪا بہ سهڻي عورت ڏسندو هو تنهن کي کڻي وڃي ڪوٽ ۾ قابو ڪندو هو. هڪڙي ڀيري تلاءَ ۾ ڀيڻ کي اگهاڙو وهنجندي ڏٺائين، سو دل بعيمان ٿي پيس، کڻي وڃي ڪوٽ ۾ قابو ڪيائينس. الله تعاليٰ جو مٿس عذاب نازل ٿيو. سڄ نيزي پاند اچي بيٺو ۽ ڌرتي ٽڪاءَ ڏئي ڦاٽي پئي. ظالم راجا ۽ سندس پرجا جڻ ٻچي سوڌا اونهي پاتال ۾ هليا ويا.

لکيل آهي: ”خبر اٿو دلوراءِ جي نگري ڪيئن ناس ٿي؟“

جواب آهي: دلوراءِ سيوهڻ جي مٿان راڄ ڪندو هو. هو وڏو خونخوار، عياش، وڏي درجي جو مڪار ۽ زاني راجا هو ۽ هر رات نئين مُنڊ ماڻيندو هو. هڪ ڀيرو هو ڪتان ٻاهران ٿي آيو. چيٽ جي چانڊوڪيءَ ۾ محل جي اڱڻ ۾ ڀيڻ جي ڌيءَ کي سرهيءَ سيج تي ستل ڏسي انڌو ٿي پيو. نياڻيءَ تي وٺي ناهر وارو حملو ڪيائين. الله تعاليٰ جو مٿس قهر نازل ٿيو. ست فرشتا آسمان مان لٿا جن اچي زمين تي قلعا ڪوڙيا ۽ زنجيرن سان سندس نگريءَ جا بنياد پاڙان ڌوڏي ڪڍيائون ۽ ائين اهو ظالم راجا ۽ سندس پرجا نيست ۽ نابود ٿي ويا.

لکيل آهي: خبر اٿوَ، ديبل بندر ڪيئن تباهہ ٿيو.

جواب آهي: سنڌ جو حڪمران مهاراجا ڏاهر– وڏو ظالم، جابر، عياش ۽ زاني هو. هن وٽ سنگ مرمر جي مجسمن جهڙيون سوين حسين ٻانهيون هيون. پوءِ بہ ڀيڻ سان شادي ڪئي هئائين. ڌاڙيلن جا ٽولا وٺي، سامونڊي رستن کان عرب جي حاجين جا جهاز گذرندا هئا، انهن کي ڦريندو هو. الله جو مٿس قهر نازل ٿيو. رحمت المسلمين خليفي حجاج جي من ۾ مٿس ڪاهہ ڪرڻ جي وڌائين، جنهن لشڪر سان مجاهد محمد بن قاسم کي ڏياري موڪليو. سڄي سنڌ ۾ گهوڙا گهوڙا ٿي وئي. عرب غازين جي گهوڙن ڪافرن کي جڻ ٻچي سوڌو چيپاٽي ماريو. منڪر ۽ ملعون ڏاهر کي شڪست ملي. سندس سر کي نيزي تي ٽنگيو ويو ۽ محمدبن قاسم جي مجاهدن منجنيقن جي ڦهڻ سان ديبل جي ديوارن کي دنيا جي تختي تان ميساري ڇڏيو.

پڙهي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. چڱو ٿيو، منڪر ۽ ملعون کي سيڪت ملي. پيٽسان پيٽن تان به ڪونه ترندا هئا. ظالم، زاني. جهڙي ڪيائون، تهڙي پريائون ۽ آئون پنهنجي اڻ پڙهيل دوستن کي سڪندر مقدوني، مهاراجا اشوڪا، قطب مينار ۽ تاج محل جون ڪهاڻيون ٻڌائيندو هئس ۽ جهانگير جي انصاف جا ڏِڪ پريندو هئس.

هڪڙي پيري سنجهي جي سهائي ويل امان مون کي چيو ته "پٽ، اڄ ته توکي دودي سومري جي ڪهاڻي ٻڌايان"

مون کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ حيران به ٿيس. چيم "امان دودو سومرو ڪير هو.؟"

چيائين ته "پٽ، تو کي دودي سومري جي خبر ڪانهي. دودو سومرو سنڌ جو سورهيه سرويچ سپوت هو. هن سنڌ جي سدا سهاڳڻ ڌرتيءَ تان پنهنجو سِر گهوريو هو."

مون حيران ٿيندي چيو "پر، امان تاريخ ۾ ته انهيءَ جو نالو آهي ئي ڪونه."

امان چيو "ها پٽ، دودو سومرو سنڌ جو حڪمران هو، تاريخ ۾ سندس نالو ڪونهي ته ڇا ٿيو- ساريءَ سنڌ ۾ هر ماڻهو، هر مُنڌ جي سيني تي سدائين سندس رت رتول تاريخ جا ڇٽ ڇٽيل هونڊا ۽ چيائين، "پٽ، اها ڪهاڻي مون کي تنهنجي نانيءَ ٻڌائي هئي. هاڻ ڪن ڏئي سنڌ جي انهيءَ دولهه دلير جي ڪهاڻي ٻڌ."

۽ پوءِ امان مون کي سنڌ جي ان سورهيه سرويچ ۽ باغيرت دودي جي ڪهاڻي ٻڌائي. اها ڪهاڻي ايڏي ته پُردرد ۽ دل ڏاريندڙ هئي جو منهنجي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. نڙيءَ ۾ ڄڻ مڇيءَ جو ڪنڊو ڦاسي پيو هئم. چيم، "اما پوءِ روپاه تباهه ٿي وئي."

امان چيو "ها پٽ، پوءِ روپاهه هميشه هميشه لاءِ سنڌ جي سيني تان ميسارجي وئي. امان ڄڻ روئي پئي هئي ۽ آءٌ ڪنهن ڳوڙهيءَ سوچ ۾ ٻڏي ويو هئس. "امان، دودي سومري علاؤالدين کي پنهنجي ڀيڻ جو سڱ ڇو نه ٿي ڏنو- ڪٿي هن پاڻ ته باگهل سان شادي ڪرڻ نه ٿي چاهي!؟"

سٺ سان هڪ ٿڦڙ منهنجي ڳل تي لڳو- منهنجو منهن ئي ڦري ويو-

واٽڙو ٿي ويس. ڪاوڙ ڪان امان جو جسم ڏڪي رهيو هو ۽ پوءِ نهايت ئي پيار مان منهنجي وارن تي هٿ ڦيريندي گهائل آواز سان چيائين، ”پٽ، پهرين ٻڌاءِ، تون پنهنجي ڀيڻ سان شادي ڪري سگهين ٿو؟“

منهنجو روح ڏڪي ويو. چيم، ”نه.“

امان چيو، ”پوءِ تو سنڌ جي سورهيه سرويچ، غيرتمند پهلوان جي باري ۾ ائين ڇو سوچيو؟“

مون چيو، ”امان ڪتابن ۾ ته ائين ئي لکيل آهي. سنڌ جا سڀ حڪمران ڀيڻن سان شادي ڪندا هئا. موهن جي دڙي جي بادشاهه، دلوراءِ، ڪاهوءَ جي دڙي جي بادشاهه ۽ مهاراجا ڏاهر سيني ڀيڻن سان شادي ڪئي هئي.“

امان ڪجهه حيرت مان منهن ۾ نهاريندي رهي ۽ پوءِ نهايت ئي ڏکويل آواز ۾ چيائين، ”الائي پٽ، انهن جي باري ۾ ته مون کي خبر ڪانهي. پر دودي سومري جي باري ۾ توکي ائين سوچڻ نه گهرجي. دودو هن ڌرتيءَ جو سڀ کان سورهيه سرويچ ۽ غيرتمند نوجوان هو ۽ ٻاگهل هن ڌرتيءَ جي سڀ کان عظيم عورت. انهن جي باري ۾ ائين سوچڻ به گناهه آهي.“

سچي ته اها ڪهاڻي منهنجي دل ۾ علاؤالدين جي دودي تي ڪنيل ترار وانگي کپ هڻي وئي هئي. پر مون کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ اها منهنجي گناهه جي ننڍڙي سزا هئي ۽ سوچي رهيو هوس ته مون ائين ڇو سوچيو. ۽ چيم، ”پر امان، تاريخ ۾ اهڙي بهادر، سورهيه، غيرتمند حڪمران جو نالو ڇونه ڏنو ويو آهي؟“

امان چيو، ”الائي پٽ، شايد تاريخ وارن کي دودي سومر جي خبر ڪانه هئي. تون وڏو ٿجانءِ ته پوءِ دودي سومري جي تاريخ لکجانءِ.“

هاڻ آءٌ نوجوان ٿي ويو آهيان ۽ دراوڙن کان عبدالرزاق شهيد تائين جي تاريخ لکي رهيو آهيان.

هڪڙي ڏهاڙي هڪڙو ڇپ جهڙو پوڙهو تاريخدان منهنجي اونداهي ڪمري ۾ آيو ۽ حقي جهڙي ٻڙ ٻڙ ڪندڙ آواز سان چيائين:

”مون ٻڌو آهي تون دراوڙن جي تاريخ لکي رهيو آهين؟“

چيم، ”ها، مان وقت جو نوجوان آهيان- مان دراوڙن کان عبدالرزق شهيد تائين تاريخ لکي رهيو آهيان.

# پيجري جا پکي

مارلَ جي دل چاهيو ٿي تہ هوءَ ڳوٺ ڇڏي ڪيڏانهن پري هلي وڃي. پر وڃي بہ ڪيڏانهن؟ ڪيس تہ چوڌاري اوندهہ ئي اوندهہ نظر آئي. سندس دنيا تاريڪ ٿي چڪي هئي. هن چاهيو ٿي تہ انهيءَ تاريڪيءَ جي گهرائين ۾ گم ٿي وڃي، ڪنهن اونهي ۽ اونداهي کوهہ ۾ پاڻ کي اڇلائي ڇڏي، جي دنيا ڪيس ڳولي بہ، تہ سندس ڪو نشان بہ ڪنهن کي نہ ملي سگهي. پر هوءَ ائين نٿي ڪري سگهي. انهيءَ خيال ايندي ئي هن جي دل ڏڪيو ٿي ويئي.

”گلوءَ جو ڇا ٿيندو؟“ گلو، ائن سالن جو معصوم، هن جي جگر جو ٽڪرو، ان جو ڪانئس پوءِ ڪهڙو حال ٿيندو؟ ائين سوچيندي ئي مارل جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. ڳوڙهن ڪانسواءِ وٽس هو ئي ڇا؟ هوءَ هڪ بيواهہ عورت هئي ــ خوبصوررت بيواهہ، جنهن جو ڪو بہ اوهي واهي هن دنيا ۾ ڪونہ هو. بيواهہ عورت ڪٿي ڪيترا بہ ڳرا ۽ ڍلا ڪپڙا پائي، تہ بہ جڻ اگهاڙي. عورت جو سچو ڍڪ تہ ان جو مڙس ئي هوندو آهي. مڙس مئي کان پوءِ هوءَ سچ پچ اگهاڙي هئي. هر ڪنهن جون نظرون هن جي جوان جسم تي اچي کپي ويندڙيون هيون. ڀيا تہ ڀيا، مڙسس جا دوست بہ ڪيس تکڻ لڳا. ڪنهن اشارا ٿي ڪيا. ڪو ٽڏا ساهہ ڀري سيٽيون وڄائڻ لڳندو هو، تہ ڪي مورڳو اڪيلائيءَ ۾ سندس دڳ جهلي بيهي رهندا هئا. پنهنجي انهيءَ بيوسيءَ تي هوءَ دل ئي دل ۾ پيئي ڪڙهندي هئي، پر ڪنهن سان منهن ڏيئي ڳالهائڻ پسند نٿي ڪيائين. پر جڏهن بہ وڏيري جو تصور سندس اڳيان ايندو هو، تہ هوءَ ذري گهٽ دهلجي ويندي هئي. هن جون وڏيون وڏيون مڇون ۽ ڳاڙهيون پوائتيون اکيون، سندس ذهن ۾ هڪ مستقل خوف ڄمائي ڇڪيون هيون. ڪلهہ ئي وڏيري ڏانهس سلامن سان گڏ ڪجهہ سوکڙيون بہ ڏياري موڪليون هيون، ۽ مارل آهي سڀ شيون غيرت ۽ غصي وچان ڏوتيءَ جي منهن تي موٽائي هنيون هيون - ۽ هينئر هوءَ اهوئي سوچي رهي هئي تہ ان جي جواب ۾ وڏيرو ضرور ڪو اڏنگو قدم کڻندو. اڄ سڄو ڏينهن هوءَ پنهنجي پر ۾ روئندي رهي- ايتريقدر جو ڇهہ مهينا اڳ پنهنجي پياري مڙس جي اوچتي اجل

تي به نه روئي سگهي هئي. ڳوٺ، ۽ ڳوٺ جي هر ماڻهوءَ کان هن کي نفرت ٿي چڪي هئي. هن بار بار سوچيو ته هتان ڪنهن پاسي منهن ڪري هلي وڃي، پر ڀري ڀري تائين ڪيس اُميد جو ڪو معمولي روشن ڪرڻو به نظر نٿي آيو. هن لاءِ ته جيئڻ ئي جنجال ٿي پيو هو. وري به ڪنهن اونداهي کوهہ ۾ ٽپ ڏيڻ جو خيال آيس، پر بي اختيار سندس اکيون گلوءَ ڏانهن ڪڇي ويون ۽ سندس لونءِ لونءِ ڪنبڻ لڳي. مامتا ڀريل دل ڇڪي ڪاڍي، هن ننڍڙي گلوءَ کي ڪٺي ڇاتيءَ سان چنبڙايو، ۽ سندس اکين مان مجبوريءَ جا موتي لارون ڪري وهڻ لڳا.

سج اُلهندي جي هنج ۾ وڃي آرامي ٿيو. ڏينهن بدلجي رات ٿيڻ لڳو، تارن سان گڏ چنڊ به نڪري نروار ٿيو، پر مارل اڃا پنهنجن غمن ۾ غلطان هئي.

مارل سوچيو ته هوءَ صاف انڪار ڪري ڇڏي، وڏي واڪي چئي ڏئي ته هوءَ هاڻي پيٽ خاطر عزت کي خطري ۾ وجهڻ نٿي چاهي. ليڪن پيٽ جون مجبوريون ئي نراليون آهن! ڪڏهن ڪڏهن پيٽ ديوتا جي قدمن ۾ عزت ۽ غيرت جون انتهائي قيمتي قربانيون ڏيئيون پونديون آهن. مارل ڪجهہ به ٻولي نہ سگهي، ڇڻ ته سندس گلي کي ڪنهن زور سان گهٽي ڇڏيو هجي. هوءَ اڪيلي ته ڪانہ هئي، هڪ ڪائيندڙ پيئندڙ پٽ به سندس پيٽ جي تقاضا ۾ شريڪ هو! پنهنجن ٻچن لاءِ هڪ ڪمزور پکي ته چار مان به داڻو ڪڻڻ ويندو آهي، پوءِ ڀل ته ڪيس ڦاسائڻ لاءِ ڪو چار ئي ڇو نہ وڇايل هجي. هوءَ انهيءَ چار جي تار تار کي ٽوڙي ڇڏيندي. مامتا جي پرجوش جذبي هن جي حوصلن کي جاڳائي ڇڏيو هو. پنهنجي ٻچي لاءِ هوءَ ساريءَ دنيا جا خطرا ڪڻڻ لاءِ تيار هئي. هن اڳتي وڌي ڏاٽو کنيو ۽ گندي سنيالي ٻاهر نڪتي.

چوڏاري چانڊوڪي ڇانيل هئي. صاف آسمان ۾ چنڊ پنهنجي آب تاب سان چمڪي رهيو هو. ائين ئي ڪيس خيال آيو، ضرور ڪنهن ڏينهن سندس قسمت جي چنڊ تان به گرهڻ لهندو، ضرور ڪنهن ڏينهن سندس سکن جي آسمان تان ڏکن جا ڪاروڻيار هٽي ويندا. جڏهن گلو جوان ٿيندو! هن خيال ڪيو ته هوءَ ان لاءِ وڏيڪ محنت ڪري، وڌيڪ معاوضو حاصل ڪري. ڏاتي هلائڻ ۾ ته اڳيئي ڀڙ هئي، مڙد به سندس مقابلو نہ ڪري

سگھندا هئا. هوءَ تيز قدمن سان پنيءَ ڏانهن ويندڙ ڪچي رستي تي هلي رهي هئي. چوڌاري چپ چپات لڳي پئي هئي. هڪ منٽ، ڪهاڻين چارين جي جهنڊ وٽ پهچي، الائي ڇو هن جا قدم وڌيڪ تيز ٿي ويا. ڪنهن نامعلوم خوف کان هوءَ ٿڙ ٿڙ ڏڪڻ لڳي. ايتري ئي ۾ پويان ڪنهن جي پيرن جو تمام ويجهو آواز ٿيو، ۽ پيءَ گهڙيءَ ڪنهن سندس ٻانهن کي مضبوطيءَ سان جهلي ورتو. بي اختيار، مارل کان هڪ دردناڪ چيخ نڪري وئي — وڏيرو! هن ٻانهن ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته وڏيري ڪيس پاڪر ۾ آٽي ڇڏيو. ڏاتو سندس هٿن مان ڇڏائجي ويو. غيرت، غصي ۽ نفرت وچان مارل هن جي پٺيءَ تي ٻنهي هٿن سان مُڪون هڻڻ لڳي، پر وڏيري تي انهن جو ڪوبه اثر نٿي معلوم ٿيو. "ڇڏ، مون کي ڇڏي ڏي! ڪجهه حيا ڪر... پنهنجون ڄايون نپايون اٿئي... وڏيرا، آءٌ مسڪين بيواهه آهيان... مون کي ڇڏي ڏي!..."

"ڇڏيان ٿو توکي!.... تو ڪلهه سوڪڙيون ڇو ورايون؟..."

"انهن ترن تيل نه ٿيندءِ، وڏيرا! مون کي اهڙي نيچ نه سمجهه... اهو خيال ئي دل مان ڪڍي ڇڏي....! مون کي ڇڏي ڏي!"

آءٌ ڪو ٻار ته ڪونه آهيان. تون ڪوبه فڪر نه ڪر. ڪنهن کي ڪَنو ڪَن خبر نه پوندي..." وڏيري پنهنجيءَ گرفت کي وڌيڪ مضبوط ڪري ڇڏيو.

"هن رات وڳڙي ۾ ڪابه پهر ايڏانهن ڪانه ايندي. ڏس مارل، اجايو وقت نه وڃاءِ، نه ته آءٌ...."

پنجوڙ ۾ ڦاٿل شينهڻ جيان، مارل هاٿي وڏيري جي ٻانهن ۾ ڦٿڪي ڦٿڪي سهڪي رهي هئي. هوءَ روئڻ ۽ اوڇنگارون ڏيڻ لڳي. "خدا جي واسطي من ڇڏين! رسول جي واسطي، وڏيرا مون بيواهيءَ تي ايڏو ظلم نه ڪر!..."

"بڪ نه ڪر!...." وڏيري هڪ ئي جهٽڪي سان ڪيس ليٽائي وڌو.

"ڇڏ مٺا، ڪُتا، پليت!... ٿوُ!" هن وڏيري جي منهن ۾ ٿُڪ هٽي ڪڍي. وڏيري سندس وات بند ڪرڻ چاهيو، ته هن زور سان وڏيري جي منهن ۾ چڪ پاتو. جو ان جي پٺي هٿ به پنهنجي گرفت ڇڏي ڏني. مارل انهيءَ موقعي مان هڪدم فائدو ورتي، پنهنجي پوريءَ طاقت سان ڪيس پرتي ٽيلهو ڏنو. پوءِ تڪڙو تڪڙو پڇي وڃڻ چاهيو، ته وڏيرو آٽي رهيو هو. مارل

سٽ پاڻي ڏاڍو ڪنيو. ۽ جيئن ئي وڏيرو ڏانهس وڌيو تہ هن زور سان وار ڪيو. هڪ، ۽ ان کان پوءِ ٻيو وار. وڏيرو فقط رڙ ڪري سگهيو ۽ پوءِ اتي ئي ڍهي پيو. چانڊوڪيءَ ۾ سندس آنڊا پيٽ کان ٻاهر تي ڏٺا. ۽ رت جا گهارا لڳي ويا.

شڪاري خود شڪار ٿي چڪو هو. وڪريل وارن سان هٿ ۾ ڏاٽو جهلي، وڏيري جي لاش وٽ، مارل چنڊ جي روشني ۾ ائين بيٺي هئي جيئن شينهن پنهنجي غضنفري حالت ۾ هوندو آهي. ان وقت مارل کي ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ سندس دل تان ڪئين مڻ بوجهہ هميشه لاءِ ڪهي ويو هو.

يڪايڪ مارل کي پنهنجي جرم جو احساس ٿيو. "خون!" هن جي دل وسامجي وئي. اکيون ڦاٽي ويس. ڏاٽو هٿن مان ڇڏائجي ويس. ڄڻ زمين ۽ آسمان ڦري رهيا هئا. ڄڻ هوءَ بيهوش ٿي رهي هئي. ڪيس سُجهيو ئي نٿي تہ هاڻي ڇا ڪري. ڪجهہ دير هوءَ ائين ئي گم سم بيٺي رهي. پوءِ هن پاڻ سنڀاليو. ۽ اُتان ڀڄي وڃڻ چاهيو. تڏهن هوا هوندي، سڄي ٻڪهر مان شل ٿي رهي هئي. هوءَ ڊوڙي رهي هئي، پر ڪيس ائين محسوس ٿيو، ڄڻ سندس پيرن ۾ ڪي ڀاري زنجير جڪڙيل هئا. ٿڙندي، ٿڙندي، آسپاس ڏسندي، هوءَ رات جي راڄ ۾ پنهنجي گهر تائين آئي. پانيائين، گلو روئي رهيو آهي. "گلو!"…. بي اختيار اڇل کائي، سنل ٻارڙي تي اچي ڪِري پيئي. ٻالڪ ڇرڪ ڀري اٿيو. سڄو هراسجي ويو. زور سان روئڻ لڳو. ٻئي روئڻ لڳا. هن تمام زور سان اهڙيءَ طرح گلوءَ کي ڇاتيءَ سان چنبڙائي ڇڏيو جو ٻوساٽجڻ لڳو— ڄڻ تہ ڪو ڪانئس سندس پٽ کي زوري ڪسيندو هجي. سس اُتي آئي. مارل جي حالت ڏسي گهبرائجي وئي. ڪيتروئي پڇيائين، پر هوءَ ڪجهہ بہ نہ ٻڌائي سگهي، رڳو روئي رهي هئي. گلوءَ کي ڇاتيءَ سان لڳائي، هوءَ سڄي رات روئندي رهي. اها سندس زندگيءَ جي سڀ کان ڀوائتي رات هئي. صبح جو ڇا ٿيندو؟… جيل ! ڦاسي !… ۽ گلو؟ هن کي ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ سندس گهر جي چوگرد ڪيترائي ڀيانڪ ڀاڇولا گشت ڪري رهيا هئا.

صبح ٿيو. وڏيري جي خون جي خبر سڄي ڳوٺ ۾ هلي وئي. منجهند ڌاري ٻوليس جي وٽ پڪڙ پئجي وئي. سڄي ڳوٺ جو ساهہ مُٺ ۾ ٿي پيو. پوليس اچي مارل جي در تي بيٺي. ماڻهن جو ميڙ لڳي ويو. گهر ۾ روڄ مچي

ويو. مارل جو فرياد هوــ ’بيگناهہ آهيان... منهنجي ٻَچڙي تي قياس ڪريو!‘ ٻالڪ روئڻ سان حد ڪري ڇڏي، اصل اُهمو تي ويو. ماءُ مان هٿ ئي نہ ڪڍي، چولي ۾ چنبڙي پيس. پوليس زور ڪري مارل کي پاڻ سان ورتو، ۽ گلوءَ کي ڌڪو ڏيئي، دروازو ٻاهران بند ڪري ڇڏيو.

مارل کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. هو ڏوهارين جي ڪٽهڙي ۾ بيٺي هئي. جج انصاف جي پُروقار مسند تي جلوه افروز هو. قانون جا محافظ اڳيان ڪرسين تي ويٺل هئا، ۽ پويان عام ماڻهن جو ميڙ هو.

سرڪاري وڪيل نرمائيءَ سان چيو، ”مائي، قانون ظالم نہ آهي. تون پنهنجي صفائي پيش ڪر.“

”آءُ بيگناهہ آهيان، سائين!“ مارل چيو، ”مون کي ناحق جهليو اٿن. مون تي رحم ڪريو. آءُ غريب بيواهہ آهيان، منهنجي ائن سالن جي يتيم تي قياس ڪريو. خدا جي واسطي رحم ڪريو-“ هو وڪيل کي پنهنجو همدرد ڄاڻي، روئي روئي ڪيس منٿون ڪرڻ لڳي.

”تو وڏيري محمد شريف جو خون ڪيو آهي. تون ان لاءِ ڇا ٿي چوين؟“

”مون خون ڪونہ ڪيو آهي، سائين وڏيرو پاڻ...“

”تون هي شيون سڃاڻين ٿي!“ وڪيل مارل کي سندس گندي ۽ ڏاٽو ڏيکاريندي پڇيو. ”هيءَ گندي تنهنجي آهي! ۽ هن ڏاٽي سان ...“

”گندي!... ڏاٽو!.... نہ سائين، هيءَ گندي... مون کي ڪا خبر ڪانهي، سائين! مون کي ڪا خبر ڪانهي!... الا، منهنجو مٿو ٿو ڦري...!“

”حضور، مائي انڪاري آهي.“ وڪيل جج کي مخاطب ٿي چيو. فاضل جج مارل جي ناداني‌ءَ تي مرڪي ڏنو.

”ڇا تون سمجهين ٿي تہ تنهنجي ايتري چوڻ سان قانون کي اعتبار اچي ويندو؟“ وڪيل چيو، ”ڳوٺ جا سڀ چڱا مڙس شاهدي ڏيئي چڪا آهن تہ هي ٻئي شيون تنهنجون آهن.“

مارل جي وائي بند ٿي وئي. ڪنڌ جهڪي اچي ڪٽهڙي تي پيس. ڪجهہ دير لاءِ سيني تي يڪسان خاموشي ڇانئجي وئي. يڪايڪ مارل پنهنجو جهڪيل ڪنڌ مٿي ڪنيو، پري پري تائين ويٺل سيني ماڻهن تي نظر

ڦيرائي، سرڪاري وڪيل، جُوري، ۽ آخر ۾ جج کي گهورڻ لڳي. سندس چهري تي عجيب گنڀيرتا ڇانيل هئي، اکين مان جوش ۽ بيباڪي بکي رهي هئي. آخر سندس چپن کي جنبش آئي.

"ها، هيءَ گندي منهنجي آهي ! هي ڏاتو بہ منهنجو آهي. مون وڏيري جو خون ڪيو آهي !"

"حضور،" وڪيل خوش ٿي وچ ۾ ئي جج کي چوڻ لڳو، "ڏوهي پنهنجي ڏوهہ جو اقرار ڪري رهيو آهي:! 'مون وڏيري جو خون ڪيو آهي!'"

"ها ها، مون وڏيري جو خون ڪيو آهي، انهيءَ ڏاتي سان. هن ڏاتي تہ فقط مون بيواهہ کي پيٽ جي ماني ڏني آهي، پر منهنجي لڄ ۽ آبرو کي بچايو آهي ! منهنجي گنديءَ تي رت جا داغ منهنجي عزت ۽ شرافت جو نشان آهن! وڏيرو ڪميڻو، منهنجي بيحرمتي ڪرڻ لڳو هو... پنهنجيءَ لڄ بچائڻ لاءِ مون ان کي خون ڪري ڇڏيو. ڇا اهو گناهہ آهي؟ ڇا اوهان جو قانون ائين ٿو چوي تہ مون کي پنهنجي لڄ لٽائي ڇڏڻ گهرجي ها؟..."

"حضور، ڏوهارڻ سيڪجهہ قبولي چڪي آهي." وڪيل تکڙو تکڙو چوڻ لڳو، "ڏوهارڻ لاباري تي وڃي رهي هئي - رات جي اوندهہ ۾، اڪيلي، جڏهن ٻيا سڀ وڃي چڪا هئا. انهيءَ لاءِ تہ هيءَ بدچال هئي، يار سان ملڻ لاءِ وڃي رهي هئي. وڏيرو محمد شريف هن کي سدائين روڪيندو هو. هو ڳوٺ جو چڱو مڙس هو، اهو هن جو فرض هو. هن انهيءَ رات بہ ڏوهارڻ کي روڪيو، ... ۽ ڏوهارڻ هميشہ لاءِ پنهنجو رستو صاف ڪري ڇڏيو. هڪ شريف انسان کي پنهنجي بدڪاريءَ لاءِ قتل ڪري ڇڏيو!..."

وڪيل جي زبان ڪينچيءَ جيان هلي ويئي، جنهن مارل تي خون جي الزام ڪان وڌيڪ اثر ڪيو. سندس دل جنسي لڇڻ لڳي، ۽ دماغ تي ڏک ۽ اذيت جا غبار ڇانئجي ويا. پر هوءَ هاڻي رُني نٿي، فقط وڪيل کي اکيون ڦاڙي تڪي رهي هئي، ماجسٽريٽ ڪانئس آخري ڀيرو صفائي طلب ڪئي، تہ هن جي دل جو سمورو درد، وڏن وڏن ڳوڙهن جي صورت ورتي، سندس اکين ۾ اچي بيهي رهيو.

"آءٌ هڪ ماءُ آهيان!... منهنجن جذبن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو! منهنجي ٻچي تي رحم ڪريو!" ڳوڙها هڪ هڪ ٿي سندس اکين مان

وهڻ لڳا، ۽ هوءَ بيحال ٿي هيٺ ڪري پيئي.

ڪورٽ سڳوريءَ، ڪمال رحم ۽ ڪرم کان ڪم وٺندي، مارل کي صرف ويهہ سال پورهئي سان سزا ڏيڻ جي فتويٰ ڏيئي ڇڏي.

مارل جيل جي چوديواريءَ ۾ قيد هئي. هوءَ نهايت بيچين ۽ بيقرار هئي. ٻيون قيدي عورتون هن جي انهيءَ حالت کان بلڪل بي نياز هيون. انهن لاءِ هيءَ ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ هئي، انهن ڇاتو ٿي تہ هرڪو نئون قاتل پڪي ٻهرين ائين ئي ڦڙڦڙائيندو آهي، ۽ پوءِ اهوئي پڃرو سندس گهر بڻجي ويندو آهي. مارل سڄي رات جاڳندي رهي. اها هن جي پهرين رات هئي، جيڪا هن گلوءَ جي خيال ۾ روئندي گذاري. "سچا سارا ويهہ سال ڪيئن ڪٽبا؟" هوءَ اها ڳالهہ سوچي ئي نٿي سگهي تہ اهڙا ئي ٻيا بہ هزارين بيگناهہ انسان پنهنجيون ساريون ڄمارون انهن ئي پٿرن جي بند ۾ گذاري ويا، انهن بہ ائين ئي سوچيو هوندو.

آچر ڏينهن ڪيس گلوءَ سان ملاقات ملي - ماءُ ۽ پٽ جي مختصر ملاقات، انوکي ۽ دردناڪ جيڪا سيخن جي ٻنهي پاسن کان اوڇنگارن ۾ ختم ٿي.

آهستي آهستي ڏينهن گذرڻ لڳا، ۽ آچر جو ڏينهن مارل جي زندگي جو خاص ڏينهن بڻجي ويو. آچر کان آچر تائين هو مري مري جيئندي هئي. آچر جو ڏينهن هن جي زندگيءَ جو محور هو. هر آچر تي هوءَ گلوءَ سان ملندي هئي، ۽ هر آچر هن کي نوان غم ۽ نيون خوشيون، نوان ارمان ۽ نيون اميدون بخشيندو هو. اهڙيءَ طرح سوين آچر گذري ويا. وقت جي رفتار ساڳي رهي، پر مارل جي ڇهري تي گهنج پئجي ويا، ۽ وار اڇا ٿي رهيا هئس. جيل ۾ آئي کيس سورهن سال گذري چڪا هئا، پر لڳي ائين ٿي ڄڻ سٽ کان بہ مٿي هئي. گلوُ بہ مڇي مڙس ٿيو هو. هو هر ملاقات تي ماءُ لاءِ سئيون سئيون ڪائڻ جون شيون کڻي ايندو هو، ۽ مارل پنهنجين ساٿي عورتن کي وڏي فخر سان ٻڌائيندي هئي تہ سندس پٽ هاڻي ڪمائڻ لڳو آهي.

انهيءَ ڏينهن بہ آچر هو. صبح کان شام ٿي ويئي، پر گلو آيو ئي ڪونہ! مارل سڄو وقت سيخن جي پر جهلي بيٺي رهي. سڀ عورتون وڃي آرامي ٿيون، پر هن سڄي رات اکين ۾ گذاري ڇڏي. انتظار ۽ اضطراب جي

حالت ۾، طرح طرح جا وسوسا سندس ذهن ۾ ايندا رهيا- ’گلو ڇو نہ آيو؟... بيمار تي پيو؟... موڪل نہ مليس؟... ڇا هو پنهنجيءَ ماءُ کي ائين ئي وساري ڇڏيندو؟... نہ نہ، هو ائين نہ ڪندو، ٻئي آچر تي ضرور ايندو!‘ ليڪن ٻئي آچر تي گلو وري بہ نہ آيو، ۽ ڪيترائي هفتا مسلسل هو پنهنجيءَ ماءُ سان ملڻ نہ آيو. مارل جي زندگي وري عذاب بنجي ويئي. گلو تہ هن جي زندگيءَ جو سهارو هو، ان بنا هي جيل جا ڪٺن ڏينهن ۽ ڏکاريون راتيون ڪيئن بسر ٿينديون؟ ملول ۽ اداس، هوءَ انهيءَ اميد تي پنهنجو پاڻ جيئاريندي رهي تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪيس پنهنجي اکين جي روشني نظر ايندي.

ٿورن ئي ڏينهن ۾ مارل کي آزاد ڪيو ويو. ملڪ جي هڪ وڏي جشن جي موقعي تي ڪيترائي قيدي آزاد ڪيا ويا، ۽ مارل کي بہ سزا جا باقي چار سال معاف ڪيا ويا. سورهن سال اڳ جا ڪپڙا پائي ۽ پنهنجي پگهار جا اسي رپيا مُٺ ۾ دٻائي جڏهن هوءَ ٻاهر جي فضا ۾ آئي، تہ سندس خوشيءَ جي ڪا حد ڪانہ هئي. هاڻي هوءَ پنهنجي ڳوٺ وڃي سگهي ٿي، پٽ کي ملي سگهي ٿي، هن کي ڳلي لائي پيار ڪري سگهي ٿي، ۽ اُهي سيئي ارمان پورا ڪري سگهي ٿي، جيڪي هن گلوءَ لاءِ سندس ننڍپڻ کان پالي پالي جوان ڪيا هئا. تڪڙي تڪڙي هوءَ لاريءَ تي پهتي. پٽ کي گهٽيون گهٽيون ميارون ڏيندي، پرچائيندي، پيار ڪندي — دل ئي دل ۾ انهن جذبن کي ورجائيندي، هوءَ ڳوٺ جي قريب پهچي وئي. لاريءَ تان لهي هيٺ ٿي تہ اهي جذبا اڃا وڌيڪ تيز ٿي ويا. جيئن ئي هوءَ ڳوٺ جي ڄاتل سڃاتل پيچرن تان هلڻ لڳي، تہ ڪجهہ لمحن لاءِ هن کي گذريل واقعا ذهن تي تري آيا، ۽ خودبخود سندس اکيون آليون ٿي ويون. سورهن سالن جي عرصي ۾ هوءَ ڪيترو نہ بدلجي وئي هئي. سڄي دنيا بدلجي وئي هئي. رستا ۽ راهون، ۽ ڳوٺ جا ماڻهو بہ بدلجي ويا هئا. هوءَ ڪنهن کي بہ نٿي سڃاڻي سگهي، ۽ ڪنهن بہ هن کي ايندي ڏسي ڪو توجهہ نٿي ڪيو. نہ وري هن کي ئي ڪنهن جو ڌيان هو. ڪيس تہ فقط گلوءَ جي ئي اون هئي، هوءَ ڏنگرن سان گهيريل گهرن جي وچان، تڪڙي تڪڙي، ور- وڪڙ پيچرا لتاڙيندي وڃي رهي هئي تہ اوچتو ڪنهن آواز ڪيو:

”متان مارل آهين؟“ هڪ پيڙهيءَ ڪيس سڃاڻي ورتو هو. پوءِ تہ

ڪيترين ئي عورتون ۾ پارڙا اچي ميڙيا.

”گلو ڪٿي آهي؟ ڪيئن آهي؟ ڇا ٿو ڪري؟ هينئر ڪتي هوندو؟ مون کي ڏئي گهٽا ڏينهن ٿي ويا آهن. الله ڄجهي ڇمار ڏئيس. پهرين مون کي اوڏانهن وٺي هلو....“

مارل يڪساهيءَ چئي وئي.

”اما، ڇا ٻڌنديءَ!“ پوڙهيءَ ڏکاري آواز ۾ چيو.

”ماءُ آئي پٽ لاءِ، تہ پٽ وڃي ماءُ جي جاءِ والاري.“

”ڇا ٿي چئين!“مارل ڪان رڙ نڪري ويئي.

”ها، اما، گلوءَ ويچاري کي ست سال سزا اچي وئي.“

”ڪمدار جي پٽ مولوءَ سان جهيڙو ڪري وڌائين. اڇها، هيءَ بيٺي آهي، صفوران... گلوءَ کو ڪمدار جي پٽ کي نينگريءَ سان هٿ چراندي ڪندي ڏٺو، سو منهن ڏئي بيهي رهيو. مولوءَ جي هڪڙي ٽنگ صفا ڪهاڙيءَ سان ڪپجي وئي.“

پوڙهي اڃا ڳالهہ پوري نہ ڪئي هئي تہ مارل اوچنگارون ڏيندي پوئتي موٽي.

ٻئي ڏينهن صبح سويل، سينٽرل جيل اڳيان هڪ نيم پاڳل پوڙهي عورت بجليءَ جي ٿنڀي کي ٽيڪ ڏيو بيٺي هئي. وارن ۾ مٽيءَ جا ٻُڪ. قاتل ميرا ڪپڙا اکيون جيل جي شاهي دروازي ۾ کتل. جيئن ئي جيلر اندر وڃي رهيو هو، هوءَ ڊوڙي اچي سندس پيرن ۾ ڪري

مون کي آزادي نہ کپي، مون کي قانون جو رحم نہ کپي.... آءُ پنهنجو حق وٺڻ آئي آهيان، منهنجا چار سال اڃا رهيل آهن!“

”توکي قانون جي ڪهڙي خبر، مائي!“ جيلر چيو.

”قانون کي تہ منهنجي خبر آهي!... مون کي پنهنجي پٽ سان ڇو نٿو ملڻ ڏنو وڃي؟“

”تون آچر ڏينهن اچجان، توکي ڪوبہ ڪونہ روڪيندو.“

جيلر هليو ويو، ۽ هوءَ مايوس ٿي، مٽي کي هٿ ڏيئي ويهي رهي. گوڏن ۾ منهن وجهي، لڳاتار سڏ ڪندي رهي، شام ٿي ويئي، ۽ اونداهي ڇانئجڻ لڳي. مارل جي زندگيءَ جو سج بہ لڙڻ لڳو. ٻت ساهہ ڇڏڻ لڳس، تہ

هوءَ آهستگيءَ سان زمين تي پٽجي رهي.

رات گذري، ۽ صبح ٿيو. جيلر، اندر ويندي، لاش ڏسي وٺي آيو.

’واقعي ڏاڍي دکدائڪ آهي تنهنجي ڪهاڻي‘ جيلر پڇڪيو، ’ليڪن توکي قانون جي ڪهڙي خبر!‘

# نہ تہ ساڻ هلڻ ٿا سير ۾

’پروفيسر، پليز! منهنجي پيٽ جي زندگيءَ جو سوال آهي. هن کان سواءِ منهنجو ڪير بہ نہ آهي. جيڪڏهن هن کي ڪجهہ ٿي ويو تہ مان پاڳل ٿي ويندس!‘ سراج روئنڊڙ آواز ۾ چيو.

سڄڻ سارن ڀن سون رپين جو سوال هو، تنهنڪري پروفيسر اياز ٽهيءَ ۾ پئجي ويو. آخر هن پنهنجو جهڪيل ڪنڌ مٿي ڪٽي چيو، ”مون کي توسان همدردي آهي، سراج، مگر، افسوس، مان تنهنجي مدد نٿو ڪري سگهان. ويهن پنجويهن رپين جي ڳي ڳالهہ هئي، پر.“

پروفيسر اياز اڳتي بہ ڪجهہ ڳالهائيندو رهيو، مگر هو انهيءَ کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ ٻڌي سگهيو. سندس اکين مان چڻگون نڪري رهيون هيون، ۽ هو سوچي رهيو هو: ’ڇا، هي اهوئي پروفيسر آهي، جو ٿوري دير اڳ زندگيءَ جي فلسفي تي ليڪچر ڏيئي رهيو هو؟ ڇا، اهي تلهيون ڪتابي ڳالهيون هيون، حقيقت سان سندن ڪو بہ واسطو ڪونهي؟ ڇا، اهي ڳالهيون صرف ڪتابن تائين محدود آهن، حقيقتن جو منجهن رنگ پري نٿو سگهجي؟‘ سندس ڪنن ۾ پروفيسر اياز جو آواز گونجي رهيو هو: ”اوهين هن ڊوڙ ڏڪڙ جي گولي تي پنهنجي قيمتي زندگيءَ جو ڳچ وقت گذاري چڪا آهيو. هن ڪائنات کي اوهين غور ۽ فڪر جي نظرن سان ڏسندؤ تہ زندگيءَ جو سارو راز اوهان تي عيان ٿي پوندو. زندگيءَ جي ساري حقيقت منجهيل ڍيريءَ جيان ڇڙوڇڙ ٿي کُلي پوندي، ڇا، توهان ڏٺو نہ آهي تہ ڪنهن بہ شهر ۾ وڃڻ کان پهرين توهان کي قبرستان مان گذرڻو پوندو آهي! اوهين ٽرين ۾ هجو، ٽانگي ۾ هجو، يا پيدل هجو، پهرين موت ۽ پوءِ زندگي جا آثار نظر اچن ٿا. دنيا جي انهن عبرتناڪ منظرن مان بہ اسين سبق حاصل ڪري سگهون ٿا. دنيا جو ذرو ذرو هڪ وڏي معنيٰ، هڪ وڏي حقيقت رکي ٿو، ۽ اسان جي راهہ ۾ هڪ بهترين رهبر جو ڪردار ادا ڪري ٿو. جيڪڏهن اسين پنهنجين اکين تان حرص ۽ هوس جا پردا لاهي، دنيا جي کليل ڪتاب تي ذهن ۽ اندر جون اکيون ڏرينداسين، تہ پنهنجي مقصد حيات جي منزل تائين پهچي وينداسين، نہ

تہ هڪ انڌي جيان انهيءَ موت جي واديءَ ۾ ڀٽڪندا رهنداسين ۽ آخر ٿڪجي ٿي ائين مري پونداسين، جيئن بيابان ۾ رڃ جي پٺيان ڊوڙي ڊوڙي هڪ پياسو ماڻهو آخر مري ويندو آهي. هيءَ جيوت هڪ امتحان آهي. اسان کي رات جي اونداهيءَ ۽ ڏينهن جي سوجهري ۾ انهيءَ موت جي واديءَ کي پار ڪرڻو آهي. زندگيءَ جو شهر ڪو ايترو پري ڪونهي. دنيا جو هر نظارو، هر شيءِ اسان جي راهرو ۽ رهبر آهي. علم جي اَجهاڳ سمنڊ ۾ ادب جي ڪشتي ڪناري ڏانهن وڌندي پيئي وڃي. لهرن جو اسان سان ساٿ آهي، تہ ڪنارو پاڻ ئي ويجهو اچي سگهي ٿو. ڏسو، ڪنڌيءَ جي ڪکن زندگيءَ جي تند تنوارڻ شروع ڪئي آهي. شاعر منجهن جو رنگ رچيو آهي، تنهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو:

’ٻڏندي ٻوڙن کي، کي هاٿڪ هٿ وجهن،
پسو لڄ، لطيف چي، ڪيڏي کي ڪکن،
توڙي ڪنڌي ڪن، نہ تہ ساڻ هلن سير ۾!‘

اسان جو سهڻو شاهہ، زندگيءَ جو ڪيڏو نہ وڏو شاعر آهي! ڪيتري نہ حقيقت چٽيل آهي سندس ڪلام ۾! زندگيءَ جو سارو راز انهن سِٽن ۾ سمايل آهي. اسان جي زندگيءَ جو مقصد صرف هڪٻئي جي مدد ڪرڻ آهي. جيڪڏهن اسان ۾ ڪنڌيءَ جي ڪمزور ڪکن وانگي ڪنهن جي واهر ڪرڻ جي ٻهچ ڪانهي، اسين ڪنهن جي مدد ڪري نٿا سگهون، تہ اسان کي ان ڏکويل دل سان همدردي ضرور جتائڻ گهرجي. انهيءَ ۾ ئي اسان جي جيون جي جوت آهي، ۽ اهائي اسان جي زندگي آهي.“

هن اُجهيل اُجهيل نظرن سان پروفيسر اياز ۾ ڏٺو. ’چا، اهي سڀ چوڻ جون ڳالهيون هيون، جي پروفيسر ٿيئٽر جي اداڪار وانگي ادا ڪيون؟ هاڻ انهن سان سندس ڪوبہ واسطو ڪونهي؟ چو، ائين ڇو آهي؟‘ سندس اکين ۾ هڪ عجيب چمڪ پيدا ٿي، ۽ هو هڪدم ڀڙڪي پيو:

”جيڪڏهن هڪ زندگيءَ کي بچائڻ لاءِ توهان جي تجوڙيءَ مان ٻہ سؤ رپيا بہ نٿا نڪري سگهن، تہ پوءِ توهين زندگيءَ جي فلسفي تي ايڏا ليڪچر ڇوٿا ڏيو؟ توهين زندگيءَ جي مسئلي تي ايڏي تنقيد ڇوٿا ڪريو؟ پوءِ توهين زندگيءَ جا ترجمان ڇو آهيو؟ ادب ڪان سواءِ بہ دنيا هلي سگهي

ٿي. زندگيءَ جو چڪر رڳو اقتصاديات ۽ سائنس تي بہ هلي سگهي ٿو. اسين ڊاڪٽر ۽ انجنيئر بڻجي بہ، قوم جي خدمت ڪري، پئسا ڪمائي سگهون ٿا!"

"بس ڪر، سراج!" پروفيسر اياز ڪاوڙ مان زور سان ميز تي ڌڪ هڻندي چيو. "تو ادب جي باري ۾ غلط راءِ قائم ڪئي آهي. تنهنجو خيال بلڪل غلط آهي. اها ادب جي ئي طاقت آهي جو اڄ ڌرتي پنهنجي محور تي بلڪل صحيح گردش ڪري رهي آهي، ادب اقتصاديات ۽ سائنسي تي حاوي آهي، نہ تہ هوند قيامت ڪان پهرين ئي سائنس جا آلا ڪائنات کي پنهنجيءَ ٻاهہ ۾ گهيري ڇڏين ها، دنيا جي گردش درندگيءَ جو رقص هجي ها، ۽ اڄ هتي هڪڙو انسان بہ موجود نہ هجي ها. ادب جي وجود مان ئي گوتم، ڪرشن چندر، ابراهام لنڪن، ٽئگور ۽ شاهہ جهڙا روح ڌرتيءَ تي اچن ٿا، جيڪي زندگيءَ کي نئون نور عطا ڪريو ڇڏين. اها ادب جي ئي طاقت آهي، جنهن لوممبا جي مزار تان گل اڏائي، ساريءَ دنيا جي فضا کي سُرهاڻ بخشي ڇڏي آهي. ادب سيني علمن جو روح آهي. توکي ادب ڪان منڪر نہ ٿيڻ گهرجي."

"مون کي توهان جي ليڪچر سان ڪابہ دلچسپي ڪانهي، پروفيسر صاحب، مان توهان جو ليڪچر ٻڌڻ نہ آيو آهيان." سراج تلخ آواز ۾ چيو. سندس انهيءَ گستاخيءَ تي پروفيسر اياز جون اکيون ٻاهر نڪري آيون، ۽ هن ڪاوڙ مان زور سان ميز تي ڌڪ هڻندي چيو، "بي ادب، گستاخ! نڪري وڃ، گيٽ آئوٽ!"

سراج هڪ نظر سان سندس لال پيلو چهرو ڏسي مسڪرايو، ڄڻ چئي رهيو هو، 'ڇا، پروفيسر، اهائي همدردي آهي هڪ ڏکويل انسان لاءِ توهان جي دل ۾؟ ڇا، اهائي جيون جي جوت آهي؟ ڇا، اها ئي زندگي آهي، پروفيسر!'

جڏهن هو پنهنجو اداس چهرو کڻي ٻاهر نڪتو، تہ ڪيس ائين محسوس ٿي رهيو هو، ڄڻ واقعي سندس ٿي. ٻيءَ جي مريضہ ڀيڻ مري ويندي- حالانڪ ڀيڻ تہ ڇا، هن هيڏيءَ ساريءَ دنيا ۾ سندس ڪو ويجهو مائٽ بہ نہ هو. هن جڏهن هوش سنڀاليو هو تہ پنهنجو پاڻ کي يتيمخاني ۾ پاتو هئائين، ۽ جنهن ماحول ۾ هن جنم ورتو هو، تنهن ڪيس هڪ منطقي دل

ڏيئي ڇڏي هئي. ننڍپڻ کان ئي هو تمام ذهين ۽ بيدپو هو. هو هر وقت عجيب عجيب ڳالهيون سوچيندو رهندو هو، جي سندس عمر جي لحاظ کان تمام وڏيون هونديون هيون. کيس اڪثر پنهنجي باري ۾ خيال ايندو هو تہ هو يتيم ڇو آهي؟ يتيم ڪٿان ٿا اچن؟ انهن جا ماءُ پيءُ ڇو ڪونهن؟ حرامي ڦر ڇو ٿو چوي؟ ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ جي غلطيءَ تي هو مسڪرائي ڏيندو هو. اهڙيون ڳالهيون سوچي، هڪ عجيب لاوارث مسڪراهٽ سندس چهري تي اچي ويندي هئي. يتيمخاني ۾ جمعي جي ڏينهن گوشت جو وارو ايندو هو، تہ پنهنجي پياليءَ ۾ هڪ ننڍڙي ٻوٽي ڏسي هو سوچ ۾ پئجي ويندو هو تہ هيءَ ٻوٽي اڪيلي ڇو آهي؟ هيترا سارا چندي جا پئسا ڪيڏانهن ٿا وڃن؟ هيترو سارو گوشت ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ پوءِ کيس انهن يتيمن جو خيال اچي ويندو هو، جي ڇٽن ڇٽن ٻارن جا پيءُ هئا، ۽ سندس دل مان هڪ آه نڪري ويندي هئي. هڪ ڀيري تہ هن انهيءَ ڳالهہ تان استاد جي مار بہ کاڌي هئي. جڏهن ملڪ جي جشن جي موقعي تي يتيمخاني ۾ مٺائي ورهائي ويئي، تہ پنهنجي حصي جو اڌ لڏون ڏسي هن رڙ ڪئي:

"سائين، هيءُ اڌ لڏون ڇو آهي؟ سڄا سارا تي ٿوڪرا ڪيڏانهن ويا؟"

"چپ ڪر، بي ادب! صاحب جي گهر موڪليا اٿر." سندس استاد ڪاوڙ مان وراڻيو.

"مگر، سائين، صاحب يتيم ٿوروئي آهي!" هن چيو.

بس، پوءِ تہ استاد جو ڏنڊو هو، ۽ سندس ٻنا. يتيمخاني ۾ سندس دل گهٽجڻ لڳندي هئي. پنهنجن يتيم ساٿين جا اُداس چهرا ڏسي، سندس اکين ۾ ڳوڙها اچي ويندا هئا، ۽ هن تي عجيب وحشت جو عالم طاري ٿي ويندو هو. سندس دل چاهيندي هئي تہ يتيمخاني جي اداس ڪوٺڙيءَ مان نڪري ڀڄي وڃي تمام پري، مگر نہ ڄاڻ ڇو، هو ائين نہ ڪري سگهيو.

هڪ دفعي جڏهن هڪ وزير يتيمخاني جو معائنو ڪرڻ آيو هو، تہ هن تقرير ڪندي چيو، "توهين قوم جو روشن مستقبل آهيو. توهان کي ئي پنهنجي ملڪ جو بار پنهنجن ڪلهن تي کڻڻو آهي." انهيءَ ڏينهن، نہ چاهيندي بہ، هن کان هڪ عجيب حرڪت ٿي ويئي. هن هڪدم پنهنجو

چولو مٿي ڪٽي، سُڪل پاسريون ڏيکاريندي چيو هو: ”سائين هيءُ ڪو هاءِ اسڪول نہ، يتيمخانو آهي. هتي تہ ٻکن ڪان ڪنيڙاٽيون ٿي سڙيو وڃن!“ انهيءَ ڏينهن استاد هن کي نہ صرف بيد جي لڪڻ سان مار ڏني، بلڪ يتيمخاني مان ئي ڪڍي ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ تہ هو تمام گهڻو سمجهدار ٿي ويو هو، يا تہ وري ڇريو. يتيمخاني مان نڪري ڪيس ائين محسوس ٿيو هو، ڄڻ سندس يتيميءَ جو دور ختم ٿي ويو هو. ڪجهہ ئي ڏينهن جي رلڻ پنڻ ڪان پوءِ ڪيس هڪ شريف ماڻهوءَ پاڻ وٽ نوڪر ڪري رکيو. سندس هيءُ مالڪ نهايت ئي مهربان ماڻهو هو. وري جو هن کي سندس اعليٰ ذهنيت جي خبر پئي، تہ هن ڪيس پنهنجن ٻارن سان گڏ انگريزي اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو هو. ڪيس ڪاڏو بہ پنهنجن ٻارن جهڙوئي ڏيندو هو. جڏهن سندس اڳيان پريل ٻوڙ جو پيالو ايندو هو، تہ پنهنجن يتيم ساٿين کي ساري، سندس اکين ۾ ڳوڙها اچي ويندا هئا. نہ ڇاڻي چو، سندس مالڪ جا ٻار انهن يتيمن وانگي ڪيس پائيندا ڪونہ هئا. جڏهن ڪيس پنهنجن يتيم ساٿين جي ياد ايندي هئي، تہ هو تمام ملول ۽ اُداس اُداس ٿي ويندو هو، ۽ سندس قدم فوراً يتيمخاني ڏانهن کڃي ويندا هئا.

هڪ ڏينهن جڏهن هو ٻُوپوءَ جي بيماريءَ جو ٻڌي يتيمخاني ۾ ويو، تہ ڪيس خبر پئي تہ شموءَ کي اولاد جي هڪ سڪايل عورت پاڻ سان گڏ وٺي ويئي آهي. تڏهن سندس نظرون ننڍڙي پوپوءَ جي گلاب جهڙي ڪومايل چهري ڏانهن کڃي ويون، ۽ هو ڳوڙهيءَ سوچ ۾ پئجي ويو تہ آخر اهي اولاد جون سڪايل عورتون وڏن ۽ تندرست ڇوڪرن کي ڇو ٿيون پسند ڪن؟ پوپوءَ، ادريس ۽ ملڪيمان جي يتيمي ڇو نٿي ختم ٿئي؟ انهن کي ماءُ جو پيار ڇو نٿو ملي؟ سندس اڳيان لقمان ۽ حڪيم جا چهرا گهمي ويا. جن ڪيس ٻڌايو هو تہ هو نوران ٻائيءَ ۽ سرداران ٻائيءَ جي خدمت ڪندا آهن، ۽ ٻيو بہ گهڻو ئي ڪجهہ.

هو پنهنجي مالڪ جي گهر ۾ تمام خوش هو. ڪيس ڪڏهن محسوس ئي ڪونہ ٿيندو هو تہ هو ڪو هن گهر ۾ نوڪر يا يتيم آهي. مالڪياڻي بہ ڪيس پنهنجن ٻچن جيترو ئي گهرندي هئي. جڏهن صبح جو ڪيس جتيون پالش ڪندي ڏسندي هئي، تہ هڪدم ڪاوڙجي چوندي هئي،

”سراج، تون هن گهر ۾ نوڪر نہ آهين. تون هلي اسڪول جي تياري ڪر، مان پاڻيهي ٿي جتيون پالش ڪري وٺان.“

هو ذرا بيمار ٿيندو هو تہ فوراً ڊاڪٽر اچي ويندو هو. ڪيس ڪپڙا ۽ بوٽ بہ ’گل‘ جهڙائي پهرڻ لاءِ ملندا هئا. سندس هر قسم جو خيال رکيو ويندو هو، ۽ هر موقعي تي مٿس ائين ظاهر ڪيو ويو تہ هن گهر ۾ سندس حيثيت ’گل‘ ۽ ’نازليءَ‘ جيتري ئي هئي. پر، تنهن هوندي بہ، هو پنهنجي نوڪراڻيءَ عادت کان باز نہ ايندو هو. روزانہ گهر جي هر قسم جي ڪم ڪار کان پوءِ، شام جو گل ۽ نازليءَ کي سير ڪرائڻ لاءِ وٺي ويندو هو. رات جو يارهين يارهين وڳي تائين پاڻ بہ پڙهندو هو ۽ هنن کي بہ پڙهائيندو رهندو هو. هو گهر جو هڪ فرد بڻجي ويو هو. سندس يتيمي ختم ٿي ويئي هئي. هو هر وقت خوش خوش رهندو هو. هن کي اهو سيڪجهہ ملي ويو هو، جنهن لاءِ هميشه يتيمخاني ۾ سندس آتما سڏ ڪندي ۽ تڙپندي رهندي هئي. هاڻ ڪو ڪيس پٽ ڪري پڪاريندو هو. هاڻ سندس ماءُ هئي، جا ڪيس ’ابا‘ ڪري پڪاريندي هئي. ڪيس پياءُ پيڻ جي قربت ملي ويئي هئي، جي روزانو وڙهي وڙهي ساڻس پرچندا هئا. جڏهن هو هر سال پهرئين يا ٻئي نمبر سان امتحان پاس ڪندو هو تہ اوڙي پاڙي ۾ مٺائي ورهائي ويندي هئي. جڏهن مالڪياڻي ڪانئس پڇندي هئي تہ ”ابا، اهو تہ ٻڌاءِ، تہ تون وڏو ٿي ڇا ٿيندين“تہ هو پنهنجيءَ دل ۾ هڪ عجيب جهرجهري محسوس ڪندو هو. سندس دل بي اختيار چاهيندي هئي تہ ’ماءُ‘ جي پيرن جي خاڪ ٿي وڃي. سندس وقت خوشين سان گذرڻ لڳو. خدا ڪيس يتيم پيدا ڪري بہ، دنيا جي هر نعمت عطا ڪري ڇڏي هئي.

صبح جو جڏهن هو ننڍي ننڍي آئيني جي سامهون ايندو هو، تہ پنهنجو پاڻ کي بلڪل بدليل پائيندو هو. هو پنهنجي عڪس ۾ يتيم سراج کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو هو، مگر اها تصوير تہ بنهہ ڌنڌلائجي ويئي هئي. انهيءَ جي جاءِ هڪ شوخ، صحتمند، خوبصورت ڇوڪري گهيري ڇڏي هئي، جنهن جي سر تي پيءُ جو سايو هو، ماءُ جو پيار ۽ پياءُ پيڻ جي قربت هئي. هو خوشيءَ کان جهومڻ لڳندو هو، ۽ آئيني ۾ مسڪراهٽون پکڙجي وينديون هيون.

مگر سندس اهي خوشيون گهڻيءَ دير تائين قائم نہ رهي سگهيون. جيئن جيئن هن محسوس ڪيو تہ هو وڏو ٿي رهيو آهي، تيئن تيئن سندس سهاجهڙي مالڪ جون نظرون ڪيس بدلبيون نظر آيون. هو تمام وڏو ٿي ويو هو. نازلي تہ سندس اڳيان اچي شرمائجي ويندي هئي. سندس اڳيان اچي، هن جو رنگ ئي سرخ ٿي ويندو هو. نازلي پاڻ بہ تہ وڏي ٿي ويئي هئي. مالڪ کيس پٽ ڪري پاليو هو، ۽ مالڪياڻي بہ کيس غير ڪري نہ سمجهندي هئي، مگر هنن کي دنيا وارن سان بہ تہ منهن ڏيڻو هو! هاڻ هو هڪ نوجوان هو، ۽ غير مرد. سندس مسڪراهٽون، تحليل ٿي، اداسيءَ ۽ فڪر جي ليڪن ۾ بدلجڻ لڳيون: هو هر وقت ڪجهہ ڪجهہ اُجهيل اُجهيل رهڻ لڳو.

هڪ رات جو، نازليءَ جي سورهين سالگرهہ جي موقعي تي، هو سڄو ڏينهن گهر جي ناهہ نوهہ کان ٿڪي ٽٽي اچي پنهنجي بستري تي ڪريو. تہ کيس پنهنجي سهاجهڙي مالڪ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هو هوريان هوريان ڪنهن کي چئي رهيو هو:

"مگر مون هن کي ٻچن وانگر پاليو آهي. مان هن کي ڪيئن چوان؟ هن جي دل تان ڇا گذرندو! نہ نہ، اهو مون کان نہ ٿيندو!"

"مگر اسان کي دنيا وارن سان بہ تہ منهن ڏيڻو آهي! اڄ ڏٺہ ڪونہ تہ جڏهن نازليءَ کي گلن جو هار ڳچيءَ ۾ پاتو هئائين، تہ مٽن مائٽن جو ڪهڙو حال ٿيو هو. وري نازلي بہ تہ هن کي پسند ڪرڻ لڳي آهي. نہ ڄاتي، ڪهڙي ذات، نہ ماءُ نہ پيءُ! اسان پنهنجو فرض پورو ڪيو، هاڻ." اهي سندس 'ماءُ' جا لفظ هئا. کيس ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ڪنهن شيهو پگهاري سندس ڪنن ۾ وجهي ڇڏيو هو. غم جي شدت کان، هن ڏندن سان پنهنجون آڱريون زخمي ڪري ڇڏيون. هو هڪ سپنو ڏسي اٿيو هو. سندس ماءُ پيءُ، ياءُ ڀيڻ، سڀڪجهہ لٽجي ويو هو. هن ديوار سان سر ٽَڪرائي ٽَڪرائي رنو. اوچتو هن جي دل ۾ هڪ عجيب جذبو اُڀريو، ۽ هو ميز جي خاني مان پنو پينسل ڪڍي خط لکڻ لڳو: "منهنجا سهاجهڙا سائين، اڄ صبح جو مون کي نہ پائي شايد اوهان جون سهاجهڙيون اکيون روئي ڏين. اڄ صبح تائين مان توهان کان تمام پري ٿي ويندس. جي توهين مون يتيم کي پيءُ جو پيار ڏيئي سگهو ٿا تہ منهنجون بہ تہ ذميواريون آهن. مون کي توهان جي عزت، ماءُ جي لڄ، ۽ ياءُ

پيڻ جي مستقبل جو به نه خيال رکيو آهي! اڄ مون کي دنيا توهان سڀني کان وڇڙڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو آهي. پر مون کي ڪنهن کان به شڪوو نه آهي - پنهنجي قسمت سان به نه. يتيم هوندي، به منهنجي دل ماءُ پيءُ ۽ ڀيڻ ڀاءُ جي پيار سان مالا مال آهي. مان توهان سڀني جي ياد ڪنيو، هڪ نامعلوم منزل ڏانهن وڃي رهيو آهيان، ۽ جتي به رهندس، پاڻ کي توهان جي پيرن جي خاڪ سمجهندس. توهان جو ادنا ڀانهو، سراج.“

خط ميز تي رکي، پنهنجا ڪتاب ۽ ڪپڙا سوٽ ڪيس ۾ وجهي، هن روئندڙ نظرن سان سڄي گهر تان الوداعائي نظر ڦيرائي، جنهن ۾ سندس يتيمي ختم ٿي هئي، جنهن ۾ سندس ٻالڪ اوستا پروان چڙهي هئي، جنهن ۾ سندس ماءُ پيءُ، ڀيڻ ڀاءُ ستل هئا. اڄ هو انهن سڀني کي ڇڏي وڃي رهيو هو. هڪ نامعلوم منزل ڏانهن سندس قدم کڄي رهيا هئا.

نئين شهر ۾ اچي، هو ڪجهه ڏينهن واٽڙن وانگي چڪرائجي ويو. ڪيترن ڏينهن جي لڳاتار آواره گرديءَ کان پوءِ ڪيس هڪ معمولي هوٽل ۾ منشيءَ جي نوڪري ملي ويئي. هڪ نئين دوست جي ڪوشش سان ڪيس هڪ ڪاليج ۾ داخلا ملي ويئي هئي، ۽ انهيءَ ڪري ئي اڄ هو سيڪنڊ ايئر جو طالبعلم هو.

اڄ صبح جو ڪاليج ويندي، جڏهن هو هڪ يتيمخاني وٽان گذريو، ته سندس جسم جا وارڻي ڪانڊارجي ويا هئا. پوهه جي سرديءَ ۾، اتر جي هوا ۾، سامهون ويٺل ٿڌين قميصن ۾ ڏڪندڙن يتيم ٻارن کي ڏسي سندس جسم ئي ڏڪي ويو هو. ڪيس پنهنجو زمانو ياد اچي ويو هو، ۽ متس وحشت طاري ٿي ويئي هئي. جڏهن هو نيم پاڳلپڻ ۽ بيخودي جي عالم ۾ ڪاليج پهتو ته پروفيسر اياز ليڪچر ڏيئي رهيو هو. جنهن کي ٻڌڻ جو هن جي ڏکويل دل ۾ تاب نه هو. هن سوچيو، ’جڏهن اسان جي زندگيءَ جو مقصد صرف ٻين جي مدد ڪرڻ آهي، ته پوءِ ڏيءَ غريبي، هيءَ افلاس ڇو آهي؟ پوءِ اهي يتيم سرديءَ ۾ ڇو ٿا مرن؟ رُڪا ٽڪر ڇو ٿا ڪائين؟ انهن کي سهارو ڇو نٿو ملي؟‘ سندس دل ۾ انهن وڏن وڏن ڪتابن ۽ ليڪچرن خلاف باهه ڀڙڪي ويئي. زندگيءَ جي وڏن وڏن اديبن، ترجمانن ۽ نقادن جي هوندي ائين ڇو آهي؟ انهن جون باريڪ بين نظرون بڪايل پيٽن، بيمار جسمن ۽

يتيمن جي ڪوٺين تي ڇو نٿيون پون؟ جڏهن ڪين پهرين موت ۾ پوءِ زندگي نظر اچي ٿي، جڏهن زندگيءَ جو مقصد صرف ٻين جي مدد ڪرڻ آهي، ته پوءِ ائين ڇو آهي؟ هن پروفيسر اياز کي ٻڌائڻ ٿي چاهيو ته هو انهن اجاين ڳالهين ۾ وقت نه وڃائي. ڪير ٿو انهن ۾ حقيقتن جو رنگ ڀري؟ اهو ئي سبب هو جو اڄ هو پروفيسر اياز وٽ ٿي- ٻيءَ جي مريضه جو پاءُ ٿي ويو هو ۽ جا ڳالهه هن سوچي هئي، سا ئي ٿي. پروفيسر ڪيس مايوس ڪري ڇڏيو هو. ڪيس اهي ليڪچر، اهي ڪتاب سڀ فريب نظر اچي رهيا هئا، مسلسل فريب. ڪيس ڪاليج جي ديوارن ڪان ئي نفرت ٿي ويئي هئي. اڄ هن پنهنجيءَ دل جي 'پروفيسر' کي به ماري ڇڏيو هو. 'ماءُ' جڏهن ڪانئس پيار مان پڇندي هئي ته "ابا وڏو ٿي تون ڇا ٿيندين"، ته هو چوندو هو "پروفيسر!" مگر اڄ نه سندس ڪا ماءُ رهي هئي، نه ئي پروفيسر ٿيڻ جو خيال. انهيءَ پروفيسر ڪان ته سندس شرابي ۽ جواري غنڊو دوست سٺو هو، جنهن ڪيس مئٽرڪ جي امتحان لاءِ فيءَ جا پئسا ڏنا هئا. جنهن ڪيس ابراهام لنڪن ٿي بنائڻ چاهيو، جو ڪيس 'لنڪن' ڪري سڏيندو هو.

ٻئي ڏينهن جڏهن هو پنهنجي شرابي دوست سان گڏ آواره گردي ڪندي هڪ گهٽيءَ مان گذري رهيو هو ته سندس اڳيان هڪ دل لوڏيندڙ منظر اچي ويو. هڪ مڪان کي باهه لڳي رهي هئي. ماڻهو جمع ٿي، تماشائين جيان ڏسندا ٿي رهيا. هڪ ماءُ جي جگر جي ٽڪري کي به باهه پنهنجن شعلن ۾ گهيري ڇڏيو هو. مگر ڪير هو، جو ننڍڙي ساهه کي بچائي ها؟ ڪير هو، جو ماءُ جي پرندڙ دل تي پاڻيءَ جو ڇنڊو وجهي ها؟ ماءُ جي دلسوز رڙين ساريءَ ڌرتيءَ ۽ آسمان کي لوڏي ڇڏيو هو. هوءَ روئي روئي فرياد ڪري رهي هئي، "مون کي ڇڏيو ته مان به سڙي مران!... منهنجي جگر جو ٽڪرو، منهنجين اکين جو نُور، منهنجي دل جو سرور!... هاءِ، ڪو منهنجي لعل کي بچائي! ڪو مون ماءُ جون دعائون ڪٽي!" ماءُ جي سڙيل دل جون دانهون ٻڌي، سندس دلير شرابي دوست ۾ به ڪا تبديلي نه آئي. هو پاڻ به ٻڌندو رهيو. ڪير هو، جو باهه جي شعلن سان زندگيءَ جي بازي لڳائي ها؟

انهيءَ وقت هڪ 'بازيگر' ميدان ۾ آيو، ۽ هڪ ئي ٽپ ڇلانگ سان موت جو دروازو لتاڙي ويو. باهه سندس رستو روڪي نه سگهي، شعلا ڪيس

جهلسائي نہ سگهيا، دونهون ڪيس ڳڙڪائي نہ سگهيو. هو باهہ سان کيڏندو، شعلن کي پنهنجيءَ راهہ تان هٽائيندو، دونهين ۾ وڌندو رهيو. موت جي منهن مان، هن ننڍڙي ساهہ کي بچائي ورتو! موت هارايو. زندگي سندس پاڪر ۾ هئي. سراج حيرت جي پتلي جيان انهيءَ زندگيءَ جي بازيگر کي ڏسندو رهيو..... اُهو گوءِ کٽڻ وارو، پروفيسر اياز ئي هو! اهو ئي نوراني چهرو، اهائي پُر وقار مسڪراهٽ، اها ئي گنڀيرتا، هو محويت جي عالم ۾ ڪيس ڏسندو رهيو. ڪيس هوش تڏهن آيو، جڏهن سندس شرابي دوست ڪيس ٻانهن مان جهلي گهليو. هن هڪ ئي سَٽَ سان پنهنجي ٻانهن ڇڏائي: "تون مون کي غلط رستي تي وٺي وڃي رهيو آهين. ڪاغذ جي پنن تي بيوقوف بازي لڳائيندا آهن. مان زندگيءَ جي بازي لڳائيندس ! مان 'پروفيسر' ٿيندس - زندگيءَ جو سچو ترجمان. مان دنيا کي اوندهہ مان ڪڍي، روشني ڏيکاريندس.' هن پڪي عزم سان چيو، ۽ پنهنجي شرابي دوست کي اُتي ئي حيران پريشان ڇڏي، تيز قدمن سان گهٽيءَ جي موڙ تان غائب ٿي ويو.

# ڪروڙ ۾ ٻه ماڻهو

آءٌ ڪميا جو ماڻهو آهيان، اهنسا جو، نه ڪروڙ ۾ جيو هتيا، ڪين جنگ جو. هاڻ ٻڌايو امن ڪٿي آهي؟ ڌرتيءَ جي گولي تي ته رڳو جنگ ئي جنگ آهي، جتي ڪٿي جنگ. گهر گهر جنگ. ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي وچ ۾ جنگ. ڀلا "وار ۽ پيس" ناول تي ايمريڪنز ڪي سٺي فلم ٺاهڻ لاءِ جِن پيو هو ڇا؟ ڇا اهو تمام وڏو سوال نه آهي؟...

آءٌ سوچيندو، واساما ڪائيندو، پبلشر وٽ پهچان ٿو. منهنجو پرابلم سؤ روپئي جو نوٽ آهي ۽ پبلشر کي پوليٽڪس تي ڪهاڻي گهرجي، جنهن ۾ نه عشق هجي نه سيڪس. آءٌ اهڙي ڪهاڻي لکي ويندس، واهيات ئي سهي، لکي ويندس. پوليٽڪس تي، فرمائشي ڪهاڻي، سؤ روپئي نوٽ لاءِ. سؤ روپيو مون کي پيٽ لاءِ نه، اهنسا پرابلم لاءِ گهرجي. ساري ... پيس پرابلم لاءِ ۽ پروفيشنل ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان پوءِ، صبح جو ٻارهين وڳي ڪهاڻي ڏئي، سؤ روپيو وٺي، دوستاڻي چانهه واري ڪچهريءَ کان پوءِ آپي خان ٿي وڃڻ جي ڳالهه ڪري، آءٌ گهر پهچان ته ناني مٽي پٽي آهي. 80- 90 سالن جي ناني. زندگي!... موت!... سو رپيو، ڪهاڻي. اهنسا پرابلم. موت ڪيڏي نه ان نيچرل شيءِ آهي. هاڻ ته موت تي ڪنٽرول ڪرڻ گهرجي. آخر ڪربن جي تعداد ۾ جنريشن ٿو جنريشن، ماڻهو ڪيستائين مرندو رهندو! ڇا اهو تمام وڏو سوال نه آهي: ڪنٽرول آن ڊيٿ؟ ان دي ورلڊ آف سائنس، ڪنٽرول آن ڊيٿ، از ناٽ اين امپاسيبل مشن. آءٌ نانيءَ جي پٿر تي پنج منٽ ويهي ڪهاڻي لکڻ لاءِ هليو وڃان ٿو ۽ پبلشر جي ڏنل سنڌ جي پراڻي نقشي کي هڪ گهمرو غور سان ڏسي، ڏونگهي ڪشمش ڪائيندو، ننڍڙي پٽ عشقوءَ کي آر. سي. سي جاءِ مان وٺي، پنهنجي ننڍپڻ واريءَ سائيڪو سال پراڻي ٺيڪاڻيءَ جاءِ ۾ اچان ٿو، جنهن ۾ بجليءَ جو بلب ٻن چئن ڏينهن کان لڙڪايل آهي، چوريءَ جي بجلي. ايڏي ٺڏ ڪانهي، پر عشقوءَ جو نڪ بند ڏسي ووٽاڻين کي ميڙي دونهين دکايان ٿو.

عشقو ٽن سالن جو آهي. ڏاڍو تنگ ڪندو آهي. چوندو آهي ڳانو

ٻڌاءِ، لَو مي ٽينڊر، لو مي ٽرو. مون کي هيڪل پڻ آهي، آءٌ سندس هر ضد پورو ڪندو آهيان. هو ڳائي ڳائي نچي نچي چوندو آهي گانو ٻڌاءِ، لو مي ٽينڊر ۽ آءٌ بہ جهومي جهومي ڳائيندو آهيان. ڳائيندو سٺو آءٌ آهيان ۽ ان تي ناچ راڪ ۽ رول هو سٺو ڪندو آهي. نيٺ بہ تہ ٽيليويزن جي دور جو ٻار آهي. منهنجي غربت جيڪڏهن ڪيس ڪا سئنيما اسڪوپ فلم نہ ڏيکاري سگهي آهي تہ ڇا ٿيو. ٽيليويزن تہ سڄي ڳوٺ ۾، گهر گهر ۾ آهن. مون کي سندس ناچ الوز پرسلي جيتروئي وڻندو آهي ۽ ڳائڻ بہ.

نانيءَ جي موت سبب، پنهنجي ٻالاپڻ جي گهروندي ۾ ٽيهارو سال ڪان پوءِ اڄ ڪن لاءِ سَن ۾ اچي وڃان ٿو. ساروٽا سانوڻ جي سنڌوءَ جيان ڊوڙندا ٿا اچن. ٽيرهن چوڏهن سالن تائين جي ٻالاپڻ جي ساري سانير جا ساروٽا.

متي، ڪاٺ جڙيل ڇت ڏانهن نهاريان ٿو. ڇت مون کي اوتروئي سهڻي پئي لڳي. جڏهن مان ٽن چئن سالن جو هئس، تڏهن ان ڇت جي هڪ داسي ۾ رنگين ڪچ موتين جو ٻن- ٻن پکن وارو هوائي جهاز ٽنگيل هو، مون لاءِ آلا، ڪيڏو نہ سهڻو جهاز هو! ضرور ڪنهن وڏي آرٽسٽ جو ناهيل هوندو. اهو جهاز جي هينئر ڇت ۾ لڳل ناهي تہ ڇا ٿيو، منهنجي ساروٽن ۾ تہ آهي. ڪي ڪي ساروٽا سانپيان ڪان وڌيڪ سهڻا ۽ چٽا هوندا آهن.

وري هيٺ پٽ ۾ لڳل پيتين رکڻ جي سگهي پيتي تکتي کي ڏسان ٿو، جنهن تي اڄ بہ ٽي وڏيون پيتيون رکيل آهن، پر ساروٽن جون پيتيون ڪيڏيون نہ سهڻيون هيون! ڪاٺ جون. چون ٿا، انهن مان هڪ پيتي سدائين منهنجي لاءِ بادامن ۽ ٻي ڊراءِ فروٽ سان ڀريل هوندي هئي. مون کي بادامن جو سواد تہ ياد ڪينهين، باقي ننڍپڻ ۾ پنڊ پهڻ ٽيل بادام ياد اٿم، جيڪي ننڍپڻ ۾ فاسلز لڌا هئم. ان ٻالاپڻ ويلا ۾ مون چرئي چرپٽ ٻهراڙيءَ جي ٻار کي ڪيهي خبر تہ اهي فاسلز آهن، تمام قيمتي! بس مان تہ تماشي ڏسڻ لاءِ، ماٺهن کي انهن پنڊ پهڻ جهڙن بادامن سان ذلبو ڏيئي مزو ماٺيندو هئس. اهي ٻاويهارو کن بادام مون لاءِ ڏاڍا مزيدار هئا. مان انهن کي تجوڙيءَ ۾ لڪائي رکندو هئس. ان لاءِ تہ اهي پهڻ منهنجي زندگيءَ جي بهترين ڪليڪشن هئي.

اها تجوڙي تہ مون وٽ آهي، پر اهي بادام ڪينهن. پيون بہ الاهين

شيون ڪٺل آهن. ها، منهنجي ڏکن جا ڪي جنسار رهجي ويا آهن. سوچجي ته زندگيءَ ۾ ڪيڏي نه هڪجهڙائي آهي. ڪيڏي نه سسٽميٽڪ آهي زندگي! اڳي به آءٌ ڪليڪٽر هئس ۽ هينئر به ڪليڪٽر آهيان. منهنجي پسند به هوائي جهاز رانديڪو هو ۽ منهنجي پيٽ جي پسند به هوائي جهاز رانديڪو. منهنجي گهر ۾ هينئر به روسي ميراج جهاز جو رانديڪو نه بلڪ ڊيڪوريشن پيس رکيل آهي، جنهن سان صبح ساڻ اٿي، منهنجو پٽ راند ڪيڏندو آهي ۽ وري پنهنجي جڳهه تي رکي، ڳائنو ڳائيندو آهي، آل دي اسٽارز، آل دي اسٽارز.

پر ترسو، اوهان سمجهيا هوندا ته آءٌ ڪو وڏو امير ماڻهو آهيان، منهنجي گهر ۾ دنيا جو بهترين رانديڪو رکيل آهي. آءٌ ميجان ٿو ته اهو موجوده دنيا جو سڀ کان بهترين رانديڪو آهي، پر مون اهو خريد نه ڪيو آهي، هڪ آرٽسٽ دوست مون کي پٽ لاءِ، پنهنجي ٽين ايج جو ٺاهيل ماڊل سوکڙي ڪري ڏنو آهي. (پاڻ گهري ورتو هيو مانس)

آءٌ چوان ٿو، ساروٽا به ڇا آهن، ماڻهوءَ کي ڪٽان جو ڪٽان وچيو ڪين. ٻاهر نڪري سامهون نندي پاءِ جي سٽر هزارن ۾ ٺهرايل اڏوڳابري وڏي جاءِ ۾ نهاريان ٿو. اڳي اتي منهنجي ڳئن، مينهن، ٻڪرين ۽ رڍن جا واڙا هئا ۽ هاڻ رڳو هڪ ڪتو، پيو ان ڪتي جي ڳلرن جو هڪ جوڙو آهي.

ساروٽا به ڪيڏا نه سلوٽا آهن. جڏهن اچن، ماڻهو ذهن جي اننت ٻاتارن جي تونبار ۾ هليو وڃي. مون وٽ ته پلوڙ ڏکن جو جوڙو به هو. هڪ ڏڪو ته موهن جي دڙي جي سيل واري وڏي ٿوهي واري ڏڪي کان به سگهارو، وڏن سڱن وارو. ڏڪو ناهي ته ڇا ٿيو، ان جي ڇهري جي جڙاوَ جو پيرت پريل ساج ته مون وٽ تجوڙيءَ ۾ موجود آهي. الوءِ، ڏسي ڪيڏي نه اربيلي نرواڻ جيهي سانت ملندي آهي. هرڪا شيءِ پنهنجي اندر ۾ ڪيڏي نه ڪهاڻي آهي، ڇا منهنجي ڏکن جي ساج تي ڪهاڻي نٿي لکي سگهجي؟ تجوڙين ۾ ته سون ۽ روپيو رکبو آهي، نه ڏکن جا پراڻا ساج. گهر آهي ڪين فرانس جي لاري ميوزيئم جو ڪو ننڍڙو خانو .

هون- ڪهاڻي... ڪهاڻي، پاليٽڪس تي ڪهاڻي. نو رومانس، نو سيڪس. آرڊر از آرڊر...

هان- ڇا اڄ مان هن گهر ۾ اچي ڏاڏو رومانٽڪ ٿي ويو هيس.

چاهيم پئي تہ زال سان سيڪس انجواءِ ڪريان، پر هوءِ ويچاري اَبوجهہ، هن کي ڪهڙي خبر تہ وهانءَ ويل پهرين رات اسان ان گهر ۾ هني مون ملهائي هئي. ۽ اڄ رات، چوويهن پنجويهن سالن کان پوءِ، ان ساڳئي گهر ۾، ان ساڳي ڇت هيٺان ايڏي نويڪلائي!

جڏهن تہ سڀ ماڻهو پوڙهي نانيءَ جي مرتيي تي ويا هجن. جيون ۾ چويهن- پنجويهن سالن کان پوءِ ساڳي ڪٿ، ساڳيو جنديءَ جو هندورو. بس ڪا شيءِ واڌارو آهي تہ اهو ڇٽن سالن جو سڪيلٽو ننڍ ۾ الوٽ ۽ الوپ پار. ايڏو نويڪلائي ۽ تن ڇٽن سالن جي پٽ جي ورڪائون ڏيندڙ نرواٽڪ آسيس. منهنجي زال نانيءَ جا ڏک ۽ ڏنجهہ ڪنيو ويئي آهي. چوانس پيو تہ گڏهہ، هن جا تہ پير بہ هاتي روڳيءَ جيان سُجي پيا هئا. نہ ويج نہ طبيب. هن کي تہ پاڻ نوي سالن کان پوءِ نرواڻ ملي آهي. اڄ دل تي چوي نانيءَ تي ڪهاڻي لکان، الا، اها منهنجي لائيف جي بهترين ڪهاڻي هوندي. چوي ٿي:

"ڀوت، ڪهاڻيون... هڏ تہ سڪائي ڇڏيا اٿئي پنهنجا، ڇڏ انهن کي، ڇريو تہ نہ ٿيو آهين !" آءُ ڳراٽي ٿو پايانس.

"مُئا ڌيان ڪر، شرم ڪر، هندن ۾ بہ ٿي - چار ڏينهن مُئي جو ادب ڪندا هوندا." هوءَ ڪاوڙجي ٻر تي نڪري ٿي وڃي.

"پوڙهي... حرامزادي....." آءُ گاريون ڏيندو رهجي ٿو وڃانس.

ڪهاڻي... هون ڪهاڻي، ناني تہ وڏي ڪهاڻي هئي. پر نو سيڪس، نو لَو، اونلي پوليٽڪس. پيورَ پوليٽڪس. سوچيان ٿو، پيورَ پوليٽڪس تي ڪهاڻي لکڻ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي، پر اڄ جي رات تہ موت تي ڪهاڻي لکڻ جي آهي، جڏهن تہ سائنس جي دنيا ۾ ڪنٽرول آن ڊيٿ از ناٽ امپاسيبل مِشن، تہ پوءِ ماڻهو مرن ڇو پيا؟ جڏهن تہ سائنس جي دنيا ۾ نيوٽران بم اچي ويو، پر ڏاٽ جي سور لاءِ اڃا تائين ڪابہ سني دوا نہ ٺهي سگهي آهي. اڃا تائين ڏندن تي ريسرچ جاري آهي، موت تي تہ ڪنٽرول جي ڳالهہ ئي پري ٿي. ان جا ڪنهن سبب سوچيا آهن، ان تي ڪنهن ريسرچ ڪئي آهي؟ ۽ اوهان جي ڇئو تہ موت تي قبضو ڪري سگهجي ٿو تہ ماڻهو اوهان تي ڪلندا. ريسرچ ها، جاري آهي. شيم... شيم.... شيم.....

ٺيڪ آهي، اڄ ڪهاڻي نٿو لکان، ڏسان سياڻ منهنجو مٿو ڪيئن ٿو

يجي. ڇا مان پراڻي ليٿو مشين آهيان، جنهن کي جڏهن گھمائيندا وڃو ۽ ڪهاڻيون ڏڙا ڏڙ نڪرنديون اينديون... ٺيڪ آهي، سياڻي چوندو سانس پيور پوليٽڪس معنيٰ پيورَ ڪوڙ. دس از ناٽ دي ٽائيم آف پاليٽڪس. اِٽس اوور، آل اوور. نائو اٽ از ٽائيم آف آرٽ، پيور آرٽ، ٿنڪنگ ايلس. ٽوڊي دي يونيورس نيڊس ٽالسٽاء، هرمن هيس، پرل ايس بڪ، ٽئگور، شاهه، سچل، هٽلر، گوبل، چرچل، ڊيگال، اسٽالن، خروشچيف، ڪينڊي. دي آر ان وانٽيڊ پيپلز نائو. نو پاليٽڪس، نو ويپنس، نو مور آرگيومينٽس، جنٽليمين!

هون - ٺيڪ آهي، ائين چئي ٺيڪ ڪري ڇڏيندوسانس. سؤ رپيو جيڪو مون کي ڏيندو، ان جي مون کي به خبر آهي، باقي سنڌ جو نقشو مون کي گهر ۾ چوريء جو ٿي سهي، رکڻ جو حق ناهي ڇا؟ آءٌ ساڃهه ڪهاڻي ڇو نه لکان؟ ۽ آءٌ پنهنجي مرضيء جي ڪهاڻي لکي لت ڪوڙي سمهي رهان ٿو.

# پولارن پاتالن ۾ پتڪندڙ ماڻهو

ڪرِئَن مشين راڻي ۾ قاتل آهي.

چوڏس ڦهليل . انيي جي سهس ڪيتن ۾ قاتل سوئي گئس لائين ڪونيندڙ بڪيٽ ڪرئن مشين. جنهن کي ڪيڻ لاءِ سوئي گئس جا سڀ آفيسر، انجنيئر ۽ ٻيا ٽيڪنيشن گڏ ٿي ويا آهن ۽ ڪيتن ۾ ڏاڍا نيلار ڪريو پيا مشين کي ڪيڻ جي اپائن تي ڳالهيون ٻولهيون ڪن. ۽ هو - هو عيش ۾ آهي. ڪرئنِ جي ڏکهي ڏکهي سونهي متان وينو. ماسترياڻيءَ جا پنڌ ۽ پيرا ڏسي. نيري پرتل وڳي ۽ اجرڪ ۾ ويڙهيل سيڙهيل گنڪي مٽڪي ماسترياڻي. ۽ ڪن لاءِ هو. پري ڪان ايندڙ ماسترياڻيءَ ۾ نهارڻ ۾ ڪوئجي ٿو وڃي. چڻ ڪا ٻي دنيا آهي. سپني جيهي يا ڪنهن سٺي رنگين انگريزي فلم جيهي.

چوڏاري نيڻ نهار تائين ڦهليل ڪيت آهن. ماسترياڻي ۽ ان جي اڳيان پٺيان ٽڪا ٽڪا هلندڙ پنج - ڇهه اسڪولي ٻارڙا، پتڪڙا. هو سوچي ٿو: 'هلي چا ٿي، جهڙو ڊيل ٻچا چڱائڻ ڪان پوءِ پوڏيسر جي تڙاوَ ڏانهن وڃي رهي آهي.' ۽ هيٺ ڪرئن جي بڪيٽ ۾ بيٺل ڪلينر پڇڪي ٿو:

"يرِ، تو وارو پکي اچي پيو."

"اڙي چپ ڪر پکيءَ جا ٻچا. هيءَ جا لالوءَ واري لوڌ متان اچي بيٺي آهي، ويندي بہ يا نہ؟"

"سائين، ڪرئن تي فيصلي ڪرڻ ڪان سواءِ اها لوڌ ڪيئن ويندي؟

"پر راڻي ۾ قاتل مشين جو ڪيتن ۾ هلندڙ عشق سان ڪهڙو واسطو؟ اڙي هي آفيسر وڏا جهرلو ٿئي. ٻاهران جيترا پوش پاتل، اندران اوترائي ننگا. گگ وهيو وڃين پرائي عورت ڏسيو. الاهين ڏينهن ڪان فلم ڪانہ ڏٺي اٿن، بس پاڪستاني فلم جو سين ٿي ويندو. بابا جهنگل ۾ منگل." ڪلينر ڪيس ٽڏون تو ڏٺي ۽ هو متاں ڏند تـو ڪرتي: "اڙي مان آفيسرن جي پرواهہ نہ ڪندو آهيان، پر هو ٿلهو اسيريڊ آفيسر آهي نہ، اهو منهنجو سوٽ ٿئي، ڏاڍي خواري ٿيندي. تنهنڪري لڪ لڪوٽي ڪرٽي ٿي پوي."

"اها ڳالهہ آهي، آءٌ بہ چوان آفيسر پٽ تي ۽ اسٽور ڪيپر آسمان

تي" ڪلينر جي ڳالهه تي هو مشين جي سونهن هيٺان بڪيٽ روپ ۾ تيزيءَ سان لڙڪندو هيٺ لهي تو ۽ هن جي ان ريت لڙڪندي لهڻ تي ڪلينر ڪاوڙجي تو:

"اڙي ميان، ائين تہ ماراڻي وجهندين، تنگ ٻانهن پڇي پوئي تہ! ميان، آفيسر جو ٻاءُ هوندين تہ پنهنجي لاءِ هوندين." گنس ڀڏاٿو ڪارو ڪارو ڪلينر ڪاوڙجي تو وجي.

"اڙي ٻاڙين جون تنگون ٻانهون آهن جو پڇنديون." هو ٺڏو ساهه ڀري ماستريائيءَ ۾ نهاري تو، ۽ وري ڏاڍي ايلاز مان پُڇڪي تو: "يار، اها ٻانهن منهنجي ٺئي. ان رن ڪانسواءِ آئون لولو لنگڙو آهيان." هو ڪرڻ جي لوهي رسي ۾ هٿ وجهيو، ماستريائيءَ ڏانهن ڏاڍي موهہ سان نهاريندو تو رهي.

"الا، مون ڪي تہ اها انهن سمورن ٻارڙن سميت قبول آهي. يار قرآن، ڪجهہ ڪر نہ. الا ڏاڍا سهڻا ٻار ڄڻي ڏينديم."

"اڙي واهہ، هاڻ سوئي گنس ۾ ٻيا ڪم ڪنا آهن جو هاڻ وري اهو ڏندو بہ ڪريون؟" ڪلينر چڙي تو وجي.

"نہ يار، تون تہ هرويرو پيو پاڻ ڪي ڳاريون ڏين. ڏس يار، هيئن ڪر نہ، هيءَ راڏ ڪٽي، هن ٻاسي چارين ۾ وجي بلا مار." هو ڏاڍي منٿ مان تو چوي.

"بلا ماريان، اڙي ڪچي پنگ ڪائي ويو آهين ڇا بوبڪ جي؟!"

"يار ڏس، مڙس تي، اصل ڏوڏڙ ۾ ڏَيڙاٽ وجهي ڇڏ، اصل وٺن ۾ واڪا. ايمان سان هي سوئي گنس لائن وڃائڻ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ ڪينَ ڄاڻن. مٿل بلا ڏسڻ لاءِ هڪ ساهيءَ ڊوڙندا ايندءِ."

"پر بلا ڪٿان ايندي! اڙي ٻوپا تہ ڪين تو ڪائين؟"

"يار تون بہ عجيب گڏهہ آهين، ڇنجانءِ ڏرَڙ ۾ گهڙي ويئي آهي."

"پر ميان آئون اها ڪُٺپڻي جي ڊيوٽي ڇو ڏيان؟ سياڻي تون سڄي ليبر ۾ ڊنڊورو گهمائين تہ ادروءَ سان مون هيئن ڪيو. اڙي مون ڪي خبر آهي، تون وڏو پلستر آهين."

"توبهہ، پلا آئون ڪو بُري نيت سان پيو وچان يا ڪو منڊل پيو ڪريان؟ اڙي ڪڏهن تہ ڪنهن عاشق جي دعا ڪَتِ. ايمان سان نہ تہ مون ڪي

بلئڪ ميل ڪرڻ ٻه ايندو آهي."

"اي ها ها، ياڙين جا اٺ ڪاهيا هوندءِ. بلئڪ ميل ڪرين يا وائيٽ ميل."

"چو ڙي، مون کي خبر ڪانهي ڇا ته مشين ڪيئن ڦاٽي آهي؟ استاد نمن جي ڇاوَن ۾ آنند فرمائي ۽ شاگرد هاتار جيڏي مشين هلائي. اڙي تو وارو استاد ٻه سُڪ تي ويندو، مون کي سچي خبر آهي، مشين ڪيئن ڦاٽي آهي."

"يار تون ته ڪو وڏو حرامي ماڻهو آهين!" ڪلينر راڌ ڪڻڻ لاءِ وڌي ٿو. هو بڪيٽ ۾ بيچين بيٺو اچا ٻه نماٽائيءَ سان ڪيس ايلاز ڪري ٿو ته متان ڪٽي ڪلينر ڦري نه وڃي:

"يار سنگت ۾ ايترو ٻه نه وهندين ڇا؟ قرآن، هڪ ٿي ملاقات سان منهنجا چوڏهن ٿي طبق روشن ٿي ويندا آهن. مڙس ٿي ياڙيا. ڪونه ٿيون پروچن واريون ڪهاڙيون لڳنٿي."

"ها بابا تنهنجو وقت آهي، جيڪو حڪم." ڪلينر هن ۾ خارن مان نهاريندو وڃي ٿو ۽ هو سوچي ٿو ته هني- مون جي پهرين چُمي انهيءَ مشين جي سونڌ متان نه ڪريان ته سمجهندس مڙس ٿي نه آهيان. ۽ مشين جي اوچي سونڌ ۾ نهاريندي مرڪي ٿو پوي. اوچتو ڪلينر جي ٽِڪاٽ تي هو ڏانهن نهاري ٿو. ڪلينر ويندي ويندي موٽ ڪائي آيو آهي:

"ٺڪ ٺٺي ياڙيا، پرائي چوريءَ لاءِ سنگت ٿو سَٽين، پُڇنٺي ته ٽڪي تي ٻه ڪانه ٿي."

"حرامي، ٻه لٺيون ڏڏڙ ۾ هٺندي پرو چڙهندءِ ڇا!"

"اڙي پر اڳيان ٻه ڪُت خلق آهي آفيسرن جي."

"پوءِ ترڙا وري مون سان پٺاڪ نه هٺجانءِ ته هيئن ڪيوسين، هونئن ڪيوسين." ان ڳالهه تي ڪلينر ڪَرٽيون ڪائيندو ڳم ٿي وڃي ٿو ۽ اوچتو وٺن ۾ واڪا پيدا ٿي ٿا وڃن ۽ هو اڪ وٺي تيڙ ڪائي ٿو وڃي. ماسترياڻي جي ڏڳ جهلڻ لاءِ. ۽ ڪيتن ۾ هڪ ڇورو ۽ ڇوڪري هڪبئي سامهان اچيو وڃن.

"ليڊي، هائو آر يو!" هو سرنهن جا پَن ڇپاڙيندي ٿو چوي.

"تون آهين ڪير؟... تون اهو سَت ڪيئن ٿو سارين!...؟"

”توکي ڏسيو، پاڻ پيدا ٿيو وڃي.“ هن جي ڳالهہ تي ڪن لاءِ ماسترياڻي بيهي ٿي وڃي ۽ نهايت ٺهمر سان ٿي ڳالهائي: ”پٽ، مون کي هيٺي ۽ هيڪل عورت نہ سمجهہ. مان پنهنجي مرمَ ۾ ٿي مران نہ تہ ڪاڇين ڇا سان!....“

”ڪڇو ڪائي چڏ نہ مون کي.“ هن جي نيڻن ۾ جادوءِ هاڻا موهہ پرجي ٿا وڃن.

”ڏس، شانائتي ڳالهہ ڪر. ڪنهن اَڇاتل عورت جي ائين واٽ جهلڻ اشرافن جو ڪم نہ آهي. سچ، تون مک مان ڪوجهو نٿو لڳين؟“

”ان لاءِ تہ مان اندران بہ ڪوجهو ۽ ڪوڪلو نہ آهيان. آئون... آئون راڄ ڀاڳ وارو ماڻهو آهيان.“

”تڏهن سدائين ڪِرڻ جي چوٽيءَ تي لڙڪيو پيو هوندو آهين. هڪ غريب ماسترياڻيءَ کي تنگ ڪندي توکي رتيءَ جيترو بہ ڪهڪاءُ نٿو اچي.“ هن جي ڳالهہ تي هو چوٽ ڪائي، وڏي شوڪاري سان ڏانهس نهاري ٿو.

”غريب؟ تون جي مهاراجا جي ڏيءَ بہ هجين ها، قرآن، آئون تنهنجي واٽن ۾ ائين ڊوڙندو اچان ها، گهور اچان ها. ڪٿي وڃان ها توکي.“

”ڇو؟...“ هوءَ ڏاڍي بيزاريءَ سان هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٿي تہ ڪو ڏسي تہ ڪونہ ٿو.

”شايد ان لاءِ تہ منهنجي... منهنجي ذهن ۾، سپنن ۾، جنهن ڇوڪريءَ جا ساروپا وينل آهن، سا تون آهين. تون ساڳي اهڙي آهين.“

”ڏس تو کي ڪجهہ بہ نہ ملندو، ڇو تہ منهنجي روزيءَ تي لت هڻين. هي تہ ’مروڻان موت، ملرڪان شڪار‘ واري ڳالهہ آهي.“ هوءَ روئي ٿي پوي ۽ هو وائڙو ٿيو منجهس نهاريندو ٿو رهي.

”ڇو ... تو روئي ڏنو!..... ڇو؟...“

”......“ جواب نہ پائي، هن جي اندر ۾ ڇڻ وڏا پولار پاتار ٿيو وڃن، ڏکن جا.

”نہ روءِ، ٺيڪ آهي وري ڪونہ ايندس. تو آڏو وري ڪڏهن ڪونہ ايندس. پلا مون کي ڪهڙي خبر تہ تنهنجي جيون ۾ ڇا آهي ۽ آئون ڇا پيو ڪريان. مون کي تہ ايتري بہ خبر ڪانهي تہ تون ڪنواري بہ آهين ڪي نہ!...

آئون معافي ٿو گهران!"

"مهرباني." ۽ ماسترياڻي اڳتي وڌي ويجي ٿي ۽ هو مڙي نهارڻ لاءِ لوهاتجي ويندي به مُڙي ماسترياڻيءَ ۾ نٿو نهاري ۽ پويان پير ڪري ٿو. وڪ وڪ تي جڻ ڪاريهر جا ڏنگ ٿو کائي.

موٽندي هن کي ڀاسي ٿو، ڪيت، آڪاس ڦرن پيا. ڪيت، ڪيت ناهن، الائي ڇا آهن!

هو موٽ کائي ڊوڙندو تکڙو ڪرڻن ۾ چڙهي ٿو ۽ ساهه ۾ مونجهه محسوس ڪندي هو ڊرائيونگ سيٽ تي ويهي ڪرڻن جي بڪيٽ ليور اَپَ ڪري ٿو. لوهي رسن جي ڇڪاوَ سان بڪيٽ مٿي کڄندو ٿو اچي. هو هڪدم بڪيٽ ليور ڊائون ڪري ٿو. ڀاري ڏوڏي سان بڪيٽ هيٺ ڪري ٿو، ڌرتي جڻ ڏٻي تي پوي ۽ هو روئي ٿو پوي، نِنڍڙن ٻارڙن جيان!

# سِڄ هنيائون سج ۾

هو هاڪڙي جو صدين سُڪل پيٽ وٺيو، هلندو ٿو وڃي. سج وڙاءَ سامين جي ساٿ پٺيان. ٿر جا سامي ڏسي، هو پنهنجو ماڳ وساري ويٺو آهي. هن کي تہ اها بہ ڪل ڪانہ پيئي، تہ هن کي ڪهڙي دِشا، ڪهڙي مارڳ وٺڻو هو. بس، سامي ڏسي، من پنيرجي ويس: ڪَن ڪٽ، ڪن چير ڪاپڙي ! اهو بہ وسري ويس تہ ڪهڙي ڪارج آيو هو. بس ڪٽي پيرا ڪنيائين، تہ سامين جو سانگ ڏسجي، پر چوندا آهن تہ سامين، جوڳين ۽ ڪاپڙين جو ٿر ٿانءَ ڪٿي...!

ڏڪاريل هاڪڙي جي وارياسي پيٽ مان، سامين پٺيان هلندي، هو ٽن ڪوهن ڪان بہ مٿي پنڌ پٽي آيو آهي. چوڏس پٽون ئي پٽون، پر بيگان آهي. لکين ڪروڙين سال اڳ، سمونڊ جون ڇڏيل وارياسون پٽون، ٿي سال ساندهہ آئي جون هوائون ئي ڪين هليون، ٽنهنڪري، ٿر بر ٻڃي ويو آهي. ڏهرين ۾ ڪين ڏهرين مٿان، چوڙيلين جا چنل چنا، مَنهن ۽ چوُنرا ويڳاٽا ۽ بيران آهن ۽ پنڌ ۾ آهن، ڏڪار ڪان لاڏاٽا ڪندڙ ماٺهو. ڪنڊن، ڪونيٽن، ٿوهرن ۽ ڪارن ڪبڙن ڪان سواءِ ٻيو سيوڪي ڊوڙ آهي. سائيڪن جا منهن بہ لٽجي ويا آهن. رکي رکي پٽن مان گرم باهہ جهڙا واچوڙا ٿا اٿن، ۽ ڏهريون ڪورن جيان ٻرنديون پيون نظر اچن. پٽن مان رت جي بانس پئي اچي ۽ آسمان ۾ آهن لامارا لامارا ڳجهون ۽ سِرٽيون، جي اُج ۽ ٿونس ڪان نست ٿي ڪريل ٻڪرين، گائين ۽ رڍن مٿان پيون لامارن سان لهن. ڍور جي پساهہ ڏيڻ ڪان اڳ چُهنبون اڪين ۾. ڍورن جي ڦتڪ ڦتڪان ۽ ڳجهن جي پٽ پٽان. سڄي ٿر ۾ راڙو آهي، تہ ههڙو ڏڪار تہ ڪڏهن ڪين آيو. سڄا سارا ٽي سال ويچارن ٿرين ڪارو ڪڪر بہ ڪين پسيو.

هو دور دور بيران ۾ نهاريندو، سامين جي جٽي پٺيان هلندو، اچ ڪان، ڪلهن سان لڙڪايل ڪَليءَ جي ڏوُنر ڪولي، پاٽيءَ جا بہ گلنپ پي، وري ڏوُنر سان ڪليءَ جو منهن سوگهو ٻڌي ٿو. جهولي ۽ لڪ ڪان سندس ڪل آرايون-آرايون ٿي، ڦلوڪٽا ٿي وئي آهي. رکي رکي آرايون ٽچڪنس ٿيون، ۽ ٽپهريءَ

جو آڳ اَلاءِ سج جڻ نڪ ٻڌي بيهي ويو آهي. دوزخ ئاهڻ لاءِ. جڻ ڪڏهن ٽڏو ڪين ٿيندو، ڪڏهن ڪين ٿيندو- ۽ سامين جي سفر جي ٻه جڻ ڪٽ پڇاڙي ڪانهي. سامين پنيان هلندي، هانوَ ۾ سوٽون ٿيون اپرنس :" وطن... وطن... وطن..." جن ماٺهن ڪاڻ هو وڻ وڻ پيو ووڙي، سي ڪو ڪيس سڃاڻيندا؟ سندس ڪو آدرپاءُ ڪندا؟ ماڳهين ڏمرندا. ته ميان ڏنو ڇا ٿئي، جو پٽ ئي ڪين ٿو ڇڏين! پنهنجون ڇايون نپايون ڪين اٿئي ڇا؟ ماڻهو. ماڻهوءَ ڪان ڇرڪيل، هي ملڪ ٿيو. ڪين راڪاس، برڙباڪاس جو ٻيٽ؟ بس نهار ئي پهرين، سڄا ئي ڪوهه. وري ڪنهن ننڍڙي ٻار به مڙي ڪين نهاريو. ته پنيان ماڙهون رهجي ويو... ڪين ڇا؟ بس، پنهنجو گس، پنهنجو منهن... ٻين سان نڪو سڱ، نڪو سياڪو!

۽ سامي آهن ٻارين ٻچين. جواڻ، پوڙها، ڪنواريون، ٻارڙيون، ٻارڙا ۽ جواڻ سهٽا جوڙا، پراڻن ويس وڳن مٿان ته ڇا، پر گودڙين ۽ ٻُجڪن مٿان به پرتنءِ سڇيلين ڪوڏين جا جڙاءُ... ڪلهي ڦاٽل ڪنجرن سان عورتون، ڪارائيءَ ڪان ڪلهي تائين ٻانهين ساڻ. گڏهن مٿان ڳوٺين ۽ گودڙين ۾ ارڙ، ڪپر، گڏا ۽ اصيل - نانگ لڏيل ۽ هڪ نينگري... جهڙي ڪپريل بلا! اکين ۾ ايڏو ڪامڻ، ايڏي ڏيا. جو ڏسندڙ جادوءَ ۾ اچي وڃي. ٻور ساماڻل سامڻ، وڏن ڪامڻن اُرهن ساڻ ۽ ٻاريتڙين ڪي ٻنن ساڻ ٻار ٻڌل. تنجيل ٻار... رڻ ۽ رائي ۾ ڇاول، ماءُ جي نراڙ سان، اجرڪ جي جهولي ۾ ٻڌل.

جڏهن ٽپهريءَ جي پوئينءَ ويلا ۾. سامين، ڇارين جي هڪ جهنڊ هيٺان اچي ڍاپو ڪيو، ته هن جون مٽيون موڙهجي ويون ۽ اٺ تڻ اورا ڪورا لڳي ويس، ته هاڻ هو ڪيڏانهن وڃي؟ سامين لاءِ ته جيهوڪر هن جو وجود ئي ڪينهي، پر پوءِ به هو نرلج ٿي، ٿورو وٿيرڪو ويٺرڪو. سامهين هڪ ڪنڊيءَ جي هيٺان. ٽڙ ڪي ٽيڪ ڏئي، ويهي ٿو وڃي- ۽ ڪولڻ لڳي ٿو ٿيلهو، جنهن ۾ بسڪوٽن جو پڙو آهي. اکيون جٽي ۾ ڪپايو نهاريندو ٿو رهي ۽ سج هڪ پٽ جي اوڍر ۾ ڍري ٿو وڃي. ڏسڻ ۾ اچنس ٿيون رڳو سامين جون دونهيون، دورا ۽ ٻاڇا، هر پاڇو ڇٽو پٽو ۽ پڊرو، پاڇو هوندو به آنهريءَ جيان روشن.

الاهين دير ڪان پوءِ هڪ پاڇو ڏانهنس وڌي ٿو. هو ڏسي ٿو، اچي

ڏاڙهيءَ ساڻ هڪ ڳيڙهو رتو. ڪن چير ڪاپڙي سندس مٿان اچي بيهي ٿو. ڳنڀيرتا سان ڏاڙهي ڪنهندي چوي ٿو:

"اڇي، هي ٻاجهريءَ جي مانيءَ جي ڳڙ ذرو... جيڪي اڳيان، سو پيش پرين...."

پوڙهو اُباڻڪي منهن سان آيو هو ۽ اباڻڪي منهن سان وڃڻ لڳو هو. پر الاءِ ڇا سوچيندي، وري موٽي ٿو اچي، ۽ نج چانڊوڻيءَ رات ۾ سندس ٿيلهي، بوٽن ۽ جين جي پينٽ ۽ جاڪيٽ ۾ نهاريندي پڇڪي ٿو:

"ڇو پٽ، هن ڏڪارين ڏسائن ۾ ڪهڙو وندر پيو ووڙين؟"

"آئون... آئون اخبارون ڇاپيندو آهيان." هو منجهي ڪوڙ ٿو ڳالهائي.

"پوءِ ڏڪارئي پاسي ڪوهه نٿو وڃين؟"

"سڪار آهي ڪٿي؟ ۽ اوهان... اوهان ڪيڏانهن پيا وڃو؟"

"اسان... اسان ته جڳن ڪان اهائي واٽ پيا وڃون... اهي ٿي پراڻا پنڌ، اهي ٿي پيرا..." سامي اونهون ساهه ٿو پري، مٿاهنس ڳهري نهار سان نهاريندو، واپس وڃڻ ٿو لڳي. ڪجهه ڳام پري هلندو، دونهن ۽ دودرن ڏانهن، پاڇولو ٿيندو ٿو وڃي.

هو ساميءَ ۾ نهاريندو، وري ٻاجهر جي اڌ مانيءَ ۽ مٿانهس رکيل ڳڙ ۾ نهاري ٿو. ۽ وري پري سامين جي پڙاوَ ۾ نهاريندو، ڳڙ ماني کائيندو، سوچن جي ٻوڏار ۾ هليو ٿو وڃي.

"هان... منهنجي ته تصور ۾ به ڪين هو ته ههڙي ڏڪار ۾ به ڪو هينئن ٿيندو! هنن جون ته ريتيون ئي نراليون آهن. هتي، هن پڙ تي ويٺي، ائين پيو وسهيم، چڻ پراڻا وچايل ڳر تي ويل ڪال ۽ سال وري موٽي آيا آهن. هتي، هن پرٿويءَ تي، سيڪجهه پراڻو ۽ سچ آهي. نئون ۽ ڪوڙو رڳو مان آهيان، پنهنجن هنن ڪپڙن جيان، جي هتي جي جهولن ڪان مون کي نٿا بچائي سگهن."

هو جاڪيٽ ۽ ڳنجي لاهي، وڻ ۾ ٽنگي ٿو. ۽ ٿيلهي مان نئون نڪور اجرڪ ڪڍي، پٽ تي وڇائي ٿو. اشانت من کي آسيس ڏيڻ لاءِ. پنهن اگهاڙو پاڻيءَ ڍڪ پي، سيرانديءَ ڪان ٿيلهو ڪري، ليٽي ٿو پوي ۽ تارا تارا اُڀ ۾

اکيون انڪائي ٿو ڇڏي.

۽ جيئن جيئن رات وهامي ٿي، سورهين۽ سترهين جي چنڊ جي رات، جرڪندي ٿي وڃي ۽ واري سون روپو ٿي، روشن ٿيندي ٿي وڃي. پري پري برف جيان اڇيون ۽ ڏنڌليون پٿون رات جي جهوليء ۾ به برفاني چوٽين جو ڏيکاء ٿيون ڏين. هون۽ به برپٽ ڪين وارياسي ۾ اکيون پنيلجي ويندي يون آهن. ڪڏهن ڪڏهن برپٽ ووڙيندي ائين به ڀاسندو آهي، ته سمونڊ چوليون پيو هڻي... ڪڏهن اوماس جي راتين ۾، چوڏس نانهن جهڙا ڏيک ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هو ڪنائي ٿو... رات جي نوائيء ۾ پري ڪٿان ڪو قافلو پيو گذري، اُٺن جي ڇنگ ڇڙن جا آواز نوائي وايومنڊل ۾ ڏور ڪٿان پڙاڏجندا پيا وڃن، ڏکن ڏولائن جا گيت.

هو ٽڪ ڪان چور سمهي پوڻ ٿو چاهي، پر سندس من ۾ الائي ڪهڙا ڪهڙا اُڌما ايندا، ڪيس جاڳائيندا ٿا رهن. ۽ سامي مرليون وڄائيندا، دودرا دڪايو، جڻ پرارٿنا پيا ڪن. هن کي ننڊ ڪانهي... ايستائين جو سامين جي سين جا آواز به رات جي مانار ۾ لڙهي ٿا وڃن. ڏکڻ ڪان ايندڙ، ٿڌڪار، ٿڪيل جسم کي آسيس پئي ڏئي. هو پاسا ورائي ٿو، ننڊ لاء سوچي ٿو پنهنجي اڄ جي پاڳل پڻي لاء، ته هن کان هيء ڪهڙي حرڪت ٿي ! هن کي ته پارڪر وڃڻو هو! آخر هن اِنهن سامين ۾ ڏٺوڇا... ڇا اها ساري جاڪوڙ ۽ ولوڙ ان ڇوڪريء کي ڏسڻ لاء... توبهن! سهڻي ته ڪيڏي نه هئي، جهڙي ڪر ديومالائي ڪهاڻين جي راجڪماري. اکين ۾ ڪيڏا تيج تجلا، آهر ۽ الماس هئس ! پر هنن سامين جو هيء ڪهڙو سانگ آهي، ڪجهه به ٿئي، صبح جو آئون ساٿن گڏوچڙ ٿي ويندس، آخر ته هي ڪهڙو ويراڳ آهي؟ سندن ڪپڙا ڪيڏا نه ٽريڊيشنل آهن. سنڌ جي ڪوج لهڻ ڪيڏو نه اوکو ڪم آهي. شايد ٿي پرٿويء تي سنڌ جهڙو پراسرار ملڪ هجي، رڳو اونهيء اڪ سان سنڌ جي جاگرافي ۽ رهڻي ڪهڻي ۽ ڀڳن ڪان هلندڙ ريتن رسمن کي ڏسڻو آهي. ڇا اها پراسرار ڳالهه ڪين هئي، ته اڄوڪي سنڌ ۾، جوڳين جي تاريخ ۾، برٽش دور ڪان وٺي اڄ تائين ڪو جوڳي ڪورٽ ۾ ڪهربل ڪينهي. ڪنهن وارتا ۾ به نه!

هِتان جا تارا هُتان وڃي ٿا نڪرن. چنڊ به الائي ڪيڏا سفر ڪَري،

ٻوڏار ۾ پيو وڃڻ جون ڪري. سامين جون ٻونهيون ڪڏهوڪيون اڇهامي رڪ ٿي ويون، پر هن کي ننڊ ڪانهي ـــ رات جيئن پوءِ تيئن ٿلڪندي ٿمڪندي ٿي وڃي. هو اکيون ٻوٽيو، پاسا ورائيندو ٿو رهي.

”تون... ڪير آهين تون؟“ اُچانڪ هو پنهنجي مٿان بيٺل پاڇو ڏسي ڊيهو ٿو پري.

”ٻڍاءِ، تو اسان جو پيڇو ڇو ڪيو؟“ پاڇي سمان نينگري سندس آڏو ڪاٺ جيان بيهو ٿي وڃي. تون ساڳيو ڪونهر وارو آهين نه، ٻڍاءِ... اکين ۾ ڇا ٿي ڇيئي؟“

”مان سيلاني آهيان، مان پنهنجي واٽ وٺيو پيو وڃان.....“

”ڪوڙ، توکي منهنجي ڪامڻ ڪايا ورتو آهي؟“

”... ..... ... “ هو نينگريءَ ۾ نهاريندو رهجي ٿو وڃي. اوچتو هڪ هڙ سندس اڱيان ٺهڪو اچي ٿي ڪري.

”ٻڍ، تون مون کي وٺيو آهين. مونکي ماڻهُ لاءِ هي وڳو پائي آڏوتي ٿي وڃ. ڊڄ نه، ٻڍاءِ ڪيڏو جگر اٿئي؟“

هو موڳاڻجي سامي نينگريءَ ۾ نهاريندو ٿو رهي. ڪيس سمجهه ۾ نٿو اچي، ته ڪهڙو جواب ڏئي.

”ٻڍاءِ نه، ڪيڏو جگر اٿئي. مون کي ماڻهُ لاءِ هي رڃ جو سمنڊ جهاڳيندين؟ ٻڍاءِ، پٽن ۾ ويلا ۾ ڇلا ڪيندين؟ ڏس، مان تو لاءِ ڪيڏا سونُ ساٽ ڪري آئي آهيان، سڄو لوڪ سمهاري.“

هو سامي نينگريءَ جي ڪاون ۾ ڪوڏين جڙيل پولڪا ۾ پڙي ۾ نهاري ٿو. چانڊوڪيءَ ۾ هوءَ ڇڻ ننڊ ولايت جي ديوي ٿي لڳي. راڄاڻ سونهن جو روپ ڏسي، نڙي سُڪي لوٽ ٿيو وڃيس.

”تون ڳالهائين ڪوهه نٿو. ٻڍاءِ منهنجي پريم، موهه توهه ۾ ڪاپڙي ٿيندين؟ ڪَن چيرائيندين؟ مون کي تو ۾ پورو وشواس آهي – تو اجگر واري ڇَپ جو هنئي آهي؟ هوءَ مٽي تان گندي ڊرڪائي، ڪيس پٺ ڏئي ٿي بيهي.

”منهنجي پولڪا جا سڳا اڃا ڪنوارا ۽ آڇوهيل آهن. توکي ڪهڙا ڊيڇوڙا پيا آهن! سامين سان سڱ ٿو ڪرين ته سامي ٿي، ڪولي ڇڏ منهنجي پولڪا جا ڏاڳا، ڏوئي ڇڏ منهنجو ۽ پنهنجو سارو تن من، ڪڍي ڇڏ سارو ڪينو.“

سامي نينگريءَ جي آواز ۾ ڪيپ پرجيو تا وڃن. هوءَ آپيرا جيئن ڪيس پٺ ڏيو، جواٽيءَ جي ڪيپن ۽ خمارن ۾ ڇڻ وٽرجيو بيهي ٿي وڃي، ۽ هو ڪنهن خوفناڪ سوچن جي ٻوڏار مان نڪري، پٽ پيل ڇُني کڻي، هن جي سامهون اچي ۽ ڇني ڀيهر ڏاڍي موهہ ۔ ان سندس مٿي تي اوڍائي. ڪيس ڪاڏيءَ ڪان آگر ڏئي، سندس منهن مٿي تو ڪري.

”تون... تون اَپچرائن ڪان وڌ سهڻي آهين، پر آءٌ تولاءِ دنيا تياڳي نٽو سگهان. تون غلط سمجهي آهين... مون ڪي.... مون ڪي ڏاڍو ڏور وڃڻو آهي، پري پري، سُڪارن جي ڳولا ۾.

منهنجي انگ لاءِ تو وٽ ڪپڙا آهن، پر مون وٽ تولاءِ ڪجھہ بہ ڪينهي. جنهن ڏينهن مان تولاءِ پَٽ جا ڪپڙا وٺي آيس، اُن ڏينهن تنهنجا سمورا ڏاڳا کولي پنهنجي اندر ۾ سموئي ڇڏيندس. ساري پونءِ سامهون... سمجهينءِ“

”نہ... ٻڌاءِ ڪونهر مٿان اهڙين اکين سان ڇو ڏٺو هيئي؟ ... ڇو؟ ڇا ماٺهو آپي ڪان نڪري ويندو آهي؟“

”ها، شايد مان ڪنهن ڪامڻ ۾ اچي ويو هئس. جادوءَ ۾.“

”ڪامڻ ۾؟... ڪوڙا جي جيءَ ڪي جادو لڳي ويو هيئي، تہ پوءِ مون سان رُڃن ۾ پيتڪڻ جي شڪتي تو ۾ ڇو ڪانہ جڙي؟ ڇنہ نہ، تو ۾ اها شڪتي ڇو ڪانہ جڙي؟“ سامڻ ڇوريءَ جي ڇپرن ۾ لڙڪ ڇڻ ڇم ڇم ڪندا تا اچن.

”شڪتي... ها ڪانهي، آءٌ ڪوهہ جاٽان پنڌ ڪيچ جو!“

”پوءِ ميار مٿان رکي اٿئي، تہ اک ازائي، جوڳياٽي ڪچون ڪري وئي! الائي ڪيڏن اوسيڙن ڪان پوءِ مون ور چوندڀو هو. آڳيا ورتي هئي. هاڻ... اڄ صبح جو سامي مونکي هيڪل ڏسي، ڪاريهر نانگ ڪان ڏنگرائي ڇڏيندا، تہ مون ڪوڙو ور ڪيئن چوندڀو؟ منهنجي اکين ڪوڙ تي آرو ڪيئن ڪيو؟ الا... منهنجي نيٺن تہ مونکي ڪڏهن بہ دوکو ڪين ڏنو. ڪڏهن ’ڪلاپ ڪين ڪيو؟ آلا ڪٽ وڃي اڙيون...“ هوءَ ڳِڏڪي ڳِڏڪي رنيون تي دہائي ۽ ڪن لاءِ هو سن ۾ اچيو وڃي، ۽ ڪيس دلداري ڏيڻ لاءِ وڌي تو. سامڻ ڇوريءَ ڪان ڇرڪ نڪريو وڃي؛

”نہ نہ، مٿان ڇهيو ٿئي... ٻڌاءِ، ڇو رُڃن ۾ اڪيون آڙايئي، پريم جي سين هنئي هَيئي؟ جتان آيو آهين، ورڻ هليو.“

سامياڻي ڍهڪاءُ پريل نيٽن سان اندر جا ڇيرا پنهنجي اندر ۾ اوتيندي، بجڪو هن جي پيرن ۾ پيل ڇڏيو. سندس نيٽن ۾ وڏي ڦٿڪاٽ سان نهاريندي، اچانڪ اوچنگارن سان سٽ ڏئي موٽ ٿي کائي. ڪن لاءِ هو ڇڻ سراپجي پند پهڻ ٿيو وڃي. اچانڪ ڪو سانگ ساري هو پنيانس نهاريندي واڪو ٿو ڪري:

”ترس، نہ پوري ڳالهہ نہ مهاڙ، ايڏو ڦوڙائو. ڪيڙوءَ رتو آهيان. جي نيٽن سان ڳڌ ٻانهن بہ وڌائي اٿئي، تہ پوءِ مون ڪي بہ اروڙ جي ٻَند پيچڻ ٿي اچي.“

هو سنياسين جيان پنهنجيءَ وڏي اجرڪ جو ٻانڌٽو ڳچيءَ سان ٻڌي ٿو. وٽن ۾ لٽڪيل پنهنجي ڪپڙن ڏانهن نهاري بہ نٿو. بس، رڳو بجڪو ۽ ٻاٽيءَ جي ڪَلي ۽ بسڪوٽ ڪٽي، پنيري سانت پريل مانار ۾ بيهي ويل سامڻ جي ڪلهي ۾ ٻاٽيءَ جي ڪلي ۽ ٻانهن ۾ ٻانهن اڙايو ساڻس جٽ ٿيو هلڻ لڳي ٿو.

بہ ٻاڇا وڃي رهيا آهن... جوڳين جي دونهين ۾ دودرن ڏانهن، چٽا پٽا، بہ روشن ٻاڇا آنهريءَ جيان.

# سندر سپنا ڀيانڪ سپنا

برف ٽيڻ لاءِ، ٻرندڙ جبل رڪي رڪي، ڏڪي ڏڪي، گجي گجي، ٽڪاءُ ڏئي ڦاٽي پوندو... ٻنيٺ ٿي ويندو... ڪارونجهر ڪان ڪينجهر تائين لاوي جو ساگر لهرون هڻندو. اي۽ ڪا هندو پراڻن (1) جي ڪٿا ناهي. اي۽ ڪو قيامت جو منظر ناهي. برف ٽيڻ لاءِ سڀ ڪجهه ٿيندو.

مون ڏٺو، سون مياٽيءَ جا سڀ تڙ تلائي ٿي ويا آهن. سمنڊ ۾ خوفناڪ طوفان اچي ويو آهي. خوفناڪ مانگر مڇ هزارين ٻيڙيون ٻوڙي چڙهيون آهن. ڪلاچ جو ڪُنُ رت جون ڇوليون هڻي رهيو آهي. ماٺهوءَ مورڙو، مورڙو، پُڪاري رهيا آهن ۽ سڀ ٽر ٻر اوٻائي(2) جو گهر ٿي ويا آهن. اي۽ ڪو ڀيانڪ سپنو ناهي.

مون ڏٺو، اڄ جو ٻيجل سر ترئ تي. ٻئي هٿ ۾ دنبورو. نگريءَ نگريءَ، وستيءَ وستيءَ، گهر گهر، در در، ٻين وڄائي سر جي سين هڻي رهيو آهي، ”ڪو آهي! منهنجا گيت ٻڌي. ڪو آهي! سر جو دان ڏئي. سارو جهونا ڳڙهه گونجي ويو آهي. ماٺهو ماٺهو سورٺ ور آهي. اي۽ راڳ جهونا ڳڙهه جلائيندو. ڪيئي ڪانڌ کهائيندو. ڪو تہ ممڻ مچائيندو. اي۽ ڪا ٻارن جي راند تہ ناهي.“

۽ مون ڏٺو. خوفناڪ گهمسان جي جنگ لڳي پئي آهي. هزارين لاش وڪريا پيا آهن. دودي جو سر نيزي تي ٽنگيو پيو آهي ۽ ٻاگهيءَ جي ڪک رتو ڇاڻ. گج تار تار ۽ لوئي ليڙون ليڙ ٿيو پئي آهي ۽ ماٺهو ڇتن ڪٽن وانگي هن جي ڳِٽن ۾ چڪ ۽ ڇاتين ۾ رانيوتا هڻي رهيا آهن ۽ هوءَ رانيات ڪري چنيسر کي سڏي رهي آهي: چنهون... چنهون... چنهون......! ڪارونجهر ڪان ڪينجهر تائين هن جي رڙين جو پڙاڏو گونجي رهيو آهي، ۽ مان جنگ جي ڌمڪاءُ ڪان چانهونءَ جي هڪ ڪنڊ ۾ ڪنن تي هٿ ڏيو ساهه لڪايو ستو پيو آهيان. صدين ڪان ٻاگهيءَ جي رڙين جو پڙاڏو منهنجي ڪنن ۾ گونجي

1- هندو پُراڻن ۾ اها اڳڪٿي ڪيل آهي تہ سنڌ تمام دنيا ڪان 40 سال اڳي ٻڏندا ٿي آهي ۽ 40 سال سڄي دنيا ڪان اڳ ڀسم ٿيندي.

2- مورڙي جي پيءُ جو نالو

گونجي ٻڌي ويو آهي. مان پنهنجي ساٿيءَ ڪنڌ ۾ ڪروندڙو ٿيو، لڪو ويٺو آهيان. هاٿي پري پري ڏورانهين ڏيهہ ڪان نگر نگر جا ماڻهو مون ڪي ۽ منهنجي پراڻي سيتا کي ڏسڻ لاءِ ايندا آهن. مون ڪي ۽ منهنجي ڪنڌن کي حيرت سان ڏسندا آهن ۽ پنهنجي نوٽ بُڪن ۾ لکندا آهن ۽ آءٌ پنهنجي ساٿيءَ ڪنڌ ۾ لڪو ويٺو آهيان.

۽ مون ڏٺو هڪ ڏينهن ساٿي ٻاگهي، ساٿيو گج، ساٿيو اجرڪ، ساٿيو روپ سروپ ڪري، پنهنجي ننڍڙي ٻاءُ کي مون ڏانهن اشارو ڪري چيائين، ”دودا ادل، هيءُ ڏس!“ ننڍڙي نينگر جي هٿ ۾ ڪوڙو ڦٽاڪي وارو پستول هو. مون ڏانهن حيرت سان نهاري چيائين، ”ادي، هيءُ هڏن جو پڃرو اتي ڇو پيو آهي.“

ٻاگهيءَ چيو، ”دودا! منهنجا ڪونڌر ٻاءُ! هيءُ ماڻهوءَ جو پڃرو آهي. شايد ويچارو جنگ جي ڌهڪاءَ ڪان انهيءَ ڪنڌڙيءَ ۾ ساهہ لڪائي اچي ستو هو ۽ اتيئي ڪو پٿيءَ ۾ ٻڙچ وڃائي ويس، جو اجا تائين پٿيءَ جي هڏن ۾ ڦاٿو پيو اٿس.“

دودي چيو، ”هيءُ مرد جو پڃرو آهي يا عورت جو؟“ ٻاگهيءَ چيو، ”الائي ادا، خبر نٿي پوي. هن جي هٿن ۾ سراڻ ڪانهي. تنهن ڪري هيءُ مرد نٿو ٿي سگهي ۽ هٿن ۾ چوڙيون بہ ڪونہ اٿس، تنهن ڪري هي عورت بہ ناهي.“

”پوءِ ڇا آهي ادي؟“

ٻاگهيءَ نفرت مان مون ڏانهن نهاريو ۽ چيائين.”هيءُ نہ مرد آهي نہ عورت!“

ٻار جي منهن ۾ گهنڊ پئجي ويو ۽ شرارت ڪان ڪوڙي پستول ۾ ڦٽاڪو ڀري مون ڏانهن تاڻي ٺڪاءُ ڪرايائين.

”آهہ!“ مان وڏي رڙ ڪري جاڳي پيس. پر اي! ڪو ڀيانڪ سپنو ناهي، اهي ٺڪاءُ ڪوڙا ناهن. ٻاهہ تيڻ لاءِ ٻرندڙ جبل رکي رکي دکي رهيو آهي.

۽ مان پڙاڏو ٻڌڻ لاءِ ٻرندڙ جبل ڏي ويس. مون زور سان رڙ ڪري آواز ڏنو، ”هو ... هوهو...“

چوڌاري جبل گونجي ويو.

مون وري رڙ ڪري چيو،

"منهنجي اندر ۾ چيرو آهي، مان جوالو آهيان."

پڙاڏو پيدا ٿي ويو.

"منهنجي اندر ۾ چيرو آهي... مان جوالو آهيان.... جوالو آهيان. جو... ا... لو..... آ.....

"مان چانهون جي دڙي جو انسان جاڳي پيو آهيان."

"مان چانهون جي دڙي جو انسان جاڳي پيو آهيان...."

جاڳي پيو آهيان. جا... ڳي... پيوآ.... هيان....

"مان موهن جي دڙي جو وارث آهيان... هي ڌرتي منهنجي آهي"

"مان موهن جي دڙي جو وارث آهيان... هيءَ ڌرتي منهنجي آهي... هي ڌرتي منهنجي آهي....."

'هو...'

'هو...و.....'

'هو هو'

'هو هو... هو ..... و'

"مان دودو آهيان. منهنجو سر نيزي تي هوندو."

"مان دودو آهيان. منهنجو سر نيزي تي هوندو... سر نيزي تي هوندو... سر نيزي تي هوندو..."

"مان سون مياڻي جو مورڙو آهيان، مان پنهنجو ماڪ ملهائيندس."

"مان سون مياڻي جو مورڙو آهيان، مان پنهنجو ماڪ ملهائيندس. مان پنهنجو ماڪ ملهائيندس. ماڪ ملهائيندس."

"مان جهونا ڳڙهه جو ڏياچ آهيان. مون ڪان سر جو دان وٺو."

"مان جهونا ڳڙهه جو ڏياچ آهيان. مون ڪان سر جو دان وٺو، مون ڪان سر جو دان وٺو... سر جو دان وٺو....."

"مان ٿر بر جو پڙاڏو آهيان"

"مان ٿر بر جو پڙاڏو آهيان. ٿر بر جو پڙاڏو آهيان.....

پڙاڏوآهيان..."

"هو،"

'هو...هو.....'

'هو هو... هو... و...'

"پڙاڏا گونج گونج"

"پڙاڏا گونج... گونج... گونج... گونج ... گونج... ج....."

"گونج گونج،"

"گونج... گونج... گونج... ج....."

سارو جبل گونجي رهيو آ. ايءُ ڪو خام خيال ناهي. ايءُ هڪ ديواني جو سندر سپنو آهي. باهه، تيڻ لاءِ پرندڙ جبل رکي رکي، دکي دکي، گجي گجي، لڪاءُ ڏئي ڦاٽي پوندو. برف تي ويندو. سپ ٽر بر جل ٿل تي ويندا. ڪارونجهر ڪان ڪينجهر تائين سڪ جو سنڌو لهرون هڻندو.

# ساڳيو ڏڻ، ساڳي لٺ، ساڳيو ڏنار

ڳالهه ٿا ڪن تہ اڄ ڪان هزارين سال اڳي جڏهن اڃا ماڻهو ڏڻ ڌارڻ، ٻج ڇٽڻ، سٽ ڪتڻ مس سکيا هئا، جڏهن اڃا نڪي شهر هئا نہ راجا نہ راڄڌانيون. چون ٿا، اهو ڏاڍو سکن جو دور هو. ماڻهو پاڻ ۾ ڏاڍيءَ صلح سانت ۽ پيار محبت سان رهندا هئا. تڏهن نڪي چوريون ٿينديون هيون، نکو گهرن کي دروازا هڻڻ جي ضرورت پوندي هئي، نہ سِڪا جڙندا هئا، نڪي ٻٺنڪون هيون، نہ سپاهي هوندا هئا، نہ ڪي جنگيون لڳنديون هيون، نہ جاگيرداريون هيون، نہ زميندار يون، نہ ڪو ڪنهن جو مالڪ هو، نہ ڪو ڪنهن جو ٻانهو، سڄي زمين الله جي هئي. جيڪو ماڻهو جتي سهنج ڏسندو هو، اُتي اچي پنهنجا پڪا اڏيندو هو، پنهنجو مالڙو ساين ويڙهين ۾ چاريندو هو، ۽ وس ۽ درياه جي اٿل تي ٻج ڇٽي پنهنجي ٻچڙن جي گذران لاءِ اناج پئدا ڪندو هو. ڪنهن کي ڪنهن جي ڪاڻ ڪيڏي ڪانہ پوندي هئي. هرڪو ماڻهو پنهنجي گهر جو راجا ۽ هر ڪا مُنڌ پنهنجي گهر جي راڻي هئي.

چون ٿا انهن ئي ڏينهن ۾ روهہ جبل جي ڏاکڻي پاسي ڪان راڄ گنوپال نالي هڪ ڏنار رهندو هو. هو رڳو گنوپال نہ پر مينهون، رڍون ۽ ٻڪريون بہ پاليندو هو. واڙي ۾ سدائين هزارين جانورن جو ٻيڪراٽ پيو پوندو هئس. ايڏي مال هوندي بہ هو ساين ويڙهين، چراگاهن ۽ درياهن جا ڪنارا ڇڏي جابلو لڪن، واريا سن ۽ پڙيانگ برپٽن ۾ رهندو هو، سا ماڻهن لاءِ حيرت جهڙي ڳالهہ هئي. هن جو مال پورو گاهہ ۽ پاڻي نہ ملڻ ڪري سدائين ڏٻرو ۽ ڏڪار جو ماريل لڳندو هو. راڄ گنوپال سان سدائين هڪ خوفناڪ بگهڙ جي نسل جو ڪتو ساڻ هوندو هئس جو مال وراڻڻ ۾ سندس مدد ڪندو هو. سدائين لٺ ڪلهي تي ڪتي سان گڏ هيڙاٽ پيو پوندو هئس.

راڄ گنوپال نہ رڍن، ٻڪرن، مينهن مان کير ڪيندو هو نہ ئي ڪا وٿس ولوڙي لاءِ ماتي هئي. صبح شام ڊورن جا ڪر پيو جاچيندو هو ۽ منجهن لوهہ جا نال پيو ٺوڪيندو هو. صبح ٿيندي ئي مال کي واڙي مان ڪڍي ويڙهين ۽ چراگاهن ڏي ڪاهي وڃڻ جي بجاءِ اوش اوش ڪندو روهہ جبل ڏي

ڪاهيو ويندو هو. جتي سدائين رڃ، سڃ، بک ۽ پينگ پيئي واڪا ڪندي هئي. سچو ڏينهن سڏاريل ڪتو مال وراڻڻ ۾ پيو سندس مدد ڪندو هو.

راج گنوپال جي روز هڪ اڌ ٻڪري گانءِ يا مينهن اچ بک کان رڻ پٽ ۾ نست ٿي ڪري پوندي هئي، ۽ سندس بيشمار لنين سان به اٿي نه سگهندي هئي. پٺي، ڏينهن روهه جبل جون ڳجهون پيون متس لامارا ڏينديون هيون، پر تڏهن به راج گنوپال جي ڌڻ ۾ ڪڏهن به کوٽ نه پئي. جيئن پوءِ تيئن سندس مال ويندو هو وڌندو ڇو ته هر جشن يا خوشيءَ جي موقعي تي جڏهن سڀ ماڻهو هڪ هنڌ اچي گڏ ٿيندا هئا ته راج گنوپال هڪ پيتيءَ ۾ سونا هار، ڪنگڻ، ڪيوٽيون، ڦل، جهومڪ، ايرنگ وجهي اچي سيني جي وچ ۾ وهندو هو. جي مالوند عورتون هار سينگار لاءِ ڪانئس سونا زيور وٺنديون هيون، ۽ ان جي بدلي ڪيس، ڇيلا، ٻڪر، گابا، گايون، مينهون رڍون ڏينديون هيون. هو سدائين سونن زيورن جي عيوض تازا تلها ٿنيرا جانور ڪاهيو پنهنجي آستان ڏي ويندو هو. سڄي ملڪ ۾ جيترو به سون هو سو پوڙهي راج گنوپال يا سندس ابن ڏاڏن جي وکهي هو، پر هنن اهو قيمتي ڌاتو آندو ڪٿان ٿي، سا ڪل رڳو راج گنوپال يا سندس مري ويل ابن ڏاڏن کي هئي.

چون ٿا انهن ئي ڏينهن ۾ روهه جبل جي سُڪارين پاسن ۾ ڏگ ديو نالي هڪ پهلوان مڙس رهندو هو. سڄي ڌرتيءَ تي هن جي مقابلي وارو مڙس ايا ماءُ ڄڻيوئي ڪونه هو. پر تڏهن به نه رهڻ لاءِ اجهو هئس نه هر لاءِ ڪو ڏاند. نه ڪير لاءِ ڪا رڍ يا ٻڪري، نه ئي ڪنهن ڪم ڪار لاءِ دل چوندي هيس. سچو ڏينهن پيو پنهنجي وٽيل بدن کي جاچيندو هو ۽ سدائين پراون ٽڪرن تي پلجندو هو. جتي به ڪو ميڙو ملاکڙو ٻڌندو هو اتي سيني کان پهرين پڄي ويندو هو. ڪڏهن ڪٿي، ڪڏهن ڪٿي پيو زور آزمائيندو هو. اصل ڍڳي جي طاقت هيس. جيڪو به پهلوان سامهون ايندو هوس، واري تي وارو پٺي ڏو اچي پٽ تي هٽندو هئس. ماڻهو سندس طاقت ڏسي حيرت ۾ پئجي ويندا هئا ۽ عجب به لڳندو هئن ته ايڏي طاقت هوندي به نه هو هر هلائي سگهي ٿو، نه ٻنيءَ ۾ پاڻي وراڻي سگهي ٿو، نه پنهنجي رهڻ لاءِ پيڙهه ڪوٽي چار پڪا هٿي سگهي ٿو.

چون ٿا هڪ ڀيري هڪ وڏي جشن جي موقعي تي ڏگ ديو هڪ

نچڻي نينگريءَ تي عاشق ٿي پيو ۽ ڪيس شاديءَ لاءِ چيائين. نچڻي ڪلي چيس:
"ڏگ ديو! تون آهين تونٽي ۽ ڪمچور. مان تہ انهيءَ مڙس سان شادي ڪنديس جيڪو مون کي سونا زيور پهرائي. پاڻ ٻاهران ڪمائي اچي، مان گهر ۾ ويٺي لاڪس ماني پچايان ۽ سندس ننڍڙن ٻارڙن جي شيوا ڪيان. تو سان وهانءُ ڪري مون کي بک کون‍ہ مرڻو آهي."

نچڻي نينگريءَ جي ڳالهہ تي ڏگ ديو کي باهہ وٺي ويئي. سونا زيور ۽ گهر هٿ ڪرڻ لاءِ لوهن ۾ تي آيو. رڳو ايتري خبر هيس تہ سون جو راز رڳو روهہ جبل وارو پوڙهو ڏنار راڄ گنئوپال ڄاڻي ٿو. سو سڌو روهہ جبل واري واٽ ورتائين ۽ رات ڏينهن جي پنڌ پڇڻ کان پوءِ راڄ گنئوپال جي واڙي ۾ آيو.

ان ويل رات جو ٽاڻو هو. راڄ گنئوپال پنهنجيءَ پهڻ واري ڪوٺڙي ۾ مٽيءَ جي ٿلهي تي ڏمڻ دکايو مترڪي سان سون ٺپي رهيو هو. ٻاهر ڪتو زور زور سان ڀونڪيو ۽ ان سان گڏ ئي هڪ ڀيم ميحريل مڙس ڪهاڙي سان در تي بيٺل ڏسڻ ۾ آيس. راڄ گنئوپال ڊڃڻ جي بجاءِ مرڪي چيس، "ڀلي ڪري آئين پهلوان! تنهنجي آئي منهنجون اکيون ٺڏيون. ٻڌاءِ ڪيئن اچڻ ٿيو آهي." ڏگ ديو اک ٽيڏي ڪري ڏاڍي کهرائي سان چيس، "راڄ گنئوپال ! مان سون جي ڳولا ۾ آيو آهيان. مون کي ٻڌاءِ تون سون ڪٿان آڻيندو آهين؟"

ڏگ ديو جي ڳالهہ تي راڄ گنئوپال کان هڪ وڏو ٽهڪ نڪري ويو ۽ چيائين، "ڏگ ديو. تنهنجي وات مان ايجا ماءُ جي ٿڃ جي بوءِ پئي اچي. سون طاقت پيدا ڪندي آهي" ڏگ ديو سندس ڳالهہ اڌ ۾ ڪاٽيندي ڪاوڙ مان هڪل ڪري چيس، "بڪ نہ پوڙها! تون نٿو سڃاڻين مان ڪير آهيان. منهنجي مقابلي وارو مڙس ايجان ماءُ ڄڻيو ئي ڪونهي. ڪير آهي جو مون کي سندرو ڏئي. مان هن ڌرتيءَ جو سڀ کان طاقتور ماڻهو آهيان."

"ڏگ ديو! تون سچو آهين. مون تو کي ڪيترن ميڙن ۽ ملاکڙن ۾ زور آزمائيندي ڏٺو آهي. سچي بہ تون ڌرتيءَ تي سڀ کان طاقتور ماڻهو آهين. پر تنهنجو جسم جيترو ئي طاقتور آهي تنهنجو دماغ اوترو ئي ڪمزور ۽ سون اهو ئي اُپائيندو آهي، جنهن وٽ اهي ٻئي طاقتون هجن."

"۽ تو وٽ اهي ٻئي طاقتون ڪونهي، پوءِ بہ تون سون اُپائين ٿو. اي

مرگهيل پوڙها، مون کي بيوقوف نہ بناءِ. اها گوٺناڪي مون سان ڪانہ هلنديئہ. مان تو کان اچ سون جو راز پڇي رهندس. ياد رک منهنجي ڪهاڙي جو هڪڙو ڌڪ، توکي موت جي اوڙاهہ ۾ اُڇلائي ڇڏيندو."

ڏگ ديو جي ان ڳالهہ تي راڄ گنئوپال هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ چيائين: "ڏگ ديو! تو منهنجي باري ۾ غلط راءِ قائم ڪئي آهي. ٺيڪ آ، مان پوڙهو ۽ ڪمزور آهيان، پر پوءِ بہ منهنجو جسم جيترو ئي ڪمزور آهي، منهنجو دماغ اوترو ئي طاقتور. مان ڌرتي تي سڀ کان عقلمندي ماڻهو آهيان. مان پنهنجي دماغ جي طاقت سان سون پيدا ڪندو آهيان. منهنجو جسم سڪل ۽ ڪمزور آهي، پوءِ بہ مان طاقتور آهيان. منهنجي لٺ ۾ ايتري طاقت آهي جو مان پنهنجو ڌڻ پنهنجي مرضيءَ مطابق جيڏانهن چاهيان ورائي سگهان ٿو. منهنجي ڊورن مان ڪنهن کي بہ طاقت نہ آهي جو مون ڏانهن ڪرڙي اک ڪري نهاري سگهي. مان جڏهن جنهن مهل چاهيندو آهيان ڪين روهہ جبل جي رڻ پٽن ۽ بيابانن ڏي وٺي ويندو آهيان، جتي نہ گاهہ هوندو آهي نہ پاڻي. اتي ڌرتي سدائين تندور وانگي پئي ٻرندي آهي، پر منهنجي جانورن مان ڪنهن کي مجال آهي جو ٻڙڪ ڪڇي، ان لاءِ تہ منهنجي لٺ ۾ طاقت هوندي آهي. مان لٺ سان اڳيان هوندو آهيان ۽ سون پاڻيهي منهنجي گهر پڇي ويندو آهي- سمجهيئہ!"

"تون الائي ڪهڙي چاڙ هٽي رهيو آهين، مان ڌوڙ بہ ڪونہ سمجهيس" ڏگ ديو بيزاريءَ سان وراڻيو.

"تڏهن تہ مان چوان ٿو تنهنجو جسم جيترو ئي طاقتور آهي، تنهنجو دماغ اوترو ئي ڪمزور. اڙي عقل جا انڌا! تون دنيا جو سڀ کان طاقتور انسان آهين. تون جي چاهين تہ پنهنجي لٺ جي طاقت سان سيني ماڻهن کي پنهنجي مرضيءَ سان هلائي سگهين ٿو. سون جو راز رڳو روهہ جبل آهي. جڏهن مون ڪمزور ٻڍي کي رڳو مال تي لٺ هلائيندي سون ملندو آهي، تہ توکي ڇا ملندو! تون پارس آهين پارس... بس مان جيئن چوان تيئن ڪر، پوءِ تون جنهن شيءِ کي ڇهندين اها سون ٿي پوندي... سون ٿي پوندي."

راڄ گنئوپال جي واتان سون... سون... سون ٻڌي ڏگ ديو انڌو ٿي پيو هو. رڙ ڪري چيائين، "تون جيئن چوندين تيئن مان ڪندس. ٻڌاءِ مون

ڪي ڇا ڪرڻ گهرجي!"

راڄ گئوپال چيو، "تہ پوءِ ٻڌ! توکي ماڻهن کي پنهنجي مٺ ۾ قابو ڪرڻو پوندو. تون دنيا جو سڀ کان طاقتور ماڻهو آهين ۽ مان دنيا جو سڀ کان عقلمند. اڄ کان تون راجا آهين ۽ مان تنهنجو سيناپتي. بس مان جيئن چوندو ويندس، تيئن تون ڪندو وڃ، پوءِ سڄي دنيا جي دولت اسان جي پيرن ۾ هوندي"

ڏگ ديو سون هٿ ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار هو. چيائين، "مون کي منظور آهي، تون جيئن چوندين تيئن ٿيندو."

"تہ پوءِ ٻڌ." راڄ گئوپال چيو، "سڀ کان پهرين توکي پاڻ جهڙا طاقتور، ٺوٺي، ڪمچور ۽ لالچي ماڻهو هٿ ڪرڻا پوندا جي سدائين سٽيي ٽڪر لاءِ منهنجي وفادار ڪتي وانگر لور لور ڪندا رهن. پهرين پاڻ جهڙن طاقتور لالچي ۽ بيڪار ماڻهن جو وڏو ٽولو سون جي لالچ ڏئي مون ڏانهن وٺي اچ. مان تنهنجو انتظار ڪندس. سون هٿ ڪرڻ لاءِ اهو تنهنجو پهريون ڏاڪو آهي. وڃ...."

ڏگ ديو لاءِ اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪانہ هئي؛ چيائين، "مان مهيني جي اندر سوين پهلوانن کي تنهنجي آڏو پيش ڪندس." ۽ ڪانئس موڪلائي پنهنجي ڪم سان روانو ٿيو. ان رات راڄ گئوپال پنهنجو سمورو سون پيتيءَ ۾ بند ڪيو ۽سونن زيورن جي بجاءِ لوهہ جا ڪات ۽ ڪُهاڙا ٺپڻ لڳو.

چوندا آهن چنڊو چنڊي کي سوَ ڪوهَن تي ڳولي لهي. هڪ مهيني کان پوءِ ڏگ ديوَ روهہ جبل ۾ راڄ گئوپال جي گهر آيو تہ هن سان گڏ سوين پهلوانن جو ڪٽڪ هو.

راڄ گئوپال ٻانهن مٿي لوڏي سندن آءُ ڀڳت ڪئي ۽ وڏي آواز سان چيائين: "اي طاقتور پهلوانو! اوهان سڀ ڄاڻو ٿا تہ هن ڌرتي تي جيترو بہ سون آهي سو سڀ منهنجن ابن ڏاڏن ۽ منهنجي بدولت آهي. اهو رڳو مان ئي آهيان جو سون جو راز ڄاڻان ٿو. سون، جو دنيا جي سڀ کان وڏي دولت آهي. اوهان مان ڪير آهي جنهن کي سون نہ گهرجي!"

راڄ گئوپال جي آوز تي سڀني هڪ آواز تي چيو:

"اسان کي سون گهرجي... اسان کي سون گهرجي."

راڄ گئوپال پنهنجي تقرير جاري رکندي چيو:

”تہ پوءِ ٻڌو! هن ڌرتيءَ تي سون جو راز رڳو مان ئي ڄاڻان ٿو. اهو مان ئي آهيان جو توهان کي سون ڏئي سگهان ٿو، پر سون هٿ ڪرڻ لاءِ ڏگَ ديوَ ۽ منهنجو حڪم مڃڻو پوندو. جيئن اسان چونداسين تيئن ڪندؤ. اڄ ڏينهن کان ڏگ ديوَ جو ڌرتي تي سڀ کان طاقتور آهي، توهان جو راڄا، ۽ مان جو ڌرتيءَ تي سڀ کان عقلمند آهيان، توهان جو وزير آهيان. اسان جو هر حڪم توهان کي مڃڻو پوندو. بس پوءِ اوهان کي سون ۾ توريو ويندو.“

راڄ گئوپال جي آواز تي وري سڀني هڪ آواز ٿي چيو:

”اسان کي اوهان جو هر حڪم منظور آهي.“

راڄ گئوپال ٻانهن لوڏي سڀني کي ماٺ ڪرائي چيو، ”تہ پوءِ ٻڌو: صبح ٿيندي ئي اسان هتان ڪوچ ڪنداسين ۽ وستي وستي گهر گهر جو گهمرو ڪنداسين ۽ ماڻهن کي پنهنجي نئين راڄا ۽ پنهنجي طاقت آڏو جهڪائينداسين. جيڪو بہ اسان جو حڪم نہ مڃيندو ان کي پنهنجن ڪاتن ڪهاڙن سان ماريندا سين ۽ ان جي گهر کي باهہ لڳائي ڇڏينداسين، بس سون جو راز اهو ئي آهي.“

”ڇا پوءِ اسان کي سون ملي ويندو؟“ ڪنڪ مان هڪ پهلوان زور سان چيو.

”بس اسان جو حڪم مڃيندا هلو. مان اوهان کي سچو روهہ جبل سون ڪري ڏيندس. ياد رکو مان دنيا جو سڀ کان وڏو عقلمند ماڻهو آهيان. ڌرتيءَ تي اهو مان ئي آهيان جو سون جو راز ڄاڻان ٿو.“

”اسان کي منظور آهي... اسان کي منظور آهي.“ سڀني پهلوانن هڪ آواز ٿي چيو ۽ ڏگ ديو ۽ راڄ گئوپال آڏو سر نوائڻ لڳا.

صبح ٿيندي ئي راڄ گئوپال هر هڪ پهلوان کي ڪات ۽ ڪهاڙو ڏنو ۽ سڀني کي پنهنجي پٺيان هلڻ جو حڪم ڏنائين. سڀ کان اڳيان ڏگ ديو هو، ان جي پٺيان راڄ گئوپال ۽ ان جي پٺيان سوين ڪاتن ۽ ڪهاڙن سان پهلوانن جو ڪنڪ، جي وستي وستي گهر گهر ووڙيندا ويا. جتي ٿي ڏگ ديو جو ڪنڪ پهتو اتي ماڻهن ۾ مانڌاڻون ٿي پئجي ويون. سوين گهر ساڙيا ويا، سوين ماڻهو ماريا ويا. راڄ گئوپال هڪ هڪ ماڻهو کي ڏگ ديو جي آڏو

جهڪايو ۽ چيائين:

” ڏگ ديوَ هن ڌرتيءَ تي سڀ کان وڏو طاقتور ماڻهو آهي. اڄ کان ڏگ ديو اوهان جو راجا آهي. اڄ کان ڏگ ديوَ جو هر حڪم اوهان کي مڃڻو پوندو. اڄ کان هي سموري ڌرتي ڏگ ديو جي آهي. اوهان کي هر سال پنهنجي فصل ۽ مال جو هڪ حصو راجا ڏگ ديو کي ڏيڻو پوندو ۽ اوهان کي روهہ جبل جي مٿان راجا لاءِ وڏا عاليشان محل ۽ رنگ رتول ٺاهڻا پوندا ۽ ان جي چوڌاري راجا جي حفاظت لاءِ ڪوٽ ٻڌڻو پوندو. ياد رکو! اوهان مان جيڪو بہ راجا ڏگ ديو جو حڪم نہ مڃيندو يا بغاوت ڪندو ان جو جڻ ٻچو گهاڻن ۾ پيڙايو ويندو ۽ ان جي گهر کي باهہ لڳائي ويندي. “

ماڻهو ويچارا ان اوچتو اجل کان اهڙا تہ وٺي ڏِنا جو ساهہ ئي سڪي وين. ڪير ڪڇي؟ سيني ڪنڌ پنهنجي نئين راجا آڏو ڪنڌ جهڪايو. ڏگ ديو جو ڌمڪاءُ سڄي ڌرتيءَ تي پري پري تائين پچي ويو. ڪنهن کي بہ همت نہ هئي جو هن جي اڳيان ڪنڌ ڪڻي.

روهہ جبل جي مٿان هڪ وڏو ڪنگرن سان ڪوٽ اڏجڻ لڳو، جنهن کي ڏسڻ سان هوند پٽڪو ڪري پوي ۽ ان جي اندر راجا ۽ ان جي ڪٽنڪ لاءِ وڏا وڏا عاليشان محل ۽ رتول ٺهڻ لڳا. راتو ڏينهن هزارين ماڻهو ڪم ۾ ڳڌهن وانگر جٽيا پيا هوندا هئا ۽ مٿانئن راجا جي سپاهين جا چهبڪ پيا ڪاريهر نانگ وانگي ڪڙڪندا هئا. جي ڪو پورو ڪاڌو ۽ پاڻي نہ ملڻ ۽ گهڻي ڪم ڪرڻ جي ڪري نِست ٿي ڪري پوندو هو تہ ان کي بہ پهڻ ۽ سرن سان گڏ ڪوٽ جي ٿلهي ماٺي واري پِٽ ۾ لمبيو ويندو هو. تانجو اهو ڏينهن بہ آيو جو وارياسن رڻ پٽن واري روهہ جبل جي مٿان هڪ نئين راجڌاني اُيري آئي ۽ راجا جي تاجپوشي جي جشن جي تاريخ مقرر ڪئي وئي. راج گنوپال پنهنجي بچايل سموري سون مان راجا لاءِ هڪ سونو تخت، تاج، ٻڙڇ ۽ هزارين سڪا ٺاهيا جن تي راجا جي تصوير اُڪريل هئي.

راجا جي جشن جي تاجپوشيءَ واري رات سوين حسين ڪامڻين نرتڪين نينگرين راجا جي اڳيان ناچ ڪيا. راجا کي سوني تخت تي وهاري مٿي تي سونو تاج پهرايو ويو ۽ سندس هٿ ۾ سونو ٻڙڇ ڏنو ويو ۽ سيني ڪٽنڪ جي پهلوانن ۾ سونا سڪا ورهايا ۽ ان خوشي ۾ راج گنوپال پنهنجي

سمورن جانورن جو روهه جبل جي رڻ ۾ پليدان ڏيڻ جو حڪم ڏنو.

چون ٿا اها روهه جبل جي راڄڌاني دنيا جي پهرين راڄڌاني هئي، جنهن جو رواج اڄ تائين هليو اچي. اڄو اڄ تائين روهه جبل وارو اهو رڻ هزارين جاندارن جي قرباني گهرندو آهي. سدائين ڪجهون پيون لامارا ڏينديون آهن. ساڳيو روهه جبل آهي. ساڳيو راجا، ساڳيو سڪو، ساڳيو تخت، ساڳيو تاج، ساڳيو بڙڇ ۽ ساڳي پرجا.

# ٻـئـاٽـيـڙو

چند ڪينهين، چنڊ ڪي منڊ آهي.

هڪ واٽهڙو، ٻاٽ ۾، درياه جو ٻچاءُ بند وٺيو، هلندو ٻيهندو، واساما ۽ ڏوجهرا ڪائيندو ٽو وڃي ۽ تارن پريل آڪاس ۾ رڪي رڪي تارا تلڪندا تمڪندا ٽا رهن. ڪڏهن آڪاس ۾ تہ ڪڏهن آرسيءَ جيان ٽڪ ٻڌل سنڌوءَ ۾ ۽ ٻيا آهن ساروٽن جا، سپني ماتر ترورا ترورا، ڏنڏلا ڏنڏلا اولڙا...

[ اولڙا، جي ذهن جي آڪاس ۾ ور ور تلڪي تمڪي ٻڏندا اُڀرندا ٽا وڃن:]

"ٻُڌ؟..." جڻ رڃن مان ٻاڪاريندڙ تنونس پريل آواز، الائي ڪٿان وِيٺا جيان وڃي وڃي ٽو.

"هون.... هو دور ٻڏندڙ سنڌيا جي فلارجندڙ رنگن روپن تان نهار هٽائي، پنهنجي ننڍڙي سينڌيءَ جي پيرن، پير ڪڙن، ريشمي پڙي جي گهيراوَ، سنهڙيءَ ننگي ڇيلهہ، سون ڦلڙي جڙيل دن ڪان مٿي پولڪا ۾ لڪل اُرهن، هسليءَ پريل ڳچيءَ، چيڙن، سونيءَ نڪ بولڙيءَ ۽ چيلهہ ڪان هيٺ چهڪن سان لڙڪندڙ سڳين ۾، گهارا وجهندڙ نهار سان نهاري ٽو ۽ اُٻاٽڪن نيڻن جي منڊ ۾ ڦاسي ٽو وڃي. هون... ڪان اڳتي اکر اجهنس نٽا. آواز نڙي ۾ ئي جڻ گهٽجي ڦاسي ٽو پويس. هو رڳو ڇوڪريءَ جي ڪڙي تيل لڳل مٿي تي ڪاڏي رکي، وارن مان ايندڙ سڳند ۽ ڪڙي تيل جي تيڪ تي پاڻ ڪي لوڙهي ڇڏڻ لاءِ روئي ٽو پوي ۽ وري وڏي ڦٽڪاٽ سان ڇوڪريءَ جي سڳين مان، گهوڙي جي ربن جيان جهلي، گونگن نيڻن سان منجهس نهاريندو ٽو رهي.

[ نيڻ!... جن ۾ لڙڪ نہ هوندي بہ جڻ ڪارا سمونڊ چلندا ٽا رهن.]

"وري ڪڏهن؟..." ڇوڪري دانهين ٽي.

"جڏهن... جڏهن امتحان پورا ٿيندا!"

"ڇا تڏهن؟..." ڇوڪري راڙو ٽي ڪري.

[ ڪن لاءِ لوڙهيندڙ ٻوڙيندڙ مانارو:]

"اون- هون- نہ ونءُ، ڦيل ڇو نٽو ٿين.... تهجو سوڳند، آئون سڄي ڄمار ٻٽيون تڪاريون ڪٽي توڪي عينش ڪرائيندس. ڦيل تي پنہ نہ. ڇا ڪان ٽو ڊڄين؟..." "... ... ... ..."

هلندي هو آڪاس ۾ ٽيڙو ٽو ڳولي، هو سدائين ٽيڙو ڳوليندو آهي. چوندا آهن، جڏهن آڪاس ۾ جاڙا ٽيڙو ڏسڻ ۾ ايندا آهن تہ جڳن جا وڇڙيل پريمي پنهنجي ماڳ تي مڙي ايندا آهن. هو دور دور آڪاس ڦلهوڙيندو ٽو رهي ۽ ...

۽ آڪاس ۾ ٽيڙو ڪٽي ڪينهن. تارا، ڪتيون، ڪيرڏارا آڪاس ۾ گهوماٽيون ڪائيندا ڦرندا ٽا وڃن. ڪن ۾ ساروٽن جا اُڀامندڙ سڏڪا، رنيون، راڙا پڙاڏجندا ٽا وڃن.

"نہ... نہ... ايڏي سڪرات بہ ٿيندي آهي ڇا!..."

(۽ تارا، تارا هن جي نيڻن جي سرڪلز ۾ ڦرندا، ڏنڏلجندا، اونداهو ڪُن ٻڌجندا ٽا وڃن.)

ڪن لاءِ هن جي اکين آڏو اونداهيون اڇيو وڃن. پوءِ وريو ننڍڙا ننڍڙا نڪيتر، لئي ۾ ڦاٽل ماڪ ڦڙن جيان، تلڪندا تمڪندا اُجاگر ٽيو، ڪاريءَ رات هاٽو سارو وايو منڊل

ڇهڇٽو ڪريو ڇڏين.

هان- شايد ٿورڙي پنواتي اچي وئي هئي. توبهن... جي امتحان ۾ فيل ٿي پوان هان ته ڪيڏو نه سنو ٿئي ها. هينئر ڪهڙو پي. ايڇ. ڊي آهيان يا بيچلر آف سائنس جو تارا وينو ڳڻيان... مون کي ته ايتري به خبر ڪانهين ته آڪاس ۾ ڪڏهن جاڙا تيرو به اجاگر ٿيندا آهن.

"جاڙا تيڙو؟... شايد منهنجي نظر گهٽ ٿي وئي آهي." هو ٿاپڙجي گهوماتي ڪائي، بند ٿي ويهي ٿو وڃي ۽ ڪن لاءِ لڙڪ پريل نيڻ مهٽيندو ٿو رهي.

پيو ڪن.

سگريٽ.

(اندر توڙي ٻاهر، دُونهنُ پريل ڪن)

ڪن.

پَل، ڪن پل ۾!...

چيزنگ، وڏي ويڙهاند:

"ٻڌ، اڄ آئون توسان ڪلي ڳالهائڻ ٿي گهران؟"

"چئه، ڀلا مون توکي ڪڏهن نه ٻڌو آهي، ڪڏهن؟..."

"مون... مون اهو پئي چوڻ چاهيو ته مان توکي ڪڏهن به ايڏو هلڪڙو خسيس ۽ رواجي ماڻهو ڪين سمجهي هيس!...."

"ڇا؟..."

"تون پل پاڻ کي اوٿول کان وڏو ايڪٽر سمجهندو هيج، آئون بدتميزي برداشت نه ڪندي آهيان؟"

"بدتميزي؟!... الا- مان نه سمجهيُس. مان ماڻهو آهيان، ٿي سگهي ٿو، مونکان ڪنهن کي تڪليف پهتي هجي. تون چو پئي مونکي ايڏو چنيين! چو پرچي ويو آهي تو ۾ ايڏو ڪروڌ؟..."

"تون ڪير ٿيندو آهين، واري واري سان منهنجي در تي ناڪ ڪرڻ وارو؟ ڪير ٿيندو آهين ماڻهن کان منهنجون پڇائون ڪرڻ وارو؟"

"عجب آهي!... ڀلا توکي وشواش اچي ٿو ته مون ائين ڪيو هوندو؟ توکي ويساهه ڪيئن آيو؟ ڪيئن؟!... ايڏو نرلج، ڪُڌو ۽ غندو ته آئون ڪڏهن ڪين آهيان؟"

"نه تو ائين ڪيو آهي."

(ڪروڌ... آلميا ۽؟....

"او-ف، تون ڇا پئي چوين!... تو ته چيو هو ٽن مهينن کان پوءِ ملنداسين. مونکي... مونکي ته ايتري به ڪل ڪانهي ته اهي ٽي مهينا ڪڏهن ختم ٿيندا. ڀلا وڇوڙي جا پل به ڪڏهن ختم ٿيندا آهن ڇا؟ شاهه جو سوڳنڌ، مون کي خبر ڪانهي، ڪڏهن ختم ٿيندا، اهي ٽي مهينا!..."

"ا... ... ..."

"تون چپ چو ٿي وئي آهين، ٻڌاءِ نه، ڪڏهن ٿيندي پڇائي، انهن مهينن جي؟... ڪڏهين... ڪهڙين تاريخن تي... هان!... ... ..." ۽ پوءِ، ڪن لاءِ پئي هڪ پئي ۾ منجهائل نيڻن سان نهاريندا، جدا ٿيو ٿا وڃن.

پلپيٽيشن.
پچيل چپن سان، دل تي هٿ.
اندر ڄڻ ڪنل ڪڪڙ ٿو ڦٽڪي.
سهڪو... وڏا ساه ۽ ڏکڻ کان هير پريل هوائن جو ٿهمر:
هان- هي عورت آهي؟... ڪني، ڪروڌ پريل. ڇگو ٿيو آئون پنهنجا لڙڪ پي ويس، پنهنجي اندر جو سارو روڄ راڙو ماتام آڏس لڪائي ويس- نه ته ڇوي ها، واه جو ياڙيو ڪيومانس، هونهن... پلا عورتن اڳيان به ڪو روئبو آهي ڇا؟ عورتن اڳيان ته ڪلبو آهي، ٽهڪ ڏبا آهن. ويچاري ڏاڏي چوندي هئي، ماڻهو ڪي سدائين مساڳ هئي ڪلڻ گهرجي!... مساڳ هئي...
ا ... هونهن وڏي ڪلاسيڪل وليجر عورت تي سڏائي، خانداني ڪلاسيڪل ڳاڻي. گريجوئيٽ انٽيليڪچوئل عورت، آٽر، شارٽ اسٽوري رائيٽر. آئون ٺپ ٻهراڙيءَ جو ٻروچ ماڻهو، مونکي ڪهڙي خبر ماڊرن رومانس جا ايٽيڪيٽس ڪهڙا ٿيندا آهن. مون ته مٽنرڪ جو منهن به نه ڏٺو آهي. هيڏي وڏي ڪهاڻيڪار! گهٽ ۾ گهٽ ايترو ته سوچي ها ته مونسان گڏ منهنجو پنيوالو دوست به آهي. ڇا ڪنهن ماڻهوءَ کي ائين لهوئبو لتاڙبو آهي، جيڏن سرتن اڳيان. ايڏي داڊش... ... ... ... ...
هان- مان... مان ڪيس پري کان ڏسي ڪيڏيءَ نه سڪ ۽ موه مان ڏانهس وڌيو هئس. توبهن... ڪيترن ڏينهن کان پوءِ ڪنهن مارڳ تي مڙيا هئاسين!... ڄڻ ڪارونجهر مٿان ڪڪر ڪري پيا هئا.
ڇا ڇا نه درشن ٿيا هئا!...
"هان- برين واش؟...
"تي سکهي تو؟
ڪاليج ۾ پڙهيو ناهيان ته ڇا ٿيو. مونکي خبر آهي ته ماڻهو جو برين واش ڪيئن ڪبو آهي.
(ڪن لاءِ مانار)

ها- ڪجهه مڙني آهي... وڙهي پئي يا تڙپي تي... پلا آئون ڇا سمجهان، مونکي ته ويساهه نٿو اچي.
واه- پنهنجو پاڻ تي ٽڏان چو نه، منهنجي ڳولا ڪا جهڙي تهڙي آهي ڇا. توبهن، ڪروڌ ۾ اچي ڳالهائڻ ويل منهنجي چوڌر شينهڻ جيان ڪنين تي گجگوڙون ڪندي ڦري ۽ گري. ٽڙڪي پئي جولان مان! ڇگو ٿيو، ڏاڏيءَ جي ڳالهه ڳند سان ٻڌي پاڻ ۾ مشڪڻ جي عادت وجهي ڇڏي اٿم. نه ته؟... لپاٽ سان جي لٺوٽي ڦير لپاٽ لڳيس ها ته ڇا ڪاري قيامر نه اچي وڃي ها. اهڙا اڳرا هٿ ته ڪهاڙين سان ڪپي ڇڏبا آهن، پر هوءَ ڇا ڄاڻي انهيءَ ٻاروچي ٻوليءَ مان. الا- گهگهي ۾ ڪيڏي نه پياري لڳندي، هيڏو وڏو ڦرو، پل نٿون جاول ٻار ڦري ۾ پيو هجي. توبهن... انهن رائيٽر ۽ انٽيليڪچوئل عورتن سان ڪيئن پڄجي. هن وٽ اُن ڪتابن جا ۽ آئون اونار. مان ته ڪيس پنهنجي چوٽڪاري لاءِ هڪ پل به ترسائي نه سگهيس! ائين آئي، ائين وئي، جهڙي اُڏامر ڪتولي واري شهزادي. الائي ڏهه ڏينهن گذريا آهن، پندرهن يا ڏيڍ مهينو. پلا اهي ٽي مهينا پورا به ٿيندا يا نه!... هان...
ا ... پر نه... مون ته ڪيس روڪڻ لاءِ الاهين جتن ڪيا هئا، پر ٻڌڻ کان ٿي پڙ ڪيدي

بيهي رهي. چيومانس تہ تنهنجي ماءُ مون کي ذهني مريض ٿي لڳي. هي سائنس جو زمانو آهي. مان تنهنجي در تي ناڪ چو ڪريان، سنڌون سڌو توکي ٽيليفون نہ ڪريان. مان تہ سنڌون سڌو وڏي عظيم رووليشن جو ماڻهو آهيان. مون وٽ اينٽري واندڪائي ڪٿي آهي جو ويهي ’شاه جو رسالو‘ اڳيان رکي، ڪنهن کي ويهي رومانٽڪ خط لکان. الاٽي ڇا ٿي ويو اٿس؟

وڏي ڳالهہ تہ اسان جي وچ ۾ نظرياتي ٽڪراؤ بہ تہ ڪونهي! اٺين ٿي وڇوڙا ڪري، جڻ وري وري جنمر وٺنداسين، وري وري ساڳئي استان تي ملنداسين. جڻ جهان ڇڏڻو ئي ڪينهين. ماڻهوءَ کي جي مرڻو ئي آهي تہ پوءِ ايڏو ڦٽڪاڻ ڪٿي چو مري. حياتي ڏاڍي ننڍڙي آهي، ماڻهوءَ کي جيئڻ اچي تيئن ڪجي.

اندر ۾ ڦٽڪاڻ.
سڏڪا ۽ هڏڪيون.
اندر جو ڪنل ڪڪڙ پساهہ ڇڏي نٿو.

... ... ۽ مان ... مان تہ هينئر بہ مشڪان پيو. ’پوڄا ڏنمر پير‘ الا- ڪيترن ڏينهن کان پوءِ ڏنومانس، جڻ جنب لنگهي ويا هئا. هلي تہ ڪيئن ٿي، جڻ ڊيل ٿي ٽلي. منهنجون تہ جڻ سيني جنمن جون آشائون پوريون ٿي ويون. ڪڏاتوري، ڪڏهن سپنن ۾ بہ ڪانہ اچي ۽ هينئر ... هينئر دل ۾ سرور محسوس ڪندي بہ آئون پاڻ کي ڪيڏو نہ فريش محسوس پيو ڪريان.

(هان!... ... ... ... ... )
جڻائون؟
الا-
جڻ گهنگهور گهٽائون.

(او-ف... ڦيري..... آئون ان مٽي جي ڦيريءَ تي ڪيڏو نہ هرندو ٿو وڃان.)

هان- پلا چو نہ؟ ننڍڙي هوندي کان جو هريل آهيان. ننڍڙي هوندي ماتا مريادا ڪيڏو نہ ڦيرائيندي هيم ۽ سندس وڏي وڏي گهيردار پڙي سان گڏ زمين ڪيئن نہ تکي تکي ڦرندي هئي...!

هان ماڻهو ڪيڏا نہ ڪُ ساڪيا ٿيندا آهن. ماءُ جي ڪولهياڻي هجي تہ جهانن کان لڪائيندا، جڻ ڪولهياڻيون ماڻرون ٿين ئي ڪونہ! جڻ هي بہ ڪو باڻيڻ راج وارو ڪال آهي. ڪي ديوتا، ڪي ڪٽري، ڪي باڻيڻ تہ ڪي شودر. هونهن ... شودر؟ اڪال اڪالن کان ماڻهوءَ کي شودر بڻايو اچي.

۽ هن ايمريڪن اسڪالر ڇا پئي چيو؟:

”جن کي موٽر ۾ هلڻ گهرجي، سي ماني لاءِ موٿاج آهن ۽ جن کي مانيءَ لاءِ موٿاج هئڻ گهرجي، سي مرسڊيز ۾ چرس، گانجا پيو، ستن سالن جي ڪا ٻارڙي ريپ ڪرڻ لاءِ ڪارون پيا ڊوڙائين. اوهان جي سوسائٽي تہ الاٽي ڪهڙي مخلوق جي سوسائٽي آهي. اسان وٽ بہ ريپ جا ڪيس ٿيندا آهن، پر جواڻ ڇورين سان.“

ويچارو، هڪ ٿي خبر سان ڪيئن چڪرائجي ويو هو.
ڪُ ساڪيا،
اڇوتا،
آدمر جو اولاد!...
اسلامر!...

پاڪ وطن، پاڪ ماڻهو!...

هون- ماڻهو ڪيڏا نہ ڪُ ساڪيا ٿي ويا آهن. ڇا 'ڪُ ساڪيا' اکر ٺيڪ نہ آهي! ڪنهن جو بہ ڪنهن ۾ ويساهہ نہ رهيو آهي. ڀلا ان کان مٿي ڌرتيءَ کي ٻيو ڪهڙو ڏوڏو ايندو جو ماڻهو ستن سالن جي ٻارڙي کي زوري ڪٽي، پنج ڏينهن ٻکن ۾ پاهہ ڪريو، ڀيا ڪيس ريپ ڪن ۽ يتيم خاني اڳيان اُڇلائين! ڀلا آءُ ان ايمريڪن کي ڪوڙو ڪيئن ڪريان؟ سچي بہ ائين تہ جانارن پکين ۽ پسن ۾ بہ ناهي. گهڻن نر پاڏي اڳيان بہ جڏهن ڪچڙي ٽيهاڻ ڪڏڪارون ڪندي آهي تہ ويجهو پوڻ بدران ٽوناري ڪيندو اٿس تہ مري پونديس. ٿي- ويءَ واري علڻ فقير جيان:

(قرآن، هن ملڪ ۾ تہ زِپ کولي، پينٽ اُڇلائي نانگو ٿي هلجي:)

"اڙي بابا، قيامت اچي وئي، هيڏڙيون تہ جيڏڙيون ڪيئن ڳچيءَ پئجيو وڃن. لخ لعنت آ ڪراچيءَ کي. مائٽن کي بہ ساٻش هجي، نياڻيءَ ذات کي نہ ساڃهہ ڏين نہ مٿي تي گندي، بس ٽي- وي تي حج مبارڪ ٿيو، اصل ڏڻ ڪتاريو ڇڏين. قرآن هيڏڙيون سوپاريون جيڏيون ٻُبڙيون. توبهہ آهي موليٰ علي جي در تي، بابا گيسارا. اصل ٻئي هٽ!... بس بابَل مات پلي آهي."

ها- مات پلي آهي.

ڀڳت جي ويران باغ ۾ وجي، ڇو نہ مات منيءَ سان سوچيان؟

ڀلا سوچڻ کان سواءِ دنيا ۾ ٻي ڪهڙي شيءِ پلي آهي جا مونکي پراپت ٿي سگهي ٿي، ڏوڪڙن کان سواءِ؟

(هو درياهہ جي اُيکپري تان اٿي، ويران باغ ڏانهن وڃڻ ٿو لڳي:)

"توبهن..."

هي شهر آهي،

يا خدائي قهر آهي؟...

"الا- ڪڏهن هي شهر ڪيڏو نہ وڻندو هئم!" ڪير چوندو، ساڳيو شهر آهي!...

"هان... ڪير چوندو ساڳيو شهر آهي، اڄ کان مٿي ماڻهو تہ ڇڙس ۽ گانجي چريا ڪري ڇڏيا آهن.

شهر، سپنن جو شهر، فتح مبارڪ جو شهر. ٿيو جو شهر.

ٽيون ڪنم

"هلا ٽي، لينڪيو ڏونگي ڪاوتو هي."

"پاڳي زا...."

"ڏونگي ڪاراءِ نہ؟... (منٽ، ايلاز)

"ڪنگهہ ٽيندينئي پڇي وڄ."

"ٻوٽ پڇي وڄ."

"آ...." (وارن کي زورائتي ڇڪ.)

"تو ماني سوڏهي..."

ڪي ڪي ڪي... هي هي هي.

(سنگيت ئي سنگيت).

دل دهڪو...

هانوَ تي هٿ.

اندر جو ڪنل ڪڪڙ ڦٽڪي پيو.

# زنــدگـي

تڏهن مان هڪ بيتڪيل روح هوس.

تيز واچوڙن جي وهڪرن، اٿاتل خلائن، گمناميءَ جي غارن ۾ پيو لڙهندو هوس. تڏهن ڪا خبر ڪانه پوندي هئم ته مان ڇا آهيان، ڇو آهيان. ”ڏک ۽ سک کان بنهه آجو تتيءَ ۽ ٿڌيءَ جي ڪا ڪل ڪا نه پوندي هئم پر ايترو سو ڀائيندو هوس ته اڳي ڪا شيءِ حاصل هئم جا هاڻ ڪين هئم. سو ڇٽني پاسي اگهور خلائن ۾ پيو واجهائيندو هوس.

ڪئين صديون گذري ويون، تڏهن پري کان هڪ هنڌ گهگهه اونداهي ڏسڻ ۾ آيم، بنهه ڪاري ٻاٽ. تڏهن ڀانيم ته متان اها ئي شيءِ آهي، جنهن لاءِ من ماندو اٿم. سو جيئن تيئن ڪري اوڏانهن لڙيس. ڏسان ته ماٺهن جا حشام آهن. پر سڀ انڌا، ماڪوڙين جيان پيا چرن مـان نڪرن، ٿڙن ۽ ٿاٻڙن. جي ڪا شيءِ آڏو اچين ٿي ته انهيءَ جي اڳيان ڇپ هنيو بيهو رهن. اهڙو ته اچي ٻوڙ لڳم جو وٺي پويان پير ڪيم ته ڪٿي متان مان به انهن اونداهن غارن ۾ ڦاسي نه پوان، اهڙو ته ڊنس جو وري پٺيان لوٽو به نه هنيم.

ڪئين صديون گذرڻ ڪانپوءِ مون کي هڪ هنڌ روشني ڏسڻ ۾ آئي، ڇٽني پاسي نوراني ڪرڻا پئي وٺا. تڏهن ڀانيم ته بس، مون کي جو گهرجي سو اهو آهي. سو تڪڙو تڪڙو اوڏانهن لڙيس ۽ نوراني ڪرڻن ۾ جهاتي پاتيم. جان ڪٿيو ڏسان ته مار ماڻهن جا ميڙا لڳا پيا آهن، پر سڀ انڌا- روشنيءَ اڳيان سڀ ڇڇيءَ ڇمڙي جيان اونڌي ٻوٿ لڙڪيا پيا آهن. حيرت ته حيرت جي ماڳ پر اچي ڊپ ڪنيم، سووٺي پويان پير ڪيم.

ڪئين خلائن جا سمنڊ جهاڳڻ کان پوءِ، ڏسان ته هڪ اهڙي هنڌ بيٺو آهيان، جنهن جي هڪ پاسي کان ٻرندڙ جبلن جا سلسلا آهن جن مان لاوو ۽ باهه جا الا پيا نڪرن، ته ٻئي پاسي برفاني پهاڙن جا سلسلا آهن، جن مان ڪئين ٿڌڙا آبشار وهيو پيا هيٺاهين سبز شاداب وادين ۾ پکڙجن ۽ وچ ۾ هڪ ديويءَ جو مجسمو آهي، جو پيو آسمان سان ڳالهيون ڪري. ڀرين ته انهيءَ مجسمي کي ڏسي منهنجي لئون، لئون ڪنبي وئي. ٻايان ته منهن ڪري

پڇان. پر نہ ڄاڻ ايتري همت مون ۾ ڪٿان آئي جو دل جهلي ڇتائي ڏنو مانس، تہ منهنجي حيرت جي انتها نہ رهي. هن جي جسم جو هڪ حصو جيترو ئي حسين ۽ دلڪش هو تہ ٻيو حصو اوترو ئي بي هنگم ۽ ڀيانڪ. هن جي هڪ اک ۾ خوشي ۽ شادماني هئي، تہ ٻيءَ اک ۾ رنج ۽ ڳوڙها. هن جي هڪ ٻانهن ۾ هيرن جڙيل سوني ٻانهين پهريل هئي، تہ ٻي ٻانهن ۾ ڪٽيل زنجير لڙڪي رهي هئي. هن جي سنهڙي چيلهہ جي هڪ پاسي کان سونهري تلوار ٻڌل هئي تہ ٻئي ڪک ۾ زخم ۽ ناسور. هڪ پير ۾ ڇير ٻڌل هئي تہ ٻئي ۾ هڪ وڏو واسينگ لڙڪي رهيو هئس. هوءَ جتي بيٺي هئي اتي هڪ پاسي گلن جي سيج وڇايل هئي ۽ ان جي مٿان وڇون ڊوڙي رهيا هئا. مان خوف کان ٿر ٿر ڪنبي رهيو هوس. مون اتان ڀڄي وڃڻ ٿي چاهيو، پر الائي اَها ڪهڙي ڪشش هئي، جو مان ان پٽيءَ تان ڀڄي وڃڻ تان تر جيترو بہ چري نہ سگهيس. جيتوڻيڪ هن کي ڏسڻ سان مون تي دهشت چڙهيو ٿي وئي، تڏهن بہ نہ ڄاڻ ڪيتري دير تائين مان هن کي ڏسندو رهيس.

”اي عظيم ديوي! تون ڪير آهين؟“ مون ڊڄندي پڇيو. منهنجو سڏ سٹي ديويءَ مون ڏانهن نهاريو، ۽ ڪيتري دير تائين هوءَ پنهنجي نندڙن نيڻن سان هڪ ٽڪ ٻڌيو مون ڏانهن نهاريندي رهي، ڄڻ هوءَ مون کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪري رهي هجي. مان هن جي نظرن جو تاب نہ جهلي سجدي ۾ ڪري پيس.

”اي روح! تون مون کي نٿو سڃاڻين! مان آدجڳاد کان آهيان. تڏهن اجا نہ هن پاسي هي پهاڙ هئا، نہ هن پاسي هي ٻرندڙ جبل. اي روح، بس ائين سمجهہ مان ابتدا آهيان، مان انتها آهيان، مان راڳ آهيان. مان روح آهيان. مان پيار آهيان، مان نفرت آهيان، مان فنا آهيان، مان بقا آهيان، سڀ ڪجهہ مون سان آهي.“

هن جي آواز ۾ ايترو تہ ڏک هو جو ڪجهہ دير تہ مون تي سڪتو طاري ٿي ويو. جيئن اوچتو مرليءَ جو آواز ٻڌي نانگ پهرين چپ هٹندو آهي، پوءِ ڪر مٿي ڪٽي، مرليءَ جي آواز ڏانهن وڌندو ويندو آهي. مان سجدي مان ڪنڌ ڪٽي ڏڪندو ڏڪندو هن جي ويجهو ويس ۽ روئڻهارڪي آواز سان چيم: ”اي ديوي! مان هڪ ڀٽڪيل روح آهيان. صدين کان آجهاڳ خلائن

ڪي جهاڳڻ ڪان پوءِ تو وٽ آيو آهيان. اي عظيم ديوي! مون کي هنن آجهاڳن خلائن مان نڪرڻ لاءِ ڪا واٽ ڏيکار.“ مان هن جي اڳيان سڏڪا ڀري روئڻ لڳس.

ديويءَ جي چهري تي ڦڪي مرڪ ڦهلجي وئي. هڪ اک مرڪڻ لڳيس، ته ٻيءَ مان لڙڪ ڪري پيس. تڏو ساهه ڀري چيائين:

اي روح! مان ڏاڍي دکي آهيان. توڪان پهرين به مون وٽ ڪوڙين روح آيا. هنن ليلائي مون ڪان منهنجي پيار جي ڀيک گهري. مون پنهنجي سباجهڙي فطرت سان هميشه هنن کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لاتو. پر مون کي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ هو مون کي پلجي ويا. هنن مون کي ڇڏي پنهنجي لاءِ نوان ديوتا تعمير ڪيا. هنن مان ڪنهن به منهنجي ڏک کي نه پروڙيو. هي ڳوڙها منهنجي اکين ۾ ڏسين ٿو، ازل ڪان آهن. ڪنهن منهنجي ڳوڙهن کي نه ڏٺو. ڪنهن منهنجي پير ۾ وچڙيل نانگ ڏسي مون تي رحم نه ڪاڏو. هنن پنهنجي ديوتائن کي خوش ڪرڻ لاءِ منهنجي هٿن ۽ پيرن ۾ زنجير ٻڌي، انهيءَ جا ڪِلا ڌرتيءَ جي پاتال ۾ ڪوڙي ڇڏيا. هنن پنهنجي ديوتائن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڦهري ڪان هٽي، منهنجي ڪک کي رتو ڇاڻ ڪري ڇڏيو. هاڻي مون وٽ ڪجهه به نه آهي. تون مون ڪان ڇا ٿو گهرين؟ وڃ، اي روح وڃي اگهور خلائن جي رنگينين ۾ بانبڙا پاءِ. وڃ... مون تو کي نرواڻ ڏنو آهي،“ ائين چئي هوءَ سڏڪن ۾ ٻڏي وئي. هن کي ائين روئندي ڏسي منهنجي دل به پرجي آئي. مون رڙڪندي چيو: ”نه نه اي عظيم ديوي! مون کي خلائن جي رنگيني نه کپي. مون کي نرواڻ نه کپي. مان توکي دکي نٿو ڏسي سگهان. مان تو سان وعدو ٿو ڪريان ته مان توکي پنهنجي ساهه سان سانڍيندس، مان ماڻهن کي وري هڪوار تنهنجي آڏو جهڪائيندس. اي ديوي، جيستائين تنهنجي هٿن پيرن ۾ اهي زنجيرون ۽ تنهنجي ڪک ۾ اهو زخم آهي، مان سک سان نه سمهندس. اي عظيم ديوي! آءٌ تنهنجا زخم ڌوئندس. مون تي ديا ڪر، مونکي شڪتي ڏي.“ مان رانياٽ ڪري هن جي اڳيان زارو زار روئڻ لڳس.

ديوي ڪجهه دير ته منجهي پئي ۽ پوءِ ڪنڌ جهڪائي مون ڏانهن نهاريائين ائين جيئن ڪا وڏوا پنهنجي اَبهم ڏانهن نهاري، ۽ پوءِ هن جهڪي مون کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لاتو.

۽ اڄ مان انساني روپ ۾ دنيا جي عجائب گهر ۾ حيران پريشان بيٺو آهيان.

جڏهن مون اک پٽي هئي تہ منهنجي ڪنن ۾ بمن جا ڌڪاءَ گونجي رهيا هئا. آسمان مان باهہ جا ألا وسي رهيا هئا، ۽ ڌرتيءَ جو سينو ڏڪي رهيو هو، ۽ منهنجي چئني طرف انساني لاش پکڙيا پيا هئا، جن جو ماس ڳجهون ۽ جهنگلي جانور روڙي رهيا هئا. موت جي ڏائڻ ڏند تيڙيو پئي ٺهڪ ڏنا ۽ زندگيءَ جي ڪنوار سڪرات ۾ هئي.

مان چپ چاپ هلندو رهيس.

هاڻ مان پنهنجي اکين جي جوت وڃائي چڪو آهيان. منهنجي هٿن پيرن ۾ لرزش پيدا ٿي چڪي آهي، ۽ هاڻ مان سمجهان ٿو تہ منهنجي سفر جو آخري وقت اچي چڪو آهي، جيتوڻيڪ اها ستر سالن جي زندگي مون گمناميءَ جي غارن ۾ گذاري آهي، سيني کان جدا، پنهنجو پاڻ کان ويڳاڻو، پر مون کي انهيءَ جو ذرو بہ افسوس نہ آهي. ڇو تہ مون دنيا ۾ اچي پنهنجي جذبن ۽ احساسن کي گڏ ڪيو آهي. مون انهن کي وجود ڏنو آهي. منهنجي ستر سالن جي زندگي جو تاثر هي مجسمو آهي، جنهن کي مون دنيا جي چوواٽي تي بيهاري ڇڏيو آهي. مون سوچيو هو، ماڻهو هن کي تعجب سان ڏسندا، پنهنجي ماضيءَ حال ۽ مستقبل جي باري ۾ سوچيندا ۽ مان انهن جو انتظار ڪرڻ لڳس.

هڪ صبح جو سوير مون پنهنجي جهڳيءَ مان ڏٺو تہ ماڻهن جو هڪ وڏو ٽولو منهنجي مجسمي جي چوڌاري بيٺو سجدا ڪري رهيو آهي. پوءِ هو سڀ گڏجي مون وٽ آيا ۽ چيائون، " اي پوڙها! هي بت تو ٺاهيو آهي؟"

مون خوشيءَ مان ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي.

"اسين انهيءَ کي خريد ڪرڻ گهرون ٿا. بدلي ۾ گهڻي رقم ونندين."

"مان اوهان جو مطلب ڪو نہ سمجهيس." مون حيران ٿيندي چيو

"اسين انهيءَ کي پنهنجي مندر ۾ سجائي رکنداسين ۽ انهيءَ جي پوڄا ڪنداسين."

منهنجي تن بدن ۾ باهہ ٻري وئي. مون ڪاوڙ مان ڏڪندي چيو:

”مون انهيءَ ڪي پوڇا لاءِ نہ ٺاهيو آهي. مون ان ڪي توهان جي ماضي، حال ۽ مستقبل سڃاڻڻ لاءِ ٺاهيو آهي. توهان سڀ هتان هليا وڃو. نڪري وڃو...“

هوسڀ واڻڙا ٿي ويا ۽ منهنجي حال تي افسوس ظاهر ڪندي چيائون: ”ويچارو چريو آهي.“

۽ مان پنهنجي جهڳيءَ ۾ اچي روئڻ لڳس.

انهيءَ ڪانپوءِ هڪ صبح جو فوجين جو هڪ ٽولو مون ڪي پنهنجي مجسمي جي چوڌاري ڦرندو نظر آيو. انهن مان هرڪنهن پنهنجا پنهنجا دليل ڏنا ۽ چيائون: ”هي پوڙهو تہ ديوانو آهي. هن ڪيتري نہ سهڻي مورت کي بگاڙي ڇڏيو آهي،“ ۽ انهن جي وڃڻ ڪانپوءِ مون ڏٺو منهنجي مجسمي جي چيلهہ ۾ ٻڌل تلوار غائب هئي.

انهيءَ ڪانپوءِ هڪ نقادن جو ٽولو آيو. هو ڪجھہ دير تہ منهنجي گهڙيل مجسمي کي پرکيندا رهيا ۽ پوءِ هنن سيني مون ڏانهن آڱر کڻي چيو تہ ”هي دهريو آهي. هن کي ماريوس. هي ماده پرست آهي.“ مان واڻڙو ٿي هنن ڏانهن ڏسندو رهجي ويس. هنن مون مٿان پٿرن جا مينهن وسايا. مان زخمن ڪان چور ٿي ڪري پيس.

انهيءَ ڪانپوءِ هڪ ٻيو مذهبي ٽولو مون وٽ آيو ۽ مون ڏانهن نفرت سان نهاري چيائون: ”تو خدا کي ڇڏي بت پرستيءَ جو سهارو ورتو آهي، ۽ خدا توکي ڪوڙهہ لڳائي، انهيءَ پرڪيئنٽان وجهي ڇڏيا آهن. تون ڪتي جو موت مرندين ۽ توکي پاڻي ڏيڻ وارو ڪونہ ملندو. هاڻ وينو پنهنجي گناهہ جي سزا ڀوڳ.“

سڀ ماڻهو مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي هليا ويا. پوءِ مان ماڻهن کان مايوس ٿي موت جو انتظار ڪري رهيو هوس.

هڪ صبح جو، جڏهن سج جو گولو اوپر مان پنهنجا رنگين شعاع پکيڙيندي نڪتو، مان پنهنجن زخمن کي سيڪڻ لاءِ ٽڙندو ٿاٻڙندو، پنهنجي جهڳيءَ کان در وٽ آيس تہ مون ڏٺو، منهنجي مجسمي جي چوڌاري ننڍڙا اسڪولي ٻارڙا راند رچايو ويٺا هئا. انهن مان هڪ شهزادو ٿيو بيٺو هو. هن جي هٿ ۾ ننڍڙي ڪاٺيءَ جي تلوار هئي ۽ هو پنهنجي تلوار کي زور زور سان هوا ۾ لهرائي چئي رهيو هو، ”دوستو، هيءَ پيار جي پري آهي. هن کي هڪ

وڏي ظالم ديو زنجير ۾ ٻڌي جادوءَ جي زور سان پنڊ پهڻ ڪري ڇڏيو آهي. اوهان هن جي زنجير کولڻ جي ڪوشش ڪريو ته مان هن لاءِ ڪوه ڪاف مان آب حيات ٿو آڻيان.“هن جو حڪم ٻڌندي ئي هن جا ننڍڙا ساٿي، زنجير ۾چنبڙي ويا، ۽ شهزادو ڪانيءَ جي گهوڙي کي ڊوڙائيندو وٽن جي جهنڊ ۾ گم ٿي ويو.

هن اسڪولي ٻارڙن جي راند ڪيتري نه پياري آهي، خوشيءَ ڪان منهنجي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا ۽ مان پيو سوچيان، هي ننڍڙا ٻارڙا انهيءَ پربت جهڙي زنجير کي ڪيئن توڙي سگهندا، ۽ ڪانيءَ جي گهوڙي تي سوار ننڍڙو شهزادو ڪوه ڪاف مان ڪڏهن آب حيات آڻي ديويءَ کي زندگي ڏيندو.

# وڏو ماڻهو

پوريءَ ڇمار ۾، هن ڪڏهن به پنهنجي ڳوٺ تي نہ سوچيو آهي تہ ڳوٺ ۾ ڇا پيو وهي واپري. پر اڄ ٻن ٽن مهينن کان پوءِ، شهر جو چڪر هڻندي، ڪراڻا اڪاڙي ۾، پنهنجن قوم جوان ڀائٽين، ڀاڻيجين ۽ سوٽين ماساتين جي ونجهہ پٽن ڪي شهر جي نوجوانن سان جهڙوڪراڻا ڪندو ڏسي، هو وڏي مونجهار ۾ اچي ويو آهي ۽ درياهہ شاهہ جو بند ڏئي، واپس ڳوٺ موٽڻ لڳو آهي، وڏن واسامن سان:

”هون- هي تہ سڀ ڇورا جوان ٿي ويا!... هان... ڏسندي ئي ڏسندي، ايڏا جانٺا جوان!... هاڻ ڀلا هنن ڇورن لاءِ ڇوريون ڪٿان اينديون؟ ڀلا ڇا هي ڇورا جيڪي ڊاڪٽر، انجنير، پائلٽ ۽ ايڪٽر ٿيڻ جا سپنا سانديو پيا هلن. سي ڀلا اِنهن وڏن وڏن گيدن وارين اٺيڙهيل ڇنوڙين گهاگهيلين کي پسند ڪندا؟ وات ويندي ڊاڍي ڏيرج سان هلندي، هو ٿڌي دل سان ويچار ڪري ٿو ۽ هن جي ذهن مان هڪ هڪ ٿي سڀ جوان ڇوڪريون گذري وڃن ٿيون، سهڻيون، ڀوريون، سڌيون ساديون، بہ چار درجا سنڌي پڙهيل، ڪارا، ساوا، ڳاڙها رنگا رنگ پرت پريل گهگها ڀھريل ڇوڪريون.

”ڇاڇا، ڇا هيءَ انهيءَ قدي ۾ منٿو پالينديءَ؟“ پٽ جي ڳالهہ ياد ايندي ئي هن کان ٺهڪ نڪريو ٿو وڃي. جيميءَ جو عاشق پٽ، جيڪو ننڍڙي لاڪي ڪيس بابا جي بدران ڇاڇا چوندو آهي ۽ وري هو ڏاڍي اتساهہ مان ٽڏو ساهہ پري ٿو ۽ چوڏس وايومنڊل ۾ نهاري ٿو.

· نيري نيري آڪاس ۾، اڇا ڪارا ڪڪر ڊوڙندا وڃن. سج ٽڏو ٽڏو ۽ وڏو وڏو ٿيندو ٿو وڃي. ٽاڙن جي ٽنوار جا آواز، وسڪارن لاءِ نپ ۾ رڙندا ٿا وڃن ۽ ڪيٽن مان اڇا اڇا، ننڍي نسل جا ٻگهہ، هوريان هوريان ولر ڪري، هڪ ٻئي پٺيان آڪيرن اڏار ۾ آهن ۽ اُني جي هوائن ۾ ڇيڪي مٽيءَ جي خمير جو واس آهي. هلندي هو محسوس ڪري ٿو، ڳوٺ جو سڄو ڳاڏو اونڌو هلي رهيو آهي. جڏهن کان ڄائو آهي تڏهن کان هن ايئن ئي محسوس ڪيو آهي ۽ هاڻ جڏهن هو چوٽيهن پنجٽيهن سالن جو اچي ٿيو آهي، تڏهن اها

ڳالهہ هن کي شدت سان محسوس ٿيڻ لڳي آهي. هن کي ڳوٺ سان ڪا دلچسپي نہ آهي پر پوءِ بہ هو محسوس ڪريٰ ٿو تہ ڳوٺ جْي نئين نسل سان، جيڪو جوان ٿي رهيو آهي، اهو ورتاءُ نہ هئڻ گهرجي، جيئن سدا ٿيندو آيو آهي ۽ ان لاءِ هو سڄو ڏوهہ ڳوٺ جي پوڙهن پوڙهين تي مڙهيندو آهي. جيڪي پاڻ کي وڏڙا چورائيندا آهن ۽ وڏي هلنديءَ وارا آهن جيئن چاهيندا آهن، تيئن ٿي ويندو آهي. جيڪي سدائين کين ڪنئجيءَ جيان ڪاٽي بہ اڌ ڪري ڇڏيندا آهن. هاڻي هن کي پنهنجي مامي تي ڪشت ٿا اچن ۽ هلندي هو سوچي ٿو:

”هون؟... سڄو ڏوهہ انهيءَ يورپيئن مامي جو آهي. جيڏانهن جيڏانهن ويو، سڄي سنڌ ڏٺي آيو پر پنهنجي ڳوٺ ۾ نهار تہ ساڳيا ڪاريءَ وارا ڪک! پنهنجي ڳوٺ لاءِ ڪيو ڇا اٿائين؟... ڪامورا تہ پنهنجي ڳوٺ ڇا سڄي شهر لاءِ الائي ڇا ڇا ڪري ويندا آهن. اسڪول، پارڪ، رانديون جا ميدان، ناٽڪ منڊليون- پر مامي ڇا ڪيو؟“ ۽ هلندي هو مامي تي ويچار ڪري ٿو، ۽ هن جي اميجينيشن مان مامي جو جيون ڏنڏلو ڏنڏلو گذرڻ لڳي ٿو.

هڪ ماٺهو، اوچا وڳا، سونهري عينڪ اکين تي، بنهہ جهڙو انگريز ايڪٽر. ڪڏهن زوزٽ سان ڪار ڪاهيو پڳو ٿو وڃي. ڪڏهن ماڻهن کي چهبڪن سان پيو ماري. ڪڏهن ٽيليفون پيو ڪري. ڪڏهن وڏين وڏين آفيسن مان ٽِڪو ٽِڪو هلندو ٿو وڃي. ڪڏهن لئبريريءَ ۾ ڪتابن ۾ گم آهي. ڪڏهن لکي پيو. ڪڏهن بانبڙا پائيندڙ ٻارڙن سان رانديون پيو رچائي ۽ ڪڏهن... ڪڏهن دکي آهي، نند ۾ ڦتڪي پيو. ڇڻ سپنن ۾ روئي پيو.

۽ هو اميجينيشن جي ٻوڏار مان نڪري ٿو اچي ۽ هرويرو هن کي محسوس ٿئي ٿو، مامو دکي آهي. جيئن هو وڏو ٿيو آهي ۽ هن کي سانيرُ آهي تہ مامي کان سدائين هو پري ۽ وِتيرڪو رهيو آهي. بس پندرهن ويهن سالن ۾، عيد براد تي ڪو ڏهہ پندرهن ڀيرا مليا هوندا، سو بہ پنجن ڏهن منٽن لاءِ، ڇڻ نہ سنگ نہ سياڪو! سوچيندي هو دکي ٿي وڃي ٿو ۽ وري هو يادن جي ٻوڏار ۾ هليو وڃي ٿو:

هڪ تمام يورو يورو، انگريزن جهڙو رانديگر، اڪيلي سر ٻن پناهگير ماسترن سان ٽينس کيڏي رهيو آهي ۽ وري هن جي ڪن ۾ الائي

ڪتان، ماءُ جا آواز پڙاڇن ٿا:

”گمان، خبر ٿئي، جڏهن تنهنجو مامو علي ڳڙهه مان سوني بيج سان، ايم- اي پاس ڪري موٽيو هو ته شهر جا مسلمان ڇا هندو به قطارون ڪري ڪيس استيشن تان ائين وٺڻ ويا هئا ڄڻ وڏو حج ڪري آيو هجي.“ هلندي هن ڪيِ اجا ٻيا ڪي پساهه پون ٿا. پراڻا، ڏنڌلي سپني سمان:

درياهه ڇولان ڇول ۾ آهي. هو ننڍڙو ٻتڪڙو آهي. ٻيڪيدار سازهين سان وڏيون وڏيون هندواڻيون آهن ۽ اڇو سوٽ پهريل مامو ۽ مامي جيڏا وڏا وڏا ماڻهو، ڳالهيون ڪندا، ٽهڪڙا ڏيندا، درياه ڪناري وڏي وڏي جهاز تي اچن ٿا. هو جهاز ۾ چڙهڻ جي تختي تان چڙهندي ڏجي ٿو. هڪ هندوداڻي ڪيس ڪڇ ۾ کڻي چميون ڏئي ٿي ۽ مامو ٺهڪ ڏئي ٿو.

۽ هو وري ٻئي لڙاٽ ۾ هليو ٿو وڃي.

وڏو وڏو بنگلو آهي، چوڌاري باغ آهي ۽ ٿورو وٿيرڪو وڏي وڏي جيل جهڙي جاءِ آهي جنهن ۾ آڪيڙا چڙهيل ماڻهو اونڌا ٽنگيا پيا آهن. مختيارڪار ڏاڍي ڪروڌ ۾ آهي، زيردستن اڳيان ڳجگوڙ سان واڪي ٿو: ”اهي ياڙيا مختيارڪار هوندا. رنن زالن سان ٿو اُرهه زورايون ڪري. انهيءَ ڪتي جي ڦر وڏيري جو ڦڳڙ لاهي، ڳچي ۾ رسو وجهي وٺي اچوس. جي وڏيرو گهر ۾ نه هجي ته جوئس ڪاهي اچو.“

۽ ٻئي ڪن ۾:

ٻئي ڪن ۾، پوليس وارا آهن، اڌ مچ ڪوڙيل ٿلهو وڏيرو آهي ۽ مختيارڪار جو لڪڻ آهي. مختيارڪار استڪ سان وڏيري جي ڪلّ اُڏيڙي ٿو ڇڏي. وڏيري جي خميص ڇيهون ڇيهون ٿيو ٿي وڃي. مختيارڪار وڏيري کي ايستائين ماري ٿو جو هو سندس پيرن ۾ غش کائي ڪري ٿو پوي: ”سائين توبهن، يا حسين توبهن، گهوڙاڙي توبهن.“ مختيارڪار جي زوردار ٺڏي سان، وڏيرو نڪ مان رت جون ليڪڙيون وهائيندو اونڌو، ڪرونڊڙو ٿيندو ٿو وڃي.

”او ڪتيءَ جا ڦر. ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ، وري جي غريب مار ڪئي ٿئي ته جوٺهين انهن ماڇين کان ڪٽائيندس. هوندين ڪنهن منسٽر جو ڀڙوو، مان لنڊي لاٽ جي پرواهه نه ڪندو آهيان.“ ۽ پوءِ مختيارڪار تکڙو ويندي

منشيءَ کي دڙڪو ڏئي ٿو:

"Three months jail, one thousand rupees fine."

واٽ ويندي هو سوچن جي ٻوڏار مان نڪري ٿو اچي ۽ وري وايومنڊل ۾ نهاري ٿو. سنڌيا مٿان رات جي رئي چڙهندي ٿي وڃي. وري الائي ڪٿان هن جي ڪنن ۾ الائي ڪنهن جا آواز گونجن ٿا:

"بابا، تنهنجي مامي جهڙا ماڻهو ڪٿي! موليٰ پاڪ جو قسم اسان جي پاسي مختيارڪار تئين مهيني ٽپڙ ٻڌي ويندو هو، پر تنهنجو مامو ... تنهنجو مامو اهڙي صاحبي هلائي ويو جو ڪنهن انگريز به ڪانه هلائي هوندي. بابا، ذات حراميءَ جي ٻچيءَ ۾ پٽڪو، يلي خان خانان هجي. اصل ڪِهر ڪهِران. رب ڏئي پناهه!"

"چو يلا، پنهنجي ڳوٺ ۾ مامو ايڏو تڏو چو آهي؟" هن جي ذهن ۾ سوال اڀري ٿو ۽ هو ڳوٺ ۾ مامي جي جيڪا چُرپر آهي ان تي ويچار ڪري ٿو.

اميجينيشن:

هو پنڌ پيو وڃي ۽ مامو سوين پيرا سرڙاٽ سان موٽر سان گذري وڃي ٿو.

مامو لئبريريءَ ۾ ويٺو آهي.

مامو آرام ڪرسيءَ تي ڪنڌ ڍرڪايو، پير ٽپائيءَ تي ڦهلايو، بي. بي. سي پيو ٻڌي.

مامو پوٽا پوٽيون ڏوهٽا ۽ ڳوٺ جا ننڍڙا ٻتڪڙا ٻار وٺيو، وڏيءَ وڏي ڪار ۾ الائي ڪيڏانهن گهمڻ پيو وڃي.

مامو ننڊ ۾ آهي ڪين الائي جاڳ ۾! مامي کي جڻ ننڊ ڪانهي. مامو ننڊ ۾ جڻ ڦتڪي پيو.

مامو ٽهڪ پيو ڏئي، جيئن سدائين ڏيندو آهي، وڏا وڏا ٽهڪ. جن ۾ آواز گهڻو، خوشي گهٽ هوندي آهي. هو محسوس ڪري ٿو، مامو دکي آهي ۽ جيون ۾ ڦهريون پيرو هن کي سِڪ پئدا ٿئي ٿي ته مامي سان ڪڏهن ڪچهري ڪرڻ گهرجي.

هلندي هو وري چوڌس وايومنڊل ۾ نهاري ٿو. سندس ڳوٺ جون

روشنيون ٻري ويون آھن. ھو محسوس ڪري ٿو، ڳوٺ جي اھا اڳين ڳوٺائي سونھن ختم ٿي وئي آھي، ڳوٺ بدران ڪراچيءَ واري شرف آباد يا گلشن اقبال جھڙي آبادي محسوس ٿئي ٿي يا ڪا نئين نھنڊڙ پناھگير ڪالوني.

ڳوٺ ۾ نئينءَ وڏي وڏي مسجد سامھون اچي، مامي جي ڳاڙھي ڪار ڏسي، ھو گھر وڃڻ بدران مامي جي گھر وڃي ٿو.

"تاھم ڪرڻ ۾ آھي ڇا؟ ھان... مان نوڪري وٺڻ يا ڪنھن جي سفارش ڪرڻ ٿوروئي پيو وڃان. ڪيستائين ھڪبئي لاءِ ايئن اجاتل اوپرا ماڻھو رھنداسين؟" ھو پنھنجي اندر سان سوال ڪندو گھر ۾ داخل ٿئي ٿو. گھر جا سڀ ڀاتي ھن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿي وڃن ٿا. بي بي الوينا ھن کي چيڙي ٿي. وڃي ھو ڪيس ڦيرائي ٿو.

"Where is Uncle?"

"He is sleeping." ببيي پراڻي جاءِ جي ھڪ ڪمري ڏانھن اشارو ڪري ٿي. در بند آھي. ھو دريءَ مان ستل مامي کي ڏسي ٿو. جيون ۾ پھريون ڀيرو ھن کي محسوس ٿئي ٿو تہ مامو پوڙھو ٿيندو ٿو وڃي. الوينا ڪيس نئين ٻماڙ جاءِ ۾ وٺي اچي ٿي.

"Papa says "This is for me." Good home?"

"Yes, very nice. Beautiful."

ھو نئين گھر ۾ پھريون ڀيرو آيو آھي. سڄو گھر چڱيءَ طرح ڏسي ٿو، ۽ بالڪونيءَ مان ٿيندو ببيءَ سان گڏ ڇت تي ھليو وڃي ٿو.

"Shall we play ping pong?" ببيي پڇيس ٿي.

"No, I am feeling tired." ھو لنوائي ٿو. ھو سوچي ٿو مامو الائي ڪڏھن جاڳندو، ھن کي گھر موٽي وڃڻ گھرجي. ھيٺ لھندي، مامو ھن کي باٿ روم ڪان ٻاھر نڪرندو ٿو نظر اچي. مامو ڏاڍي سٺي نھار سان ھن ۾ نھاري ٿو.

"ڪڏھن آيو آھين؟"

"اڄ ئي، اوھان تہ ھينئر ستا ھئا."

"نہ، اٿين ئي ليٽيو پيو ھئس. مون تنھنجو آواز ٻڌو پئي. ڪيئن آيو آھين؟"

"ائين ٿي دل چيو، هليو آيس."

"سچي!...." مامو عينڪ صاف ڪري اکين تي چاڙهي ڏانهس ائين ٿو نهاري ڄڻ ڪيس ويساهه نه ٿو اچي.

"طبيعت ٺيڪ آهي نه؟" مامي کان پڇي ٿو.

"ها، طبيعت کي ڇا ٿيندو. طبيعت ماڻهوءَ جي پنهنجي وس ۾ هوندي آهي."

مامي جي ڳالهه تي هو مرڪي ٿو پوي. هن کي محسوس ٿئي ٿو، مامو ساڳيو آهي. مامي ۾ ڪائي چينج نه آهي. جي چينج آهي ته رڳو اها ته پٽ پوڙها ٿي ويا ٿس. مامو ساڳيو ينگ، سمارٽ ۽ هئنڊسم آهي.

"تنهنجو ڪاليج ڪيئن پيو هلي؟"

"ٺيڪ آهي. بس هلي پيو."

"آ... ها ... ڇا زمانا هئا! ٽيچرس لائيف به ٽيچرس لائيف آهي." ڪن لاءِ اونهي ساهه سان مامو ڄڻ ساروڻن ۾ وڃائجي ٿو وڃي.

"ڇا رکيو آهي ان لائيف ۾ ماما؟"

"هون... مان ست اٺ سال ٽيچرس لائيف گذاري آهي. مون کي سڀ خبر آهي. ڇا شاندار لائيف آهي! بس رڳو ماڻهوءَ جي پنهنجي ڪوالٽي هجي."

"پوءِ اوهان ٽيچنگ لائيف ڇو ڇڏي؟"

"اڙي پائي ڇڏائي وئي. مان ته سدائين ائين محسوس ڪندو آهيان ته مون ٽيچنگ ڇڏي پاڻ کي توڙي ڇڏيو هو. ڳُهَڻ لاءِ ڇاٽي واٽي. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو قربانيءَ جو ٻڪر ٿي ويندو آهي." مامو الاهي دير لاءِ ماٺ ٿي وڃي ٿو. مامي ڇانهه ڪٽي اچي ٿي. ڪن لاءِ ٻئي ماٺ ٿي، ڇانهه جا سُرڪ پريندا رُهن ٿا.

"ڪم اٿئي؟"

"نه ته." هو هڪدم وراڻي ٿو.

"الائي ڇو، ڪم ڪانسواءِ مون وٽ ڪوئي ڪونه اچي." مامو ڏاڍو ڏکوئجي ٿو وڃي.

۽ مامي ڄڻ اوچتو گوليءَ وانگر ڇٽي ٿي پئي:

"ڪنهن کي ڇتي ڪاڏو آهي جو تو وٽ ايندو. جيڪو اچي منهن پٽيو

ڇڏينس. پوءِ ڇئين تہ مون وٽ ڪو اچيئي ڪونہ." ماميءَ جي ڳالهہ تي مامي جي ڇهري تي رڪي مرڪ ڪِڙي تي وچي. ۽ مامو هِن ڪي اک پيچي ٿو:

"الائي چو، هاڻ تون وٿين پيو. سچ پڏاءِ، ڪم سان آيو آهين نہ؟ تون غلط ڪم چوندين تہ اهو بہ ڪندس."

"نہ باءِ ڳاڊ، رڳو اوهان کي ڏسڻ آيو هئس."

"هون... اڙي ٻائي مون کي سڀ خبر آهي. تنهنجو اچو منهن ٿيو آهي.
"Really, she is a fine girl

"جي." هو گهبرائجي ٿو وڃي.

"اڙي ڪوپ ٿو اونڌو ڪرين، پوءِ چئو تا دڙڪا ٿو ڏئي. مون کي خبر آهي، تون پنجن سالن کانپوءِ پنجن منٽن لاءِ بہ اچين ٿو تہ رڳو مون کي ڏسڻ لاءِ، نہ ڪم لاءِ. مان تيچنگ لائيف ۾ بارڙا نہ، جوان پڙهائيندو هئس."

"ٿئنڪز." هو مامي جي ڳالهہ تي سندس ٿورا مڃي ٿو.
"Really you are a lucky person and gentle fellow"

مامو هن ۾ نهاريندي مرڪي ٿو، ڏاڍي پيڙا مان ۽ مامِي ڪم ڪار ڪندي پري کان هڪل ڪريس ٿي:

"مُنا پچ، اهو ڪلندي ڪلندي، گهيتاري گهيتاري اوچتو بگڙجي ويندءِ."

"مان هلان؟"

"چو پلا، انهيءَ پوڙهيءَ جي ڳالهہ دل سان لڳي اٿئي ڇا؟"

"نہ تہ، وري ڪڏهن سٺي ڪچهري ڪنداسين."

"ها، حياتي آهي تہ ڪچهريون ئي ڪچهريون آهن."

مامو تپائي تي ڪوپ رکي ٿو، ۽ هو موڪلائي اٿي ٿو. هن کي پهريون ڀيرو محسوس ٿئي ٿو تہ هن جو مامو اهو نہ هو جيئن هن سمجهيو هو.

# چپر ۽ چاٺون

مٿي مٿي نڀ ۾، چمر اوهيرا ڪيو، سلو موشن ۾ اڏاڻا ٿا وڃن. لڳاتار سنهڙيءَ بوند وڻ ٽڻ ڏوئي ڇڏيا آهن ۽ لوني ڌرتيءَ مان ساوا ساوا گونج سرجڻ لڳا آهن. هو ايستائين مينهن وساڙي ۾ نهاريندو ٿو رهي، جيستائين مينهن وساڙو سنهڙيءَ چبر مٿان ڳهاٽي ڳم گنديهير ۾ گم نہ ٿو ٿي وڃي. هو اونهو ساهہ ڀري وري مٿي نڀ ۾ نهاري ٿو. جيستائين ياد ٿو اچيس، جيون ۾ اهڙي رم جهم هن ڪڏهن ڪانہ ڏٺي. جيئن ڪنهن ودوا ناريءَ جا ڪجلا نيڻ، ڇٽاڪا ڇٽاڪا سدائين ٽمندا رهن. هن ڪي هتي آئي پندرهون ڏهاڙو آهي، بوندون بس ئي نٿيون ٿين. اچانڪ هو محسوس ڪري ٿو، هو روئي پيو. هن جي نيڻن ۾ ڳوڙها آهن. جڏهن کان شبنم هن کي ڇڏي وئي آهي، ان ڏينهن کان هن کي ڪو ٿان ڪو استان نہ ٿو وڻي. هن کي ڪا سمڪ ئي ڪانہ ٿي پوي، وقت جي، پنهنجي پرائي، ڪائي نہ. جڏهن کان هوءَ هن جي جيون مان نڪري وئي آهي، هن کي پنهنجو جسم بہ پرائو لڳندو آهي. بس هن کي رڳو ايترو محسوس ٿيندو آهي، هو ڏسي پيو. پيو هن کي رڳو ايتري خبر پوندي آهي، تہ ڌرتي ڏاڍي سهڻي آهي ۽ ٻولارن ٻاٽارن ۾ ڇڻ جادو پريل آهي، اهڙو جادو! جو ماڻهو ان ڪامڻ مان نڪري نہ سگهي. هو ٻولار ۾ نهاريندو ٿو رهي ۽ ڀنيان رهجي ويل منڊي ڪڪري مٿاهنس چاٽون اُچلائيندي، ڪنهن پيڙا ڪان ڇڻ وڪڙ ڪائيندي، ولوتجندي ٿي وڃي.

"روٽيا.... هي روٽيا ...." آواز تي هو جهوپڙن ڏانهن مڙي نهاري ٿو. انڌي ڪالڪا هوائن ۾ ڇڻ انڌي پريءَ جيان اڏامڻ لاءِ پر پٽي سوري. ڪن لاءِ هو ڪالڪا ۾ ڪوئجي ٿو وڃي. هو سوچي ٿو، ڪالڪا جو جيون ڪيڏو نہ سهڻو آهي. اهڙوئي سهڻو، جهڙي هوءَ پاڻ آهي.

"ڪاوڙيو آهين؟"

"اون... هون..." هو پيار مان ڪالڪا ۾ نهاريندو ٿو رهي.

"اوڪ نان لڳي؟"

"نہ."

"ڇو؟"

"توکي ڏسي پيٽ ڀرجي ويندو آهي."

"سچي!" خوشيءَ کان ڇڻ ڪالڪا جي نيڻن مان جوت ڇمڻ ٿي لڳي. ڪالڪا اَڇاتل خوشين مان هن جي وڏن وڏن وارن تان هٿ ڦيري ٿي ۽ هو- هو ڪالڪا جي ٻانهينءَ ڍڪيل ٻانهن تان ڪالڪا جا ڪپڙا ٻغل ڏسي گهوماتجي ٿو وڃي.

"هي رام رام رام..."

"ڪا ٿيڻي ڳيو؟" ڪالڪا توائڙي ٿيو وڃي.

"پاپ ٿيڻي ڳيو." هو لڄيندو ٿي نيڻ جهڪائي ٿو ڇڏي.

"ڪوڙ ٿو ٻولين. تون ۽ پاپ! ڪيا ٻولي هي!..." ڪالڪا کي اعتبار نٿو اچي. ڪالڪا هن جي ڪلهن تي ٻانهينءَ واري ٻانهن رکي اونهو ساهه ڀري ٿي، ايڏو اونهو ڇڻ سچو پولار ڪين ڪَن تي سندس وات ۾ هليو ٿو وڃي.

"جونءَ ڪيان؟"

"ها. سَر سَر ڪر، ماٿو ڦٽتو هي." ۽ هن جي ڳالهه تي ڪالڪا هن جو مٿو پنهنجي ڪڇ ۾ ٿي ڪري ۽ جيئن سدائين هن جي مٿي مان جونءَ ڪيندي آهي، تيئن آنگرين سان سَر سَر ڪري جونءَ ڳولڻ ٿي لڳي ۽ هو آسيس محسوس ڪندي ڪرڪٽا پيرن مان لاهي، سائي گاهه مٿان پير ڦهلائي ٿو ڇڏي.

"آ... ها... مينارو موسم، ڪيا موسم هي." ڪالڪا جي اندر مان ڇڻ پولار جون ساريون جهٽيل هوائون نڪري وڃن ٿيون. ۽ هو، هو ڪالڪا جي ڪڇ ۾ ڏاڍو دکي ٿي ڪالڪا جي نيڻن ۾ نهاري ٿو، جن ۾ لڙڪ ڀرندا نظر اچن ٿا.

"ڪالڪا!... تون روئين پئي؟"

"ڇو ....ماڙهو ناهيان؟... هيءَ ڪهڙي موسمَ آهي، مونکي تہ رڳو ايتري خبر پوي ٿي تہ ڪٿي وڃ ڪري آهي. نيڻن ۾ رڳو چمڪو اُڀرندو آهي، شينهن جيهي گجگوڙ سان." ڪالڪا جا نيڻ بس نٽا ڪن.

"ڪالڪا، سَر سَر ڪري زا. سنو آهي توکي ٻي ڪا خبر نہ ٿي پوي.

وچ ڪانه ڪرندي آهي، ڏرتيءَ تي الائي ڇا ڇا ڪرندو آهي، ڏرتي ڏهي پوندي آهي. ڪالڪا، قرآن جو سوڳنڌ، تون ڏاڍي سياڳي آهين. تون ڪجهه نه ٿي ڏسين، وڏي ڀاڳوان آهين.“ هو ٻارڙن جيان ڪالڪا جي ڪڇ ۾ ڪرون ٿو ڀچي، اُرهن ۾ ٿونا ٿو هڻي.

”سچ ٻڌاءِ، تو ڇا ڇا ڏسندو آهين. هي رام، ڪيا جلم ڪيتو هي، آئون ته توکي ٻه نه ٿي ڏسي سگهان.“ ڪالڪا وري روئي ٿي پوي.

”سنو آهي تون مون کي نه ٿي ڏسي سگهين، آئون ڏاڍو ٻچڙو ۽ بدصورت آهيان.“

”ڪيا ٻولي هي.“ ڪالڪا چڙي ٿي وڃي ۽ هن جي اکين، ڪنن، نڪ، ڳلن ۽ چپن تان هٿ ڦـ ي ٿي ۽ نيڻن ۾ ڏاڍا موهه ڀري ٿي چڏي.

”ڪوڙا، خبر د ِ مالا ڇا ٿي چيو؟“

”ڇا ٿي چيو؟“

”ٿارو ڀائيڙو انگريچ لڳي هي.“

”اونهن .... توکي خوش ڪرڻ لاءِ ڪوڙ ٿي ڳالهائي.“

”چو ڀلا، ڪوڙ چو ڳالهائبندي! هن کي خبر ڪانهي ڇا، تو جيهو ٻه آهي، منهنجي لاءِ منهنجو آهين.“

”آئون گندو آهيان. ڪڏهن تنهنجي سار ٻه ڪانه لهان. جڏهن سڀ ڇڏي ڀڄي ويندا اٿم ته ٻوءِ تنهنجي گود ۾ اچي ڪري پوندو آهيان. آئون لاچي آهيان.“ هو ڪالڪا جي ڪڇ ۾ ٿونا هڻي، ڦٿڙي، هونئيارا هڻي روئي ٿو.

”روٺيا... هي روٺيا... ٿني سوَن ٿيئي ڳيو؟ وات ڪرو نان، ايم رووَتو زاتو هي.“ ڪالڪا لڙڪ ڀريل نيڻن سان هن جو مک ٿي ڳولي پرچائڻ لاءِ ۽ هو اجا وڏيڪ ٿو رنبي، ڪالڪا جون انڌيون اکيون ڏسي، ڪالڪا جو ڦاٽل پڙو ڏسي، ڦاٽل ڪنجرو ڏسي.

”ڪالڪا، آئون وڏو حرامي آهيان. مان تو وٽ سدائين خالي هٿين ايندو آهيان.“ هن جي هڏڪي بند نه ٿي ٿئي ۽ پيار مان لپاٽ سندس ٻوٽ تي ٺڪ ٿيو وڃي.

”چو، مان توکان اونچا ڪپڙا گهريا هٿا جي تو نه آندا؟ هي روٺيا... جڏهن توجا هٿ موجي ڳلن ڪلهن کي ڇهندا آهن، مان سمجهندي آهيان

مون پَٽ ڀريو آهي. جڏهن سمجهين آئون بنھ ننگي ٿي وئي آهيان پوءِ پل وٺي اچجان. هاڻ بس ڪر نہ." ۽ ڪالڪا جي ڳالهہ تي هو رنيون گهٽي سندس ڪڇ ۾ سڏڪندو ٿو رهي. ڪالڪا ڪيس چپ ڪرائڻ لاءِ ڪيس ڀاڪر ۾ ائين ٿي ڀري جيئن لاڏڪي ٻار متان ماءُ وري ويندي آهي.

"مون کي سڀ ڪبر آهي. تڪي جي عورت لاءِ ڪو روئبو آهي ڇا!؟"

"ڇا ...." هو وائڙو ٿي ڪالڪا ۾ نهاري ٿو.

"حيدرآباد ڪا ايتري پري تہ ڪانهي،" ڪالڪا اِلائي ڇا سوچيندي ٿي رهي. هن جا سڏڪا بند ٿي وڃن ٿا. هو رڳو ڪالڪا ۾ نهاريندو ٿو رهي.

"ڇو، سڙهہ ڇو هنئي اٿئي. هاڻ ڳالهاءِ نہ!"

ڪالڪا جو ڪروڌ ڏسي هو ڪجهي نہ ٿو.

"الا- اکيون هجن ها تہ هينئر، اُتي جو اتي ستئي اسمان ستئي زمينون هڪ ڪري، ڪن ڪان جهلي توجي اکيان اچي بيهاريانس ها. آئون بہ رزپوت آهيان." ڪالڪا جي اکين مان پاڻي بيهي نہ ٿو.

"تو ڪيون رووي هي، مارو زوتي." هو ڪالڪا جي نيڻن ۾ لڙڪ ڏسي سهي نٿو سگهي.

"اوئنو، پاڻي ٿدي هووي هي."

"اونک نائين لاڳي هي."

"اونک نان لاڳي، ڏوبلو ڏوبلو ڪائي ٿيئي ڳيوهي." ڪالڪا سندس ڏونرن، ڇاتيءَ ۽ سٿرن تان هٿ ٿي گهمائي ۽ ڪيس پيار مان ڀڪ ٿي هڻي."

"آ...." ۽ ٻئي روئندي ٽهڪ ڏئي کلن ٿا.

"چون ٿا، ڏاڍي ڪونجيلي آ. جيهي رزپوت راڻي."

"مار زوتي." هو ڪالڪا جي سٿرن تي ڳاٽ رکي آڪاس ۾ نهاريندي، الائي ڪهڙن سپنن ۾ ڪوئجي ٿو وڃي.

"رُسي وئي آهي؟"

"نہ."

"ڪَڏي آهي؟"

"نہ"

"توسان پيار ڪري ٿي؟"

"الائي."

"هي رام رام، ايڏو موٽو ٽئي ڳيو هي، ٽني آ ڪبرنا پڙي هي!..."

"ڪوئي ڪبر نا پڙي."

"ڪائي ڳئي هي؟"

"ڪوئي خبر نا پڙي." هو اشانت ٽي ڪالڪا جي ڪڇ ۾ پاسو ٽو مٽائي.

"بس بس، سمجهي ويس. سڄو ڏوھ تنهنجو آهي."

"منهنجو؟"

"ها- ڪا عورت پنهنجو پريمي ڪانہ ڇڏيندي آهي. بس ٿورڙي ان بن ٿيئي ويندي آهي، نونڊ ڪي نونڊ ڪي ۽ ساري جيون ۾ جهر پرجڻ ويندو آهي."

"ڪوئي هور وات ڪرو." هو بيزار ٿي رڙ ٿو ڪري.

"هور وات؟... آئون ڪيڙي ڳالھ ڪريان. مون ڪي تہ تون بہ ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچين. تون ٻڌاءِ نہ، آڪاس ۾ ڇاهي، آ... ها چا سڌي ٿڌي هوا ٿي هلي. چا شام ٿاٿو آهي؟" ڪالڪا جي اندر مان ڇن ڌرتيءَ جي سموري سونهن ڏڪن جي انڊلٽ ٿي نڪري ٿي ۽ هن جون اکيون ڏور ڏور پولار ووڙينديون ٿيون وڃن.

"ها، شام ٿاٿو آهي."

"پلا اولھ ۾ سونا، چانديءَ جيها، ناسي، ڪارا پورا رنگ آهن؟"

"ها ڌنڌلا، اڇا اُپڙن پيا ۽ ڪڪرن جي ڏکڻ ۾ انڊلٽ آهي."

"اندر ريڪا! چا اُها بہ ڌنڌلي آهي؟"

"نہ، ڏاڍي چٽي آهي ۽ اُيرندي ۾ هلڪي هلڪي وج پئي ڪنوي، ڌنڌ آهي، ڪاري ڌنڌ!"

"ڪاري ڌنڌ!... پلا مٿان ڪڪر آهن؟"

"ها، جيئن درياھ ۾ ڇوليون هڪ ٻئي پٺيان پيون ڇلنديون آهن نہ، تيئن ڇمر هڪ ٻئي پٺيان اوهيرا ڪندا پيا وڃن."

"دونهين جيان؟"

"ها، ڇڊي دونهين جيان، ڪڪر ڪارونيار ڪيو پيا وڃن."

”ڌرتي سائيري ٿي وئي آهي.“

”ها ها، ڍورن جون ڪُڪيون پريل آهن.“

”سچ!“ خوشيءَ کان ڪالڪا جي اکين ۾ وري لڙڪ اچيو وڃن. هوءَ اٿي ٿي ۽ اٿڻ ويل ٻانهن هن جي ٻانهن ۾ وچڙائي ڪيس ٻه اشارڻ لاءِ چڪي ٿي.

”روٽيا - خدا سون، تون ڇا ٿو اچين، جڻ اکين ۾ جوت اچيو وڃي. هاڻ نريو نريو پوي.“ هوءَ ڪيس ٻانهن کان وٺي هلڻ ٿي لڳي، ڏاڍي موهه مان.

۽ ڪن لاءِ ٻئي چپ چپات هلندا ٿا رهن.

هڪ ٻئي جي ڪلهن تي هٿ رکيو.

”روٽيا.“

”هون.“

”ان عورت کي ٻڌائي ڇڏ ته منهنجي ڀيڻ ڏاڍي زديري آهي. ڪولهڻ انڌي تڏهن به لڪ جي. رزپوت ڇورن لاءِ سگ ڪتا ڪينهن، چوندينس نه.“

”هون...“

”چو... هون هون ڇا ٿو ڪرين. ٻڇينس ٿو ڇا؟!...“

”نه، هن جنب ۾ جي وري ڀيهر ملي ته چئي ڏيندو سانس.“

”۽ ٻڌ، جي هڪڙي پاسراتي به ٻاهر نڪتي اٿئي ته ماري ماري قناهه ڪري ڇڏيندي سانءِ. الائي ڪهڙين ڪنين عورتن سان ٿو سنگتون رکين. جي سينڌي رسي وڃي ته ماٿهو ماني ڀيڻ تي ڪائي.“ ڪالڪا جي نيڻن ۾ وري لڙڪ تري ٿا اچن ۽ اوچتو هوءَ آتڙي ٿي. هو هڪدم ڪيس سنڀالي، ڇاتيءَ سان ٿو لائي.

”الا- جي هن جَنبَ ۾، ڪرشڻ واري موتي آيو ته پوءِ ڪيئن ڏسندي سانس، ڇا ڏيڪاريندي سانس! مون ته روئي روئي اکيون انڌيون به ڪري ڇڏيون.“ ڪالڪا وري ڏوڏو تي ڪائي ۽ هو وري سنڀاليس ٿو ۽ ڪاوڙجي ٿو پوي.

”واهه، مون کي چئين ٿي نه رو ۽ پاڻ روئين پئي. نه رو، نه ته مان به روئي پوندس.“ هو لڙڪ روڪي نه ٿو سگهي.

"روٺيا..." ڪالڪا دور پولارن ۾ انڊي گهور تي اُڇلائي.

"چڱو نہ."

"اڇا شام جا رنگ بيٺا آهن؟"

"ها- ڏاڍي سهڻي شام آهي. سونن پڙن ساڻ.

۽ اندر ريڪا؟"

"ڪانهي، ڊهي وئي آهي."

"روٺيا؛ سوڳنڌ ڪڻ، وري اُن عورت لاءِ نہ روئندين." ڪالڪا ڪيس ڏاڍي ايلاز مان ڳيراٽي تي پاتي. ڏڪڻيءَ ڀريل ڳيراٽي. هو- هو سنڌيا جي رنگن ۾ نهارڻ بدران ڪالڪا جي نيڻن ۾ نهاريندو ٿو رهي. نيڻن ۾ سونا ڦلا، ڳاڙها ڏورا ۽ اونهي انهي اڇڪاڻ. اچانڪ ڪڪر شينهن جيان ٺاڙهہ ڏئي ٿو ۽ ڪنوٽين سان چمر جڻ وڏڦڙي سان ڇڇي ٿا پون.

"ڪونہ روئندس، تنهنجي نيڻن جو سوڳنڌ ڪونہ روئندس." پوءِ ٻئي ڪاري ڪڪر هيٺ وڏي ڳيراٽيءَ سان ڍڪون ڀري روئندا ٿا رهن ۽ مينهن ۽ نينهن جو پاڻي جڻ ملي هڪ ٿي وڃي ٿو.

# پيٽاري

مانگهہ جي مهاڙ آهي ۽....

هو پهڪندڙ سوني سوريہ جي ڪوسڙي ڏوپ- تيج تي ديهہ ڪي تاڪوڙ ڏيارڻ، ڪين هلندي سن بات ڪندي، تجلا تجلا سوني سوريہ، تامي گاڏڙ روپي انگاس پولار هيئان، ڪڏهن سوني سج ۾ ۽ ڪڏهن سون سريڪي وايومنڊل ۾ نهاريندو ٿو وڃي - جيئن درياهہ شاهہ جي ڪاپ وٽي، سدائين چنچر ۽ مست مگن ٿي هلندو آهي. پيلاٽيون پيلاٽيون، نيڻ نهار جي پڇاڙيءَ وارن ڇيڙن تائين، جن جي چوڌر ڦهيل آهن پاڻيءَ جا ڇڏها، ٽٽل آنهريءَ جيان چلڪا چمڪا... ڪن لاءِ سنڌوءَ جي سونهن ڏسيو، پاڻ کي ڇڻ سپنن ۾ سِلوموشن ۾ اڏندو ٿو محسوس ڪري. نپاڻ خوشين ڪان ڇڻ پولارن ۾ اڏامندو ٿو وڃي، ڪهڪشائن متان، وات مان رڙ نڪريو وڃيس:

آلا... سنڌوءَ جو ڪاپ آهي ڪين ڪير ڏارا يا قرآن شريف ۾ لکيل حضرت نوح جي ٻيڙيءَ جا نشان!

هان... ها ها، سنڌو اڄ بہ اهڙي ئي سهڻي آهي جهڙي رگ ويد جي شلوڪن ۾. شهر سِجا ۽ ڪنارا پڙيانگ آهن تہ ڇا ٿيو، سنڌو اڄ بہ اهڙي ئي سهڻي آهي ۽ سهڻي رهندي. سنڌ جا ماڻهو انڌا ٿي ويا آهن تہ ڇا ٿيو، سنڌ کان ٻاهر بہ ماڻهو آهن، سي سنڌ جي سونهن کي سڃاڻن ٿا، جڳن کان. ڇا ٻاهرين دنيا جي ماڻهن کي ڇتي ڪُتي ڪاڏو آهي جي سنڌ تي ريسرچ ڪن پيا، تپسيائگ،- وديا سان بہ ۽ ڪمپيوٽر- وديا سان بہ! ڇا ٻاهرين ملڪن کان آيل ويشنو هپي توڙي گوشت خور ڳاڙها ۽ ڪارا ڪئپيٽلسٽ ۽ ڪميونسٽ توڙي مذهبي ماڻهو چريا ٿي ويا آهن، جيڪي هزارين ورهيہ اڳ درياهہ جي ڇڏيل ڏوڙ- گهارن ۾ موهن جي دڙي جي گٽرن جون ناليون پيا نوسيندا آهن، سويمنگ پول ۽ ڏرتيءَ کان ٻاهر نڪري آيل سرن جا نهيل کوهہ جيڪي سدائين ٽٽل مُنارن جيان ماتم ڪندا رهندا آهن؟ هان... ڇا ماتام ڏسڻ ۾ مزو نہ آهي ڇا؟ محرم جي ڏهينءَ تي تہ سڀ جاتين جا ماڻهو ملي، ڏاڍيون پنگون، چرس ۽ آفيم ڪري، ڇتا ٿي ماتام ڪندا آهن. ڪارن

جهنڊن، ڪارن ڪپڙن سان "يا حسين يا حسين" ڪري، پنهنجي سينن ۾ پنن مٿان زنجيرون هلائيندا آهن، يا حسين واءِ ويلا... اوڏي مهل ته وڏن پرديدارن جون زائفائون ۾ ڪچيون ڪامٽيون چوريون به ڪڏن مٿان قطارون ڪري ڏندين آڱريون ڏيئي ٻيهجي ويندريون آهن. جي ملتان جي ماتام ملهائڻ جي سڄي سنڌ ۾ هاڪ آهي ته ملتان ۾ به سيوهڻ جي اُتن تي امامن جي ڪجاون مٿان تازين جي قافلن ڪيڻ جا چوپول ٻڌايا وڃن. هل پيٽسان، هن واري به ڪوتڙيءَ ۾ سيدن توڙي شيدين گهوڙا واهه جا ڪيا، ڌهريون ڌهريون ڪاٺ جي دُلدل تي ايڏا ساج! چنگ چڙا، چا اها ڌهري ڌهري ڳل ڳاٺ دُلدل ڪنهن ميوزم ۾ رکڻ لاءِ نه آهي! ڪوتڙيءَ واري برادي شيديءَ ڪي اڄ به گهوڙي سجائڻ ۾ ڪوبه ڪونه مارينديو. ويچارو ساري چمار ڪان گهوڙي جي سوٽن سائن لاءِ سهٽا ساج ائين گڏ ڪندو ٿو اڇي جيئن ڪا سُڃاڻ ماءُ ڪڇيءَ ڪان ڏيءَ لاءِ سيج ڏيج گڏ ڪندي آهي."

اچانڪ ياد ٿو اچيس :

"ابير، ورهاڱي ڪان اڳ، جڏهن تمام ننڍڙو ٻالڪ هو، تڏهن درياهه جي بچاءَ بند تان ماتام ڪيڏو نه نغارن، مگر مانن ۾ پير تي ڏونڪن سان نڪرندو هو. واجائيون به امامن لاءِ ڏيٺا موهينديون هيون، جيئن اڄ جپان ۾ هر سال هيرو شيما لاءِ جپانٽيون موهينديون آهن. ماٺهن جي پيهوپيهه. هڪ پيري ته ساموئڊي گهوڙي جيهي سسيءَ وارو وڏو وڏو سيسار ڪناري تي اچي نغارا ٻڌي ۾ پتڪارا ڏسي سسي پاهر ڪيڊي بيهي رهيو هو. سڀ ماڻهو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪيس ڏسندا رهيا. واهه واهه ٿي وئي ته سيسار به امامن جي گهوڙن جي سلامي ڀري. تڏهن هن به قميص چيلهه سان ٻڌي، چاتي ڪُٽي ڪُٽي سڄائي چڏي هئي. چا سڀ ماڻهو جُڳن ڪان ويڙهاند ۾ نه آهن ته قتل غارت بند ڪريو نه ته اسين چرس، پنگون، آفيم ڪائي ڪارا ڪپڙا ڪري ڪربلا- ڪال ڪان وٺي ايندڙ ڪالن تائين سالو سال پنهنجو رت پاڻ وهائيندا رهنداسين؟ الاهي پتڪارو ڪندڙ هن پنهنجي اکين سان اسپتال ۾ چڙهيون هٿي مرندي ڏٺا آهن. چا صدين ڪان اهي ڪارا جهنڊا ۾ ڏکها مور جڙيل عَلم- آڪٽ ۾ اٿل عَلم- امن لاءِ وڏو ڪم نه پيا ڪندا آهن؟ پلا امامن جي رت وهائڻ تي انهن هاءِ واءِ واويلا ڪندڙ ماڻهن ڪي اسان ڪهڙي حساب

سان پاڻان ڪاٺا ڪري ڇڏيون؟ ڇا اها ناانصافي نہ ٿيندي؟ نسورو انياءُ هڪ تمام وڏي ڏر سان.

هو وڏو ڦڦڙن تائين اونهو ساهہ پري ٿو ۽ اندر ۾ جهيرن هوندي بہ ڏاڍي موهہ ٿوهہ، وڇا ڏڇا سان سنڌوءَ جو ڪاپ ڏيو، ماٿهوءَ ماٿهوءَ، ٻار ٻار جي مُرڪن سان مُرڪون، هٿن سان هٿ ۽ سلامن سان سلام ملائيندو، پنهنجي ٻالاپڻ جي وڏي ٻيتاريءَ ڏانهن هلندو ٿو وڃي. جنهن ٻيتاريءَ کي سمجهندو آهي پنهنجي ”جنم ڀوم- شمشان ڀوم“ ان ٻيتاريءَ سان هن جون شاهہ جي بيتن جيهون سهڻيون ۽ سلوڻيون سارڻيون سلهاڙيل آهن. پيور اينگلو انڊين ڇوريءَ سان اک ٽيٽ لاءِ اچڻ، کهنب اڇي آڙي ڪاپ گهوڙي کي وهنجارڻ، اتي ڏکر ۽ فٽ بال کڏڻ. دونا تينا... دونا تينا... ٽِڙ... بلور ۽ ٽڪر، چاندوڪين ۾ چرين جيان ڊوڙون پائڻ ۽ ڪهاڻيون لکڻ.

اچانگ ڪنهن ٻوڏار ۾ هليو ٿو وڃي ۽ ذهن ۾ شِوَ جي ميلي جو آچتو سپنو سرجي ٿو اچي:

”هان... شِوَ جو ميلو لڳندو هو. ڪين آڪاس مان نر، ناريون، ٻار ۽ ٻارڙيون لهي ايندڙيون هيون، هوليءَ جي رنگن سان ڀيوت، ڪوٺڙيءَ جي پل کان نئين درگاهہ تائين ڇولين مٿان ڇڻ سُرندن جي سنگيت ۽ ڇيرين جي ڇمڪار هئي! ڀڳتون ئي ڀڳتون، هونئن، ڀڳوت گيتا جي ڌرتي بہ ڇا لڳي!“

هو مست ٿي ڳائي ٿو:

”عش عقل ڪيا لڳي لڳي ... سڻ وي قاضيا... سڻ وي قاضيا، عشق... عشق عقل... ڪيا... ڪيا ڪيا ڪيا... لڳي لڳي...ل ...ڳي...ي...“

سندس آواز تي اچانڪ مُهاڻن جو هڪ تيرهن چوڏهن ورهين جو حُسناڪ ڇورو ڊوڙندو ٿو اچي، ڀُني اگهاڙو.

”ٻيڙي ڪاهيون؟“

نينگر جو ايڏو اُتساهہ ڏسي هن جي ڳائڻ جو سلسلو ڪٽ ٿي وڃي ٿو.

”نہ ڀائي، اڄ تہ آئون پيادل ويندس- او سَسين جي ڳوٺ کان ڦرندو، هُن ٻيتاريءَ تي وڃي وهندس، دل ۾ نہ ڪجان.“

”ادا، ڀلا مونهنجا ڦوٽو... منهنجي سنڌي ٽوپي تہ تنهنجا ئي وڻءَ وارا ڇورائي ويا، ڦوٽو بہ نہ ڏيندا ڇا؟ اسان تہ مفت ۾ ڪم ڪيو...!“

”تو پنهنجو ڪيل ڏٺو؟“

”ها- سڄي ڪيل ۾ مان هٿس ہيو... الائي منهنجو ڦوٽو بہ ڪڍيائون ڪي مڙئي پئي ڪئميرا هلايائون.“

”دل جاءِ ڪر ڙي، اهو ڪيل هاڻ صدين لاءِ قابو ٿئي. هڪ ڇا، ان مان تہ سوين ڦوٽو نڪري ايندا، جڳ جڳ نڪرندا رهندا.“

”اهو يلا ڪيئن؟ يار سچ چوان ، اوهان ماڻهن جو ڪم لڻو. ڪاڳر ڦاٽو. هئو نہ ؟“

”ها يار- چئين سچ ٿو.“ ہيهر اونهو ساهہ ڀري ڏک کان اڳتي وڌي وڃي ٿو. ڪيس تي ويءَ تي جک ٿا اچن: ڀيٺسان ہي ٽي وي آهي ڪين طارق عزيز جو نيلام گهر! هڪ ٻار لڪي نمبر تي فل سوٽ ۽ ريڊيو کڻي وڃي ٿو ۽ ہيو ٻار مفت ۾ درياهہ شاهہ سان ويڙهاند ڪري ہيڙيون هلائي پرفارمنس ڪندي، پنهنجي ڀرت ڀريل ٽوپي وڃائي ٿو وهي. هڪ ڦوٽوءَ لاءِ ٿو تڙڦي ۽ سڪي... ويچاري کي ايتري بہ ڪل ڪانهي تہ هو انهيءَ ڊاڪيومينٽريءَ جو مکيہ ڪيريڪٽر آهي. ايڏو ئي اهم ڪردار، جيڏو درياهہ شاهہ، آئون بہ ڪيڏو نہ لاچار آهيان، جو ڪيس هڪ ڦوٽوبہ تي ويءَ وارن کان وٺرائي نٿو ڏيئي سگهان.“

”ڪَل لينا ڪَل“، جيڪا ڪڏهن بہ ڪا نہ ايندي آهي.“آخ- ٿوُ“ چڻ سمورو دک ۽ ڌڪار ٿڪي ڪرڻ چاهيندو هجي.

هو ڪروٽ ۾ اچي سگريٽ دکائي ٿو ۽ ڪن پل لاءِ پٽڻ سان ہڌل هڪ تراڪڙيءَ تي ويهيو وڃي:

هون ... ہيتاريءَ تي ڇا هوندو... پلاٽينم جي ذرن جيهي چمڪندڙ تجلا تجلا واري ۽ ساروڻن جي پرمار، ساروٽا روئاڙيندڙ... ساروٽا مشڪائيندڙ. هڪ پاسي پاٽي ہئي پاسي آڳ. پوءِ پلا ڪيڏانهن وڃان؟ نہ، اچ رڳو اکين سان، ڇهڇڻ ۽ وايومنڊل جو رس چوسيندس. مانگهہ جي ہئي پهر جي سڄ ۾ ڏسڻ سان نيڻن کي ڪيڏي نہ جوت ٿي ملي! اچ تہ ہيتاريءَ تي ٻارڙن جيان ڊوڙون پائيندي ليٽڙيون پائيندس. ائين ئي جيئن نمري پَٽ تي گڏهہ ۽ گهوڙا ليٽڙيون پائيندا آهن. مٿان سج جي تاڪوڙ ۽ هينان ڪوسي ڪوسي واري. هاءِ برائيٽ سن بات. ويچارا پوڙها سنڌي ليڪ سيڪس

امپاسيبل آهي؟ درياهن جي واريءَ مان پلاٽينم گولڊن شين لاءِ هر مٽيريل جو جدا جدا فورس آف گريويٽي جو اڪئپمينٽ ٺاهي سگهجي ٿو ۽ اهو قيمتي خزانو درياهن مان هٽ ڪرڻ، هن سائنسي دنيا ۾ امپاسيبل چوڻ چا احمقپڻو نہ ٿيندو؟ توبهہ، آئون بہ ڪهڙي پلاٽينم ۽ گولڊ جي چڪر ۾ اچي ويس. انهيءَ پلاٽينم ۽ گولڊ ئي تہ اسان جي اکين کان سچ، چنڊ ۽ تارن جي جوت ڦري ورتي آهي. جهنم ۾ وڃي پون سڀ. آئون هتي سائنس تي سوچڻ نہ، نيچر کي انجواءِ ڪرڻ آيو آهيان. هن پيٽاريءَ تي نيچر سان گڏ سيڪس بہ انجواءِ ڪري سگهجي ٿو.

هو هڪدم پيٽاريءَ تي پارڙن جيان سلوموشن ۾گول دائرا پائي ڊوڙ ٿو پائي، پانهون ڦهلائي ڦهلائي. ايسٽائين جو گهوماٽيون کائيندو ليٽڙيون پائيندو ٿو وڃي، ڏاڍي آسيس مان. هو پانهون سيراندي ڏيئي سج ۾ نهاريندي سوچي ٿو:

الا- اڄ جي هوءَ مون سان گڏ هجي ها تہ آئون پلاٽينم جون لپون پري سندس مُنهن ۾ هڻان ها- ڪيس پاڪرن ۾ پري پري پنهنجي مٿان ليٽائي ڇڏيان ها. سندس ۽ پنهنجي نراڙ تي جرڪندڙ پوتر مٽيءَ سان تلڪ لڳايان ها ۽ پوءِ چوانس ها: "اڄ تہ پٽي هڪ پٽي جا تلڪ چمي ڇڏيون." پر هوءَ تہ مون کي نراڙ تي وينشنگ ڪريم جو ٽڪو لائي ڊيڪارڻ کان اڳي ئي ڊاهي ڇڏيندي آهي، منهنجي آزين نيزارين جي باوجود بہ. ظالم! ڪميٽي... سوئر ڪتي! الا ڪيڏي نہ پياري آهي. مهينو ٿيو آهي، ڪئين صديون يا ڪوڙين ڪال گذري ويا آهن، چاٽي پجهي مون کي تاري پٽي. سمجهي ٿي، سندس پيار ۾ آئون زهر کائي ڇڏيندس ۽ روميو جيوليٽ جيان هڪ نئين لوڪ ڪهاڻي جنم وٺندي. آپگهات! هونئن- هن کي ڪهڙي خبر تہ سنڌ ايڏي سهڻي آهي جو چوراسي لک جنمن جي جنم- ساٿي هجي تہ بہ وطن تان گهوري سگهجي ٿي. هن جي سونهن کي چانيي مٿان آيل تلور جيان ڳولي سگهجي ٿو. پل رُتل هجي. مون لاءِ اهو ڪافي ناهي تہ هزارين ورهين کان پوءِ سنڌ وري سجاڳ ٿي آهي- ائين ئي جيئن هو پاڻ ڪر اگهور ننڊ مان جاڳيو هجي. مٿو ڪنهندو اٿي ٿو، ڪپڙن تان واري ڇنڊيندو پيٽاري تان موٽ ٿو کائي.

بئٽري چارج ڪرڻ لاءِ ڪراچي ايلفنسٽن جي فٽپاٿن تي تسبيح پڙهندا: "واهه جي آ... واهه جي آ ڪندا ٽائيٽ پينٽون ۽ فليپر پهريل عورتن جي هپس جي پرارٿنا ڪندا آهن ۽ جلسن ۾ "سنڌ ... سنڌ جپيندا آهن." اچانڪ هڪ ڪامريڊ جي ڳالهه ساري هو ٽهڪ ڏئي جنهن چيوهئس:

"چورا، جي بئٽري ڊائون ٿي وئي اٿئي ته پوءِ تون به مالها جپ- هري اوم گول گپا گوپي، هري هري اوم، ملاءِ گول گول گپا گپ گوپي. هري ڪرشن هري رام. گپا گپ گوپي."

"او نو، آءِ نو آل اباﺋوٽ سن باٿ فار سيڪس. ها اها ئي ڳالهه آهي ڏوڪڙ ناهن ته ماڻهو ڪدڙو آهي، پل پيا پوڙها تاريخدان ۽ مؤرخ عيش ڪن." هو چرچائي ڪامريڊ جي ياد تي کلي ٿو پوي ۽ چپٽيون وڄائيندو. خوشين مان جهونگاريندو هلڻ ٿو لڳي.

بيٺاريءَ تي اچي، هو الاهي دير سج ۾ نهاريندو ٿو رهي، وري تجلا تجلا سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾، وري چوڏس وٺڪارين ڏانهن نهاري ٿو ۽ پوءِ هيٺ درياهه جي تجلا تجلا ڏوڙ ۾:

"ڏوڙ ڏويا... سنڌ ۾ اڃان به ڏوڙ- ڏويا آهن، جي قديم زمانن ۾ درياهه شاهه جي ڏوڙ مان، پنهنجي قديم ڪيميائي فارمولن سان سون ڪڍي وٺندا هئا- ۽ اڄ سنڌ ۾ ڏوڙڏويو سڏائيندي به ماڻهو لڄائيندا آهن- اُهي ماڻهو جن جي قديم سائنٽسٽ ابن ڏاڏن جو اهو فارمولو اڄ جي سائنس جي دنيا ۾ به ڪنهن ڪين لڌو! هونئن سائنس جي دنيا، ٽوينٽيئيٿ سينچري- اليڪٽرانڪ ايج، ائٽمڪ ايج، اسپيس ايج، ڪمپيوٽر. هونئن... انهن سائنسدانن کي اڃا بہ ڻاهڻ جي فارمولن کان فرصت ڪٿ ملي آهي! انهيءَ موتمار ايج ۾ هو ٻئي طرف ڏيان ڇو نہ ڏين؟ ان دس ورلڊ آف مٽيريلزم! هن فاسٽ سائنس ايج ۾ هاڻ پلا سون جون ڏهہ ڏهہ ميل اونهيون کاڻيون کوٽڻ جي کهڙي ضرورت آهي؟ فورس آف گريويٽي جي چاڻ ڪانهي ۽ نہ ئي مٽيريل جي. ڇا ڪين ايتري بہ خبر ڪانهي تہ سنڌوءَ، مسيسپي، وولگا، نائيل. ڊان ۽ ڪوئي جهڙا سڀ وڏا درياهہ ڪارا ڪورم جهڙن پهاڙن، پلاٽينم، سون، چاندي، پتل جهڙن ڌاتن سان پرپور پهاڙن کان ايندا آهن، جيڪي آدجڳاد کان ڳرندا اچن اٿي جهڙي درٽيو، پنهنجي مٽيريل سان؟ هن سائنسي دنيا ۾ کهڙي شيءِ

# ڪَلجُگ

ڇمر بوندون برسائيندا، هاٿين جي ولرن جيان رمندا ٿا وڃن، ڪن ٻين پٽن تي پلٽي پوڻ لاءِ ۽ جهڙ جهڙالي ۾، هو روئي ويٺو. گهر جي اهڙيءَ ڪنڊ ۾، جتان ٻين ڀاتين جو اچڻ وڃڻ ڪينهي. هونئن بہ هن جي روئڻ جي ڪل ڪنهن کي ڪا نہ پوي. رانيا، سڏڪا، هِڏڪا، هو سڀ اندر ۾ دٻائي ويندو آهي. بس رڳو ڪوسا ڪوسا، نيڻ نار ڳوڙها نہ دٻائي سگهندو آهي، جي ٽِڪا ٽِڪا وهندا، قـَرَا ٿيندا، سندس ڳلن تان وهندا، ڪڏهن ڪڏهن سندس وات ۾ هليا ويندا آهن. لوڻيانا. هڪ عجيب تيسٽ جا ڳوڙها ۽ روئندي هن کي محسوس ٿو ٿئي تہ ڳوڙهن کي پنهنجي تيسٽ آهي- ڏاڍي وٽندڙ ۽ اها سوچ ايندي، هن جا لڙڪ بند ٿيو وڃن ٿا. هاٿي جڏهن فقط هو ڳوڙهن پيئڻ لاءِ روئڻ ٿو چاهي تہ هن کي روئڻ ئي نٿو اچي. اچا تہ هن ئي پوريءَ ريت ڳوڙهن جي سواد جي ڪل بہ نہ پئي تہ ڳوڙها بند. هو پنهنجي ان ڳالهہ تي مرڪي ٿو پوي، اونهي اگهور شوڪاري سان ۽ ٻر مان هن جي ياچائي پنگياٽين جيان ڀهاري جو منيو مضبوط ڪندي، منجهس نهاري ٿي:

”واهہ واهہ، اڄ تہ اکين ۾ ڏاڍا ڪامڻ پريو پيو مرڪين. اڄ مڙئي ڪجهہ آهي.“

”تہ ڇا روئان؟ اڄ سدائين جيان ڪجهہ بہ ڪينهي. مان ڪجهہ سوچيان پيو. پياري ياپي ٿي نہ، اڄ مون وٽ گولڊ ليف لاءِ پئسا ڪينهن، ڇِلم ٺاهي ڏي نہ. الا ڳڙاڪو تماڪ جو جواب ناهي نہ تہ پوءِ آءٌ اهڙي ڳالهہ ڪندس جو پِتو سڙي ويندءِ.“

”پاڻ نہ ٿو ٺاهين، مون کي پتو ڇا. نڪ چپ ئي ڪينهن.“ هاٿي هن کي خبر آهي تہ ياپيءَ تي ڪنهن ڳالهہ جو اثر ئي ڪين ٿئي. پر پوءِ بہ هو چاهي ٿو، جيون ۾ ڪو رونشو هئڻ گهرجي نہ تہ هي دوزخ جهڙو هچارو جيون ڪيئن گذرندو. ڀلا روئڻ سان ماڻهو ڪيترو جيئندو؟ ٺيڪ آهي، روئڻ ۽ سوچڻ سان ڇمار وڌندي آهي. پر هرگهڙيءَ جي روڄ راڙي کان تہ هڪ پيروئي موت جي هڏڪي ڏيڻ سٺي آهي. هاٿي هو ڀهارو ڏيندڙ ياچائي کي بنهہ ڏڪائي ڇڏڻ ٿو چاهي، ڏاڍو ميسٺو ٿي:

”ڀاڀي.“

”جي ڀائڙا.“

”ڀانيان ٿو، توکي سڀ خبر آهي.“

”نہ ادا، ڀاڻ نہ مٺن گڏ نہ جيئرن. خبرون وچي ڊوڙ ۾ پون، مان تہ ٿي ويءَ تان بہ خبرون نہ ٻڌان.“ ڀاڀي بالٽي ڀاڻيءَ جي هاري وري شاپڙ ٻهارو هلائيندي ٿي رهي.

”قرآن ڀاڀي، جي منهنجو ڪارو منهن آهي تہ مڙسهين جا نيرا پير ٿئي.“

”ها ادا، تون هاڻي تاريخ ۽ جاگرافي بيان ڪر. ڇا ٿيو آهي منهنجي مڙس کي؟“

”نور ڀناري، هوءَ پنهنجي پاڙي ۾ سياستدان عورت آهي نہ، جيڪا ڊاڍي گمڀير ٿي هلندي آهي. جنهن جي ساڙهي، سندس ڀرپور بدن تان ڦڙڪندي اُڏندي هلندي آهي.“

”ڪهڙي؟“

”اڙي ڀائي، مون کي نالا ڪو نہ اچن، توکي تہ خبر آهي، مون کي سياسي ماڻهو ڏئي ڪونہ وڻن. هڪ ٿي تہ عورت آهي جيڪا هيڏي وڏي سياستدان هئڻ ڪان پوءِ بہ سياستدان نہ، ڪا وڏي مامتا ڀريل مهاراڻي لڳندي آهي.“

”ها، سمجهي ويس. ڀلا ان کي ڇا ٿيو آهي؟“ ڀاڀيءَ جو ٻهارو ڪن لاءِ بيهي ٿو وڃيءِ هوءَ ٻهاري جو مُنيو زور سان فرش ۾ ٺوڪيندي، ڊانهس نهاري وري ڳالهائي ٿي: ”هڪ ٿي تہ عورت آهي سنڌ ۾! ادا، مان تہ رڳو ٿي ويءَ تي ڏٺي آهي. ڇا شاندار عورت آهي! ان جي ڳالهہ تہ نہ پيو ڪرين؟“

”ڀاڀي ڳالهہ عورت جي نہ ، ڀائوءَ جي آهي.“

”ڇا اُن سان بہ وچي وڙهيو ڇا؟“ ڀاڀي ڏکي ٿي وچي ۽ هو هاسيڪار ٿڌو ساهہ ٿو ڀري: ”اڙي ڀاڀي، آهين ڪٿي؟ اڄ ڪلهہ تہ سڄ ۽ چنڊ بہ سياسي انداز سان ٿو لهي چڙهي.“

”ڀلائي ڪُلي ڳالهہ ڪر. اڄ ڇا سياست جهڙو بيهودو موضوع ڪٺي وينو آهين!“.

”او، نو ڀاڀي. رومانس جي ڳالهہ آهي.“

”ادل ڇڏ تہ ڀهاري ڪيڏان، سڄو گهر گندو ٿي ويو آهي.“ ڀاڄائيءَ بيزاريءَ مان ڌمڻان ٿي ڀڏيس ۽ هو ڪاوڙ ٿو ڪري: ”توبهن ... جنهن مهل ڏس تہ ڀهارو هٿ ۾. ڀاڀي قرآن جو قسم، سڄي ڪالوني گندي ٿي رهي آهي، الا اڄ تہ ثواب ڪٽ، سڄي ڪالونيءَ کي ڀهاري گهمائي ڇڏ. الله جو سنهن واهہ جو ٺهندينءَ.“

”تون تہ ائين پيو چئين ڄڻ سڙڪن تي ڀهاري هلائڻ واريون عورتون ماڻهو نہ هونديون آهن. اهي ٺهنديون ئي ڪينهن!“

”اڙي توبهن ڪر ڀاڀي. مون کي انهن لاءِ ايتري ئي عزت آهي، جيتري پنهنجي لاءِ. مون تہ تنهنجي ڀلائيءَ جي ڳالهہ پئي ڪئي.“ هو ويتر ميسٽو ٿيندي، ڪتاب پٽي ٿو. ڄڻ هاڻ ڀاڄائي سان ڳالهائڻ نٿو چاهي ۽ ڀاڄائي جو ڀهارو شڙاپ شڙاپ هلندي وري بند ٿي وڃي ٿو.

”ڀائي ڀلائي ڪا ڀڄي ڪبي آهي ڇا؟ ڪر ڀلائي، ڪيتري ڀلائي ڪري سگهين ٿو؟“

”ڪي چوندس تہ توکي اعتبار ئي نہ ايندو.“ هو ڀاڄائي کي ليکي نہ ٿو.

”ڀائو چئہ نہ، منهنجو ڪن توڏي آهي. منهنجي ڪا اوهان تي هلندي! هڪ اڳيئي واندو وينو هو تہ ٻئي مٿان نوڪري ڇڏي، منهنجو ڇا! ڪجهہ آٽيندؤ تہ پچائي ڏيندي سانوَ نہ تہ آءٌ بہ اوهان سان.“

”نوڪري ڇو ڇڏي اٿس، آءٌ سڀ سمجهان پيو. وڏي ڪيڏ پيو ڪيڏي.“

”اڄنس تہ تاش جا پتا بہ مون وانگي ورهائڻ ڪين. پوءِ ڀلا اهڙو کهڙو لڏاٽو فتح ڪرڻو پيو اٿس!“

لڏائي جي ڳالهہ تي هو ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٺاهہ ۽ ڪَن ڪيتا ٿو ڪري: ”ڀاڀي قرآن، واهہ جو ڪوڙو هنيو اٿئي. آءٌ بہ چو ن، ان عورت ۾ آهي ڇا؟ ايمان سان، مومل نہ، سومل جا مجاز اٿس.“

”وري اِها وچ ۾ سومل ڪٿان ڦتڪاٽ ڪري نڪري آئي؟ تون الائي کهڙيون بتال ڳالهيون پيو ڪرين!“ ڀاڀي بيزار ٿي وڃي ٿي.

”ڀاڀي، وايون بتال ٿي وينديئہ. قرآن، تو واري انهيءَ ميسٽي مڙس وڏا گل ڪڍيا اٿئي. پر ڳالهہ حق جي ڪبي، الا رڳو هڪڙي ڀيري ڏٺي ٿم.

ڪنهن ايڪٽريس جي به منهنجي اکين ۾ ايتري شڪل چٽي نه آهي جيتري انهيءَ عورت جي. مار پويس، عورت به راڇاڻ آهي...."

"عورت... عورت... نالو به ڪٿي وئينس."

"پاڇائي چيم نه، نالو نه ٿو اچي. پائي اُهائي ٿي- ويءَ واري گمڀير عورت. ها، جمبوجيٽ، اهو ٿس نالو، اُن تي عشق ٿيو اٿس."

"نه ادا، اهڙو آهيئي ڪونه." پاپي کي اعتبار نه ٿو اچي. پاپي مرڪي ڏانهس نهاري ٿي: "چو پيلا، اڄ وري جهيڙو ڪرائيندين ڇا؟ ڪو ڪڙتيل ڪونه نڪرندءِ."

"ها توکي اعتبار ڪيئن ايندو. تنهنجي جا هيڏي ساري مسڪا پاليسي ٿو ڪري! وڏو ميسٽو ٿئي! ايمان سان سائنٽيفڪلي هزار ڪن ته عورتن جي قسمن جي خبر اٿس، بس بازار مان هلندو ته سڀ نمونا ۽ آرپار ٻڌائيندو ويندو: هيءَ جمبو وومن آهي، هيءَ جيٽ آهي، هيءَ فوڪر آهي فور باءِ فائيو. هي بمباٽ ٿئي."

"اڙي ادا، ويچارو اِهي چرچا ته ڪندو رهندو آهي، پيلا جيون ۾ ٻي دلچسپي ڪهڙي رهي آهي؟" پاپي ٽڏو ساهه ٽي پري ۽ دهمان ٽي ڪريس: "ڏس، هي گاڏو برتنن جو مون کي هينئر ملئو آهي. هاڻ منهنجو دماغ نه کاءِ."

"اڙي پاپي منهنجو ڇا! ٻن ڏينهن لاءِ آياسين، هليا ويندا سين. پر خبر ٿئي ماڻهن کي تنهنجو تعارف ڪيئن ڪرائيندو آهي؟".

"ها خبر ٿم. ڪُڪنگ مشين، روٽي پلانٽ، سوپر ليڊي، مس ڏوٻي گهاٽ."

"سڀ ڪجهه خبر ٿئي، پوءِ به؟" هو پاپي کي چڙ ڏيارڻ لاءِ ڏاڍو ائڪٽ ٿو ڪري: "پيلا ائين ناهي ڇا!؟"

پاپي ڏاڍي دکي ٿي وڃي ٿي، روئڻ جهڙي. هو پوڳ ڪندي پاڻ به دکي ٿي وڃي ٿو ۽ سوچي ٿو ڪهڙو نه ڪلجڳ اچي ويو آهي! اسين هڪ ٻئي سان رؤنشا تا ڪريون هڪ ٻئي جا ڏک درد متائڻ لاءِ ۽ کلڻ بدران روئي تا پئون!! ۽ هو روئڻ جهڙو ٿي هڪدم اٿي ٻاهر هليو ٿو وڃي.

# ڪينجهر- اڏورو ماڻهو

ڪينجهر ٻارهوئي زاڻي ٻائيءَ جي زمين دوز قلعي جا ڀير ڏوئيو، اهو ٻاڻي ٻٽي پيئندي آهي، ۽ ٻٽي لڇندي ۽ ڦتڪاٽ ڪندي آهي، ڇڻ اهو جيڪو اتهاس ۾ وهيو واپريو هو سا ڪالهه ڪالهوڻي ڳالهه آهي جا ڪينجهر ڪان وسري ئي ڪونه ٿي. راڻي ٻائي، ڪينجهر جي ڪوٽ جي ڏياٽي، مهاراجا ڏاهر جي وڏ ور ڀيڻ، جنهن وڏي بهادريءَ سان عرب ڪٽڪ سان وڏي لاڏ ڪوڏ سان جڌ ڪئي هئي، ڪک ۾ ڪان ڪاڏو هو ۽ ترار سان سسي لٿائي هئي، ڀلا ڪينجهر ان راڄ راڻيءَ کي ڪيئن وساريندي!... اهي ڏينهن اهي شينهن ساريو ڪينجهر ٻارهوئي رت ٻٽي روئندي آهي. ٽڌا ساهه، پورن مٿان پور، شوڪارا، ۽ سيڙهاٽ ڇل ڇل ... ڪل ڪل ڪل... آهه... هاءِ... هوءِ هوءِ... ڇل ڇل... ڪـل... ڪـل ڪـل ڇل ڇل... ســـراپ... ڇڙاپ... ڇل ڇل...
(آڪاشن مان ايندڙ اگهور ازغيبي آواڪ آواز)

”جئي سينا! تون ڀل وڃي پنهنجي منصورا سنڀال. هيءَ ڪينجهر جو ڪوٽ هي آڏا ڪنگر! تون ڇا وڙهي سگهندين جئي سينا. تون ديوتائن کي پرتو آهين. باقي آئون ڇاٿان، ۽ عرب، عرب ڪٿي ڪٿي هي ڪوٽ ڪٽندا. تاج ۽ تخت ڪٽندا! هوڙهن ۽ ڀيڙن ۾ ڪينجهر ڀري تہ ڪونہ ڪٿي ويندا. هليو ونءِ جئي سينا. تنهنجي بات ناهي، هاڻ هتان هليو وڃ“.

ڪـل ڪـل... ڇل ڇل ڇل... ڪـل ڪـل... آهه... ڇل ڇل...
ڪينجهر ان ڪاڪل راڻي ٻائي کي ساريو سدائي ٻٽي هڄندي ۽ ٽڌا ساهه ڀريندي آهي. ۽ هو- هو ان هڄندڙ لڇندڙ ڍنڍن جي راڻي ڪينجهر کي ڪو آٿت، ڪا مت، ڪا سامت، نہ ڏيئي سگهندو آهي، ڀلا ڪينجهر جي اندر ۾ ڪو هڪڙو زخم آهي! جنهن تي ڪنهن سهڻي شعر جو ڀاهو رکجي، آلوءِ.... هو ڀاڻ تہ شاعر بہ ڪينهين جو چويس تہ:

او ڪينجهر
توکي ڪڪوري ڪاڪ جو سوڳند،
توکي قسم آهي ڪارونجهر ۽ ڪيرٿر جي چوٽين جو،

توکي سنڌوءَ جي پلهٽين جو قسم،
قسم ٿئي تر ٻاجهريءَ جو هاڻ اهو روچ بند ڪر،
بند ڪر هاڻ اهي سڏ ڪا،
ڪا ساموندي گجگوڙ ڪر،
تنهنجن انهن آهن ۽ دانهن ستل سنڌي سجاڳ ڪيا هئا،
تہ سچ تنهنجي ڪُڪ مان نڪتو هو،
الائي ڪهڙي پتڪار آهي جو ماڻهن جي ذهنن کي چڻ ريچ لڳي ويو آهي.

ڪينجهر سان ڪچهريون ڪندي هن کي ڀاسي ٿو تہ هو پاڻ اندران اجهامي پيو، اکين ۾ لڙڪ ڄڻس پيا.

ڪينجهر جي ڪنڌين تي اچي هو سنڌوءَ جي اتهاس تي هڪ نهار ضرور وجهندو آهي، هيڏي ڪليل وشال جيڏري جاڳندي ايامندي شبد شبد ڪينجهر ڪتاب ڏسي ڪوي پاراشر ۽ سندس پڙ پوتي وياس رشي جيان ڪيئي ڪوي آئيا. ڪينجهر کي پنهنجون سچيون ڪوڙيون ڪوتائون پڏائي هليا ويا، مور نہ موتي آئيا. ڪوڙا سامي، ڪوڙا سامين پنڌ، چينهون چينهون اطلس ڪوتائون. هوءَ هوءَ... ووءِ... ووءِ... من جو ڏيئو چئي وسامان ٿي وسامان. ڪيئن ڪينجهر پرچايان. جيئن مها ڪوي ڪالي داس پنهنجي ديوتا جي چرڻن ۾ پرهہ ڦٽي ويل گلن جي موڪا رکندو هو تيئن هو پنهنجي ڪينجهر ديوي لاءِ اڪ ڦلڙين جا هار مڙهي آيو آهي، موڪا لاءِ.

اُو پوچ پاڻي سان ٽمتار چولان چول ڪڪوري ڪينجهر.
او مانسرور، پوڏيسر، اينچلسر ۽ منچر جي سرتي،

او گوڙ ڏرو ۽ بارڻ جي راڻي، سنڌوءَ جي ڏياڻي، سنڌو ساگر جي ڌيءَ، پوڄاري جا هي پوڄارا گل اگهاءِ. ديا ڪر ديوي- مون سان ڳالهاءِ

ڏاڍو هيڪل هان، ڏاڍو هيٺو هان. مون تہ ڪوي ڪاريداس واري ڪاري ڪپتي نند بہ ڪانہ ڪئي،

نہ وري آئون ميگهہ دوت يا شاهہ جيان سر سارنگ جيهي رچنا مڙهي سگهندس.
چمار ڳري ويندي ڏيرج ڏي! او ديوي ڏيرج ڏي!
آئون اڄاڻ، توهان ڏاران ٻيو ڪو سجاڻان ئي ڪين،
او ماڻهن پکين ۽ جانورن کي جئدان ڏيندڙ ديوي!

ٻاجهه ٻيلاتي، ڪنهن کي سڃاڻان ٿي ڪونه. ٻاجهه ٻيلائي...

ڪل ڪل ڪل... ڇل ڇل ڇل... ڇل... ڪينجهر پنهنجي پورن ۾ ڇلندي ٿي رهي.

"او اتاؤلا! ان ڪان پهرين جو اتهاس جو ڪلاڌاري توڪي ڄام ستي جان ڳڙڪائي وڃي، پير جهل، ماٺهو جي مري ته پوءِ ڄام آجو ۽ ڄام ننڊو ٿي مري جو ناگمتي جيهي ندي ۽ مها سنڌو ساگر ٻه نازڪن ۽ ماٺهو جي مري ته وزير جيسي ۽ مهيرا مڻ جيان مري جو جنگ جو ميدان "ڏرول" جو ڳاڻ سدا لاءِ اونچو ٿي وڃي. توکي وزير جيسي جي پٽ ناگڙي جي ڄاڻ آهي، جهوراڙ ڄائو ناگڙو جنهن ڄام ستا جيءَ کي گار موتائي ڏني هئي، جنهن سندس ماءُ کي جهوراڙ چيو هو، پوڙهي مينهن سمجهين پيو نه، ننڌني شهر ڄام ننگر سڏجڻ لڳو هو. هاءِ هاءِ ڄام آجي جي پساهن سان ماٺهو ڪيڏا نه آجا هئا، الوءِ الوءِ... هوءِ هوءِ... ڄام آجو ڇا مئو، ناگڙو ڇا شهيد ٿيو جڻ گجرات کي گدڙ کائي ويو- مغلن جو گدڙ. جو هندستان مان سندن پيڙهه ئي پٽجي وئي، هوءِ هوءِ اها ناگڙي ماءُ جهوراڙ چوندي هئي.

اور رڪاهان راول

منهنجي سراڻ تان جي ترار تکي ڪرائيندين، ته جنگ جي ميدان ۾ ڏاڍي ڏيا ۽ پروسي سان وڙهندين، ڪاٺيلي تيخ ني، پرونسي هو تو پؤهاري. سجهين پيو نه، ڏس متان ڄام ستو ٿيين ۽ ڏورول جي ميدان ۾ لهڻ ڪان اڳ توکي ڳجهون کائي وڃن، توکي منهنجي هندورا هندورا ڇولين جو سوڳند جي جنگ جي ميدان ۾ لهين ته راجا مهيرا مڻ جيان پندرهن پٽن سان ميدان ۾ لهج. مهيرا مڻ ٿي وڙهج. آئون توکي راڻي ٻائي ڪان لکين پٽ پني ڏيندس، دولهه درياهه خان ٿي وڙهج.

"ديوي- پلا ان جهوراڙ وزيرياڻيءَ کي پنهنجو پٽ ملي ويو هو؟"

ها- وزيرياڻي کي ويهاريو سالن ڪان پوءِ سندس ٻار ناگڙو جنگ جي ميدان ڏورل ۾ مليو هو. هن پٽ کي پنهنجي ور جڏ اڳواڻ جيسي ۽ ڄام آجي سان مغلن جي لشڪر متن وڍيون هلائون ڪندي ڏٺو هو، هن جڏ جا اهڙا ته انگ پٺي ڏيکاريا جو جهوراڙ کي مهاڀارت جي جڏ ئي وسري وئي، پانءَ ته ڪرشن مهاراج جڏ ۾ رٿ هڪلڻ بدران پاڻ پالا هٽي رهيو هو، اجا پاڻ

سوايو تڏهن جهوراڙ رڙ ڪئي هئي. او چام ستا، اهو تئي جهوراڙ چائو پاڏو پٽ، او ستاجي، پنهنجي گار هاڻ موتائي وٺ. پاچوڪڙ تون ڇا وڙهي سگهندين، اڇي ڏس جهوراڙ جو پٽ ڪيئن پيو وڙهي، سمجهين پيو نہ اڄ آئون ڪينجهر بہ ان وزيرياڻي کي جهوراڙ چوندي من ۾ نباڻ خوشيون پئي محسوس ڪريان، پل پلان جو ڇيهہ ٿي ويو، ڇا ڇا، ڪيهيون ڪيهيون ڏيئرون چٽيندي آهي ڌرتي ماءُ، جو روح کي راحت اچي وڃيْ. ڇا تہ اها عورت هئي ۽ ڇا سندس وياءُ ناڳڙو، وڙ ووءِ آهي ڏينهن، هوءِ هوءِ آهي شينهن ۽ شينهڻيون.

هوءِ هوءِ چل چل... چل چل چل... ڪل ڪل، چل... آه... اتهاس! اتهاس جي وهڪ ۾ ماڻهو پاڻ وهي ويندو آهي.

پلا اتهاس ۾ وهڻ کان سواءِ ماڻهو پلواڻ ڪيئن ٿي سگهندو. بلاول، هوشو واري سگهہ ڪٿان آڻيندو، الائي تون ڪجهہ سمجهين پيو ڪي نہ...

”ها ديوي! سڀ سمجهان پيو، پلا ٻڌاءِ سياڻ توکي ڪيها گل وڻندا؟“

”سياڻ... موتيو مگرو بہ آندئي، گلاب ۽ چنبيلي جي ورڪا بہ ڪيئي، سورج مکي ۽ ڪيسو بہ لاتئي، واهہ. سرنهن جي گلن لاءِ ڇا چئجي، ڪيها ڪيها گلال وڃائيي، جهوڪ ونو آهي، ڪرڙي جي ميدان مٿان مينهن وساڙڻ جيها ننڍڙا ننڍڙا رتوڙا گل چني آءُ. جڏهن راڻي ٻائي جا پير رتوڙڻ سان ڌوئيندس تہ منهنجي ڇندڙ من کي ٺهمر ملي ويندو.

او حڪم جي پورائي لاءِ پرتو سوئي.

”ٻڌ.... پورڙا، مٿان ڪا ڪوتاهي ڪرين، رتوڙا تازا آڻيج، سوپاري جي هڳاوَ وارا، مٿان ريساري ساٿي ڪاٿي راڻي ٻائي ڪاوڙجي نہ پوي ۽ سندس هڪ پاراتي سان آئون هاڪڙي جيان سدا لاءِ ٺوٺ ۽ تون سدا لاءِ اڌورو رهجي وڃين.

# ريلوائي جا ڇورا

شام ويلا ۾، ڪامران وڏي ايسٽ سگنل ڪيبن جي، اونچي گيلري تان بيٺو. پري اونچي وانچي ٻڙ جي جهور جهوني ٻڙ جي، ڪڪر جيهي سائي ڇٽ ۽ وڏيءَ وٽڪار جي اوڏر مان اڏوگابري ڏسڻ ۾ ايندڙ. سنڌو مٿان اڏيل، پراڻيءَ هنگاس، هيوي وهيڪل ٽريفڪ پُل ۾ لڙاٽ پريل نيٽن سان نهاري. پل، جيڪا وٽن جي اوڏر مان جيتري ڏسڻ ۾ اچيس پئي. ڏاڍن اُپاٽڪن نيٽن سان پل ۾ گهور اگهور نهاريندو ٿو وڃي. وڏي وڏي لوهي پُل، جيڪا سپنن جي ڪوٽ ڪڙن ۽ منارن جي برجن کان به وڌ حسناڪ لڳندي اٿس. جهڙو پندرهن سورهن سالن جو ڪوئي مهاتما. مَ ياڻءِ روئي پيو. مَ ياڻءِ ڪلي پيو. الائي ڪيهن واسامن ۾ ڪوئجندو، الوپ ٿيندو، اَسُرت نهاريندو ٿو وڃي. بس رڳو ڏسي پيو، وڏيءَ مونجهار مان. ٽيليفون ڪال تي سگنلز ڊائون پيا ٿين، سگنلز اَپ پيا ٿين. ميل ٽرينز، پئسينجر، گڊس ٽرينز اچن پيون، وڃن پيون. اِسٽيم انجڻيون ويگنز شنٽ پيون ڪن ۽ پيون آهن ذهن ۾ هڪڙيون مرندڙ ۽ پيون نيون ڪڙڪيون سامئجندڙ ۽ سَرندڙ سرجندڙ ڇاهنائون. ذهن جون ڳڙڪيون کلن ٿيون، بند ٿي وڃن ٿيون:

آئون اگزيڪٽ سادي پنجين وڳي پهچي ويندس. مائٽن کان سڄي رات لاءِ موڪلائي. ڏس نه، هڪ ئي وقت ۾ شاندار فلمون لڳيون آهن. آءِ وانٽ يو لوِ ۽ آءِ وِل ڪراءِ ٽومارو!... جي وچڙي ئي ويٺو آهي ته پوءِ يادن لاءِ ڪا سٺي فلم ڏسي ڇونه وچڙون. اهڙي ته ڪا پابندي ڪانهين. ائين ئي ڪٿي سمجهنداسين، اسان جي پيڙائن ۾ سوزن هيورڊ ۽ ري ڊون ٽن به شامل هوندا. ها ڪر نه... او-ڪي... او- ڪي..."

۽ هو اوسيئڙي ۾ آهي. اڃا پنج لڳي ست اٺ منٽ مس ٿيا آهن. پر هن کي ڇڻ آدجگاد کان ڪَلَ آهي ته نرگس جيئن چوندي آهي، تيئن ئي ٿيندو آهي. هاڻي هو وڏيءَ مونجهار ۾ آهي ته نرگس سان سندس ڪهڙو سنبنڌ آهي. هڪ مهاجر ڇوڪري سان؟ هو هاءِ اسڪول لائيف جي پنجن

ڇهن سالن تي لڳاتار نهار ٿو ڦهلائي ۽ ياسيس ٿو. سندس جيون جي ڪن ڪن تي نرگس ڇانئين پئي آهي. نرگس، جنهن ڪي پيار مان نرڪيسيس چوندو آهي. هرڪن، ياسيس ٿو. هر دشا ڪان لوهي چار وڇايل آهن ۽ هو اُن ۾ ٽريپ آهي، ٻڌل آهي من جو پينڊولم ڏڪ ڏڪ ڏڪ، چڻ دور لڙاٽ ۾ ٻوڙو ٿيندو، ٻڌندو ٿو وڃيس. ڇرڪ ٿي ڇرڪ- رکي رکي ڇرڪ، ڏيها. يادن جا سياڻا. نرگس جي ساري ڇُرپُر اکين آڏو ڦرٽي جيان ٿي ڦريس. (۽ ذهن جو ڪينواس چڻ سيونٽي سيوَن ايم ايم جو اسڪرين بڻجيو وڃي)

نرگس ڪيڪ پيس وات ۾ دٻائي، جنجر جو ڏِڪ ٻيري ٿي ۽ ڪٽاڻ ڪان هڪ اک رونجهي ڪري ٿي ڇڏي.

ڪن وچن ٿا:

”امي، تنهنجا ٻه ٽه ياٽيج ياٽنيا آهن. هي ڏس مُنهنجو ٻواءِ فرينڊ، اي وليج ٻواءِ.“ دور پولار جي الائي ڪهڙي دِشا ڪان چڻ مڌ پريل آواز جو پڙالو پڙاڄندو ٿو اچي.

۽ اکين آڏو هڪ پاڇو:

... مرڪ جي ڪٽي پڇاڻي ڪانهين. مرڪ، جيڪا آنهريءَ جيان، اندر جي محلاتن ۾ بند هوندي آهي. ۽ وڏي لڙاٽ سان نروار ٿيندي آهي، بادلن جيهي لڙاٽ سان. درياهه ۾ ٻيلهه ونجهه هڻندي، سهڪي سان، آرهن جا آيامڻ ۽ آڦامڻ ۽ مڪڙن تي پاٽيءَ جي ڇاٽ، ڇٽ ڇٽان:

” هائي- ڪتنا اڇها پين هي، مين لي لون، ... لي لون نان؟...“ آواز ۾ الائي ڪيڏا چاڳ ڀريل آهن.

لڙڪ- وڏي وڏي ٻَل ڪي ڏنڌلائي، ڳلن تان ڳڙي ٿا وڃن.

اچانڪ هن جي اندر ۾ ٻيڙائون چڻ پار ٿيون ڪيِن:

هان- ڇا جيئڊان لاءِ، مون ٻڌنڙ ماٺهوءَ جيان نرگس ۾ جهٽ نه هنيو هو!؟... هاٽي هيءَ ٽرانسفر ٻه هاٽي ٿيٽي هئي؟... جڏهن ڇٹن پنجن

سالن جي جاکوڙ ڪان پوءِ، ماٺهو هڪ ٻئي کي ٺوڪي وڃائي هڪ ٻئي ۾ سموئجي ويندو آهي!..... !.....

اچانڪ ڏيڙاٽ

هو مُڙي چاچي وساڻ جي گجگوڙ ٻڌي، عرفان ۾ نهاري ٿو. سگنل ليورز جي رنگين قطار پٺيان، عرفان وڏي لوهي ڪڙڪيءَ سان ٽڪرائجي ڦهڪو ڪيو آهي:

"اڙي ڪتيءَ جا پٽ، سگنل ليور ائين ڇڪبو آهي؟" چاچو وساڻ پوري طاقت سان ڪانٽو ڇڪي، سگنل ڊائون ڪري، سدائينءَ جيان، وري وڏي واڪ ٻڙ ٻڙ ٿو ڪري:

"هي سوئر والٽن ڪاليج ويندو، جنڪشن اسٽيشن جي چارج سنڀاليندو. اڙي ڪو ٽڪ به ڪونه هُئندءِ. هي وڏي ڦيٽي جو زمانو آهي."

چاچو وساڻ ڪڙڪا ڪندو، ڏاڪڻين وڏيءَ ڪڙڪي هيٺان وڃايل اچي ڪاريءَ چوڪڙيءَ پريل رلهيءَ ۾ پرت پريل وهاڻي تي وري اچي ڪنس مان ٿو ليٽي ۽ خارن مان ڪنڌ کي ڌوڻ ڏئي، ڳاڙهين ڳاڙهين اکين تي عينڪ چاڙهي وري اخبار پڙهڻ ٿو لڳي. ۽ عرفان ڪستن مان ڪامران ڏانهن اچي ٿو.

"يار، هن تو واري پوڙهي جو دماغ خراب ٿي ويو آهي. چا ٿيو جي هڪ سٽ سان سگنل ڊائون نه ٿيو؟ يار منهنجي وات ۾ ڪتاب هو. پوءِ وري چوي ٿو پڙهي ڪونه ٿو. هاڻ پڇينس، مون کي ڪو ڪانٽي وارو ٿيڻو آهي. هڪ ته هن پوڙهي جي ماني کٽي اچون. ليور ڇڪيون، لوهن سان مٿا ڏيون. وري به ڏس ته سدائين عزرائيل واري ڪانڊر ڪريو بيٺو آهي."

عرفان وات مان چڏائجي ويل "ڊريگون بُڪ آف ورس" ڪيبن جي ڪاناهين فرش تان کڻي ٿو. ۽ خارن مان ڪال بيل ڏانهن وڌي ٿو. جيڪا جلترنگ جيان وڄي ٿي پوي.

"ها چاچا، عرفان پيو ڳالهايان. ليٽيو پيو آهي. ڇا؟... نارٿ يارڊ، ڊائون ٽرين. لائين نمبر سيون. گڊس ٽرين- او- ڪي سر." عرفان سيني نارٿ يارڊ ۾ شنٽ ڪندڙ گاڏين جا سگنل بلاڪ ڪري، لائن نمبر سيون جو ڪانٽو، وڏي ڌوڻ سان ڊائون ڪري ٿو ڇڏي ۽ وري ڏاڍين ٻاهين مان

ڪامران ڏانهن ٿو اچي:

" ڪلاڪ ٿيو آهي، ڏوڪڙن لاءِ چيو ٿمانس تہ ٽيئڙ چڙهي ويو اٿس. يار ايمانداريءَ سان ٻڌاءِ، "آءِ وِل ڪراءِ ٽومارو" جهڙيون فلمون روز روز لڳنديون آهن ڇا؟" عرفان ڏاڍن چيرن مان ٿو چوي ۽ ڪامران منهن ناربو، ٻڌندو ٿو رهي، ڄڻ هڪڙي ڪن ڪان ٻڌي ٻئي ڪان ڪڍي ڇڏيندو آهي. عرفان اسٽول تي ويهي، ڄنگهون ڦاسائيندي، ڪسٽن مان وري ٿو واڦي جيئن سدائين پر پٽ گلا ڪندو آهي.

" ڏسجان- هاڻ هي پوڙهو منهنجي چيڪنگ ڪندئي. سڀ ڪانٽا ۽ ليور چيڪ ڪندو. عينڪ اکين تي ٽوڪي، ٻاهر پري پري نهاريندو تہ سگنل بہ اپ ۽ ڊائون ٿيا بہ يا نہ! جڏهن ڏس، ڪڙاري شيطان وانگي، اکيون پوريو، ڪن ڪال بيل ڏانهن ڏيايو ويٺو هوندو آهي. يار اجا هنن ماڻهن کي اسان ماڻهن مٿان اعتبار ئي ڪونهين؟..."

" آفٽر آل هي اِز اي ريسپانسيبل مين."

" آنگوني جو مٿو مين. پڙوا تون بہ انهيءَ پوڙهي جي طرفداري ڪندين. اڙي ڪو ماڻهين جو يار آهي ڇا؟" عرفان اجا واڦي واڦي، سچي بہ چاچو وساڻ، اگهاڙين پنين،ٻري سٽڻ جا ور مٿي ڪندو ڪيبن ۾ ڄڻ شيل ٿو ڪري ۽ شهپر کي تاؤ ڏيندو، مٿان اچي ٿو بيهي:

" چو ڙي رنڙي پٽ، آئون پوڙهو آهيان؟"

" اڙي... چو!... پوڙهو نہ تہ ڪو جوان آهين! رکو مون کي ۽ امان کي مارڻ لاءِ جوان آهين، ٻيو تو ۾ آهي ڇا..." "ٻيو تون هينئر ڪهڙي اڏائي مٿن جي پيجري وجي ڪندين؟"

اچانڪ چاچي وساڻ جي ٻلهاڙي واريءَ ترڻ سان عرفان جا ٻئي پير نڪري وڃن ٿا. هو ڪيبن جي لوهي ڏاڪڻ ۾ هٿ ڦاسائڻ جي ڪوشش ۾، هيٺ لڙڪندو ٿو وڃي ۽ چاچو وساڻ اجان وڏي رڙ ٿو ڪري:

"اڙي پيجري ڇا، آئون انهيءَ اڏائي مٿين ماڻهين سان گڏ ٽوڪي بہ هڪ ٽنگ تي شنٽ آئوٽ ڪري سگهان ٿو. سمجهين".

" يار- تون تہ ڪو وڏو ماءُ جو... آهين. ائين ڏڪو ڏبو آهي." ڏاڪڻ جي هيٺين ڇيڙي تان عرفان ڏڪ پچائي، وڏي ڪروڌ مان ڊاڊش ٿو ڪري.

"ها پٽ، اينهين."

"اينهين." چپرا ٿو ونيس." هاڻ آنگونو ٽئي ڪم ڪان. ۽ ها، اهو بہ ٻڌي ڇڏ، اڄ جي مون کي فلم لاءِ پئسا نہ مليا تہ پوءِ اڄ جوٿهين اسپتال ڪجي ويندءِ."

"پوت، ڏاڏهن بہ ٿي انگريزي فلمون ڏنيون."

"پر هي ماٺهو تہ فلمون ڏسڻ لاءِ پئدا ٿيو آهي. ڏسان تہ اڄ مون کي پئسا ڪيئن نٿا ملن؟ انهيءَ پوڙهيءَ جي نسٽ نہ گروي رکي اچان." عرفان ڪروڌ مان ڪتاب ۽ ڪاغذ ڪٽي. هيٺ ٿو لهي.

"اڙي او ڪئپٽن مارويل جا پٽ، جي منهنجي رن تي آنگر بہ ڪنئين اٽئي تہ پوءِ پٽ مون کي بہ سڃاڻين ٿو."

"ها، تون تہ وڏو سپر مين جو پٽ آهين." عرفان تڪڙو ريلون ۽ گاڏا ڪراز ڪندو، هليو ٿو وڃي ۽ ڪامران لاڏڪي پٽ ۽ پيءُ جو جهيڙو ڏسي، مرڪي ٿو پوي. جيئرن جو جهيڙو. جهيڙو. جنهن مان پيار پالوتجندو آهي. اهو جهيڙو هن لاءِ ڪا نئين ڳالهہ ڪانهين. هن لاءِ نئين رڳو هڪ ڳالهہ آهي. نرگس جي پيءُ جي ٽرانفسر ۽ هو ريلوي گيٽ ڪان، روشن آنٽيءَ سان ايندڙ نرگس کي ڏسي ٿو ولي، جيڪي هوريان هوريان آيون پئي.

آنٽيءَ جي ڪڇ ۾ پروين بيبي آهي. ٻن سالن جي ۽ پل ۾ ريل گاڏيءَ جو گجگاهہ وڌندو ٿو وڃي.

۽ سائي ڪڪر جيهي ڇت مان، اسٽيم انجڻ ڪِلٽ ۽ پيتلاهن جنسارن سان، ڪاري ايپرا جيئن، پل مان ڇڻ دهلن دمامن سان ناچ ڪارن سان وٽ ڪائيندي ٿي اچي. ۽ ان سان گڏ ئي ٽيليفون جي گهنٽي وڃي ٿي.

"چڱو چاچا، آئون هلان ٿو."

"چڱو ماشاءالله." چاچو وساڻ اخبار ڇڏي، ٽيليفون ٿو سنڀالي ۽ هو لوهي ڏاڪڻ تان لهي، نرگس ۽ پاريسياڻي آنٽي روشن ڏانهن وڌي ٿو.

"هون- ڇا ڳالهائيندا اسين...!" ڪامران جو ذهن سوچيندو ۽ قدم هلندا ٿا وڃن. وساٺل وساٺل پير سان.

"... ... ... ...!" (ماٺهو ڇڻ گونگو آهي.)

"...! ... ... ..." (ماٺهو ڇڻ ٻوڙو آهي.)

”توبهن... ڪجهه چوڻ آکڻ جي سگهه به تہ ڪانهي. ٺيڪ آهي. اڄ رڳو نرگس کي ڏندو رهندس... هان- ڀلا اهو سڀ ائين ٿي ٿيٺو هو؟ ان جي تہ مون کي خبر ئي ڪانہ هئي. هاڻ خبر پئي تہ هي هيڏيون وڏيون پُليون ڇا لاءِ ٺاهيون ويون آهن... چو؟“

(ذهن پوڙو- ذهن گونگو، ذهن انڌو ڪوڙهيو) هاڻي هو چرچ روڊ جي وٽن جي قطار وٽ آمهان سامهان اچي ٿيا آهن.

”آنٽي، ڪيئن آهين.“

”ٺيڪ آهيان، تون ٻڌاءِ، خوش آهين نہ؟ هونئن تہ وڌ ۾ وڌ اوهان کي جيءَ ۾ جاءِ ڏئي سگهيس ٿي، ٻيو ڇاتي ڪري سگهان؟“ آنٽي سندس منهن ڏسيو پاڻ سوال پڇي ٿي وڃي.

”ڪيڏانهن هلون؟“

”سوري، فلم جي ڇوتي ڪانہ ملي. سڄو سامان ٻڌٽو آهي.

”ڇا چرچ هلون؟ حضرت عيسيٰ ۽ بيبي مريم ڏسي، من ڪي ٺاپر ملي ويندي آهي.“

”مونکي تہ تپ آهي. مان ٻران پيو.“ ٽئي سامهين لوڪ ڪان پاسيرا ٿيڻ لاءِ، ريلوي پارڪ ۾ هليا تا وڃن. گهاٽن وٽن ڏانهن.

”الاهين تپ ٿئي.“ نرگس هٿ ڳتا ٿي ڏسيس.

”تون تہ باهہ جيان ٻرين پيو.“ اچانگ ٻن ڳاڙن جي زورائتي ٽڪراءُ تي، ٻئي ڊڄي ڳاڙن ڏانهن نهارين تا. ٻئي ڳاڏا ٽڪرائجي ڪَپل ٿي وڃن تا.

”ڇا ڪريون؟“ نرگس رڳو هن ۾ نهاريندي ٿي رهي.

(۽ ڪرڻ لاءِ ٻنهين کي نيٺن ۾ ماتام ڪانسواءِ ڪجهہ آهي ئي ڪونہ)

”روئين ٿي...؟“

”نہ تہ.ائين ئي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا آهن.“ نرگس روئي ٿي

ڪرسچن ڪالوني اچي آنٽيءَ کي ساهيڙيون ورائي ٿيون وڃن. ۽ هو ٻئي سڄي سڄي چرچ ۾ اچي، هڪ ٻنچ تي ويهي تا وڃن. جيئن اسڪول ۾ وهندا آهن. ٻنهين کان چڻ ڳالهائڻ جي شڪتي ڇني وئي آهي.

”صبوح جو ٽرين تي چڙهڻ ايندين؟“

”نہ.“

"ڇو؟؟"

"ڇيم نہ، ڪونہ ايندس." رُڪو رڙندڙ آواز.

"تون تہ ائين ٿو ڳالهائين ڄڻ ٽرانسفر جا آرڊر ئي مون ڪڍيا هجن."

هوءَ روئي پئي. روئندي ئي وئي.

"هي ڇا سڏ سڏ لاتي اٿئي."

"هڪ ڏينهن ائين ٿيڻو هو. مونکي اڳي ئي خبر هئي."

"ڀلا هڪڙو وعدو ڪر." ڇوڪري وري واڪو ئي ڪري.

"ڇئہ."

"خط لکندو رهندين؟" ها نہ؟"

"نہ."

"ڇو... ڇو...؟ ...

"توکي خبر ناهي، آئون ٽيليفون ۽ خط لکڻ کان الرجڪ آهيان. مونکي نہ ڊائل ڦيرائڻ ايندو آهي نہ خط لکڻ."

"نہ، اهو ڪوڙ آهي. تون ڪو واسطو ئي نٿو رکڻ گهرين، سچ ٻڌاءِ، ائين آهي نہ؟..." سڏڪ سڏ ڪان.

سنگ مرمر جي بيبي مريم بہ ڄڻ روئي ٿي پوي.

سنگ مرمر جو حضرت عيسيٰ بہ ڄڻ ڪنڌ لاڙي ٿو ڇڏي." ٻاهر- ٻاهر اسٽيم انجڻ هوائي جهاز جهڙي. آواز سان ٻاڦ ٿي خارج ڪري. چرچ ۾ دونهون پرجندو ٿو وڃي.

"ڳالهائين ڇو نٿو؟"

"... ... ..."

"تہ پوءِ هيئن ڪر، هي پنهنجي منڊي ۽ فوٽو موٽائي وٺ." نرگس هڪ لفافي سان گڏ منڊي بہ وڌائي ٿي. هو چپ چپات گيڏيءَ ۾ رکي ٿو ڇڏي.

"نہ، تون ڪاوڙيل آهين. ڄڻ سڄو ڏوهہ منهنجو آهي. ڪيڏي بيشرميءَ سان گيدي ۾ وڌا اٿئي، مونکي موٽائي ڏي."

ڇوڪري ڪلهي تي ڪنڌ لاڙي روئي ٿي ۽ ڏکندي وري ٿي ايلاز ڪريس؛

"موٽائي ڏي نہ منهنجون تصويرون ۽ منڊي مونکي."

”نہ.“

”ڇو؟!“

”ڇيم تہ ڪونہ ڏيندس.“

”ڇو؟“

ان لاءِ تہ هي منڊي ۾ فوٽو تولاءِ عذاب بہ ٿي وڃن. هي سدائين ماڻهن جي اکين ۾ اڙندا.“

”تون جهنگلي آهين.“

”ڇا تون مونکي هٿ سان سَلهہ َ نہ پيو ڏين؟“

”نہ، مان تو مٿان ساهہ ڏيندو آيو آهيان. مان تہ شايد جيئرو ئي ان لاءِ آهان تہ تون آهين. پيو پلا هن پرٿويءَ تي آهي ڇا!“ هو لڙڪ پي ٿو وڃي.

”پلا فلمون تہ روز ڏسندين نہ؟“

”ها ها. جڏهن بہ سٺي فلم ڏسندس، توکي ياد ڪندس.“ هو هانءُ ڏڍ ڏئيس ٿو.

نرگس گهٽ ٿي محسوس ڪري. اچانڪ ڇال ڏئي، دانهون ڏيائيندي، چرچ جي وڏي در ڏانهن ڊوڙي ٿي، نڪري وڃڻ لاءِ. ۾ ٻاهر اسٽيم انجڻ جي ٻاڦ. منڊي ڪڪريءَ جيان آڪاس ۾ ڊوڙندي ٿي وڃي.

هاٿي ٺٺي وساڻا هلندا ٿا وڃن.

”اوهان ٻنهين ڇا ڍسائيڊ ڪيو؟“ آنٽي پڻ پڻ ڪري ٿي.

(هِن ۾ ڪان بہ ماڻار، هُن ۾ ڪان بہ ماڻار.)

”نيٺ ٿيو ڇا آهي! هر ڪوئي جيون ۾ پيار ڪري ٿو. وڇوڙي ڪڏهن بہ مونکي ڏهڪايو نہ آهي. وڇوڙي کي پنهنجو مزو آهي. ساٿي تہ ملندا ٿا رهن. روز نوان نوان ساٿي! ڇا اوهين ٻئي منهنجا بهترين ساٿي نہ آهيو.“ الائي ڪو ٻڌي ٿو يا نہ، آنٽي هانئيارو ڇنڊيو ڇڏي، وڏي شوڪاري سان. ڪامران بيهي ٿو وڃي.

”ڇو...؟“ نرگس کي وري ڇرڪ ٿا پون.

”مان اتان ئي موٽ ٿو ڪان، مونکي گهر وڃڻ گهرجي... هان... نہ فلم ۾. ڪيڏانهن نہ ڪيڏانهن مونکي وڃڻ گهرجي.“

”ڇا مميءَ سان نہ ملندين. ڇيائين وٺيو اڇجانس.“

”نہ.“

”ڇو؟“

”الائي- من نٿو چوي. ڊسڪنيڪٽ ٿيڻ سان، ماڻهو وڏي شاڪ ڪان مُڪت ٿي ويندو آهي.“

ڪامران ريلوي گيٽ جي اورئين در تي بيهي ٿو وڃي ۽ نرگس گيٽ جو چڪرو ڦيرائيدي، وٽ ڪائي آنتي پنيان گيٽ جي هن پر ٿيو وڃي.

”ڇا اتان ئي الوداع ڪريون.“ نرگس لڙڪ دٻايو ٿي وڃي.

”ها.“

”خدا حافظ.“

گڊ باءِ.“ هو نرگس ۽ ائنتيءَ کي گيٽ ڪراس ڪندو ڏسندو ٿو رهي. گيدن ۾ ساڳئي نِماڻي انداز سان هٿ وجهيو، ويندڙ نرگس ۾ حسرت سان نهاريند ٿو رهي ۽ وڏي گجگاه سان، اليڪٽرڪ انجڻ، پئسنجر ٽرين کي اڏايو ڪنيو ٿي وڃي ۽ ڪامران پوري طاقت سان، گيٽ جي ڪراز چڪري کي سٽ ڏئي، موٽ ٿو ڪائي ۽ چڪرو ڦرندو ٿو رهي.

# پوئين پَهَرَ جو آواز

وڏي وڏي فجر ويل هو اُٿيو آهي. تارا هڪ هڪ ٿي آڪاس ۾ ڏيما ٿيندا ٽا وڃن ۽ هو هلندو ٿو وڃي. پهاڙي پيچرو وڻيو، دور، الائي ڪيڏانهن هلندو ٿو وڃي، جيئن پاڳلن جو ڪوئي نام نڪاٽو نہ هوندو آهي. بس پنهنجي واٽ وٺيو پيا ويندا آهن ۽ پکي بہ آکيرن ۾ اجا ننڊ ۾ الوٽ آهن. هن کي خبر آهي، پهرين پکي ۽ سپون جاڳندا، ڏاڍي چرپر ڪندا. هن کي سمجهہ ۾ نہ پيو اچي تہ اونچي اونچي پهاڙيءَ جي چوٽيءَ کان ويهي پهرين ڏوڙ ڏٺيءَ ۽ پوءِ پره جا رنگ ڏسجن يا نئين اڏجندڙ اونچيءَ اونچي بلڊنگ جي ڇت مٿان ٻيهي هوا وٽن ۾ ڦاسي، تڏا ساهہ پئي پري. هو وٽن جي آواز تي غور ڪري ٿو:

"اسين سڀ ان آڪسيجن تي ٽڳون ٿا، ائين ٿو ڀاسي ڄڻ رات ماڪ جا ڳوڙها ڳاريندي روئندي پئي وڃي، تڏا ساهہ ۽ سڏڪا ڀريندي ٿي وڃي."

هو چوڏس نهار ڦهلائي ٿو. وايو منڊل ۾ دور دور، نيڻ نهار تائين دور بلبن جون روشنيون. لائيٽز، ٽريفڪ پل جون روشنيون' چوڏس شهر ۽ واهڻ جون. باقي چوڌر رات جي ڪاري رئي آهي، جنهن ۾ روشنين کان سواءِ ڪا شيءِ ڪا نہ ٿي نظر اچي. سرڳدام ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ تارا بہ سانوڻ جي گهنگهور گهٽائن ۾ ڍڪجندا ٽا وڃن. آڪاس انڌو آهي.' رات جي انڌوڪار کان بہ وڌيڪ اونداهو. ۽ هلندي، الائي ڪٿان ڪوئي آواز گونجي ٿو:

"ٻڌين ڇو نہ ٿو؟"

ڇئہ..." دکي ٻڌل آواز.

"هل نہ، اڄ انهن انڌن پولارن ۾ گم ٿي وڃون. سچ هاڻ سَنو نٿو ٿئي. توکي ڏسڻ کانپوءِ ڌرتيءَ تي رهڻ لاءِ دل نٿي چوي."

"ڇو؟ مون کي تہ اڏرڻ لاءِ ڪنيڙاتيون ڪنڀ ڪينهي. اسين ڌرتيءَ ۾ رڳو پورجي سگهون ٿا. پولارن ۾ اڏري نٿا سگهون. مان- مان توکي دوکي ۾ رکڻ نہ ٿو چاهيان."

"منهنجا نيڻ ڪڏهن دوکو نہ کائيندا آهن. هاڻ تہ ٽکي چور ٿي پيا

آهيون. باءِ گاڊ، تون جتي چوندين، جهڙن پولارن ۾ چوندين، آئون پنهنجي ڪامڻ سان توکي اوڏانهن اڏائي ويندس."

"ساري. چيمر نه، مون کي ڪنهنجو انتظار آهي. پٽن ۾ پورجي وڃڻ تائين جو انتظار." هو اونهون وڏو ساهه ڀري هلندو ٿو وڃي.

ڪيرٿر ڪان تيز ايندڙ، اُني جي هوائن جا جهوٽا، وڻ وڻ ڏوڙيندا ٿا وڃن ۽ ڏور سپر هاءِوي تان سٺ ستر ميلن جي رفتار سان روشنيون ڊوڙنديون ٿيون وڃن، مشيني آواز ڀريل، ڳاڙهيون، سائيون ۽ سورج ونسي روشنيون.

"ٻڌ؟"

"هون..."

"تون پنهنجو پاڻ کي سمجهين ڇا ٿو؟"

"ڪجهه به نه."

"نه تنهنجي اندر ۾ ڪجهه آهي؟"

"مان بلائينڊ اندر گرائونڊ وائيلڊ لائيف فيملي جو ماڻهو آهيان. مان ڪيڙن ماڪوڙن جيان پنهنجو اندر ڳوليندو آهيان."

"نه نه- تون ڪوڙو آهين. تنهنجي سچي ولوڙ مون لاءِ آهي. ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ، تون مون کي ڪڏهن به ماڻي نه سگهندين، جي ائين ٿيو به ته اُن ڏينهن مان زهر کائي ڇڏيندس. سمجهئين، آئون وڏي زن طلاق عورت آهيان."

"تون اجايو پاڻ کي گاريون پئي ڏين. مان - مون کي خبر آهي تون شاندار عورت آهين."

"تڏهن منهنجو پيڇو ڪندو آهين!"

"پيڇو !... مون ته ڪڏهن سچيءَ ڄمار ۾ ڪا چاهنائي نه ڪئي آهي ان معاملي ۾ آئون پڪو بدسٽ نه، ٻُڌ آهيان...."

"ڪوڙ ... اهو ڪوڙ آهي. تنهنجي نيڻن ۾ ته موهه ئي موهه آهي!"

"موهه ؟ ڇا اهو ڏوهه آهي؟ پوري پرٿوي پولار پاتار موهه ئي موهه آهن- پوءِ؟"

"پوءِ تون هٿ ڌوئي منهنجي پنيان ڇو لڳو آهين؟ ماڻهو آنگريون ٿا ڪٽن. مون کي سچي انسان ذات کان نفرت آهي، ڌڪار آهي."

"ڌڪار ته مون کي به آهي، پر پيار ڀريل."

" وري پيار! تون نيچ آهين."

"ناهيان چا... پر هڪڙي ڳالھ ٻڌي ڇڏ. ڪوئي ڪنهنجو پيچو ڪو نہ ٿو ڪري، اهو سڀ تنهنجو وهم آهي. اسين سڀ پنهنجي پنهنجي واٽ وٺيو پيا وڃون." هو هلندي، هڪ وڏي پٿر سان آٽڙي، پاڻ سنڀالي ٿو. من چويس ٿو، اتيئي، ان پڙ تي ڊهي پوي. سدا لاءِ اهو پٿر سيرانديءَ ڪري سمهي پوي. هو دور پوئتي ڇڏي آيل گهروندي جي روشنين ڏانهن مڙي نهاري ٿو ۽ وري چوڌر وايو منڊل ۾. اولھ کان بادل ڪچن پيا ۽ اوپر ۾ ڪاري رئيءَ مٿان ڏوڙ ڏئيءَ جو ڏنڊلو دودرو سرجڻ لڳو آهي. پرھ پکيڙڻ لاءِ وايو منڊل ۾ ڪڪڙن جي ٻانگ جي آوازن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ پيو اچي. ايڪڙ ٻيڪڙ جاڳرتا جا آواز ۽ هو هلندو ٿو وڃي، ماڪ پيريل هوائن ۾ ولوتجندو.

" پلا هي جيون آهي ڇا؟..." هو ڇڻ پنهنجو پاڻ سان سوال ڪري ٿو.

" ... ... ... الائي ڇا آهي!" ۽ هوا سرنهن جي وٽن جي اڪٽ قطارن ۾ ڦاسي ڇڻ ڦتڪاٽ ڪري لام لام کي ڀڪئين پنجي وئي آهي.

"سون.... آھ..." هو اونهون ساھ ڀري، سرنهن جي هڪ وڻ کي ٽيڪو ڏئي ٻيهي ٿو وڃي، ڇڻ ڪوئجي ٿو وڃي. آدجڳاد جي يادن ۾.

"اي..."

"آئون چوان ٿي آهي ڇا؟"

"سچ جي تون نہ هجين هان تہ ڪجھ بہ نہ هجي ها. الا- ڪڏهن تنهنجي گهٽيءَ ۾ مئو پيو هوندس."

"وڃي جهنم جي تري ۾ پئُہ."

" هي دنيا جهنم کان گهٽ آهي ڇا!"

" نيٺ پلا آهي ڇا؟ ڇا وڃايو ٿئي؟"

"الائي ڇا ڇا وڃايو اٿم. الا - ائين ٿو ڀاسي ڇڻ چوراسي لک جيوتين جي ڦيري مان نڪري آيو آهيان."

"اونهن ... مون کي تہ لڳي ٿو تار مڪان مان نڪري ويو آهين."

"جيئن سمجھ..."

"نہ، ايڏي اُبهرائي نيڪ ڪانهي. جيوتين جي جنجار مان نڪري ويو آهين تہ پوءِ مون غريب جو پيچو ڇو ؟"

”تون رکو تورڙو مرکي پئہ، هليو ويندس.“

” ڪيڏانهن ويندين - هان- ڪيڏانهن.“

”مرين چو ٿي، پنهنجي گهر هليو ويندس. مان دنيا تياڳڻ جي سخت خلاف آهيان، تورڙو مرڪي پئہ نہ، باءِ گاڊ آءِ ايم ناٽ ڪريزي فار اي سنگل ڪِس.“

”تون پاڳل آهين.“ هوءَ مرڪڻ کانسواءِ هلي ٿي وئي.

(اونهونساھہ.)

ٺڪ... ٺڪ... ٺڪ... ٺڪ... هو چپ چاپ ڊوڙ ڊٺي جي، پيٽ ۾ هلندو ٿو رهي“ مٿي نُپ ۾ مانَ سوَن هوائن جا گهيرٽ آهن. هُن جو مٿو پيو ڦري، هن کي خبر ڪا نہ ٿي پوي.

ڪڪڙو... ڪو... ڪڪڙو- ڪو...

ڪي ڪت ڪيڙوڪت... ڪي ڪي ڪي ڪت...

ٽي .... ٽي ... ٽي... ٺ... ي... ۽ پرندن جي آوازن سان گڏ دور پولارن ۾ هيڪل ٽيٽيهر ڀاڪاريندو ٿو وڃي.

”رينںگ رينںگ ڊيز ائنڊ مڊ نائيٽ ڪلو،

رينںگ ڊيز.. ڪلو ... مڊ نائيٽ ڪلو...“ هو محسوس ڪري ٿو تہ ڪو هيڪل هپي دور ڪٿان جهونگاريندو پيو وڃي.

واٽ از هپي ازم؟ هن جي ذهن ۾ هڪ اجايوسوال اُڀري ٿو اچي.

”ديئر از اي بِگ ائنڊ هيوج ورلڊ آف هپي ازم، ايوري ويئر...“ هن جي ذهن ۾ سجايو جواب اچي ٿو وڃي. هو اجا اڳتي هلڻ ٿو لڳي ۽ دور ڪالونيءَ جي وٿاٿن ۾ ماهيڙن دودرا ڏڳائي ڇڏيا آهن. رات جي ڪارنهن ايڏي ڇڊي ٿي وئي آهي جوَ پري پري کان ڪاريون مينهون ڏسڻ ۾ پيون اچن. ۽ محسوس ڪري ٿو، ڊوڙ ڊٺيءَ جي نِوائيءَ ۾ پاڏن، گابن ۽ ڇيلڙن جا ٻيڪرات ۽ رنڀيون آهن. هو وري ڪا ڳالھہ ياد ايندي اوپر ۽ ڏکڻ جي وچ ۾ دور دور نهاري ٿو. ريلوي برج ڏانهن:

”ما جا دَدَ. پل ڪٿي آهي؟ پل پانجي آهي نہ؟ هان پڙوا، پَل پانجي آهي نہ. هلو پل تي هلون.“ ٻاتائيندڙ پٽڪڙو آواز ۽ هو ڊوڙ ڊٺيءَ جي

ڦلهياريءَ ڪان ميٺاهينءَ ٽيندڙ رئيءَ ۾ وڏي وڏي پل ڳولهڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هر ڪا شيءِ ڇٽي آهي پر پل ڪانهي. پل مٿان شايد ڪوهيرو ڪريل آهي. بس رڳو پاڻي ڏسڻ ۾ ٿو اچي، آنهريءَ جيان شفاف ۽ تجرا تجرا ٽڪ ٻڏل پاڻي. پاڻي جو وهندو ٿو وڃي. گوناگون پاڻي جو سمونڊ ۾ لهي ويندو آهي.

"هان!... ڪڏهن ڪڏهن رات جي وهڪ ۽ درياهہ جي وهڪ جو آواز ساڳيو نہ لڳندو آهي!... پلا هي درياهہ ڪٿان ٿو اچي، ڇو ٿو اچي؟ درياهہ سڪي پٽ ڇو نہ ٿا ٿي وڃن..."

(ڪو آواز نہ، نہ اندران نہ ٻاهران) ڇپياٽيندڙ ماٺار، ۽ ان ماٺار سان هو هلندو ٿو وڃي، مٿاهين ڏانهن. مٿاهيون جي هن کي وڻنديون آهن.

"ڇو پلا!... ماڻهن هوندي هي ايڏيون اونچيون عمارتون ايڏيون جڙتو، هترادو ۽ ڪڪيءَ ماٺيون ڇو لڳنديون آهن ۽ هيٺر، بند شيشن اندران بلبن جي روشنيءَ ۾ ڪيڏو نہ وڻن پيون. ايڏيون پياريون! سچ دل تہ چوي ٿي سڀ بلب ٻاري، دفتر بند ڪري، رات جو ماٺ مٺي سان مٿن نيوٽران بم اچلائي ڇڏجي." هن جي واتان ٺهڪ نڪريو وڃي ۽ هو پٺراهون جابلو پاسو ڇڏي، مٿي ويندڙ ڏامر جي سڙڪ وٺي ٿو. وايو منڊل ۾ پکين جي اڏام سان گڏ ماڻهن جي جاڳرتا جي ڪنگهڪار جا آواز آهن.

"هونهن... سڀ بيمار- ائين وڳي ڪان اڳ اٿندا ڪين." ۽ هينگ تي هو هيڏانهن هوڏانهن مڙي نهاري ٿو. ڏهن پندرهن ڏهاڙن جو گڏهہ جو ڪودڙو هتان هونگڙيون هڻيو پيو ماءُ ڪي ڇڪڙي ۽ ڊوڙيو پيو پير جهلڻ جي ڪوشش ڪري. ڏڪندا پيرڙا. هو گڏهہ جو ٻچو ڏسي ڏاڍو خوش ٿي وڃي ٿو، پاڻمردي ڳالهائي ٿو وجهي:

"هان پلا- گڏهيون ويامڻ جي مند آهي ڇا؟... هونئن بہ اڄڪلهہ رڳو ڪودڙا ڄمندا آهن." هو وري ٺهڪ ڏئي ٿو. هو وري سوچي ٿو." جيڪر مان اهو ڪودڙو هجان ها تہ ڪڏهن بہ وڏو نہ ٿيان ها." هن جو موڊ آف ٿي وڃي ٿو تڪڙو تڪڙو چاڙهي چڙهڻ لڳي ٿو ۽ الائي ڇا ڇا سوچيندو ٿو وڃي ۽

وچ چاڙهي تي اچي ڪن لاءِ هو منجهي سامهون پري اونچي ٽڪري ڏانهن نهاريندو ٿو رهي، جنهن جي چوٽيءَ تي چڻ ننڍڙو گهروندو ٺهيل آهي. هو وري هلڻ لڳي ٿو.

۽ جڏهن هو چاڙهي مٿان اچي، وڻن جي جهنڊ مان اوپر پاس نهاري ٿو تہ هن کي ڊوڙ ڏئيءَ جي ميناهين رنگ ۾ پرهہ جا رنگ سرجندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا ۽ ڪنهن جادوگر چڻ ريلوائي واري پُل پنهنجي ساڳي جڳهہ تي رکي ڇڏي آهي، جِنهن مانِ ڪاري انجڻ دونهان ڪيندي گاڏا گهريندي پئي وڃي. ۽ پري پري تائين، ڳاڙهہ ڳتي پرهہ جا رنگ، مٿي مٿي آڪاس جي ڪارنهن کي ڳاڙهو کهنبو ڪندا ٿا وڃن. ۽ ڏسندي ئي ڏسندي سج جي چوٽ ڪني، ڏکڻ کي انڊلٺ لڳايو ڇڏي. اڌ گول وڏي وڏي انڊلٺ ريکا ۽ پوءِ جيئن جيئن ٽامي جيهو سج مٿي چڙهندو ٿو وڃي، پرهہ ۽ انڊ لٺ جا رنگ ڦٽندا ٿا وڃن تاڃي پينا اُڏڙندا ٿا وڃن. چڻ نانهن ٿيندا ٿا وڃن. ۽ ڇتا ٿيندا ٿا وڃن. سج، آڪاس، پُل ۽ پلاٽينم ڪان چمڪيلو ٽڪ ٻڌيو وهندڙ درياهہ ۽ سارو وايو منڊل. هو اونهو ساهہ پري، وري هيٺ لهڻ ٿو لڳي، لاهيءَ تان.

"اڙي- مان تہ هتي رات جي پوئين پهر جا آواز ٻڌڻ آيو هئس!" ڪا ڳالهہ ياد ايندي هو ٻڙ ٻڙائي ٿو. هو ڪاوڙمان هيٺاهين ڏانهن ٽڪڙي موٽ ٿو ڪائي.

"هان- رات جي پوئين پهر جا آواز!... هونهن... اهڙي رات ئي ڇا جنهن جي پوئين پهر ۾ جنڊ جي گهيرتن ۽ ڍڳي گاڏين جي چنگ چڙن ۽ اوٺارن جي واين جا آواز ئي نہ هجن. اهڙي سڄيءَ پينگيءَ رات جا آواز نہ ٻڌا ئي چڱا آهن." ڏاڍو سانتڪو ٿي بوٽن جا آواز ڇڏيندو، اڳتي وڌندو ٿو وڃي.

# ڏاڳا نيڻهن جا

برکا رت جي پهرين باک جي مهاڙ آهي ۽ ڏوڙ ڏئيءَ جي جهل مان سرجندڙ ڏنڌلا رنگ، سؤ لک انڊلٺن سمان، ۽ شبنم جون سونهن پڏاٽيون اکيون ۽ موهه... موهه، جيڪو هن جي اندر ۾ آهي، ماري ڳاري ڇڏيندڙ موهه. هوءَ ڪالونيءَ ڏانهن چوڏس نهار تي ڦهلائي ۽ پوءِ وري دور ماهيڙن جي وٿاڻ ڏانهن تي نهاري. هن کي ائين ٿو ڀاسي جڻ جاڳيل رڳو هوءَ آهي ۽ پرندا آهن ۽ ميهار. باقي سارو لوڪ ستو پيو آهي يا اوٻاسين ۾ آهي. وڏي وڏي اسر ويل جڏهن هوءَ جاڳي، بنگلي جي کليل لان ۾ اچي ويٺي هئي ته اوپر ۾ ڪاري رئي هئي ۽ دور وٿاڻ ۾ دکندڙ دونهين ۾ ماهيڙن جي هلندڙ پاڇا هئا ۽ هاڻي... هاڻي مينهن جا ٻوٽ هاڏرن ۾ آهن ۽ ماهيڙن مينهن جا ٿڻ ڏوئي ڏوپ شروع ڪيو آهي. ۽ پکين ۾ وڏو چوٻول آهي. ڪوئيلن جي ڪوڪو جا پڙاڏا جڻ برهما لوڪ جي پتين سان ٽڪرائجي موتي ٿا اچن. ۽ اوپر ۾، ڪکرن ۽ وکوڙيل سج جي کني، ڏکا ڏکا نيراڻ متي ٿيندي آڪاس ۾ سونين ترارين سان وايو منڊل ۾ رت جهڙو ڳاڙهو ڳاڙهو رنگ ڇٽيندي ٿي وڃي.هوءَ بيچين ٿي پهاڙي پيچرن ڏانهن نهاري ٿي ۽ اڌوتي منهن سان ماڪ ڀنل چبر متان، اگهاڙي پيرين واڪ ڪرڻ لڳي ٿي ۽ پوءِ لان مان ڦرندي، بنگلي جي گيٽ ڪان پري پري، ڳاڙهي ڳاڙهي مارڳ ڏانهن وڌڻ لڳي ٿي، ڏکهو ڏکهو پهاڙي پيچرو ڏئي جيڪوجڻ باک ڏانهن ٿو وڃي. هوءَ سوچي ٿي، اندر ئي اندر ۾.

ڪڏهن ڪڏهن سرڪل پولر جيان، برکا رت جي باک به ڪيئن نه انگهي پوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪو سندر سپنو ڏسندي، ننڊ جو ڇڇي وڃڻ ڪيڏو نه ڪوڙو لڳندو آهي، پوءِ ته ننڊئي ڪانه ايندي آهي. ائين ڀاسندو آهي، ننڊ ۾ ڪو ڦيهه ڪيي ويو هجي. هوءَ تڏو ساهه پري ٿي. اچانڪ هن جي اک جي رئينج ۾ ڳيرن جو جوڙو اچي وڃي ٿو. هڪ ٻئي سان گوٺنا ڪيون ڪري اُڏاٿو ويندڙ جوڙو، جيڪو ڏسندي ئي ڏسندي دور وٺن جي جهنڊ ۾ لهي وڃي ٿو ۽ ڪاري ڪوئل جا آلاپ ائين منا ٿيندا ٿا وڃن، جيئن پرهه جا

رنگ. هوءَ وري پيو ٿڌو ساهہ کڻي ٿي. هن کي ياسي ٿو، هن جو من ٻڏي پيو، ٻڏندو ٿو وڃي. هوءَ اندر ۾ ڪجهہ محسوس ڪري ٿي، ڪٿان ڪائي شيءِ ٽٽي رهي آهي. جيون ۾ پهريون ڀيرو شدت سان هوءَ محسوس ڪري ٿي، هوءَ هيڪل آهي. هوءَ چاهي ٿي، ڪو هجي، جنهن سان هوءَ ڳالهائي. ڪو ننڍڙو هونگڙيون هٽندڙ ٻار ئي هجي، جنهن کي ڪڇ ۾ کڻي هوءَ هلي، هلندي وڃي ٻاڪ ڏانهن هلندي وڃي، ٻيبي مريم جيان.

" هان... ڀلا منهنجو جيون بہ ڪو جيون آهي؟ تنها تنها! سڀ ڪٽنب قبيلا هوندي بہ تنها تنها؟ ان کان تہ سٺو هو، بہ چار حرامي ٻار ڄڻي وٺان هان، لڪ چوريءَ، ساهيڙين جي آڌار سان، جن کي پالين ها آيائون. گهٽ ۾ گهٽ پوءِ هيڏي گهٽ تہ نہ هجي ها." هن کي ماءُ پيءُ ياد اچن ٿا. پائر، سوٽ ماسات. پرائمري اسڪول جي زماني کان وٺي يونيورسٽي لائيف جا ساروڻا.

هلندي، هوءَ مرڪي ٿي پوي. ذهن ۾ سرجندڙ ساروڻن کان، هن کي الائي ڇا ڇا ٿو ياد اچي.

هن کي ياد اچي ٿو:

هن جي پيءَ جي دوستن جا پٽ هن کي ماڻڻ لاءِ ڪيڏا نہ ڪشت ڪندا هئا. جڏهن... جڏهن هوءَ چوڏهن سالن جي هئي. سندس ڪتابن ۾ چٺيون وجهي ويندا هئا ۽ جڏهن هوءَ هلندي هئي، اکيون ٽِرڏيون ڪري سندس آڳا پيڇا ڏسندا هئا. هوءَ پڻ پڻ ڪري ٿي:

"انهن مان ڪنهن هڪ سان بہ جي شادي ڪريان ها تہ بہ اڄ موج ۾ هجان ها. جيئن مرضي اچيم ها، تيئن ڪريان ها. ملان ٻڌل هڪ مڙس ۽ سوين يار. پوءِ شايد سيني کي وڻان ها. اڃا تہ بيڊ ۾ سُتل هجان هان. بيڊ تان اٿڻ ڪانپوءِ، باٿ روم ۾ جيئن وڻيم هان تيئن ڪريان هان. نوڪر پوءِ ڇا لاءِ هوندا آهن!" هوءَ موت ٿي ڪائي ۽ وري مڙي سج ڏانهن نهاري ٿي. رنگن کي ٽوڙيندڙ سج ڏانهن هن کي محسوس ٿئي ٿو، هوءَ ڀچي پئي، رجهي ۽ ڪامي پئي. هوءَ محسوس ڪري ٿي، هن جي جيون ۾ ڪا نئين ڳالهہ پيدا ٿي رهي آهي، اهڙي ڳالهہ، جنهن ڪان هوءَ اڳوات ئي گهبرائجي وئي آهي ۽ جيون ۾ پهريون ڀيرو هن کي محسوس ٿئي ٿو، سڀ ماڻهو هڪ جيها ناهن. ۽ هوءَ... پاڻ کي ڪنهن ڪِرپ ۾ پئي محسوس ڪري. هوءَ محسوس ڪري

ٿي، هوءَ ذهني طور سَک ٿي وئي آهي، پر پوءِ بہ هوءَ شڪست ڪائڻ لاءِ تيار ڪانهين. هن جيون ۾ پنهنجو پاڻ ڪانسواءِ ڪنهن ڪان بہ شڪست نہ ڪاڌي آهي ۽ هاڻي- هاڻي پنهنجو پاڻ ڪان بہ شڪست ڪائڻ لاءِ تيار ناهي. هوءَ سوچي ٿي: هاڻ جي آيو تہ؟... ۽ هوءَ پڻ پڻ ڪري ٿي، پاڻمرادي:

" هاڻ جي آيو تہ چوندي سانس، تو جيها ڪئين آيا ڪئين ويا. آئون ڪک ۾ ڪانو هٽندڙ عورت آهيان." هوءَ ڪشتن مان وارن کي جهٽڪو ڏئي، اکين تان وار هٽائي ٿي. سندس نهار لان پنيان، وڏي اچيءَ ديوار ڏانهن ڪڄي ٿي وڃي، جتي صبح سويري جهرڪيون قطارون ڪري هَل مچائي رهيون آهن، چوڳي لاءِ. اوچتو هوءَ بربليون ۽ پيا ننيڙا ڪارڙا پکي ۽ مينٽيون ڏسي وائڙي ٿيو وڃي. هوءَ محسوس ڪري ٿي تہ ڪنهن بہ شيءِ کي پيار ڏجي تہ اها ڳچيءَ ۾ پئجيو وڃي. اڄ هن جو موڊ ناشتو تيار ڪرڻ لاءِ ڪينهي. پوءِ هوءَ انهن پکين کي ڇا ڏيندي؟ هوءَ پريشان ٿيو وڃي ۽ تکڙي تکڙي پنهنجي بنگلي جي ڪچن ۾ اچي ٿي ۽ جهونگاريندي اتو ڳوهڻ لڳي ٿي. ننيڙا ڪارڙا پکي بک کان ڏاڍا چرڙاٽ ٿا ڪن. هوءَ ٻاهر نڪري پکين جي ٻاٽي پيئڻ جي ٻاتوڙي ڏسي ٿي، جيڪا پريل آهي. هن کي خبر آهي تہ اهي ننيڙا پکيئڙا سندس جند نہ ڇڏيندا. هوءَ ڳنُس ٻاري، مٿانئهس ٽئو رکي، مٺيون مٺيون مانيون پچائي ٿي ۽ ڀور ڀور ڪري پکين کي ڏئي ٿي. هتان هُتان وڻن جي لامن تان پکيئڙا ڊوڙندا ٿا اچن ۽ نوريئڙا بہ، جن لاءِ هن جدا، وڏا وڏا ٽڪر اُچلايا آهن. هن کي نوريئڙي جو هٿن ۾ ماني جهلي ڪائڻ ڏاڍو وڻندو آهي. هوءَ وري آڳنڌ ۾ آرام ڪرسي تي ويهي، چانهہ سان مانيءَ ڳيو ڪائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي ۽ نوريئڙي کي ماني ڪائيندي ڏسندي ٿي رهي. هڪ ٻن گراهن کان پوءِ ماني ڪيس نٿي وڻي. هوءَ چانهہ جا چار ڍڪ پيري ڪپ رکي ٿي ڇڏي. هن جي ذهن ۾ پکين ۾ سچي وائيلڊ لائيف لاءِ هزارين خيال اُيرن ٿا ۽ نشٽ ٿي وڃن ٿا. هوءَ وري پڻ پڻ ٿي ڪري:

" ڪنهن بہ سبجيڪٽ تي ماٿهو ڇو سوچي؟ جي مان آمريڪا ۾ هجان هان تہ ننگي هپي چوڪري هجان هان. چرس جا وڏا ڏڳاڙ هٽي، اُرهہ تي ڦوڪ ڏيان هان. هن ڪچر سوسائٽيءَ کان تہ ماٿهو هپي سٺو آهي." هوءَ هڪدم اُٿي ٿي ۽ اوچتو ئي اوچتو آرسيءَ آڏو پاڻ کي آرسيءَ ۾ ڏسندي رنيون

ڪري روئي ٿي ۽ وري ٿهڪ ڏئي ٿي. ۽ وري ٻَج پٽيندي، باٿ روم ۾ اچي ٿي ۽ پاڻيءَ سان ٽب، ٽب ۾ الاهين شمپو ملائي، جهڳ ٺاهي، برش ڪڻي، ڪپڙا لاهي، ٽب ۾ ويهي ٿي وڃي. پٺن کي برش هڻندي هن کي ڏاڍو مزو ٿو اچي. اوچتو هن جي من ۾ خيال اچي ٿو:

هيڪل بنگلو آهي. هن جيون ڪان ته بهتر آهي ته ڪو چاقو ڪڻي اچي، مون کي ريپ ڪري، چاقوءَ سان ڳيا ڳيا ڪري، ٽب ۾ اڇلائي، منهنجو سڀ ڪجهه ڪڻي وڃي ۽ جڏهن ٽن چئن ڏينهن ڪان پوءِ بدبوءِ تي پوليس اچي ته منهنجو لاش ڏسي التيون ڪري. سڄي ڪالونيءَ ۾ وبا ڦهلجي وڃي.

"پر مان ائين ڇو ٿي سوچيان؟" هوءَ ڀڻ ڀڻ ڪندي ٽب مان اٿي ڪڙي ٽئي ٿي ۽ وڏو ٽوال سڄي ديهه کي ويڙهي پنهنجي خاص ڪمري ۾ اچي ٿي. ڪپڙا بدلائڻ لاءِ سندس من نٿو چوي. بس هوءَ بند بنگلي ۾ اسفنج ٽوال ويڙهيو هلندي، الماريءَ تان مئگزين ڪڻي، پڙهڻ لڳي ٿي ۽ اوچتو ڪروڌ مان چلائي ٿي:

"توبهن، هي سياسي ماڻهو به عجيب مخلوق آهن. شاعري ۽ سچو فائن آرٽ انهن لاءِ عياشي آهي. جو ڪجهه آهي، بندوق جي نالي آهي! اکين تي عينڪ جا ڪارا ڪوپا چاڙهي پاڻ کي حلالي سڏائيندڙ ماڻهو ڇڻ ماءُ پيءُ حق شرع ڏسندي ڇاوا آهن. ڪيڏا نه وڏا وڏا حرامي، ماڻهو ڪيئن نه ڇاتيءَ تي هٿ هڻي پاڻ کي حلالي سڏائيندا آهن!" ٻاهر گهنٽي وڃي ٿي ۽ سوچي ٿي ڪير آيو هوندو! هوءَ ڏاڪڻي ڪڙڪيءَ مان پردو هٽائي ڏسي ٿي. هن جي ساهيڙي بينا آهي.

"ڪمنگ." هوءَ دريءَ مان ڪيس آواز ڏئي ٿي ۽ اندر ويئر پائڻ ۽ ڪپڙا بدلائڻ ڪان سواءِ در کولي ٿي.

"ائي باهه لڳي، تون ائين نڪري آئينءَ؟"

"ڇو، ڪهڙو عيب آهي! ڏسڻ وارا ته ڳوٺريءَ برقعي مان به اِنهُ بُندهُ ڏسي وٺندا آهن." هوءَ مرڪي ٿي.

"اڄ آفيس نه هلندينءَ ڇا؟"

"اڄ جو ڏينهن ته مون کي ماتام جو ڏينهن ٿو لڳي. دل چوي ٿي رزائن ڪري ڇڏيان."

”ڇو؟... توکي ٿي ڇا ويو آهي.“

”شايد... شايد مان تمام گهڻو سيڪسي ٿي وئي آهيان.“

”پوءِ شادي ڇو نه ٿي ڪرين.“

”نه -- مان ڪتو پاليندي س... جانور ڏاڍا وفادار هوندا آهن.“

”ڇا ينگ ڪائي وئي آهين! ڇون تا اڄڪلهه گنڪي ۾ ينگ پئي هلي. ريئلي، هاڻ ته تو وٽ ايندي، مونجهه ٿي ٿئي.“ بينا ڏاڍي پريشان ٿي وئي ٿي. هوءِ لاڪس ڇانهه ڪٽي ٿي.

”هينٽر توري دير پهرين مون ڇرس تي پئي سوچيو.“هن جي ڳالهه تي بينا رڙ ٿي ڪري.

”شبي! باءِ گاڊ هو رڳو ڏسڻ ۾ هيپي تو اڇي. تون اڄايو هن کان الرجڪ ٿي وئي آهين.“

”پر تون ڇو پئي پڙوت ڪرين؟“ شبنم جي آواز تي بينا بر ٿي وڃي ٿي.

”واٽ آر يُو ٽاڪنگ، سڀ سچ ٽا ڇون. يو آر ميڊ.“

”پوءِ هڪ ڇريءَ کي پرٽائي ڇا ملندءِ. وڃ دير ٿي ويندءِ“

”ٿئنڪ يُو، تو وٽ اچڻ ئي احمقپڻو آهي.“ بينا پرس سنڀاليندي تڪڙي نڪري ٿي وڃي ۽ هوءَ محسوس ڪري ٿي، ماٺهو جاڳيا آهن. وڏي اڃ وڄ آهي. هوءِ ڳاڙهي انگي ۽ انڊرويئر پائي، مٿان سمهڻ جو سنهڙو گائون پهري، اوڇي ڳڙي واري سينڊل سان لان ۾ ٽيلار ڪري ٿي. ايندڙ ويندڙ ڪلارڪ، مالهي، چوڪيدار، پٽيوالا ٽيڏين اکين سان سندس اٿرن ۽ سٿرن تان نهار پوڙيندا ٽا وڃن. جي وس پڇين ته ڪچو ڪائي وڃنس. هن کي وري عرفان جون اکيون ٽيون ياد اڇن. نماٽيون، بيڇين اکيون. پيار پڏاٽيون ساٽيون اکيون. ۽ وڏا وڏا ڇڙواڳ وار. هوءِ عرفان تي سوچي ٿي. هن کي اٿين ٿو پاسي ڇڻ ڪمري ۾ ڪوئي هلي ڦري پيو. هوءِ محسوس ڪري ٿي ڪٽ تي ڪوئي اونڌو سٽل آهي. هوءِ مونجهه محسوس ڪندي، گائون لاهي هڪدم سلوار قميص پهري ٿي ۽ آفيس وڃڻ بدران نندڙي اسٽيشن ڏانهن وڏي ٿي وڃي. هن جو ذهن ٻٽ بند آهي. ميل ٽرين ۾ منٽ بيهي هلي وڃي ٿي. هڪ ڇاڻ سڃاڻ واري عيسائي عورت لهي ٿي ۽ پنهنجي مڙس سان ڏاڍا انگل ڪندي مرڪون ڦهلائيندي، گيٽ کان نڪري ٿي وڃي. هو انهيءَ

عيسائي جوڙي ۾ نهاريندي ٿي رهي. هن کي محسوس ٿئي ٿو، ساري چمار هن ڪنهن لاءِ ٻه ٽرين جو انتظار ناهي ڪيو ۽ نه هن ڪڏهن ڪنهن کي انتظار ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي.

”هون- يلا ائين جي ڪو ايندو هجي ته ماٺهو ڇا محسوس ڪندا آهن! يلا ائين پانهن پانهن ۾ ملائي هلڻ سان ڪهڙو مزو ايندو هوندو!“ هوءَ شنٽنگ ڪاري انجڻ ڏانهن نهاري ٿي جيڪا ساوا ساوا سگنل اورانگهيندي، ڪوڪو، ڇهه ڇهه پئسا ٻه ٻه پايون ڪندي، ريتي بجريءَ جا گاڏا گهريندي ٿي وڃي. هن کي ڪاري انجڻ ڏاڍي وڻي ٿي. هوءَ ڪاري ڪاري انجڻ جي دونهين کي ڏسندي، مٿي آڪاس ۾ نهاري ٿي ۽ واپس بنگلي ڏانهن موٽ ڪائي ٿي. آڪاس ۾ ڇمر آهن. هوءَ ڪن لاءِ بالڪونيءَ ۾ ويهي ٿي. هن کي سُک نه ٿو اچي. هوءَ وري اندر اچي بيڊ تي ڪري ٿي ۽ ڪن لاءِ اکيون ٻوٽي ٿي ڇڏي.

”چو يلا، ڇا ڪاوڙجي ويو آهي؟ منهنجو ساٿس ورتاءُ ٻه ته ٺيڪ ڪونه هو. پورو هڪ مهينو گذري ويو آهي. هان- ڪجهه ٻه ٿي پوي، جينئس آهي ۽ ڪرو ماٺهو. ۽... ۽ انا سان ڀرپور“ اچانڪ هوءَ محسوس ڪريٿي، باٿ روم ۾ ڪو آهي ۽ پٺي ڪمري ۾ ڪو هلي ڦري پيو، ڪتاب پيو اٿلائي پٿلائي. هوءَ اندر ڊوڙ ٿي پائي. ۽ اندر؟ اندر ڪاري وارا ڪک آهن. هوءَ ڪروڌ ۾ اچي پوري طاقت سان بيڊ اٿلائي اونڌو ڪري ٿي ڇڏي ۽ رانياٺ ڪري روئي ٿي.

# چائنا گيٽ

هي بواءِ- بواءِ بواءِ بواءِ
هي گاءِ - گاءِ گاءِ گاءِ
ڪم اِن ماءِ آرمز
هي بواءِ،
هي گاءِ... گاءِ.. گاءِ
بواءِ ... گاءِ گاءِ گاءِ گاءِ
ڪم اِن ماءِ آرمز.

اِٽاليئن هپي ڇوري، رني ڪوٽ جي انگاس ديوارن وچ ۾، جابلو جهرڻي هيٺان وهنجندي، پلهڻ جيان ٽٽڪاٽ ڪيو، ٻانهون ڦهلايو تتل ٿڌل انگريزيءَ ۾ ڳائي. ڪوريئڙي جيان اٿاهه پيار جا موهه منڊ تي آٽي، نيٺن جي ڪامڻ سان ۽ پوءِ ٻه هن ڪي پاڻ ڏانهن نه ايندو ڏسي، اچا وڏيڪ چتڪتي ٽيو تي ڳائي:

هي بواءِ -
هي گاءِ-
گاءِ گاءِ گاءِ-
ڪم اِن ماءِ آرمز،
هي گاءِ هي گاءِ گاءِ....گاءِ گاءِ گاءِ

۽ هو - هو نچڻ جي موڊ ۾ نه هوندي ٻه، سوچن جي ٻوڏار مان نڪري، ٻوڳ مان سنڌيءَ ۾ رڙ ٿو ڪري:

"او ڏوتڙي، گاءِ هونديءَ تون، گاءِ هوندي ماٺهين. سنڌيءَ ۾ گاءِ ڳئونءَ کي چوندا آهن، ڪاؤ... ڪاؤ، سمجهينءَ ؟ آئون نر سنڌي آهيان، موهن جي دڙي جو نر ڍڳو، يو ٻڙوي اٽاليانو... "

"او يو سِلي سنڌيانو، ڪم آن.ڪم اِن ماءِ آرمز." ۽ اِن سان گڏ ئي هوءَ، رني ڪوٽ جي تلاءَ مان ، نيري انگي ۽ نيري چوٽي سان ٽٽڪاٽ ڪري نڪري، ڊوڙندي هن مٿان اچيو ڪڙڪي ۽ ڀڪ وجهيو، ساٿس جٽ ٿيو وڃي:

”هي يو بلئڪ ليڊر، ليٽس ميڪ بلئڪ ڊانس. شيديانو ڊانس... ڪم آن... شيدي باشا مومباسا. نو.... ناٽ تڪ ڏناڏن... مور تلي... ماما مور. هڻ ڪم آن... ميڪ، پيڪاڪ ڊانس... پليز... لڪ... آءِ ايم اِن بلو ڪاسيتوم...“

هپي چوري ڪيس پيار پريل، ڪڇو ڪائي وڃڻ واري نيڻن سان نهاري ٿي:

”آءِ نيڊ... پيڪاڪ ڊانس... پليز ليٽس ميڪ ڊانس، گڊ ڊانس... فوڪ... پري هِستارڪ... ۽ هو هپي چوريءَ جي اکين ۾ ليلڙاٽ ڏسي، نه چاهيندي به مست ٿي ڪن لاءِ رني ڪوٽ جي جابلو جهرٽي ڏانهن نهاري ٿو. ڪيس ڪارونجهر جي ساڙڌرو وارو جهرٽو ياد اچيو وڃي. ڇوڪري، چرس جي بُو ڀڏاٽا ڇپ، سندس چپن مان ڇڏائي، ڪڏهري سيڪسي ٿيو، ڊيل جيان ڪر ڪَنيو، ٺهڪڙا ڏيندي، رنيڪار نئين جي ڪپرين ڏانهن ٿي ڊوڙي.

۽ رني ڪوٽ جي انگاس ديوارن وچ ۾، جهرٽي جي جلترنگ ۽ پکين جي آلاپ تي شروع ٿي وڃي ٿو هڪ جوڙي جو ناچ:

ماما مور –– مور –– ماما مور

سلمَ سلي – مور – ماما مور

تلي تلي –– مور تلي –– سلمَ سلي

ماما مور – تلي تلي – مور

مور – ماما مور – سلمَ سلي

تلي تلي – ماما مور – ماما مور

هي ماما– هي ماما – مور

۽ پوءِ ٻئي نشيلا ٺهڪ ڏيندا، ڪارن ڪپڙن ۽ چارين هيٺان، سائي سُرهي پوڻءِ مٿان نچندا ٽا رهن. هڪ ٻئي کي هڪ ٻئي جي اندر اوتي ڇڏڻ لاءِ اڪيون ٻوٽيو جُهلندا ٽا رهن. ۽ جڏهن – جڏهن هڪ پراڻي لئي جي جهوني، پورالي وڻ جي سُڪل ڏارن مٿان ڳيرو، ڳيريءَ جي وات مان چوڳو جهٽي ٿو ولي ته هو به ڇوڪريءَ جي چرس ڀڏاٽن چپن مان چپ ڇڏائي ٿو. هپي چوري وڏي گرم ڏونڏاڙ سان هوش ۾اچي، اونهو ساهه پري، موهه منڊ مان منجهائس اکيون نٽي ڪڍي:

ڪاوش مان اچلائي روئڻ جهڙي ٿيو وڃي ۽ راڙو ٿي ڪري:

"ايوري ٽائيم، يو آر ٽيزنگ مي... ايوري ٽائيم!..." ۽ هوءَ پنهنجا سمورا ٽپڙ سنڀالي، بوٽ پائي آئي ٿي، هن کي ڇڏي وڃڻ لاءِ. (جيئن هرڪا ڇوڪري ڪيس ڇڏي ويندي آهي.)

"پڙوي - چڙهي ويئي نہ چرس جا نشا تارونءَ تي؟... پيٽيان مکڻ لڳي پئي آهين، رک تہ ٽين جمعي جو ڏينهن. پيلي ڏاهي ٿي، برقت، پروچ ۽ کوسا وڏا نئود آهن. هيڪل ڏسي ريپ نہ ڪنئي."

"واٽ آر يو ٽاڪنگ؟..." هو ويندي مڙي رڙ ٿي ڪري.

"بارڪنگ." هو ڏانهنس نهاري، مرڪ پريل نيڻن سان نئون سگريٽ ٿو دکائي ۽ رَنل ساٿي ڇوريءَ کي ڏاڍي موهہ مان پنيرو ويندي ڏسندو ٿو رهي، سندس هڏ ڪاٺ جو ڪاڇو ڪندو ٿو رهي.

گوڏن ڪان مٿي مٿي، سترن ٽائين ملين ڊالر اگهاڙيون ڄنگهون ۽ پينٽ ڦاڙيندڙ سوٽ پولهہ. اڌ اگهاڙي ڇيلهہ جي هڪ پاسي ڪان لڙڪندڙ ٽيلهو، ٽيلهي جي جهانجهر. ٻئي پاسي ڪان لڙڪندڙ ڪيمرا ۽ پنيا نہ، سونا وار ڪلهن تي ڇوڙي ڇڏيائون وارا سمورا حساب ڪتاب. اها ڏس تہ جوڳياڻين جيان ڇيلهہ سان جهاپا ۽ جهولٽا لڙڪائيندي، ٽليون وڃائيندي پئي وڃي.

۽ هو - هو هيڏي وڏي وارتا تي وڃڻ ڪانپوءِ بہ مکت آهي. اندر ۾ الائي ڪهڙي سَتَ، ولوڙ ۽ پوست محسوس ڪندي مرڪي ٿو پوي ۽ هڪ مشهور هپي سانگ جا ٻول جهونگارڻ ٿو لڳي.

گو .... گو .... پينڊو گو...

گو.. يا ڪو پينڊو گو....

گو پينڊو گو...

گو پينڊو گو... ويئر دي هيونس آر ويٽنگ فار يو...

۽ ڇوريءَ جي ڄنگهن ۾ جڻ ڏانوڻ پئجي ٿا وڃن. هوءَ هلندي، چوڌس نهار ڦهلائي، رني ڪوٽ جي جادوءَ هاٿي وايو منڊل ۾ نهاري ٿي. سندس ڄنگهن ۾ تيز ايندا ٿا وڃن. اچانڪ هوءَ درد جي پيڙا ڪان دانهن ڪري موٽ ٿي کائي.:

"اوه ساري يو فوني فوني اسڪالر... آءِ ڪانٽ لِيو يو. لائيڪ دس

" او- يوُ ڊرٽي ڊاگ، ريئلي يو آر اي فائن مين!"

" يا- ڪميونسٽ، ويري فائن ڪيمونسٽ، گڊ فالوئر آف ڪيمونزم، اِٽز نيو فلاسافي آف هيومن لِونگ، فلاسافي آف ڪمنگ جنريشنز."

اچانڪ هوءَ ڪروڌ ۾ اچيو وڃي. اکين جا ڏورا ريٽا ڳهريا ٿيو وڃنس:

" شٽ اپ يومائو تائو چائو... ڊونٽ پلي ود ماءِ فيلنگز... آءِ نو آل اباؤٽ يوئر ڪيمونزم- آءِ هيٽو ريڊ هسٽري- دي هسٽري آف بِگ بِلڊ شيڊ. بگ بلڊ شيڊ! ان رشيا، چائنا، ڪيوبا، هنگري..."

" يا- ائنڊ آءِ نو آل اباؤٽ هنگارين، فائيٽ فار ديئر فريڊم. ي ايمريڪن ڊاڪيمينٽري فلم. اِٽ واز نٿنگ مور ٿئن پروپگينڊا. "هنگارين فائيٽ فار ديئر فريڊم،" فلم آف ماءِ چائيلڊ هُڊ... آءِ ايم ناٽ اي نيومين ان دي ورلڊ آف ڪيپيٽلزم ائنڊ ڪيمونزم. يوآر ناٽ ٽاڪنگ وِد اي لِٽل فالوور آف مائوزيتنگ. لڪ ڊارلنگ، آءِ ايم ناٽ اي فوني فوني بواءِ... هپي ازم... واٽز يوئر هپي ازم؟..." هو اوڏي ئي ڪروڌ مان چوري ۾ نهاري ٿو.

۽ - ۽ پنهين جي وچ ۾ پيدا ٿي وڃي ٿي مهاڀاري جنگ، نفرت، ڪروڌ، ڪينو، هڪٻئي لاءِ. هيءَ ڇوڪري ڏاڍي جولان مان دانهن ٿي ڪري:

" هي - پٽ يوئر ڪيمونزم ان يوئر پاڪيٽ هيئر ... آءِ هيٽو ناٽ ڪيم هيئر فار يوئر ليڪچرز آف ڪيمونزم."

پنهين جون پيار ڪان آڪيڙا چڙهيل ٻانهون ڍريون ٿينديون، هڪ ٻئي ڪان جدا ٿيو وڃن. ڇوڪرو ڇوهہ مان ڏانهن نهاري ٿو:

"او- ڪي، آءِ هيو ماءِ پاٿ، گو آن يوئر وي... دي وي آف فرسٽريشن، نٿنگنيس."

" شٽ اپ" چوري دانهن ٿي ڪري.

" يو شٽ اپ، آءِ ايم ناٽ يوئرز پيڊ گائيڊ سروِنٽ."

۽ ڪن پل اڳي، پنهين جي وچ ۾ پيار جو جيڪو اٿاهہ سمونڊ ڇُلي رهيو هو، مينهن جيان وسڪارا ڪري وسي رهيو هو، ڇڻ ٻاڦ ٿي اڏامي ويو هو. (پنهين ڇڻ شڪست کائڻ سکي ڪانهي)

ڇوڪري ڪروڌ مان، ڪپڙا ٿي مٿائي ۽ پنهنجو ٿيلهو ۽ ڪيمرا سنڀالي ٿي. بسڪوٽن ۽ سگريٽ جو هڪ هڪ پيڪٽ هن ڏانهن لاڏ پريل

هيوج ڪيسل، ريئلي يو آر اي ونڊرفل مين ان ماءِ لائيف، ويري فائن، ويري ڪلاسيڪل ائنڊ ملٽي ڪلچرڊ مين.“

”اوه... ٿئنڪز.“ هو ڪن لاءِ گهوران گهور نيڻن سان ڇوريءَ ۽ پوءِ وري رني ڪوٽ جي انگاس، چوڏس ڪٽي نه پڇاٽي ٿيندڙ ديوارن ڏانهن مُڙي مڙي نهاري ٿو.

آڏن لڪن مٿان رني ڪوٽ جي چوڏس نيڻ نهار تائين ڦهليل انگاس ديوار، برج، منارا ڪنگر ۽ مورچا، وچ ۾ پري پري، ڪوٽ ميريءَ ڪان بـه پري هڪ انگاس پهاڙيءَ مٿان شيرڳڙهه جو انگاس ڪوٽ. سدا بهار جهرڻي جي اکٽ پوچ پاڻيءَ تي چوڏس سامايل جوئر جي پوک جا حسين پارا ۽ گسن ۾ گاهه ۽ سنگ مرمر جيان ڦهليل چيروليءَ جا آرسيءَ جيان تجلا ڏيندڙ تڪرا ۽ ڪل ڪل وهندڙ جهرڻي جي جادوءَ هاڻي موسيقي، جيءَ ڪي جادو لائيندي ٿي رهي.

هئي جڻ ڪنهن وڏي جادوءَ ۾ اچي، سڀ رساما وساري، وري ڳتجي ٿا وڃن. ڇوڪري ڪن لاءِ ڪوٽ ميري ۽ ڪوٽ شير .ڳڙهه جي برجن ڏانهن واڇائڻ جيان نهاري ٿي.الائي ڇا سوچيندي سندس واتان ٿهڪ نڪريو وڃي، ڇڙواڳ ٿهڪ:

”هي گاءِ، يور ڪيسل از پرگنينٽ!؟... اوهه گاڊ... اٽز آل انوزيبل... ڊيئر از ٿو لِٽل فرٽز اِن هِر اسٽمڪ. هاها ها... يور ڪيسل از فيميل، پرگنينٽ فيميل.“

”يايا- پرگنينٽ فيميل آف وال آف چائنا. ويري اولڊ ۽ بيوٽيفل فيميل.“ ۽ هو خوشين ڪان جهومي ٿو وڃي:

او پوڙهي مائي پيٽ سان - هو جمالو
چلم ڇڪي آئي خير سان - هو جمالو
منهنجو جمالو هيي ڇورين سان - هو جمالو.
”هي - اٽز ويري گڊ سانگ... سنڌيانو؟...“
”يا يا - سنڌيانو - پڙوي، ويري گڊ فوڪ سنڌيانو سانگ.“

”او گاڊ، دس ڪنٽري از ڪنٽري آف ميجڪ! لائيڪ اي ڊريم، وين آءِ واز لِٽل، ون ڊي ماءِ مدر سيڊ ديٽ انڊس رِيور از اي ريور آف ميجڪ،

بلئڪ ميجڪ. اوهہ گاڊ... هيلپ مي فار لانگ لائيف." هوءَ ڇري ٿيو الله کي ڏکهي حياتي ماڻڻ لاءِ ٻاڪاري ٿي. ۽ هو- هو دور ولاتن جي ڇوريءَ واتان پنهنجي وطن جي ساراهہ ٻڌي تڙي ٿو پوي، جيئن سورج مکي، سج ڏانهن تاڻيندو آهي، تيئن هو ڇوريءَ جي نيڻن ۾ جهاتيون ٿو پائي، پوڳ منڊل ڪرڻ کان سواءِ رهي بہ نٿو سگهي. چرچي ڪان، بنهہ ڪن ۾ ٿو چويس:

"هي - يو وانٽ بارن ٽو لِٽل ڪڊس ايٽ اي ٽائيم؟... آءِ مين ٽوين.

ڇوڪري سندس ڳالهہ سمجهي ٺهڪ ڏئي رڙ ٿي ڪري: "ٽو- ايٽ اي ٽائيم؟!... او نو نو !.... آءِ ايم ناٽ سو هيوج ايز يور ڪيسل. او نو نو..." ٻئي ڄڻ کلي کلي ڪيرا ٿي ڇارين ۽ ڪپڙن جي جهنڊ هيٺ ويهي ٿا وڃن، ڳالهيون ڪرڻ لاءِ پيار ونڊڻ لاءِ.

ڇوڪري حيرت ۾ حيران، سج جي تيج کان ڇنڇهائجي ويل نيڻن دور رني ڪوٽ جي دونهن سمان اُڀين ڇوٽين مٿان بيٺل منارن ۾ نهاري ٿي، ڪيس الائي ڪهڙا ڀترڻ ۽ پار ٿا ياد اچن.

"هي- هيئو يو سين دي گريٽ فرٽ آف پامپي، ان بُڪز آر پڪچرز؟"

"يا- ان فلمز، پڪچرز، فوٽوگرافز، آءِ نو آل اباؤٽ پامپي، دي فال آف پامپي، بُڪ آف ماءِ چائيلڊ هُڊ. ائنڊ فلم 'دي لاسٽ ڊيز آف پامپي،' ائنڊ پري هسٽارڪ روم... رومن امپائرز... امپورز ائنڊ گاڊس، جوپيٽر، جوليس سيزر ائنڊ ادرز...

"اجنتاالورا؟"

"يا - اجنتا الورا... دلوراؤ ٽيمپل... دلورا!.. ائنڊ سانچي ديئر از راڪ ڪٽ ايلفنتا ٽيمپل آف ڪارلي. ائنڊ اِن اجپٽ، لئنڊ آف فرهاز. بٽ اِن بُڪز. ويري گڊ بُڪز ائنڊ فلمز، ويري گڊ بُڪز ائنڊ فلمز آف مائي لائيف."

"هي سنڌيانو، ريئلي يو آر اي فني مين. آءِ ايم فيلنگ ويري لڪي وومن، ماءِ سيلف."

"واءِ ناٽ، بڪاز يو آر ود دي سن آف دلوراؤ، ويري هرامي ڪنگ پريسِٽ آف سنڌ.

"نو، يوآر جوپيٽر.

"نو... سن آف ديوس ٽپر، ائنڊ يو آر ديوس پٽرز ڊارلنگ."

"آ... رِڪي چِڪي چِڪي... هوءَ سيڪسي ٽي دانهن ٿي ڪري.

"ناٽ چڪي چِڪي... چيڪي چيڪي... ڳالهہ ٻڌ، قرآن تون پوري چيڪي مٿيءَ مان نهيل آهين، هاءِ تنهنجو هي پڪو نڪراهون رنگ، ڏاڍو سارينڊ وسانءِ."

"پليز.. ان انگلس؟ ٽيل مي دي مينگ.. پليز..."

"تہ ٻوءِ ٻڌ." هو اچا وڏيڪ کيس تڙپائي ٿو:

"يو مين بُدّا... گريٽ گريٽ بُدّا؟..."

"نو بُدّا، آءِ مين لِسن."

"ڪيري آن پليز."

"لڪ، نائو مائي نيمر از جوپيٽر ائنڊ يو آر جوپيٽرز ڊارلنگ او- ڪي."

"نو - اوڪي، يو جوپيٽر... يو ناٽي جوپيٽر، يو وانٽ ٽو ميڪ مي پرگنينٽ، ٽو چلڊرين ايٽ اي ٽائيم، اوه نو... اٽز ويري ڊينجورس گيم. ناٽ دِس ٽائيم."

هوءَ ٻلهڻ جيان ٿتڪاٽ سان هن جي چپن مان چپ ڇڏائي، ٽيلهي سوڌي اُيري، اُٿي ٿي:

"لڪ، ڊيئر.. اوڪي.. هيپي."

"يا هيپي."

ٻئي اٿن ٿا ۽ ٻئي فيصلو ٿا ڪن تہ ڪائينڊز سازيندڙ سوريہ ٿڌو ٿي رهيو آهي، جو نہ ٻئي وڪاريندا پهاڙ مٿان شير ڳڙهہ جي برجن تان بيهي، رني ڪوٽ جي انگاس ديوارن پٺيان سج کي ڳاڙهو کهنبو ٿي ڊرندو ڏسن، سنڌيا جا ڏيک پسن، جيئن پراڻي، جڳاڻي جا ماڻهو انهن پڊن تان بيهي ڏسندا هئا.

۽ ٻوءِ- ٻوءِ ٻئي ڳر لڳي، رني ڪوٽ وچان، شير ڳڙهہ جي اتانگهہ چوٽين ڏانهن ٿا وڌن، ٽيرَ ڪا' ا، پيار ونڊيندا. گيت جهونگاريندا.

وِل آءِ فائينڊ،
دي پيس آف مائينڊ،
بيهائينڊ، چائنا گيٽ
چائنا گيٽ.

# ساروٽا سارو جيون

بس ٿو اسڪوٽ روڊ تان اڏرندي ٿي وڃي. هن کي خبر آهي، هاڻ هو اهڙيءَ جان جوکم ۾ آهي جو سر تان آسرو پلٽو ٿي پوندو، جيڪو هن الائي ڪيتري وقت کان پلي ڇڏيو آهي. حالتون ايترو خراب ٿي ويون جو هاڻ عزرائيل واڪو ڏئي، وڏيءَ هڪل سان ٿو اچي ۽ ساهه، ساهه بچائڻ جو حق هر ڪنهن کي آهي. موت ۽ جيون جي اها راند آدجڳاد کان جاري آهي، جيئن ماڻهو، پکي، جانارءِ پسون- جيئدان لاءِ هرڪو جنگ ۾ جٽيل آهي، وڏيءَ ويڙهاند ۾، تيئن هو بہ وڏي ويڙهاند ۾ آهي. مهاڀاري جنگ، ٽڪائيندڙ جنگ، سندس سڪرات جي آخري گهڙي تائين جي جنگ، جنهن جي پڄاڻي فقط موت آهي. جڏهن کان ملڪ ۾ مارشل لا لڳي آهي، ان ڏينهن کان هينئر تائين هو وڙهندو آيو آهي، اهڙي جنگ، جنهن ۾ جيئڻ ڪانپوءِ رڻو پوي. هو نٿو چاهي تہ هن هتان ڪو پَل چڪ ۾ مري پوي. هن لاءِ پنهنجي جيو هتيا ڪرڻ کان آپگهات ڪرڻ سٺي ڳالهہ آهي. انهن فوجي راڄ وارن ڌاڙن ۾ هن کي سمجهہ ۾ نہ پيو اچي تہ ڪنهن سان منهن ڏئي ڪنهن سان ڏئي. پلا هن لاءِ اها ڪيڏي وڏي ڏکوئيندڙ ڳالهہ آهي تہ پوري ملڪ ۾ هو آجاتل ۽ اوپرو آهي- ايڏو اوپرو جو پنهنجي گهر ۾ بہ ڪيس ڪونہ ڄاڻي سڃاڻي. هن کي سڀ کان وڏو خطرو گهر کان آهي. پنهنجي ماءُ پيءُ کان. جنهن شهر ۾ هو رهي ٿو، ان کان بہ نہ. بس رڳو ماءُ پيءُ سڳن پائرنءِ پينرن کان هو ڄامشوري ويندڙ ويگن ۾ دانهي ٿو، ايڏي پيڙا کان جو اکيون سڪو ڇڪا ڇَڪا رت رويو پوَنس:

”الا...! ڪهڙوڪَل يگ اچي ويو آهي، ڪهڙي نہ هاءِ واءِ ويلا ٻ ي اچي وئي آهي جو ماءُ پنهنجي ٻار جو چهرو پڙهي نہ سگهي!... پلا اِها ڪهڙي نہ رت تهڪائيندر ڳالهہ آهي، جڏهن هڪ پڇڙيوال بيروزگار ماڻهو، پنجويهارو ڪن رپيا ڪمائڻ لاءِ (جن جو ٻڪو آسرو نہ هجي) سڄ ايرڻ کان اڳي سهي سنيري نڪري ۽ دڳ ڏڳ تي ازجي وڃنس باند قسم جا وحشي ۽ خونخوار ماڻهو. چهرن تي ميڪ اپ جا تهہ چاڙهيل جڙتو، ڪوڪلا، اڻ

سڌريل ماڻهوءَ هو جڏهن واتي ويٺي، هٿيارن توڙي بي هٿيار مقابلا ڪندو گهر پهچي ته گهر جو هر هڪ ماڻهو، وات ۾ ارڙ نانگ واري زهريلي ڇپ سان ڦوڪارا ڏئي رهيو هجي:

"چوريون، آيو ٿو ايمٺا ڪدڙو، هاڻ مينهون ڏهي ڪي ڏهه ٻارنهن سير کير پياريوس." ماءُ جون ڇيپون:

"ڳئون ۽ مينهون ته ڦنڊيون تي ڊرڪي مري ويون، ٻاڙي وارن جي ڪا ڪتي ڏهي ڏيوس." پيءُ جا نفرتن ڀڏاٽا زهريلا ڦوڪارا:

"ٻڌ، ڳائين ته علڻ فقير ڪان ٻه سئو ٿو، يار ڏڪڙ وڃائي ڏيئن ڪي ناچ ڳانو ڇو نه ٿو سيکارين، قرآن ڳائڻ ڪان ونئي... تائين جي ٻئي ڪمائي ملندءِ." ننڍڙي ڪمائو ڀاءُ جا ننڍڙا وڇونءَ جيها ڏنگ.

۽ پنجويهن سالن ڪان ٻڌندو اچي، ڪڏهن ڪڏهن دل ايڏو ته دهڪو ڪائيندو اٿس جو ڏرتي پيرن هيٺان نڪري ويندي اٿس. اکين ۾ ڇڻ ڪنوٽين جون چٽنگون ياري شاڪ هٽي انڌو ٻٽائي ويندئون اٿس. هو ڊهي، وڏا ڦتڪاٽ ڪري، زور زور سان ٻانهون ڇنڊيندو آهي. بولاتيون کائي، لانگ جمپ هٽي هٽي وٺن ۾ لڙڪي، مٿي ڪي چرين جيان جهٽڪا ۽ رسي ٽپڻ جي ڏانوَ سان ايڪسرسائيز ڪري، ٻڌي ويل دل ڪي وري ڪجهه ڏينهن ساهه تڳائڻ جهڙو ڪري ڇڏيندو آهي. جيئڻ لاءِ ۽ مات نه کائڻ لاءِ هو ڳوڙها اکين ڪان اچڻ بدران ڏوڪي ويندو آهي. يا ڪڏهن ڪڏهن رت جي الٽي ڪري، هانوَ ڪي سڌير ڪري ڇڏيندو آهي. ڏک رڳو ان ڳالهه جو ٿيندو آهي ته هن جي ساماڻجندڙ، شاعر ڏيءُ رت جي الٽي ڇو نٿي ڪري؟... بس هوءَ رڳو مٿي ڪي هٿ ڏئي، تارونءَ تي دلي جا ٽڏا ڀاڻي ڀئي وجهندي آهي، ناڪيلي بند ڪرڻ لاءِ. پيءُ ڌي ٻه هڪ ٻئي کان رناٽا لڳندا آهن.سڄي ڳوٺ ۾ هر ڪنهن سان مرڪي ڳالهائين، رڳو هڪ ٻئي اڳيان لڄيندا ۽ اواڪ هوندا آهن. عاشوق معشوق جيان هڪ ٻئي کي ڏرا ڏئي ڳاڙهيون ٿي ويل اکين ۽ لڪ لڪوٽيءَ سان ڏسندا آهن. ڪڏهن ڳالهائيندا آهن ته هيئن:

"ڊيڊي، پيلا ڪٺن ۾ ڪپاهيون ڏٻي ڏٻي وجهڻ سان ٻه آواز ڇو ٻڌڻ ۾ ايندا آهن، اوٺندڙ آواز؟!... دل ڏوڏاريندڙ؟"

"ان لاءِ ته سر سنگيت جي دنيا اسين يڳن کان وڃائي ويٺا آهيون. پر

توں عجيب ڇوڪري آهين، آهي ناڪيلي ڏينڌڙ گيت ڪنهن لاءِ ٿي لکين؟"

"ڇا گيتن سان سر سنگيت موتي نہ ٿو سگهي."

"پرٿويءَ جي اتهاس ۾ تہ ائين ڪڏهن بہ ناهي ٿيو."

"ان جو ڪارڻ ؟"

"ڪارڻ... شايد ان جو ڪارڻ فقط هڪڙو آهي، فائن آرٽ جي دنيا جا ماڻهو ڏاڍا هيٺا ۽ گيدي ٿيندا آهن. ساري ڄمار سڪارن لاءِ ڦٿڪي هانءَ يارا هٽي روئندا آهن پر پوڪي هڪ ٻوٽو بہ نہ سگهندا آهن. اڃا تہ اسان کي ايٽري بہ ڪل ڪانهي تہ باهہ ڪيئن اُجهائجي، يا دشمن تي وار ڪيئن ڪجي!"

"ڪڏهن ڪڏهن تڪجي دل چوندي آهي تہ وڏي واڪ ڳالهائجي."

"ڪنهن سان، ڇا پٿين سان، جڏهن دل ڪنهن ردي ڦوڪٽي جيان ڦاٽڻ جون ڪري تہ ماڻهوءَ کي گهرجي تہ ڳالهائجي: وڻن ٽڻن سان، پکين، نوريٽڙن سان، ننڍ ڏائڪ ٻارڙن سان، پينار ٻارڙين ۽ پوڙهين سان. ٻين جا ڏک ٻڌڻ سان ئي ماڻهو شڪتيوان ٿيندو آهي. پر تون تہ صفا اٻوجهہ آهين. هي جو پنهنجو شينهن جيڏو موتي ڪتو آهي. تون تہ ان کي ڪڏهن ٻچڪار ڪا نہ ڏين."

هڪدم ٻبيي خوش ٿي ويچي ٿي.

"او ڊيڊي، حيرت آهي، قران، پنهنجو ڪتو ماڻهن کان بہ وڌ سياڻو آهي. ڏس نہ، ڪالهہ پاڙي جي ڇوڪريءَ تي گگون وهائيندڙ ڇتي ڪتي حملو ڪيو. ٻارڙي جي دانهن تي ٽپوئي هڪ ڏنائين ۽ پوءِ ٻنڌ تڏهن ڪڍيائين، جڏهن اهو آفت جيڏو ڪتو مري نہ ويو."

"چونہ، منهنجو پاليل آهي. هن نگريءَ ۾ ڇتو ڪتو جيڪو بہ ايندو، ماري ڇڏيندس. منهنجي ڪتي جو سڀ کان وڏو ڪم ننڍڙن ٻارڙن کي اسڪول ڇڏي ۽ وٺي اچڻ آهي."

ڪن لاءِ ٻنهي ۾ مانار اچيو وڃي. اهڙي مانار جنهن ۾ رڳو سنيون سوچون ئي اچي سگهن ٿيون."

"دل ٿي چوي، اڄ شاعري ڪجي." ڏي خوش ٿيو تارن ڀريل آڪاس ۾ نهاريندي ٿي اچي.

”پڌ، سڄي دنيا جا مزور اسٽرائيڪون ڪندا آهن عجيب عجيب اسٽرائيڪس. اسين به ته هڪ قسم جا مزور آهيون. پيو ڪو ساٿ ڏئي يا نه ڏئي، اسين پنهنجي پين اسٽرائيڪ چونه ڪريون، فائوتين پين اسٽرائيڪ.“

”ساري ڊيڊي، اها ته ڪا شاندار ڳالهه ڪانه ٿي. اسٽرائيڪس پراڻو فارمولو آهن پنهنجون ڳالهيون مڃائڻ جو. اسان جو ڪم زندگي کي وڌائڻ جو آهي، بهشت بنائڻ جو. اسٽرائيڪ بدران، اسان کي ته اچا وڌيڪ لکڻ گهرجي.“

”هون... الائي شايد تون سچي ۽ آئون غلط هجان.“

هاڻ هيئن ڪر. وڌيڪ ڏاهپ چڱي ڪانهي، سڄي عمر آهي ۽ لکبو ڪڏهن ڪڏهن آهي، جڏهن مرضي اچي. اوڪي، هاڻ هل پنهنجي بستري تي.“

ڏيءُ آخري موڪلائي واري مرڪ سان پيءُ ۾ نهاري ٿي ۽ پوءِ ٽڏو ساهه پري، ننڍڙي پاٿڙي کي ڪڇ ۾ پري، سمهڻ لاءِ اکيون ٻوٽي ٿي ۽ پيءُ پنهنجي وڻ هيٺان، آرام ڪرسي تي ويٺو آسمان ۾ الائي ڇا ڇا واجهائيندو ٿو رهي.

# پڄرندڙ پيڙائون

هن کي سمجهه ۾ نه پيو اچي ته ڪنهن کي دانهن ڏئي، هن هيڏي وڏي شهر ۾.... او شيم... شيم.. شيم... پلا اسين ته چارٽي آئوٽ سائيڊرز هئاسين. پوءِ اسان تي پٿراءُ ڇو! پٿراءُ ڪرڻ گهرجي پر اُتي جتي ضرورت آهي.اسين ته اڃا شهر ۾ مس گهڙيا هئاسين، ٻهراڙين جا ماڻهو. اسان کي ڪهڙي خبر ته وڏن شهرن ۾ستن اٺن سالن جي ٻارڙيءَ کي به ريپ ڪيو ويندو آهي. اسان جي ٻهراڙين ۾ ته ڪڏهن جانار به ائين ڪين ڪن. آلا- مون ته ڪڏهن به ڪين ڏٺو ته ڪو مست ٻڪر ٻن سالن جي ڇيلڙي تي چڙهي وڃي يا اُٺ ڪنهن ننڍڙيءَ توڏيءَ تي! ائين ته جانارن ۾ به ڪينهي، پيشسان هيءُ ڪراچيءَ جو شهر ٿيو، يا ڇتن ڪتن جيهن ڇورن جو شهر.

توبهن... پلا ڪو سوچي، ان ٻارڙيءَ سان ڇا وهيو واپريو هوندو! ڏوهه ته ڪٿي پٺس ڪيو هوندو. نيٺ پلا سچ ڳالهائڻ ۾ آهي ڇا؟ اسين سڀ به ته نيٺ اهڙن ننڍڙن ٻارڙن سان جُڙيل آهيون.پلا سيني ٻارڙن کي ائين ٽارچر ڪري، پنهنجي جيون مان ڪڍي، ڪَهي، ڪنهن يڙيانگ يتيم خاني يا اسپتال ۾ اُڇلائي ڇڏيون ته باقي جيون ۾ بچندو ڇا؟!... ڇا بچندو!!!...

توبهن.... اڃا شهر ۾ گهڙون ٿا ته ايڏي ٽارچرنگ خبر اسان کي ٻڌائي ٿي وڃي، ان سان گڏ اسان جي ٽئڪسيءَ کي سنگسار ڪيو ٿو وڃي! پلا هن شهر جا ماڻهو چريا ٿي ويا آهن ڇا؟!

توبهن، ڪيڏو نه پيانڪ پٿراءُ هو! منهنجون دوست ڇوڪريون ڪيئن نه ڊڄي ويون هيون!

آچانگ سڄو ڏيک اکين آڏو گذري ٿو ويئنس:

” ڪهڙي ڳالهه آ يائي، اسان ته آئوٽ سائيڊر آهيون. مون سان گڏ اسڪالر خواتين آهن. اسان کي ته خود اوهان کي پٿر هڻڻ کپن. اسان وٽ ماڙهو پوڙهي گڏهه سان سيڪس انجواءِ ڪري سگهي ٿو پر پنجن سالن جي ڇوڪريءَ کي ريپ ڪرڻ ته پري، چوڏهن سالن جي جوان ڇوڪريءَ کي به ڪو ڪو نه ٿو ڇيڙي.“ تڏهن سندس ٽئڪسيءَ کي اڳتي وڌڻ جي اجازت

ڏني وئي هئي.

”هونهن... ٽئڪسي... هو خارن مان ڪنڌ کي ڌوڻي ٿو. پلا هن کي ڪهڙي خبر هئي تہ ڪيس اڃا بہ ڪو وڏو ڪاپاري ڌڪ لڳڻو آهي. پلا هن لاءِ انهيءَ پارڙيءَ جي دل ڏاريندڙ حادثي ڪانپوءِ، ٻيو ڪهڙو حادثو ٿي سگهي ٿو، جنهن تي ويهي روئجي. پلا جي مڃجي بہ تہ الله آهي، تہ پوءِ آسمان ڪراچيءَ مٿان ڦاٽي ڇو نہ پيو؟“

هو بنان دعوت جي، پنهنجي سوٽ جي گهر ۾ گهڙي پيو هو، پر نيگرو اسڪالرز ۽ هڪ اڙدو دوست ڇوڪريءَ سان. نہ تہ هوٽئن ڪين سڌو پاڪستان آرٽس ڪائونسل وڃڻو هو. رات جا ٻارنهن وڄي چڪا آهن معنيٰ آرٽس ڪائونسل بند.

ڀراڙيءَ جي چٺوڙي ٻيڻ، اونترا ٻاروچاٽا ٻار. ”هٽم بواءِ، آءِ وانٽ ٽو انجواءِ دي نائيٽ ود آل ڪمپينئنز.“

”نو، آءِ ايم فيلنگ ٽارچرڊ، از دس سوسائٽي؟ از اٽ اي هيومن سوسائٽي؟!“

”اوهہ... اگين فيلنگز.. اوه بواءِ، ڪم آن، انجواءِ دي لائيف، ديز ڊيز وِل نيور ڪم اگين.“ نيگرو ڇوڪري ڪنهن اوپن ايئر هوٽل ۾ چانهہ پيئڻ لاءِ اتي ويهي سٽيون سٽيون ڳالهيون ڪرڻ لاءِ ٻاڌائي ٿي، پاڪستان آرٽس ڪائونسل ۾ لڳل پينٽنگز ڏسڻ لاءِ، جيڪي اڙدو ڇوڪري ڪان سواءِ، ٽنهي جون ڏٺل آهن.“

”آرٽس ڪائونسل جو ٽائيم تہ ٽري ويو. پر آلا - شهر ۾ تہ اڃا بہ ڏاڍومزوهوندو.“مهاجر ڇوڪري اتاولي ٿيو وڃي.

”هاها، ويچارين کي گهُمائي اچ.“يٽس بہ مهاجر ڇوڪريءَ جو پاسو ٿي وئي.

”چگو، جلدي هلو تہ هلون.“ هو چوي ٿو.

”واهہ، اوهين سڀ ايمريڪن ڪپڙن ۾ ۽ آئون هن ٺڪ جهڙي گراري ۾ ڇو هلان؟ ڪراچيءَ ۾ تہ مان بہ جين جي جاڪٽ ۽ پينٽ پائي هلنديس، هپس ٻاهر ڪيڏي. الا ڏاڍو مزو ٿو اچي،“ مهاجر ڇوڪري داڻهن ٿي ڪري.

”نہ، تون بنهہ ايمريڪن فيس آهين، ڳاڙهہ ڳٽي! ڪٿي جي تون جين

جا ڪپڙا پهري هلندينءَ ته پوءِ هرڪو ڪراچيءَ جو ماڻهو مون کي يا ته هپي امريڪن سمجهندو يا هوائي روزي ڪمائيندڙ. ڪراچيءَ جو ماڊرن پڙوو."

"پڙوو... ڇا مطلب ؟!"

"ها پڙوو- هي ڪراچي آهي. ڪراچيءَ جا ڪنگلا، ماڊرن چورا، امير دوستن جون ڪارون ڪٽي، ايئر پورٽ، سي پورٽ، انٽر ڪان، يا ميٽرو پول تي ڊوڙائيندا رهندا آهن. ٻاهرين ملڪن جون ڇوريون سپلاءِ ڪرڻ لاءِ، وڏن وڏن وزيرن، سيٺين ۽ آفيسرن لاءِ، سمجهينءَ؟"

"۽ وڏا وڏا آفيسر ۽ سيٺيون ڇا ڪندا آهن؟"

"اهي ان رات پنهنجون زالون پناڻ چوڪيدارن جي حوالي ڪري، انٽرڪان يا ميٽرو پول جهڙين هوٽلن ۾ 'ميوٽني آن دي بائونٽي' ملهائڻ هليا ويندا آهن."

"اهو ميوٽني آن دي بائونٽي ڇا آهي؟"

"انجي خبر مونکي به ڪانهين."

"تون وڏوحرامي آهين. تون مون کي پنهنجي بروچ پيڻ وٺ ڇڏي، مون کي رنگين ٽيليويزن جي ڊرامن ۾ ڦاسائي پاڻ انهن بلئڪ بيوٽيز سان ٽيلار ڪرڻ ٿو چاهين. ها يا نه؟" مهاجر ڇوڪري چوي ٿي.

"پر گراري ۾ هلڻ ۾ آهي ڇا؟ ماڻهو تنهنجي گراري جي وڏن پانچن جي اندر گهڙي ويندا ڇا؟"

"لعنت هجنئي." هوءَ شرمائجي ٿي وڃي، "مون کي ڇتي ڪتي ڪاڏو هو جو تو جهڙي ڪميٽي سان گهمڻ آيس." اها ڳالهه هنجي پيڻ به ٻڌي ٿي وٺي.

"هون... هون... گنوخ... دفعدار... پراين ڇوڪرين سان ائين ڳالهائبو آهي؟"

"چڱو چڱو سمجهدار، عقل جي اڪابر. هاڻ چئينس ته جلدي ڪپڙا پائي نه ته پوءِ بهادر آباد ۾ رکو رولو ڪتا پيا ڀؤنڪندا."

۽ جيئن مهاجر ڇوڪري ڪپڙا مٽائڻ لاءِ سندس پر مان لنگهي ٿي ته هو پوگ منڊل ٿو ڪريس:

"ڇوري، متان زپ بند ڪرڻ وسارين!" هو حرامپائي ٿو ڪري.

"خدا جو قسم، سوئر آهين صفا."

”هان-- سوئر سان گهمڻ ۾ مزو ٻه ته اچڻي ٿو: هانءِ ... هانءِ...“
هو ڏاڍي ڏار سان ور ور چئي ٿو هوءَ مٿس ڪشش ٿي ڪائي.

”نيڪ آهي، اڄ جيڪا ڪرٿي ٿئي ساڪري وٺ. قرآن آئون ماٿهين ڪي سڀ ٻڌائي ڇڏينديس.“

”۽ قرآن آئون ياٿهين ڪي سڀ ٻڌائي ڇڏيندس ته ٻه راتيون تو پنهنجي سرتيءَ سان نه، ۾ سرتيءَ جي بهاني سان مون سان گڏ گذاريون آهن.“

”اڙي نه نه، اها ته بلئڪ ميلنگ ٿي!“

”۽ امان سان شڪايت جو ڊپ پلا ڇاهي؟... وڏي عربياڻي اٿئي، جيئن تون اسان لاءِ وڏي سنڌڻ ساماٽي آهين.“

پر هو ويڳاڻو آهي، اڪيلائپ ڪيس ڏنگي پئي! اڪيلائپ. جيڪا هن ڇاڻي ٻجهي پنهنجائي آهي. هڪ ئي رات ۾ هيڏو وڏو حادثو. وچ شهر ۾ هيڏي وڏي شهر ۾! جيڏو وڏو شهر اوڏا وڏا حادثا! هن هيڏي وڏي شهر ۾ ڪوئي ڪنهن جو ڪينهي، پل ته ڪنهن مٿان ڇُريون هلي رهيون هجن... پر سڀ ماٺ! سمورا در بند! خوني خون ڪندا پيا اچن، ۽ پوليس....؟ ڇڻ پاڪستان جي سموري پوليس ۽ فوج، ننڍڙي ٻيبيءَ جي قاتلن جي ڳولها ۾ ڪراچيءَ جي گٽرن جي بند نالن ۾ ڏوڪي پئي هجي... ۽ اخبار... اخبارن ڪي رڳو اسڪينڊل گهرجن شهناز ۽ فريدي، يحيٰ ۽ بلئڪ بيوٽي، ايوب ۽ ڪرسٽائن، سوئيمنگ پول ۾ گڏي. توبهن هي اخبارون آهن يا قوم ڪي اشتهاري گڏيءَ جي ڇاڻ ڏيڻ جا ذريعا!...

ٿنهي ڇوڪرين سان هلندي هو سوچي ٿو ته هي شهر آهي يا ڪاري ڪربلا. پلا هاڻ شهر گهمڻ ۾ مزو ڪهڙو ايندو، جڏهن ماٿهوءَ ڪي ايندي ئي ڇاڻ ملي ته هن شهر ۾ تازو هيءُ هاجو ٿي ويو آهي!

بهادر آباد جو ڇؤنڪ: پاڪڙا قسم جون اوپن ايئر هوٽلون، ڪارون. هن جون ساٿياڻيون سڄي دنيا جي فائن آرٽ جا پرابلمز ڪٽي وينيون آهن، پاڪڙا هوٽل تان فرانس، هالينڊ، ليوناردا ونسي ۽ لاري ميوزيم وچي نڪتيون آهن. پر هن ڪي ان ننڍڙي ٻيبيءَ جو اوتار لهي نه ٿو. ڪراچي آهي ڇڻ بغداد آهي، نسورو بغداد! هلاڪوءَ وارو بغداد! پلا جي منهنجي دشمني يا ڪنهن جي ٻه دشمنيءَ ۾ ڪو اسان جي ٻارڙن سان ائين ڪري ته پوءِ...؟ ڪجهه نه

ٿو سُجهيس.

ڪيسي تي هٿ هٽي ٿو، جتي نڪو سگريٽ آهن ۽ ۽ نہ ئي پئسا.

" هئہ ليڊيز مون کي سگريٽ ڪپن"

" مر نہ، ملن ئي ٿا. آهي ڪا مانڊٽي؟" بِل ڏئي، چارئي نيلار ڪندا بهادر آباد جي چوِراتي تان، هڪ مانڊٽيءَ تان سگريٽ، پان ۽ چيونگم وٺن ٿا.

اچانگ ٽين ايجررز، هپي، چرس ڇڪيندڙ اسٽريٽ بوائز کي هو پاڻ ڏانهن وڌندو ٿو محسوس ڪري.

" هئہ ايمريڪن؟"

" نو. نو."

" اٽيلين؟"

" نو "

" حشيش ڪپي؟"

" نہ مهرباني."

" لڪ جينٽل مين، اسين اسٽريٽ بوائز ناهيون. اسان کي ڪار آهي بنگلو بہ اٿئون.... اج رات جي ڪمپني ڏيڻ چاهيو تہ ...

" نو ٿئنڪس" اسين ائوٽ سائيڊر ناهيون بابا"

هو محسوس ڪري ٿو تہ ڇورن جو تعداد وڌندو ٿو وڃي.

" اي، تون پاڪستاني آهين؟"

" ها پاڪستاني ."

" ۽ تنهنجون فرينڊس؟"

" ہہ ايمريڪن اسڪالر ۽ هڪ اوهانجي مهاجر ڀيڻ." يائي تون تہ هرويرو پيو ڏڃين. يرَ گهبراءِ نہ، هل اسان سان... اج زندگيءَ جي حسين ترين رات ملهائينداسين. تون بہ ڇا ياد ڪندين استاد."

هو ڇوڪرن جي ڇِڪ ڇِڪان تي ڪروڌ ۾ اچي ٿو وڃي ۽ محسوس ڪري ٿو سندس ساٿي ڇوڪريون ڏڃي ويون آهن.

" ساري يائي، اسين اهڙا ناهيون."

" پر اسين تہ آهيون. توهان کي هلڻو پوندو. هي بهادرن جو بهادر

آباد آهي...“

ڇوڪرا گهٽين ۾ هُن کي ڏِڇيءَ کان جهلي گهلڻ ٿا لڳن ته، اشرافت مان هلين ٿو يا نه. ساندهه پندرهن منٽ ڪن اها ڇڪري هلي ٿي .

”واهه، هڪ ماڻهوءَ جي گريبان ۾ اٺ ڇٽا هٿ وجهي پاڻ کي بهادر شاهه ظفر جا پٽ پيا سمجهو. پر اهو نه وسريو ته پوءِ مان به ڏاهر جو پٽ آهيان.“

”اڇا، ته تون سنڌي ڪتو آهين.“

هن کي پسڻ پئجي ٿا وڃن ته هاڻ ڇاڻ جهيڙو ٿيو. هو پنهنجي ڏنل ساٿياڻين ڏانهن نهاري ٿو: ۽ پوءِ هڪدم ڇوڪرن جي گهيري مان نڪري، ٺونشا تاڻيو بيهو وڃي. ”ڪم آن بوائز، ون باءِ ون.“

هڪ ڇوڪر چاقو ٿو ڪڍي

”يه ڀي چلينگا.“ هو پاڻ به چاقو ٿو ڪڍي ۽ ان سان گڏ ئي هڪ ڇوڪري کي گوڏي تي، بوٽ جي ٺو ٺو هڻي. ڇوڪرا هُن جي تاڻجي بيهڻ تي ڊِرا پئجي ٿا وڃن. هڪ هڪ ڪري سڀ ڇوڪرا ڀڄي ٿا وڃن. هوڏاڍي مشڪل سان ڇوڪرين سان گهر پهچي ٿو.

رات جي پهر هرڪو پنهنجي ڪمرن ۾ بند ٿيو وڃي. سڄي شهر تي رات جي اوندهه انڌوڪار ڇائنجيو وڃي اهڙي اونداهه انڌوڪار جهڙي هن جي من ۾ آهي.

# مهاپاري پاڳل ماڻهو

چريو هلندو ٿو وڃي، سج ۾ اکيون ڪپايو. چريي جي مٿ ۾ سڪا آهن ۽ اندر ۾ ڪروڌ. چريو سڪا ڇڻڪائيندي، جيئن سدائين واقندوآهي، تاڪ منجهند جي چيرا ڇڏيندڙ سج ۾ اکيون ڪپائيندي واڪي ٿو:
"ٺڪ ٺئي اوسج، ٺڪ ٺئي." ۽ سدائين جيان چريو سڪن جي لپ، آڪاس جي ٻوٽ ۾ اڇلائي ٿو هٽي:
"هي وٺ، جوء...، ٻري ڇڏ پنهنجو ٻول."
چريو هلندو ٿو وڃي،
چريو اڄ وڏي مستيءَ ۾ آهي.
هر ايندڙ ويندڙجي اک چرئي ۾ آهي.
چريو، جيڪو خطرناڪ ناهي.
چريو، جيڪو نئون نئون نروار ٿيو آهي.
چريو، جيڪو وچ شهر ڏئي هلندو آهي، وڏي گار توار سان.
چريو، جيڪو پراڻيءَ محبوب هوٽل تي ٽتي ويل ڪاناهين سيڙهين هيٺ سمهندو آهي ۽ سيٺ صدورو خان ان رات ڏاڍوخوش هوندو آهي جنهن رات چريو ساجهر ايندو آهي. سيٺ صدوري جو دين ايمان چريو آهي. سيٺ چرئي کي ڏاڍو ڪن ڏئي ٻڌندو آهي ۽ مان سيٺ کي:
"خبر ٺئي پوء ڇا چيائين!"
"ڇا؟"

”ڇيائين، ٺڪ آهي هِن صديءَ کي، لعنت آهي هِن صديءَ جي عالمن کي. هوءِ هوءِ هاڃا. پينر هن پنيور ۾.“

”پر مست کھڙي ڳالھ تان ٿيو.“

”بابا مست آهن، جڏهن مرضي اچين مست ٿي وڃن.الله پناھ ڏئي بابا. هي ڇريو تہ الائي ڇا آهي!“ چاچو صدورو ڏاڍي عجب مان سدائين جيان رڙ ڪندو آهي. چاچوصدورو ڏاڍو اپوجھہ بڻجي چوندوآهي. ”بابا. ڪا تہ ڳالھ آهي جو اڄا دنيا ٽنين تي بيٺي آهي، ڪَل جڳ ۾ ڪاپڙي پيا ڦرن.“

”آئون چوان نہ چاچا صدورا، پڪ ئي پڪ جاسوس اٿئي. هندستان جو جاسوس. اڳي ڪنهن ڏٺو ڪنهن وانو؟ اوچتو هاڃي ۾ نہ اچي وڃين. مٿان جنگ پيري بيٺي آهي، هندستان پاڪستان جي. پر چاچو صدورو هڪ اکر بہ ٻڌڻ نہ پسند ڪندو آهي. چوندو آهي، پوليس مونکي جھلي ويندي نہ. مولئِ مدد آهي. فقير سان سر لڳي. بابا علي سخي آهي.“

ڇريو، جيڪو گٽر جي نالي ۾ سڄو ڏينهن پاڻ مٿان گٽر وهائيندو آهي. سڄي اسٽيشن جي گند بلا کائيندو آهي، پئندو آهي ۽ مستومست جئندو آهي.

۽ جنهن رات... جنهن رات نہ، وڏيءَ پرھ ويل، جڏهن سڄ اڃا روشن ڪانياٺين سان چيرا ڪين چوڙيا هئا، جنهن رات، بلئڪ آئوٽ جي گهگهہ اونداهي هئي... جنهن رات اوير ڪان، سرٽين جيان، هندستان جي هوائي جهازن حيدرآباد جي هوائي اڏي تي بوهڙ ڪئي هئي... جنهن رات ايئر ڪرافٽ گنز سان، حيدرآباد ڪان انڙ پور، ٻڍا پور، ميرپورخاص تائين ڇيرن پريل گجگاهن سان سڄو آسمان پروڻ ٿي ويو هو- ان صبح جو ڇريو آپي ڪان ٻاهر نڪري ويو هو:

”هلا اوهان جي جوءِ کي“... اهو ويڏن بہ هن ئي صديءَ ۾! ڌزم ڌزم ڌزم... ابليس... آخ توَ...

”اڙي جوءِ...، وري ائتم بـم ڪٽي آيا آهيو! ياعلي مدد... ڏاڏو بابو دُپاسي.“

”اڙي پيڻ جا... وري ساڳي ڪربلا .... ڪاري قيامر!“
”بيهو اوهان جي رن ڪي... اجا گهٽيون گاريون ڪائيندو.“
۽ ان صبح چرئي روئي، ڪاناهون استان ڇڏي ڏنو هو، وڏن سڏ ڪن سان. ڏڪندڙڏڏندڙ پولارن ۾ پيهي ويندڙ نيٺن پريل آواز سان:
”الا- هي صدي، اجا اسان واتان گهٽيون گاريون پڏنديا... هنن جي... هنن جي ماءُ.... جوءِ... نہ نہ نہ.“ ۽ چريو مري ويو هو. اڪيونءِ پير ساوا ٿي ويس. رات جو الائي ڪهڙو ڪاريهر ڪائي ويو هئس. ۽ صبح جو وري جيئرو ٿي پيو هو.

”مهاياري پاڳل ماڻهو“

هو جي وادي واڻيا.
هو جي وادي واڻيا.
چريو دانهيندو ٿو وڃي. چريو قوهہ الست مستيءَ ۾ آهي. چريو جيڪو پوهہ جي آڌي راتين ۾ آواز ڏيندو آهي. چريو جيڪو تاڪ منجهند جي سج ۾ اڪ وجهي، گاريون ڏيندو آهي، سِڪا اڇليندو آهي.
ڪڏهن ڪڏهن مان پاڳل جو پيڇو ڪندو آهيان. چريو، جيڪو ريلوي جي گاڏن سان ايندو آهي ۽ وري ڪنهن ترين ۾ چڙهي چار پنج مهينا گمر ٿي ويندو آهي.
درياهہ ۾ لاشا آهن،
درياهہ اڇي پيو.
پڇي وڃو! هتي پري ٿيو!
درياهہ اڇي پيو.

چريو جيڪو ڪڏهن ڪڏهن، اوچتيءَ آيل نئين جهڙي وهڪ ڪان ٻہ تڪو ايندو آهي. چريو، جنهن جا ريها چوڏهن ئي طبقنَ ۾ڙڪندا، گجندا ويندا آهن.

لعنت هجيوَ...

لعنت هجيوَ...

چريو، جيڪو چنڊ تارن کي پونڊا گهروڙيندو آهي. چريو جيڪو الاهين ڏينهن کان گم هو، موٽي آيو آهي. ٻاڏائي ٿو:” پاڻي.. الله گهوٽ ڪندءِ... پاڻي...“

”هاءِ هيءَ ڪربلا. پاڻي ڪونهي، واءِ هي ڪربلا، درياهه آڪاس ۾ اُڏامي ويا.“ چريو جيڪو صدائون هڻندو، راڙا ڪندو ويندو آهي، وڏين ٻرانگهن سان... چريو، جنهن کي سانت آهي نه ڪانه. ڪڏهن سانت ملڻي ناهي. چريو، جنهن جا نيڻ چڻ سدائين تلاش ۾ هوندا آهن. مون کي مٿس ڏاڍو ڪهڪاءُ ايندو آهي. ڪنهن ماڻهوءَ جي اندر ۾ ايڏي آگ مون ڪڏهن ڪا نه ڏٺي. هڪ ڏينهن اچان ته ٿاڪ آرهڙ جي منجهند جي سج ۾ اڪيون ڪپايو وقلي پيو:

”اڙي تو کي به پئسا کپن وياجي؟ هي وٺ...“ ۽ مُٺ سِڪن جي چڻ چٽڪاٽ سان سج جي منهن ۾ وڃي لڳي هئي.

”هيڏانهن هي چريو اچا جيڻرو آهي؟!“ مان واٽڙو تي زال کان پڇان ٿو؟

”ها - ٻه ٽي مهينا ٿيا، هڪ چوڪرو آيو هو، لسڙاٽ.“

”چو؟“

”چيائين، اهو پاڳل منهنجو پاءُ آهي. تنهنجو مڙس چرين جو ڊاڪٽر آهي. اسين غريب آهيون. جواڻ پينرون آهن. اسان تي رحم ڪاٿو.“

”عجيب عورت آهين تون انهيءَ ۾ غريب يا رحم جي ڪيهي ڳال آهي. اتز ملهه ڊيوٽي. قانون مطابق جيڪڏهن سندس پاءُ يا ڪوبه ويجهو مائٽ مون وٽ وٺي اچيس، مان علاج ڪندوَ سانس، بلڪل ٺيڪ ٿي ويندو. مان ته هن کي سدائين نڌٽڪو سمجهندو آهيان.

”بينگ اي ڊاڪٽر، تون پاڻ جي گهرين ها تہ اهو ماڻهو تو وٽ زيرِ علاج هجي ها. مينٽل هاسپيٽل جي ڊاڪٽر جا پنهنجا بہ ڪجهہ اختيار هوندا آهن. پر پگهار ملي پئي، اسان جو ڇا؟“ منهنجي گهر واري ناشتي جي ميز تان ٽوڪ مان اٿي، ڪتاب سنڀالي ٿي. ٻارڙا پڙهائڻ لاءِ، اسڪول جا سانباها ٿي ڪري.

”ڇا پئي چئين؟ تون ڇتر ڪٽي آهي!“

”ساري، ان لاءِ تہ اٿز يوئر ڊيوٽي، ڇريو جيئن پوءِ تيئن چوٽ چڙهندو، خطرناڪ ٿيندو ٿو وڃي. خبر ٿئي، ٻن ٽن عورتن تي سيڪشوئل حملو ڪيو اٿس ۽ ٻارڙن کي گهٽا ڏيڻ جي ڪوشش بہ...“

”ٻائي، پوءِ ماڻهو ڪيس پوليس ذريعي مون ڏانهن ڇونہ پيا موڪلين؟“

”ماڻهو احمق آهن ۽ ڇرئي جو پاءُ نابالغ آهي.“ منهنجي زال ٽائيم پيس ۾ نهاريندي، ٻاءِ ٻاءِ هلي ٿي وڃي.

”وڏو وڏو زرزلو ايندو،
رتو ڇاڻ ٿيندي،
اوهان جي زالن جا رتو ڇاڻ اُرهہ، زمين تي پڪڙيا پيا هوندا.“ (رات جا آواز)
”ٻڌين پيو.“ منهنجي زال ٽوڪ مان ٿي نهاري.
”هون - ها.“
”اجا تہ رڳو اُرهن تائين پهتو آهي، اجا ڳالهہ اڳتي پئي آهي.“ منهنجي زال چپ چپن مان ڇڏائي، لنوائڻ لاءِ ٻانهن مڙسان مڙسيءَ تي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪري.

”ڊارلنگ، ڊيلي ڊيلي! ڇا اها بہ هڪڙي قسم جي ڇريائپ ناهي؟ آئون تہ سمجهان ٿي اسان بہ اڌ ڇريا آهيون. اسان کي ڪجهہ حاصل آهي، تنهن ڪري واقون نہ پيا. ڇا اسين جڏهن رنگا رنگ بلبن جي روشنين ۾ ننگا هڪ

پٺي جي پاڪرن ۾ هوندا آهيون، چريا نہ هوندا آهيون. وري تون تہ مٿان ڪڏهن ڪڏهن مينڊريڪس ڪائيندو آهين؟!"

"بڪواس تي ڪرين تون!"
"نہ آئون پنهنجو پاڻ سان انصاف پئي ڪريان." هوءَ ڪاوڙجي پنهنجي ڪمري ۾ هلي تي وڃي ۽ آئون پيريل پٽڪ الماريءَ جي ڀوت ۾ هٽي، بستري ۾ پيهي ٿو وڃان تہ نيٺ پلا هن عورت ڪي ٿيو ڇا آهي.

"در کول نہ."
"ساري، مون کي اوجاڳو آهي."
"۽ مون کي ننڊ ڪا نہ ايندي."

در کلي ٿو:
"هي وٺ چينجر. گيت ٻڌي رات گذاري ڇڏ. ڇو تہ مون کي فيل ڪرائين تہ مون غلط ور چونڊيو آهي."
"ڇا ڇا ڇا؟... ڀوت تہ ڏيکار."
"هان ڏس، اڪيون ڦاڙي ڏس، ڊاڪٽرياڻيءَ جو نہ، ويچاري سنڌي ماسترياڻيءَ جو ڀوت آهي." هو ڇپرا تي ڏئي ۽ ڦتاڪي جهڙي آواز سان در بند تي ڪري.

"اڙي ٻڌ تہ! منهنجي ڳالهہ تہ ٻڌ!" اندران ڪوئي آواز نہ ٿو اچي.
"ڏس ڏاهي تي، ٻار بہ ڪنهن جو دل ڪٺي وندرائجي، قرآن هيڪل رات، ڪاريهر جيان مٿان گذري ويندي." مان ٽپڻ تي هٿ ڏئي موٽ ٿو ڪان تہ رن ڪي ٿيو ڇا آهي.
"منهنجي انگوٺي ڪي پرواهہ."
"ٻڌ، ايڏي آڪڙ ڇو؟ ڪٿي انهي پڙوي چرئي توتي تہ حملو نہ ڪيو آهي؟"
"ها، هڪ عورت تي ڪيائين، ٻارڙيءَ تي بہ ۽ آئون عورت ۾ ڪائونٺ

ٿيندي آهيان. ڇا ذليل ملڪ آهي!" دريءَ مان چوهه تي ڇنڊي.

"تون ته آمريڪا جي آهين نه؟"

"ها، ان ڪان ته هپياٽي هجان ها ته سٺو هو. ماڻهو هڪڙي ڪن ڪان ٻڌندو، ٻئي ڪان لنوائيندو اچي ها."

"پر اهو ڪهڙو وڏو حادثو آهي."

"ته ڇا وڏو حادثو رڳو اٿم ڪرڻ هوندو آهي! باءِ ڳاڌ منهنجو مقدر ڦٽو هو."

"چو، ڀلا ان ۾ مقدر جي ڪيهي ڳالهه آهي."

"سچ ٻڌايانءِ، تو فنتوش ڊاڪٽر سان شادي ڪري مون پڇتايو آهي. الائي چو ڪاسائي اڳيان اچي ويندا آهن. مان ڪڏهن ڪڏهن گهٽ محسوس ڪنديآهيان."

"بس، هاڻ انت تي ويو. تيون اڪر ڪڊيو ٿئي ته پوءِ مون ڪي به تن تائين صحيح ڳنپ ايندي آهي."

"ڇا؟" هوءَ در ڪولي ڪروڌ مان ٻاهر نڪري آئي آهي.

"ڳڻ... ڳڻ... ڳڻ نه... ڳئي ڏي نه جيئن ڊيلي نوٽن جي سٽي ڏيندو آهين، اج ئي ڏي. مان ذهني طور تيار آهيان."

"ينگ ته نه پي وئي آهين؟!" مان وائڙو تي زال ۾ نهاريان ٿو. اچانگ اونداهين مان آواز ٿا اچن.

"خونا خون تي ويندؤ"

"خبردار، ڀنيٽ مچي ويندا، آئون اوهان جي ڌيءَ ڪٽڻ آيو آهيان."

"اوهان جي جوين جي ڦتڻ لاهي ڇڏيندس."

"اڳٽ چني ڇڏيندس." چريوگڙندو ٿو رهي.

"مٺا هاٺي ٻڌ، ٻڌي ته نه ٿا مرو. هيءَ سوسائٽي آهي. شيم. ٻڌ، مان... مان ننڍڙيون ٻارڙيون نه ٿي پڙهائي سگهان. جنهن شهر جي هر چؤنڪ تي، هڪ ننگو ماڻهو بيٺو هجي!..."

"چونه بيهندو، ان لاءِ ته تون ويڪ ٽيچر آهين. توکي پنهنجي پاورز جي ڄاڻ ڪانهي. جٽ آهين تون. مان ته پاڻ ڦاسجي ويو آهيان تو ڄڻيءَ ميٽرڪ پاس مان."

”چا چا، مسٽر ڳالهائين ڪنهن سان پيو؟ آئون اُها ماسترياڻي آهيان، جنهن تنهنجي شهر جا دڪان اسڪول اڳيان پوئو ڪرائي ڇڏيا تہ اسڪول جي بلڊنگ جي سونهن کي ڇيهو نہ رسائين.“

”اُهو تہ تنهنجو ڪيمونسٽ هئڻ جو هڪ ننڍڙو نماءُ هئو. ڇا اسڪول ۾ تو وٽ ٽيليفون ڪينهي؟“

”آهي.“

”پوءِ تو ڪڏهن پاڻ کي هڪ جوابدارمعزز شهري سمجهي، مون کي ٽيليفون بہ ڪيو هو ڇا؟ ها، اوهان کي ٽيليفون تي هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ کان فرصت ڪٿي هوندي. انڊيون ۾ جنڊ. “ساري، واهيات محاورو آهي.“

”ڇا؟... اها ڪهڙي بڪواس ڪيئي؟

”ٻڌ، مون سان ڳالهائڻ وارا ٻوڙا ٿي ويندا آهن مان پاڳل خاني جو ڊاڪٽر آهيان، مون کي ڇريا ڪريا نيڪ ڪرڻ ايندا آهن. نو آرگيومينٽ.“

مان ڪروڌ مان سگريٽ دڪائي پنهنجي ڪمري جي در اوڏيءَ ئي طاقت سان بند ڪريان ٿو ۽ اونداهين مان آواز ٿا اچن. ڏاڍا زوراور آواز.

اوهيو، پيچڙ تارو نڪتو آهي.

اوهان جي هِتان ڪهڙي هُتان.

يا علي مدد...

يا حسن يا حسين

يا حسن يا حسين.

يزيد جا ڦر، لعنت اٿو.

لعنت اٿو. آخ ٿوُ...

دور پولارن ۾ پڙاڏا آهن ۽ آئون پريشان ٿي، ڪيسٽ آن ڪري ٿو ڇڏيان.

# پري ، پولارن کان پري

اَڏامَ

دور پولارن مان جڻ پڙاڏا، ڏنوندا ٿا اچن:

”سچ؟.... تہ پوءِ پڌ، سچ برهما لوڪ کان بہ پري آهي.“ ۽ پانڊٽ پوتيل اکيون پٽي، سکرات جيهيءَ پيڙائن سان ڳڙکيءَ کان پري، پولارن ۾ نهاري ٿو. ڪمرو ايئر ڪنڊيشنڊ آهي ۽ ٻاهر آڳ اُلا سج جي تاوَ جا اُهاوَ اندر ٿا اچن.

وڏي آرس :

هان- ماڻهو، ٻارڙا، پوڙها تـئي جيان تتل پرٿوي تي پيا هلي رهيا هوندا؟ پر پيو شانتي... پريو شانتي... پريو شانتي...“ پر پانڊٽ کي سانت ڪانهي. اَشانتائيءَ جا اندر ۾ جڻ ڪير ڪُتا پيا آهن. اندر ۾ جڻ ڪوئي سچ وگهري، لڙکن جيان ڳڙندو ٿو وڃيس. جيئن وڏا گرهہ سدائين پيا وگهرندا آهن. چاتون ڇڏيندا آهن.

لڙاٽ :

” ڇا مان جيئڻ لاءِ ڦٿڪات نہ پيو ڪريان... ائين جيئڻ جيئبو آهي. جيئڻ ڏرتي تي رهبو آهي. ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي! ها... ايڏو زوال ! ٽرو سنچوريز، ماڻهو ايڏو ڪڏهن بہ نيچ نہ ٿيو آهي. جي مان سنگتراش هجان ها تہ، هيروشيما جو پوندبو ٺاهي، جنگبازن جي ٻوٽ تي گهروڙي ڇڏيان هان.“ پاندٽ روئي ٿو پوي.

پاندٽ پور ٿو پچائي:

ها- جيڪر پيو ڪو ڊاڪٽر هجي ها تہ آئون هن هاسپيٽل مان ڀڄي وڃان ها. هاڻي کهڙي نہ اچرج جوڳي ڳالهہ آهي، منهنجي برين جو آپريشن منهنجو پنهنجو پٽ ڪندو! ڊاڪٽر شام راماڻي. دي ينگ ڊاڪٽر، ويري فيمس. پاندٽ جي روئڻهار نيڻن ۾ مرڪڻهار لڙکن جي پالوٽ ٿيندي ٿي وڃي.

پاندٽ سوچي ٿو. پاندٽ وڏن ويچارن ۾ پيهي ٿو وڃي:

هان... پالنا بہ ڇا شيءِ آهي! مجڻ ۾ آر ٺي کهڙو آهي. پلا پٽ کان

شڪست کائڻ ۾ شرمائڻ جيهي ڪيهي ڳالهہ آهي! ڪيڏو نہ شاناٺو ڇوڪرو آهي! ڇوڪريءَ تي ساهہ ڇڏيندي بہ ڪڏهن بہ ٻڙڪ نہ ٻولي اٿس. بس رڳو پيو مشڪندو. رڳو ايترو چوندو 'ڊيڊي ماءِ فائن فرينڊ' عجيب ڇوڪرو آهي!

پورن ٿي پورن ۾ پاندت مرڪي ٿو پوي ۽ پاندت پاڻ کي مرڪندو ٿو محسوس ڪري. ڏاڍو خوش. پاندت پاڻ مرادي پڙڪي ٿو:

"ويدڪال. ويدڪ انڊيا.. پلا ايشيا مائنر ڇا کي چوندا آهن! هڪڙا ماڻهو يورپ ۾ تہ ٻيا ايشيا ۾ قاتل آهن. هن سامراجي شرسٽيءَ ۾ ماڻهو الائي ڪهڙا ڪهڙا واڃٽ پيا وڄائين! جڏهن ريڊيو ٻڌ. انگولا، موزمبيڪ، انڊونيشا، اجپٽ، اسرائيل، ايمريڪا، روس، افريڪا، هندوستان، پاڪستان پلا جنگ ڪان سواءِ پرٿويءَ تي ٻيو آهي ڇا؟" پاندت جو مک آنهريءَ ۾ ڳاڙهوٽي وڃي ٿو. پاندت محسوس ڪري ٿو، هو هلي پيو، پاندت وري آنهريءَ ۾ نهاري ٿو. پاندت ڪروٽ نہ پچائي وري اسپتال جي ڪير جيهي اڇي بستري تي ڍهي، بي- بي- سي لنڊن ٻڌڻ لاءِ ريڊيو آن ڪري ٿو. ريڊيو، جيڪو هڪ ٿي وقت ريڊيو ڪسيٽ جو ڪم ڏيندو آهي ۽ پاندت پنهنجي بيڊ ڪپبورڊ تان سهڻي جلد واري ڊائري کڻي پڙهڻ لڳي ٿو. وري لڙات ۾ هلبو ٿو وڃي.

گيتا،

پياري پياري گيتا، نيڪ آهي، آئون ڪميونسٽ آهيان. تو لکيو هو، تنهنجو هر سوڳند ڪوڙو، ڪچ ۽ ڪلاپ سان پريل هوندو آهي. تو اهو لکي، مون لاءِ ڪا واٽ ٿي نہ ڇڏي آهي. جيئن تون هندو استري آهين. گيتا تنهنجو نانءُ ٿي نہ، ايمان بہ آهي. پوءِ ٻين تي ويساهہ ڇو نہ پئي ڪرين. اسان ڪيمونسٽن وٽ بہ پنهنجو ايمان آهي، ڪيمونزم. ڪيمونزم جو سوڳند، مون کي تو سان ڏاڍو پيار آهي، پياري پياري گيتا. تنهنجي وارن جي چڳ جو سوڳند، مون کي توسان ڏاڍو پيار آهي. ڪڏهن ڪڏهن پاسندو آهي، روميو، راڻو، راجڪمار، پيرس ۽ پنهون سڀ مون ۾ پيهي ويا آهن. ريئلي، يو آر مور بيوٽيفل دين جوليٽ، مومل، هيلن اينڊ سسئي. آءِ لو يو. آئون ان ليٽر جا ڪجهہ ٽڪرا ڊائريءَ ۾ نوٽ پيو ڪريان.

پانڊُت اوچتو لڙاٽ مان ٻاهر نڪري ٿو اچي:

”رام رام رام... آئون بہ عجب جيهو ماڻهو آهيان. پرائي سچي ڊائري پڙهي ويس. توبهن توبهن توبهن...“

پانڊُت پنهنجو ڏوهہ پڪڙي لڄيندو ٿي وري پٽڪي ٿو:

توبهن، هيڏو وڏو ٿي ويو آهي، اِها ويسر جي عادت نہ ويندي يس. ٺيڪ آهي، پڻ جي ڊائري آهي، ساري ڇٽي معافي وٺي ڇڏيندو سانس ۽ چوندو سانس، ننڊ نہ ٿي اچي. ۽ پوءِ پانڊُت اشنان لاءِ باٿ روم ۾ اچي ٿو جتي هرڪا شيءِ هڪي حاضر آهي.

۽ باٿ روم ۾ هيڪل مِرڪون پکڙنديون ٿيون وڃن. پانڊت گوڏ سوڙو، ٽب ۾ پيهي ٿو وڃي .سندس رائيٽنگ پيڊ ۽ پين بنهہ سندس سيرانديءَ کان ٽيبل اسٽينڊ تي رکيل آهن:

”هان... ڇا هيءَ صدي، سچي بہ پرٿويءَ جي سڀ کان اڇوت صدي نہ ٿي چئي سگهجي؟ هن صديءَ ۾ ماڻهو ڏاڍو پوڪيو آهي. آدجڳاد کان جي انساني ڊوڙ ۾، هن صديءَ جي ماڻهوءَ سڀ کان تکڙي رومڙ ڪئي آهي، ائٽم راڪٽ ۽ ميزائل جي تکڙي خونخوار رومڙ جو سچي ايرين ريس بہ شرمائجي وڃي.“ ڪنهن آڳ کان پانڊت شاور کولي ٿو ڇڏي.

پڙاڏا

شاور جي پاڻيءَ جا جلترنگي جهنڪار جيها آواز. پانڊت سانت ۾ اچي نيڻ پوٽي ٿو ڇڏي.

پڙاڏا.

جڻ رات جي دوناڙ مان، سانوڻ جي سنڌو وهندي ٿي وڃي.

”ڇا ڪلا جو انت نہ ٿي ويو آهي. هن صديءَ ڇا ڇا نہ ڏيکاريو! سڀ ڪجهہ ڪيڏو نہ ڏهڪائيندڙ!

اوندهہ.

ڏوڏرا.

ٺڏا ساهہ. هاءِ هاءِ ووءِ ووءِ... پانڊت ڪي پاسي ٿو، باٿ روم ۾ نہ، هيرو شيما جي آڳ الاڪين ڪَن ۾ وينو آهي. ۽ پانڊت دکي ٿي، پنهنجي پنل ديهہ اسفنج ٿو ڪري ۽ تازو ڌوتل اسٽري ٿيل هاسپيٽل جو اڇو يونيفارم

پهري، وار آنهريءَ آڏو چنڊي، ڏيءَ کي ٻڌڻ لاءِ روم ۾ اچي ڪيسٽ آن ڪري ٿو.

"ڊيڊي... ماءِ سوئيٽ ڊيڊي.سڀ کان پهرين ته ڳل ڪيسٽ اسپيڪر تي رک، فرسٽ آف آل آءِ وانٽ تو ڪِس يو. او- ڪي."

"او ڪي."

پانڊت ڳل سائونڊ . اڪس تي ٿو رکي ۽ چميءَ سان چڻ دور جنگلاتن ۾ ڪوڙين جهرڪيون خوشين ۔ ن چرپر ڪرڻ لڳيون آهن. پانڊت جي من ۾ چڻ جينجهڻا ٿا وڄن.

"ڊيڊي، آءِ ايم هيپي، ايوري ٽائيم فيلنگ پيس، اِنر پيس. سچ، هاڻ ياسي ٿو، جيون ڏاڍي سهڻي شيءِ آهي. ساري ڊيڊي، آئون سدائين توسان مردن جي خلاف آرگيومينٽ ڪندي، وساري وِهندي آهيان ته هِن پرٿوي تي اوهان جهڙو سهڻو مرد به آهي. مان توسان هاڻ اهڙو ضد ڪڏهن به نه ڪنديس. ڊيڊي، مون فرسٽ ٽائيم محسوس ڪيو آهي ته تون يگن کان هلندڙ، اٿڪ ماڻهو آهين ۽ اِهو به محسوس ڪيو ته منهنجو آئيڊيل تو جهڙو ماڻهو هو. او- ڊيڊي، آئون ڏاڍو اِنر پيس پئي محسوس ڪريان. ڊيڊي، هننکي ڏسي پهرينءَ ئي نهار ۾ آئون حيران ٿي ويس ته مائون ههڙا پار به ڄڻينديون آهن!... ريئلي آءِ ايم اِن لو. ڊيپ لو. هاڻي ته اوهان کي مون سان ڪا شڪايت ڪانهي نه ته آئون اننيچورل جيون پئي گهاريان. پنهنجي طبيعت ٻڌائڻ جي ڪائي ضررت ڪانهي. پاڻيڙو ٽيليفون تي مون کي سڀ ڪجهه ٻڌائيندو رهندو آهي. برين ٽيومر ڪيني. اڄ ڏاڍو خوش هو، چيائين آپريشن جي ضرورت ڪانهي، ڊيڊي باءِ نيچر اهڙو آهي. ڪڏ ۾ وڃي پوي بيماري، وري ڳتو ڏي."

پانڊت ڪيسٽ تي ڳل رکي ٿو.

چڻ جهانجهن جي جهنڪار جهڄي پوي ٿي.

"ٿئنڪيو فار دس ڪائينڊ ايڪٽ." آواز اچي ٿو.

"هاڻي مان هونولولو جي هڪ سوئمنگ پول تي ويٺي اهو آواز ٽيپ ڪريان. گيتا جو سوڳند. ڦڪائي ٿي اچي. هاڻ پيلا پاڻ ته فرئنڊس آهيون. چڱو ٻڌ. هاڻي تنهنجو نائي تو ڳالهائي.

۽ ريڊيو ڪيسٽ تان، سائنس ايج پولاري موسيقي جي ڌن گونجي ٿي وڃي.

چڻ آڪاسن ۾ آتمائون "همرچو" ڳائينديون ٿيون وڃن.

چڻ ڪٿي ڪنهن عيسيٰ جنم ورتو آهي.

چڻ ڪٿي، ڪنهن مهاتما کي نرواڻ ملي وئي آهي.

"هيلو انڪل. الا لچيندو هان. شاهه جو سوڳند، مس مس مسلمان ٿي آهي. يلا اِها بہ ڪا ضد آهي تہ شادي جي خبر ڊيڊي کي اوچتو ڏينداسين. اٽز اي لٽل شيم فار مي. ساري جينٽل انڪل. باءِ گاڊ سچو ڏوهہ شيام جو آهي. معاف ڪري ڇڏيو نہ انڪل ... پليز..."

"اري ري ري." پاندت کان دانهن نڪريو وڃي: "اِهو تہ سنئون سڌو ڊوهہ آهي، ڪُپت آهي. بلڪہ هراماپائي آهي. هاڻي پيءُ کي ڪل ئي ڪانهي ۽ ڏيءِ ايمريڪا ۾ هني مون پئي رچائي. وري هي شيام جو پچو بہ ڪپت ۾ شامل! ها پائي... اسان پوڙهن کي ڪير ٿو ليکي." پاندت اونهون ساهہ ٿو پري.

مهاپاريلڙاٽ،

پوسٽ،

پوڏار.

پريو شانتي... پريو شانتي... پريو شانتي. پر پاندت کي شانتي ڪانهي.

"هان -جواٺي بہ چا شيئن آهي! هر ماڻهو تمب امپريشن جيان پنهنجي جدا سجاٺپ رکي ٿو. پاندت کي پنهنجي ٻالاپڻ جا پور پون ٿا.

لڙاٽ

آڪاسن مان چڻ ڪائي اپچرا لٿي آهي،

سونيءَ نٿ، ڏهري ۽ ٻانهينءَ ساڻ:

مهاپاريپوڏار:

"هي...."

"ڇاهي؟"

"سينڌ ۾ سيندور پيري ڇڏ نہ. ڇتو پرجان."

"توبهن، پائي آنهريءَ آڏو پاڻ نہ ٿي پرين؟..."

"چو تنهنجي هٿن ۾ ميهندي لڳل آهي؟"

”نہ ، ڪتاب آهي.“

”نہ، پوءِ وري نہ ڇنجان، سينڌ ۾ سندور ڇونہ ٿي پائين.“

۽ آڪاسن مان لٽل اپڇرا ڄڻ ڀڙ ڪري اڏامي ٿي وڃي.

پاندڙ ڪي ڇين ڪنهي، پاندڙ اسپتال جي نرم نرم پاتر تي پاسو ٿو مٽائي.

”هي شيام اڇي تہ چوانس، ننڍ ڪانهيم. توبهن، ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ کي ڪهڙا پور ايندا آهن!

مهاياري لڙاٽ

چنڊ ڪينهي، اوڙتيهين اونداهي آهي.

آڪاس ۾ ترن ٽروڪڙين ۾ بہ تيج آهي. پري، ڪارخانن جي روشنين مان هڪ پريمي جوڙو وڃي پيو، مرڪون ڦهلائيندو ۽ رات- رات ايڏي چٽائي آهي جو ڪيرڏارائن ڪان متي ڏنڌليل ڪيرڏارائن ۾ لڙاتيل ترترِ تارو تارو چٽاٽو ٿو ڏسڻ ۾ اچي ۽ وايو ۾ ميلا فلم جا گيت پريل آهن.

اس دنيا ڪو ڇوڙڪي پياري

ساري بنڌن توڙڪي پياري... آنا هي هوگا.

لڙاٽ

نيڻن مٿان ڪيپ

مهاياري لڙاٽ

دور ننيڙي مندر جا گهنڊ وڄن پيا. ڪالي ديويءَ جي سامهون پوڄا پاٺ پيا ٿين.

جادوونسي ناريون هولي ٿيونڻ ڪيڏن. ڏيئن جي روشنين مٿان، رنگن جي ڇٽ ڇٽان جي رنگين دز، پرهہ جي رنگن سمان اڏندي ٿي وڃي.

پتل جون ننيڙيون مورتيون

ماڻهن جا ننيڙا ديوس پتر

ماڻهن جون ننيڙيون ديوس ماتائون ۽ ڏهڪائيندڙ ڪالي ديوي جو مجسمو، جيهو ڪارو جادو.

”ڇو؟“

”متو ڦري ٿو.“

”نه، تو ۾ چوٽ آهي.“

”ها - مان ٻن ڪي نه مڃيندو آهيان.“

”ائين نه چئُ نه.“

چوندس.“

”تہ پوءِ ٻڌي ٿي، مان ديوتائن ڪان گھڻ ذات سان نه ڳالهائيندي آهيان. پوڄارڻ ڪي ڏتارڻ سولي ڳالهه ڪينهي.“

۽ پوڄارڻ چڙهي دور آڪاس ۾ گم ٿيو ٿي وڃي.

”پريو شانتي... پريو شانتي...“ پاندت پاسا ٿو ورائي. ”ٺيڪ آهي، نند نٿي اچي ته استاد بڙي غلام علي ٿو ٻڌان.“ پاندت پاڻ مرادو اٿي ڪيسٽون ڦولهي ٿو ۽ بيزار ٿي هڪ ڪيسٽ لڳائي ٿو.

ٺهڪڙا.

”ڊيڊي.“

”چاهي.“

”سچ ٻڌاءِ، ممي ڏاڍي سهڻي هئي.“

”ها.“

”اپسرائن ڪان سهڻي.“

”ها - سپنن جي لڇمين ڪان وڌ سهڻي، جيڪي چنيءَ رات ڏسڻ ۾ ايندي يون آهن.“

اوهه سوئيٽ ڊيڊي، مون تہ تنهنجو آواز رڪارڊ ڪري ڇڏيو. تو ڪي منهنجو سوڳند جڏهن پاڻ کي هيڪل محسوس ڪرين، اها ڪيسٽ لڳائي ڇڏجان.“

۽ پولاري راڳڻيون آڪاس ۾ گونجي ٿيون وڃن.

# ڏيهہ نہ ڪو پرڏيهہ

سچ، هو بہ چڪر ۾ اچي ويو آهي، ڀلا چڪر ڇونہ؟

هاڻي هوءَ ويچاري انٽرنيشنلزم جي عورت ۽ ان سان گڏ سماج سُڌارڪ. تمام سهڻي سُهڻي سپاجهڙي سون ورني عورت، جيڪا سنڌ جهڙي ڪاڏل ملڪ ۾ رهندي بہ چين، جاپان، امريڪا، روس، افريڪا، انڊونيشا، مڊل ايسٽ جي ماڻهن لاءِ ئي نہ، وائيلڊ لائيف لاءِ سوچي، آدجڳاد تائين سوچي. هاڻ ان ويچاريءَ کي ڀلا ڪهڙي خبر تہ هي عشق ڀشق ڇا ٿيندو آهي. بس، جڏهن ڪان اخبار ۾، الائي ڪيئن سندس فوٽو اچي ويو آهي، ماڻهو ڏڙا ڏڙ متس عاشق ٿيڻ لڳا آهن. هڪ ايڪٽر قسم جو ڇورو تہ اصل اهڙو پٺيان پئجي ويو تس جو ويچاريءَ جو ساهہ سُڪي ويو آهي.ڪالهہ بہ دانهن ڪئي آئي هئي ۽ اچ بہ ٽيليفون ڪيو اٿس تہ مان پريشان آهيان، اچان پئي ۽ هن جو سمورو پروگرام چوپٽ ٿي ويو آهي. هو وڏيءَ ڀوڏار ۾ لڙهي ٿو وڃي.

توبهن، عشق هڪڙا پٽ ڪن ۽ اڙجي مان وڃان. چري، ڇورن ڪان جند ڇڏائڻي اٿس تہ پوءِ وار ننڍڙا ڪرائي ۽ ائين يورپيئن اسڪالر عورتن جيان اونچي ڪڙي واري سينڊل سان، فوجي انداز سان ٺَڪ ٺَڪ ڪري هلڻ بدران ٺڙ ٺقڙ ڪري هلي. ڀلا ايڏي شاندار نموني سان هلڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي ۽ ايڏا ڪير جيها اچا ۽ اُجرا ڪپڙا پائڻ جي. ائين تہ هرڪو مرد شاندار عورتن سان شادي ڪرڻ ٿو چاهي ۽ هو پنهنجي پروگرام جي چوپٽ ٿي وڃڻ تي اچا وڏيڪ چڙي ٿو وڃي:

"هاڻي ڀلا ٽيليفون تي ذڪڻ جي ڪهڙي ضرورت هيس! ڇورو عشق ٿو ڪريس، قتل تہ ڪونہ ٿو ڪريس؟"

هو چپن ۾ ڀڻ ڀڻ ڪري ٿو ۽ گهنٽيءَ جي آواز تي منهن پلڙو ڪري، در ڏانهن وڃي در کولي ٿو ۽ هوءَ پکهر ٻاڙيندي اندر اچي ٿي.

"خير تہ آهي؟"

"ڏوڙ خير آهي." هوءَ ڪولر مان پاڻيءَ جو گلاس ڀري، وڃي سهڪي

سان پنڪي هيٺان ويهي، ڏِڪ ڏِڪ پاڻي پيئڻ لڳي ٿي.

"اڙي ٻائي، هاڻ تہ هو ڪچيءَ ۾ پئجندو ٿو وڃي!"

"اوهہ - فوهہ، آئون تہ ائين سمجهيو هئس تہ تون ٿرڊ ورلڊ وار جي آثارن جي ڪا وڏي خبر پڙهي آئي آهين."

"توبهن، ٻلا ٿرڊ ورلڊ وار جا آثار ڪينهي ڇا؟ پر هي ڇورو منهنجي جيون ۾ هائيڊروجن بم کان بہ وڌ خطرناڪ آهي." هوءَ ڏاڍي جولان مان چوي ٿي.

"ڇو ٻلا اڄ وري ڪهڙي شرارت ڪيائين؟"

"اڄ تہ نسوري بدمعاشي ڪيائين. ڏس، آئون وري ٿي چوان تہ تنهنجي دوست جو پاءُ آهي. ڏس، مون کان ڪجهہ ٿي نہ وڃي. اهڙي گڏ ڪيندي سانس جو ماڻس کي ياد ڪندو. الائي ماڻهو ڪيئن رولو ڪتيءَ جيان ڦر ڇٽيندا، سڙڪن تي اُڇلائيندا ٿا وڃن."

"پر ڪجهہ ٻڌاءِ بہ تہ سهي، ٿيو ڇا آهي." هو ڏاڍي بيزاريءَ مان رڙ ٿو ڪري.

"اڄ پارڪ ۾ منهنجي پنيان اکين تي ائين هٿ اچي رکيائين ڄڻ مون کو ڪيس وقت ڏنو هو. عجيب زمانو اچي ويو آهي، ماڻهو ڪنهن پارڪ ۾ بہ منٽ آئٽ جو ساهہ بہ کڻي نہ ٿو سگهي."

"اڇا، پنيان اکين تي هٿ رکيائين!"

"تہ ڇا آئون ڪو ڳالهہ کي وڌاءُ پئي ڏيان. وري بي شرمائي جي حد، چوي پيو، الله کان ڪجهہ ڀيو گهران ها."

"پوءِ تومائڙي ڪيو وٺي ڏنس، نڪاءُ ڪرائينس ها لپاٽ."

"لپاٽ؟ عجيب ماڻهو آهين! هاٿي مون کي ڀيو ڪم ڻي ڪينهي جو ماڻهن کي لپاٽون وٺي هٿان ۾ ها مون کي ايتري بہ خبر پئي آهي تہ تنهنجو شاگرد آهي. ووءِ ووءِ، توبهن فائن آرٽ جا شاگرد اهڙا ٿيندا آهن!"

"اهڙو منهنجو ڪهڙو شاگرد آهي؟ منهنجا تہ سڀ شاگرد اُٺ آهن. هي هم .... هي هم ڪري هلندا آهن."

"ياڻي تنهنجو شاگرد آهي. هو جيڪو لارڊ جم جو رول ڪري، ان جهڙو. ڇا چوندا ٿس، اوتول جهڙو. رڳو وار ۾ اکيون ڪارا اٿس. هلندو بہ

ڏاڍي نيش مان آهي."

"اوٺول جهڙو ڇورو، منهنجو شاگرد! مون وٽ تہ سڀ رنگيلي جهڙا آهن." هو چڻ پنهنجو پاڻ سان سوال ڪري ٿو.

"ها، تنهنجو شاگرد جي ناهي بہ تہ تنهنجي ڪاليج ۾ پڙهندو آهي ۽ آهي بہ تنهنجي سنگتيءَ جو ننڍو ڀاءُ."

"ڀائي ڪهڙي سنگتيءَ جو."

"عجب آهي، ڀائي تنهنجو هو سنگتي ناهي، جنهن جي پوري پيڻ آهي، ڏکهي ڏکهي. تنهنجي حافظي کي ڇا ٿي ويو آهي؟ هوءَ ڇوڪري ڪانهي، جنهن لاءِ مون چيو هو، هيءَ ڇوڪري جنگ تي فلمايل فلم "هيون نون مسٽر علي سن" واري ڊيبورا ڪير جهڙي ٿي لڳي."

اوهه.... حافظو خراب هوندو تنهنجو. تو چيو هو، ڪيڏو مانار پريل پيار ڪري ٿي تو سان، شادي ڇو نہ ٿو ڪرينس." هن جي ڳالهہ تي هوءَ ڪشتن مان ڪمري ۾ واڪ ڪرڻ لڳي ٿي.

"ڀائي ڏس، شادي تنهنجو پنهنجو مسئلو آهي. ڪنهن ڳوناٺيءَ سان ڪرين يا ڪنهن سوپير ليڊي سان. مان توسان ان ڇوڪري تي ڳالهائڻ آئي آهيان؟"

"ٿورو ٿڌي ٿي... بي ايزي... پليز بي ايزي..." هو فرج مان پہ ڪوڪ ڪڍي، ان جا ڍڪڻ لاهي، گلاسن ۾ اوتي ٿو.

"ڇو، گهر جا ڀيا ڀاتي اڃي ويا آهن ڇا؟" هوءَ ڏچي هوريان ٿي ڳالهائي.

"اڙي ڀائي هو سڀ وڏا ماڻهو آهن. ههڙي واهيات گهر ۾ پيلا ڪيئن رهندا. منهنجي تہ الله پڌي آهي. هاسٽل لائيف تہ ڊاگز لائيف آهي. "

"اڙي ڀائي، مان ڊاگز لائيف فلم ڏسي چڪي آهيان. تون فالتو ڳالهيون ڇو ٿو ڪرين؟ هن ڇوڪري تہ منهنجو ذهن ڏوڏي ڇڏيو آهي. ڪڏهن هلندي هلندي آئون سڙڪ تي ڪري پوندي سانءِ."

"ان جو مطلب تہ هو تو سان بيهودي نموني سان پيش آيو آهي؟"

"او نو... ائين بہ تہ ناهي. مان ڀانيان ٿي،جيڪي ناول ٿو پڙهي، انهن جا ڊائلاگ منهنجي ڪنن ۾ ٿو اوتي. باءِ گاڊ، وڏو سوئر آهي ڳالهائڻ جو. ڳالهائڻ ويل چپ، اکيون، نڪ سڀ ڪنٽرول ۾ هوندا اٿس. ماڻهوءَ کي اصل

سُک ڪري ڇڏيندو آهي!"

"ان جو مطلب، هو تنهنجي ذهن تي ڇانئجي ويو آهي؟ ليڊي يو آر ان لو."

"ڇا ٿو بڪين؟ دنيا جي ٻين سڀني مسئلن جي ڇچاٽي ٿي وئي آهي ۽ باقي رهجي ويو آهي پيار. اڙي ڀائي، اهي سڀ واندڪائي جا چونچلا آهن. ڪوڪ جو ڍُڪ ڀريندي هوءَ بيزاريءَ سان هن ۾ نهاري ٿي ۽ هو هٿ ۾ ٻڌل گهڙيءَ ۾ وقت ڏسندي اونهون ساهه ڀري ٿو.

"ڇا پاڻ ان مسئلي تي سياڻ نه ٿا ڳالهائي سگهون؟... اڄ منهنجي دل ڏَرَ تتيءَ جو شاپنگ لاءِ پئي چوي. ڏر ٽپندي آهي نه ته شين جا اگهه ٻه ڪري پوندا آهن. مان سڀئي شرٽ ونڻ ٿو چاهيان ۽ مون وٽ سلوار قميص آهي ئي ڪانه."

"مون کي سڀ خبر آهي. پر ڇا اڄ تون انهيءَ پوڙهين عورتن واري شاپنگ جو پروگرام ڪينسل نه ٿو ڪري سگهين. باءِ گاڊ، آئون ڏاڍي پريشان آهيان." هوءَ روئڻ جهڙي ٿيو وڃي ٿي. هو سندس نيڻن ۾ نهاريندي اُتي ڪڙو ٿئي ٿو.

"اوڪي- آخري وارتا ۾ توسان هو ڪهڙيءَ ريت پيش آيو؟ سندس وڙاؤ ڪهڙو هو؟ ڇا ڇا چيائين؟" هو صوفا سيٽ تي ليٽڻ لاءِ پاڻ کي اُڇلائي ٿو.

"وڙاؤ؟ بنهه جيئن نارمل ماڻهوءَ جو ٿيندو آهي. اڪين ۾ ڏاڍا الماس پئدا ڪري الاهين ڳالهيون ڪيائين. چيائين پئي، سال لنگهي ويا، تون ٻهرين عورت آهين جنهن جي گردش ۾ آئون اچي ويو آهيان، ذهني طور هائلي انسپائر. ۽ ٻيو چيائين ٿي ته مون کي تنهنجي ايڏي ضرورت آهي جيڏي نئين چاول ٻار کي ماءُ جي ڇج جي هوندي آهي. ۽ اهو به چيائين ته شادي يا اهڙي ٻئي ڪنهن به چڪر ۾ آئون نه آهيان، ۽ نه ئي مون کي ڪا لالچ آهي. آئون رڳو لاتونءَ ۽ ڏئونر وارو ساٿ ٿو چاهيان. ڀلا ايڏڙي ننيڙي سنگهر ۾ آهي ڇا؟"

"ڀئي واهه!... هي ته ڪو ونڊرفل ڇورو آهي. جيئن منهنجو تنهنجو، هڪ ننيڙو، نئين چاول اوڻان اوڻان! ڪندڙ ٻار جهڙو پيارو رشتو آهي، تيئن هن سان به ٻرانگهون هلڻ ۾ عيب ڪهڙو آهي؟!... هه- آ-" هو شوڪارو ڀري ٿو ۽ وري مٿس دهمان ڪري ٿو:

”آئون به ته تنهنجو مائٽ نه آهيان؟... ٻڌاءِ نه، ڪهڙو سنگ سياڪو آهي؟“

”عجب آهي، ان جو مطلب آئون سڄي جهان سان فرينڊشپ رکندي گهمان!“

”سڄي جهان سان تنهنجي فرينڊشپ ناهي ڇا؟ اهو ڇو پيئي وسارين ته تون رائيٽر آهين. ملڪ جي مڃيل ليکڪا. جيئري جاڳندي نائڪا، هلندڙ ڦرندڙ يونيورسٽي. سڄي جهان جو قلمي دوستيءَ جو ٺيڪو کنيو گهمين، باقي جي دوست ناهي ته اهو ڪهڙو چوڪرو!....“

”ها- هن منهنجي اکين تي هٿ ڇو رکيا. جنيءَ کي جن نه ڪن. ادي کي عشق انڌو ڪيو. هاڻ تو کي ڪهڙي خبر ته ان وقت مون ڇا پيئي سوچيو؟“ هوءَ چڙجي، خالي گلاس زور سان ميز تي رکي ٿي. آئون انهيءَ اُتاولي سان اڌ ڪلاڪ لاءِ سنگت رکڻ لاءِ به تيار نه آهيان. اهڙا ڇورا منهنجو آئيڊيل نه ٿا ٿي سگهن، هڪ پل لاءِ به نه.“

پر تون ته هن جي آئيڊيل آهين ۽ ڦري ڇوٽي وڃين. تو هينئر چيو ته هو ڏاڍو گمڀير آهي.“

”اهومون ڪڏهن چيو؟.... هان ڪڏهن!“

”اوهه... تون ائبيزينڊ مائينڊيڊ رائيٽر آهين. تو پاڻ الائي ڇا ڇا چيو، ماٺار پريل. نڪ اکيون چپ سڀ ڪنٽرول ۾. ڇا اهي سڀ هڪ گنڀير نوجوان جون نشانيون نه آهن.“

”توبهن...“ هوءَ ڪروٽ ۾ اچي ڪمري ۾ وڃي ٽيلار تي ڪرڻ لڳي ۽ ڪروٽ کي پيچي وري تکو تکو ڳالهائڻ تي لڳي:

”هاڻي ته تون به مون کي سمجهڻ کان پڙ ڪيي بيٺو آهين. مون وٽ دوستن پوستن لاءِ وقت ڪينهي. تون سمجهين چو نه پيو ته آئون هڪ پيوئر رائيٽر آهيان. مون وٽ سوچن جا آسمان آهن. ڀائي منهنجو نئون ڪتاب مون کي منهنجي جيون کان وڌ پيارو آهي. ان لاءِ آئون صحت بهت جي پرواهه نه ڪندي آهيان. مون ان ڪتاب لکڻ لاءِ پندرهن سال پورڪيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته پنا به مون لاءِ وڏو پرابلم ٿي ويندا اهن. تون چئه، ڀلا آئون ڪو وڏو پرائيز کٽڻ جي چڪر ۾ آهيان ڇا؟ اڙي ڀائي، مون کي منهنجو ڪتاب پورو ڪرڻ ڏيو. پوءِ پل منهنجي جسم جو واڪ لڳائي ڇڏيو. آئون ايڏي

بولڻ آهيان جو اوهان کي بروٿل ۾ بہ ويهي ڏيڪاري سگهان ٿي. ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ، اٺون هن صديءَ لاءِ چئلينج آهيان. منهنجي ناول جو ٿيم؟ منهنجي ناول جو ٿيم آدجڳاد کان اڄ تائين جي ڪُهڪان جو چڪا چڪا ٿي ويل ڳاڙهو ڳاڙهو رت آهي. جيڪو صدين جي ڌماڪن سان ڪارو ٿي ويو آهي. جيڪو هاڻ تمام گهڻو ۽ گندو ٿي ويو آهي. وڏي گهٽ ۽ بدبو اچڻ لڳي آهي سا ، بوساتيندڙ." هوءَ روئي ٿي، چرين جيان اکين تي هٿ ڏئي، هڪيءَ مان رانياڻ ڪري روئي ٿي ۽ پوءِ اوچتو ڪتاب ڪڻي، وجڻ لاءِ ڏاڪڻ ڏانهن ڊوڙ ٿي پائي ۽ سندس اوچي ڪڙيءَ وارو سينڊل ڏاڪي سان وچڙي ٿو وڃي ۽ هوءَ دانهن سان ڏاڪڻ تان بولاٽيون کائيندي ٿي وڃي ۽ هو تڪڙيءَ ڊوڙ سان ڪيس سنڀالي ٿو:

"ڌڪ تہ نہ آيئي."

"منهنجا هڏ رُڪاهان آهن." هن جا لڙڪ بس نہ ٿا ڪن. هو ڪيس ڪنڌ ۽ گوڏن هيٺان ٻانهون ڏئي، کڻي ٿو ۽ هوءَ دُرڙي هڻندي روئندي چنگهون هيڻ متي ڪندي ٿي وڃي:

"ڇڏ مون کي، چيم نہ هڏ پڪا ٿي ويا آهن. مون کي الاهين لکڻو آهي."

"ڏوڙ لکڻو آهي توکي، تون هن صديءَ جي سڀ کان واهيات ليکڪا آهين. ڪمزور ۽ انيچورل."

"بڪواس بند ڪر." ۽ انهن اکرن سان ئي هوءَ بيڊ تي وڃي ڪري ٿي.

"ها. سچ سدائين بڪواس لڳندو آهي. تون انيچورل رائيٽر آهين ان لاءِ تہ تنهنجي رهڻي ڪهڻي انيچورل آهي. جيئن حياتيءَ ۾ پاڻي، ماني، ڪپڙا، گهر ضروري آهن. تيئن ميل لاءِ فيميل ۽ فيميل لاءِ ميل. چوٽيهن سالن جي ٿي وئي آهين، ٻڌاءِ ڪيترو هيڪل گذاريندينءَ؟ تون اڌوري آهين. ان ڪري تنهنجون لکڻيون بہ اڌوريون آهن." هو ڪاوڙ مان سندس نيڻن ۾ نهاريندو ٿو رهي.

"ڇا تون سچ پيو چوين؟!"

"ها- نيٺ تون مردن کان ايڏو الرجڪ ڇو آهين؟ جيئن سڀ عورتون خراب نہ هونديون آهن. تيئن سڀ مرد بہ خراب نہ هوندا آهن."

”... ... ...“ هوءَ ڏوڏا ڦاڙيو منجهس نهاريندي ٿي رهي.

”ٺيڪ آهي، آئون اشتهاري فلمن جو ننڍڙو ايڪٽر ٿي سهي، لڪس نرالا لڪس ڪندڙ. پر مون تو جهڙن هزارين رائيٽرز کي پڙهيو آهي. تون نه رڳو پنهنجي سِر جي، پر پنهنجي سڄي ڪُنب جي تباهيءَ جو ڪارڻ آهين. تنهنجا مِٽَ ٺيڪ چوندا آهن. تون ڪنهن بئنڪ جي مئنيجر به هجين ها ته اڄ تو وٽ ڪار هجي ها، بينگلو هجي ها.“

”تون ته ائين پيو چئين ڄڻ تون پاڻ وڏو گري گوري، مارلن برانڊو، لينڪاسٽر يا دليپ ٿي ويو آهين. هڪ نه، چار شاديون ڪريو وينو آهين.“

”ٺيڪ آهي، تون ٿي وي تي اسڪرپٽ لک، آئون ٿو ڪم ڪريان. فنون ۽ آرٽ جي دنيا جو هر ماڻهو پئسن لاءِ نه، فن لاءِ جيئندو آهي. بهترين آرٽسٽ بهترين اسڪرپٽ جو محتاج هوندو آهي ۽ شادي... شادي لاءِ منهنجي نظر ۾ هڪ ڇوڪري آهي. بمباسٽڪ ڇوڪري.“

”ريئلي.“ هوءَ ڄڻ پنهنجا سمورا ڏک ڏنجهه ڀلجي ٿي وڃي ۽ ڏاڍي چاهه مان هن ۾ نهاري ٿي. ڄڻ ڪيس ڪنهن تي اعتبار ٿي نه ٿو اچي.

”ٺيڪ آهي، جنهن ڏينهن تون شادي ڪندين نه، ان ڏينهن آئون به ڪنواري ڪا نه هونديس.“

”منهنجي دل رک نه، انهيءَ ڇوري سان شادي ڪري ڇڏ. ان ڇوري کي ته مون زوريءَ همٿايو آهي. نه ته لکي لکي تنهنجون واٽون تڪيندو هو.“

”ڇا؟!“

”ها.“ هو مرڪي ٿو پوي.

”ساري جينٽلمين، ان ڇوڪري سان رڳو ياڻپو رکي سگهجي ٿو. شادي هر ماڻهوءَ جو پنهنجو ذاتي مسئلو آهي.“

”قران اهڙو شاندار ڇوڪرو سڄي ڌرتيءَ جي گولي تي نه ملندءِ.“

”ڇيم نه مٿو نه کاءَ. آئون مڙس ڳولڻ جي مرداني آهيان.“ هوءَ ٽڪي چور ٿي چوي ٿي. ”ڇا تون شاپنگ لاءِ وڃي نه ٿو سگهين؟ مون کي تنهائي کهرجي.“

”وڃان ٿو وڃان ٿو. مر نه. ها... مون ڇپو ٿي هرويرو پاڻ کي لکڻ جي مشين نه سمجهه. تون لکي لکي بنهه ڊهي وئي آهين. ننڍ جي هڪڙي

گولي ڪائي سمهين پئـ. آئون ڪا سنٺي فلم ڏسي موٽان پوءِ پلي، ماٺهين ڏانهن هلي وڃجان. رميمبر، نو رائيٽنگ. اوڪي؟"

"اوڪي." هوءَ ڏاڍي سانت سان اکيون ٻوٽي، نرم نرم وهاڻو ڪنڌ هيٺان سُهلائيءَ لاءِ دٻائيندي ٿي رهي.

"واهـ - تون تـ جڻ ٻهرينءَ رات جي ڪنوار جيان سيج تي رسي بـ وئينءَ! اندران دروازو بند ڪرڻ لاءِ پٺهين نوڪر موڪليندو ڇا؟ اڄڪلهه پيائي زمانو خراب آهي، هتي پنجن سالن جي ٻيبيءَ تي ڏهـ ڏهـ ماڻهو چڙهيو وڃن. آئون رات جي ائين ڪان اڪي ڪونـ موٽندس." هو تيزيءَ سان ڏاڪن تان هيٺ لهي ٿو وڃي. ۽ ٻاهرئين در جو نڪاوَ سان بند ٿيڻ جو آواز اچي ٿو.

هوءَ اٿئج باٿ روم جي در ڏانهن نهاري، مٿو ڪنهي ٿي ۽ هيٺ لهي، اندران ٻاهريون در بند ڪري مٿي چڙهي ٿي ۽ هلندي چولو لاهيندي ٿي وڃي، وهنجي ٺڏو ٺڏو ٿي سمهڻ لاءِ ۽ ڪمري ۾ ايئر ڪنڊيشنر، پنکن جي آواز سان گڏ سيند وجهڻ جا سريلا آواز پيدا ٿي ٿا وڃن ۽ ريڊيو ڪيسٽ تي گيتا جو گيت. 'اپنے پے بهروسه هے اک داؤ لگالی' گونجندو ٿو رهي.

# اڌ چريا ماڻهو

”اڙي هٽو پالا- جوءِ جا.... هٽوس اُپيون ڪاتيون...“

”الله اڪبر الله اڪبر. اصوات خير مِننوم...“

”الا بچايو، ڏينيو ڏنگ تا هڻن.“

”چل ميري گهوڙي، دِڪا تاج محل....“

”سستو سستو، ڊوڙي اچو، منو منو پيشاپ پيئو. چار آنا پاءُ، چار آنا پاءُ.... پڇتائيندؤ...“

”باهه، گهوڙا ڙي باهه. پاسا تا وڃن.“ اچا پوهه لاٿا لوهہَ مَهاڙ مس ڪڍي تہ وارڊ نمبر ٽئين مان عجيب گجگوڙن ۽ ڪيڪراٽن جا آواز وڏي واڪ اچڻ لڳا هئا. جيئن جيئن راتيون برف جيان ٿڌيون ٿڌيون ٿينديون ٿي ويون تيئن تيئن چريا مستو مست ٿي، ڪوڪرا ڪرڻ لڳا هئا. وارڊ نمبر ٽيون ننگو وارڊ آهي. جنهن ۾ اوچين ديوارن اندر هڪ پاسي ڪان عورتون پريل آهن تہ ٻئي پاسي مرد. سڀني پاڳل خاني ۾ چرين کي سرديءَ کان بچائڻ لاءِ ڪنهن بہ قسم جي اوٽ يا اجهو ڪينهي ۽ جيئن جيئن سرد هوائن پريل راتيون اِنگهنديون پيون وڃن تيئن تيئن پاڳلخاني ۾ رات جي نوائيءَ ۾ گار توار ۽ ٻاڪار جا نوان نوان آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. رات جا يارنهن ڪن مس ٿيا هئا جو اڌ چريو گاگن ڊوڙندو آيو هو:

”سائين جهٽ ڪر- هو بنگالي چريوآهي نہ جهنڪ، مري ويندو، قرآن لاش وانگر پيو ٿئي!...“ پاڳل خاني ۾ جڏهن ڪا مصيبت ايندي آهي گاگن مون وٽ ڊوڙي ايندڙ آهي. گاگن مون کي بنگلي جي صفائي ۽ سنهي ٿلهي ڪم ڪار لاءِ ڏنو ويو آهي. مون کي اسپتال ۾ آئي مهينو ڪن مس ٿيو آهي پر منهنجي ۽ گاگن جي ياري ڏاڍي پڪي ٿي وئي آهي. جڻ اننت ڪالن کان اسين هڪ ٻئي کي سڃاڻندا هجون. گاگن جو اندر ميڻ کان بہ ڪونئرو ۽ نِرمل آهي. ٻين کي تڪليف ۾ ڏکن ۾ ڏسي گاگن ڏاڍو پريشان ٿي ويندو آهي. روئي بہ پوندو آهي. وارڊ نمبر ٽئين ۾ چرين جو وڏو هولريو آهي:

”اڙي مري ويو.... ڪلما پڙهي ڪٿوس. الله اڪبر...“

"مري ويو مردود نہ ختمو نہ درورد. ڪافر مٿان قرآن حرام آهي.

"اڙي ڇا ٿيس؟!" مان جلدي تارج سنڀاليندي پڇانس ٿو.

"سائين، هو وڏو وڏو ٻڙ جو وڻ آهي نہ، انهيء مٿان اوچتو، زبڙاٽ ڪري ڪريو آهي."

"ڇگو تون هيٺن ڪر، ڊاڪٽر الله ڏني کي بہ وٺي اچ، جلدي ..."

مان ڪيس سمجهائي تڪڙو وارڊ نمبر ٽئين ڏانهن وڌان ٿو.

"جيڪو ايندو تنهن جي جوء... ڇڏيندا سين."

"ڪلا تو رَن... اسان جي دوزخ وچڻ جا آڊر ڪيو نہ تہ ڪڏين سان... ڦاڙي ڇڏيندا سين."

"الله اڪبر الله اڪبر." وارڊ نمبر ٽئين ۾ چرين جو وڏو چؤبول آهي. سياسي چريا تہ ماڳهين جدا جڻ ميٽنگ ڪوٺايو ويٺا آهن. مان ڳاريون هڪ ڪن سان ٻڌندو ٻئي ڪن مان ڪڍندو، ان بنگالي پاڳل ڏانهن وڌان ٿو. مان جڏهن ڪان انهيء اسپتال آيو آهيان، الائي ڇو ان بنگالي پاڳل تي مون کي کهڪاءُ اچڻ لڳو آهي. مون جهنڪ جي پاڳلپڻي جو سمورو رڪارڊ اٿلائي ڏٺو آهي. ورهاڱي ڪانپوء ٽرت ئي جڏهن سنڌ ۾ چمڙي جا ڪارخانا لڳايا ويا تہ جهنڪ ٻين هندو توڙي مسلم مزدورن ساڻ ايسٽ پاڪستان ڪان حيدرآباد آيو تہ ساندهہ ٽيرهن چوڏهن سال ڪارخانن ۾ ڪم ڪندو، رُکي مانيء جيترا پئسا بچائي باقي سمورا پئسا زال کي، ٻارڙن کي موڪليندو رهيو. هو هر سال بنگال وڃڻ لاء سوچيندو هو ۽ وڃڻ جي بدران، اوٽ موٽ جو ڀاڙو بہ گهر موڪلي ڇڏيندوهو. پوء اوچتو جنهڪ پاڳل ٿي ويو. ۽ پوء هوريان هوريان سندس بنگالي ساٿي بہ هڪ هڪ ٿي بنگال هليا ويا ۽ جهنڪ سدا لاء رهجي ويو. هونئن پاڳل بنجڻ ڪان اڳي جهنڪ ڏاڍو يوڳائي چرچائي، برهمچاري ۽ ننڍڙن ٻارڙن سان بي انتها پيار ڪندڙ ماڻهو هو. اسپتال ۾ جهنڪ خطرناڪ ۽ لاوارث چريو آهي.

"لونڊو ڊاڪٽر اچي ويو – لونڊو ڊاڪٽر اچي ويو."

ڪَڪَ... ڪَ – ڪَ ڪڪڙو ڪو.

"ڊاڪٽر ياڙيو نہ ٿي، ڀيلي ڀيڙي تہ ڇڪاء، نہ تہ آئون سرڪار کي چوندس تہ منهنجي زال وڏيري نہ تو ڇڄائي آهي." ۽ ٻئي ڪنهن پاسي ڪان

ڪنهن پاڳل جي ڳائڻ جا آواز اچن ٿا: "ماٺهو مري ٿو، ملان نهاري ٿو جهڙو مور، قاضيءَ وارو قسلو." منهنجي هٿ ۾ ٽارچ ڏسي الاهين چرين ۾ ياچ پوي ٿي. مان جهنڪ مٿان اچي ٽارچ سان ڪيس چڱي طرح ڏسان ٿو.

جهنڪ لٿين سان ماريل مرندڙ ماٺهو جيان پيو آهي ۽ سندس پير ۾ ٻڙ جو ننڍڙو چڳل ڏار ٻه پيو آهي. جهنڪ جي بدن تي رهڙون آهن. مان محسوس ڪريان ٿو جهنڪ وڏيءَ سڪرات جهڙيءَ پيڙا ۾ آهي. هن جي هڪ ٻانهن ۽ ڪرنگهي جي هڏي چيلهه ڪان ٽٽي پئي آهي. هن جي ديهه جيڏي ئي نست ۽ ساٽي ڪاٺي آهي، اکين ۾ اوڏي ئي ٻاڏ ۽ ڦٽڪو آهي. هو مرٿينگ حالت ۾ سدائين جيان پنهنجي ڦاٽل ڪوٽ جو گيدو بچائڻ لاءِ هٿ دل جي پاسي رکيو پيو آهي. ان ڪان پهرين جو جهنڪ پساهه ڏئي ڇڏي، آئون ڪنهن آس تي جهنڪ کي ڪنڌيءَ چنگهن ڪان هٿ ڏئي ڪٺان ٿو ۽ تکڙو اسپتال جي بلڊنگ ڏانهن وڌان ٿو.

"جوٺهين سان گڏ سمهارجانس.

"قرآن ڊاڪٽر الهڏني وانگر هي نئون ڊاڪٽر ٻه چتو آٿو. هٺوس گڏيون." آئون وڏي مشڪل سان، اڌ چرين جي مدد سان، جهنڪ کي ٻانهن ۾ لڙڪائيندو، وارڊنمبر ٽئين جي وڏي دروازي ڪان اکري، ڪيس فرسٽ ايڊ ڏيڻ لاءِ جيئن ئي اسپتال ڏانهن وڌان ٿو، پوڙهو ڊاڪٽر الله ڏنو منهنجي اڏو اچي ٿو وچي.

"يار تون ته چريو آهين. اِهو ڪهڙو رواج وڌو اٿئي؟"

"ها يار، چرين جا ڊاڪٽر ٻه چريا ئي ٿيندا آهن."

"يار پوءِ پين جي ننڊ ڇوتا حرام ڪريو؟ تنهنجو ڪم ڪهڙو هو هن چريي جي پٺ کي منهنجي ٻنگلي تي موڪلڻ جو. گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ڀيرا ڪال بيل وڄائي منهنجي گهر جي ڀاتين جي ننڊ ڦٽائي اٿس. ميان آئون ٿو جيان چڙهوچاند ماٺهو ڪين آهيان."

"ساري سر." "مان معافي ٿو گهران." اوهان جي ٻنگلي جون بتيون ٻريون پئي، مان سمجهيس اوهان جاڳندا هوندا. يار هي ويچارو ته مري ويندو!"

"يار تون ته صفا ڪو چٽ آهين. يلا ساهه ڪو اسان جي وس ۾ آهي چا؟" ڊاڪٽر الهڏني جي ڳالهه تي ڪن لاءِ آئون سُن ۾ اچيو وڃان ته هي

پوڙهو ڳالهائي چا پيو. هرويرو مون کي چڙ وٺي تي وڃي.

"ساري، مون کي ماٺهو نہ موڪلڻ گهرجي ها. شايد اوهان ڪنهن وڏيءَ هاج ۾ قاتل هوندا؟"

"مون ريڊيو پاڪستان لاءِ افسانو پٽي لکيو. سرڪار کو هنن چرين لاءِ اسان کي ايڪسٽرا پيمينٽ ڪندي آهي چا جو چوويهہ ڪلاڪ پاڳلن ۾ پيا هجون. ميان نئون نئون آيو آهين، پوءِ متان دانهون ڪرين تہ مون کي سڻائون ڪين." ڊاڪٽر الهڏنو ڪروڌ مان گهر ڏانهن موٽ ٿو ڪائي.

وارڊ نمبر ہے جا اڌ چريا ڊوڙي اسٽريچر ڪٽي اچن ٿا. مان جهنڪ کي فرسٽ ايڊ ڏيڻ لاءِ جلدي جلدي پنهنجي آفيس ۾ ڪٺائي ٿو اچان.

جهنڪ جي نڙيءَ مان گجيءَ سان گڏ گهٽيل اوڪارن جهڙا آواز اچن ٿا. جهنڪ جا پاسا بلڪل بند آهن. تمام گهڻو متان ڪان ڪرڻ ڪري سندس ڪرنگهي جون هڏيون ڪُهڙن جيان ٻاهر نڪري آيون آهن. جهنڪ ننگو آهي. هو ساهہ جي پڇاڙڪي واريءَ ۾ڏ تر جهڙيءَ حالت ۾ ہے ورهين جي ميري، بدبو چڏيندڙ ڪوٽ جي گيدي مان هٿ نٿو ڪڍي. جهنڪ جي نيٽن ۾ چڻ چڳن جون پيڙائون ڪن لاءِ جاڳي تيون پون. جهنڪ آزار کان چيچلجي ڪيهون ڪرڻ لاءِ گهڙي گهڙي موت جيهيون اوٻاسيون ٿو ڏئي. سندس ٻاڪي مان کي آواز اُپٽجن ٿا.

"لا... ڪوم... لا ... ڪوم... بنڌو ڪوميلا." ۽ گڙ گڙ التيءَ سان هن جا هٿ پير شيخ ٿيندا تا وڃن. ۽ پٽي وڏي اوڪاري سان هو پساهہ ٽوڙي ٿو چڏي. هن جو هڪ هٿ منهنجي ڳتڙ ۾ آهي ۽ ٻيو هٿ گيدي ۾ پوري طاقت سان قبيل آهي.

"جهنڪ ٻائي... جهنڪ ٻائي." اڌ چريو ڪاڳن رانياٽ ڪري روئي ٿو پوي. مان جهنڪ جو هٿ پنهنجي ڳتڙ مان چڏائي سندس هٿ پير سڌا ڪريان ٿو ۽ ڪا ڳالهہ محسوس ڪندي جهنڪ جي گيدي ۾ هٿ وجهي ڪجهہ شيون ڪڍان ٿو. جهنڪ جي گيدي ۾ هڪ پراڻي ننيڙي ٽٽل ڪافور جي ڪُڏي آهي جا الائي ڪڏهن هَن پنهنجي ننيڙي ٻارڙيءَ ڪملا لاءِ ورتي هئي. مان جهنڪ جون اکيون سدا لاءِ بند ڪري، بند ڪمري مان هڪدم ٻاهر نڪري ٿو وڃان.

# رئندا ڪلندا ماڻهو

ڏبئي نہ ويندي ٻہ، هو چڻ ڏبئي مان موٽي آيو آهي. ’اهڙا ڪيئن پاسپورٽ ۽ ٽڪيٽون آيون ۽ ويون.‘ هو ڪروڊ ۾ اچي سوچي ٿو:

”نيٺ هي مينو جي ٻچي مون کي سمجهي ڇا ٿي؟ پيار... منهنجي اندر ۾ لاڪس جيڪا پيڙا ۽ پرارٿنا آهي، ڪري سگهندي تنهنجو ڪاڇو ۽ ڪاٿو. ڪاري ڪتي، گڏهہ؟ چڻ مون جيڪي ڳالهيون سائس ڪيون هيون سڀ ڪوڙيون هيون؟ منهنجي من ۾ ڪو مير هو؟ اُجري رڳي پاڻ آهي؟ الائي ڇا ٿي سمجهي پاڻ کي...! هونهن، شيبا بيبي؟ ڪيس ڪهڙي خبر تہ دنيا ۾ ڪا صوفيا لارين جهڙي عورت بہ آهي! جيڪڏهن پاڻ وڏي وڏي ڪاري ڪاري ٻَاٽي ۽ نچڻي آهي تہ ڇا ٿيو؟ مان بہ تہ وڏو سانورو سانورو، نہ ڪارو نہ ڳاڙهو، ڳاٽٺو آهيان. هينئر جي دوبئي وڃان تہ ڇورين ۾ مانداڻ وجهي ڇڏيان. هونهن... مون کي ٿي چوي پروفيشنل... پروفيشنل هجان ها تہ وٽس خالي هٿ اچان ها؟ سو بہ پيدل؟ هونهن انقلاب... انقلاب، ڪارو انقلاب... وڏي نرودا جي ڊيءَ پئدا ٿي آهي. اردوءَ جي وڏن پينٽرز جي پينٽنگز کي نالا ٿي ڏئي، ڪڏهن ڪترِيءَ جي نالي ڪو ريمارڪ ڏنو اٿس. ڪهڙيءَ ڪوالٽيءَ ۾ گلوءَ رنگن ڪان وٺي، ٿامي جي اسڪلپچر نالهڻ ۾ انهيءَ مهاجر آرٽسٽ ڪان گهٽ آهي؟ ڪتري تہ اچا وڏيڪ سينئر آهي، ماڻهن تہ ڪيس اڏ چريو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ ٽرو پيئو وتي آرٽسٽن کي گاريون ڏيندو. پاڪستان ٽيليويزن جي وڏي اديب آفيسر جي نئين نئين دوست آهي تہ متو ڦري ويو ٿس. آرٽ... آرٽ... ڀلا ايتري خبر اٿس تہ اسڪلپچر جي دنيا ۾، هڪ نوجوان موترن جي ڀراتن مڊگارڊ کي ويلڊنگ ڪري. محمد علي ڪلي جو انگاس مجسمو ٺاهيو آهي!... ڏسي تہ ميجالو گهوماتي ڪائي وجيس! ڪودي بہ خوش آهي تہ محمد علي ڪلي پاڪستان ايندو ۽ ڪيس سجاڻندو! ننگڙا نماڻي دا، جيوين تيوين پالٺا. ڇٽ، ڇري، ڇرپٽ، ڪِني لٻاري، ڪُتي، هونهن، مون کي ٿي چوي ٽرڙا...

هو وڏي آشانتائي ۽ ويا ڪلتا سان پاسو ورائي ٿو ۽ وري مينو جي

ٻالاپڻ جي ساهيڙيءَ جي باري ۾ سوچي ٿو:

” توبهن، ڪيڏي نه گريسفل عورت آهي! سنڌي وڏا پلستر آهن. ڏيئرن جي سموري ٽئلينٽ کي ختم ڪريو، ڪين پردي جي ست پڙن وارن ڪوٺن ۾ لڪائي، چاهيون درياهه سنڌ ۾ اچلائي ڇڏيندا آهن. پر ڪين کهڙي خبر ته اهڙي قيد ياٽي جڏهن قيد ٽوڙيندي آهي ته الل اعلان ٽوڙيندي آهي، بنهن اگهاڙي ٿي ميدان ۾ نڪري ايندي آهي ته هي ڪهڙي سوسائٽي آهي! ڏسو آهيان نه آئون فائن ليڊي! مون ۾ ڪَسُ ڪهڙو هو جو اوهان مون کي، هيڏيءَ وڏي دنيا ۾، شاهه عبداللطيف جي ڪوهه واري، منڊي ماڪوڙي بنائي رکيو؟ ٻڌايو ڇا مان ماڪوڙي آهيان...؟ اوهان سيني جا اوزار منهنجا ماپيل آهن، ڪيڏي ڏيکاريانوَ اُب؟

ڪن لاءِ وري هو پاسو مٽائي ٿو. الاهين دير ٿي وئي آهي، مينو لاڪس چانهه نه آندي آهي. هو خار ٿو کائي:

ها، ساهيڙيءَ سان جو ويٺي هوندي، منڊي ماڪوڙي...! هيءَ حرامزاديون، هن هيڪل هيڏي وڏي گهر ۾ ڪٿي هڪ ٻئي سان سيڪس ته نه انجواءِ ڪري رهيون آهن. ها ها ويچاريون ڇوڪريون، بانديائيون، ٽوڙي آزاد، ائين ڪنديون آهن. ائين ڪرڻ تي مجبور آهن. پيٽ نه ٿي ڀوي... توبهن ڇوڪريون يا عورتون ناجائز ٻار ٿيڻ کان ڪيڏو نه ڊڄنديون آهن! باقي جي رڳو ڪو رشي ٿي سهي، ملان پنڊت، ملان يا پادريءَ جا ٻه ٻول پڙهايل هجن ته پوءِ ڪيڏي نه فخر سان پاڻ کي ڊبل ڊيڪر سڏائينديون آهن، ڪيئن نه ڳاٽ اونچو ڪري اڪين ۾ آدجڳاد جا ڪيپ ڀري هلنديون آهن ته سمجهو حاتا، اوهان سڀ ڪنگال آهيو، اوهين سڀ بکيا وحشي ڪتا آهيو، جو ڪجهه آهي، منهنجي پيٽ ۾ آهي. ”اچانڪ هو خوشين مان ليٽڙي ٿو پائي ۽ سنهنجي مومل جهڙي ڪرن فرينڊ لاءِ سوچي ٿو. ”او مائي گاڊ، ڊبل ڊيڪر. منهنجي ماسوڪڙي ته ڇڻ سدائين جهڙي ڊبل ڊيڪر هوندي آهي. ڇري سمجهي ٿي ته ڊبئي، امريڪا يا ٻين ملڪن ۾ وڃڻ سان آئون امريڪن ايجنٽ ٿي ويو آهيان. ماڳهين شهر ڇڏي ڀڄي وئي. پاڻ کي وڏي پروفيسر سمجهندي آهي، وڏي افلاطون. ڀلا ڪو ماڻهو جي امريڪن ايجنٽ ٿي به وڃي يا چائنا ايجنٽ يا ڪهڙو به واهيات ماڻهو، اهو ڀلا ڀنهنجي سپڻ جي

ديويءَ سان ڪُلاپ ڪندو ڪيئن؟!... توبهن هي اسان جون عورتون آهن يا ڊبل ڊيڪر بسون! سوسائٽي جي ڊرائيورن جي چنگهه هيٺان آيل... ڊبل ڊيڪرون. جيڏانهن سوسائٽي چاهي، جيئن چاهي، تيئن سندن اسٽيرنگ ڦيرائي ڇڏي."

اچانڪ چانهه جي ٻاڙ محسوس ڪندي وڏيءَ ٽيڪاهينءَ جاءِ جي هال مان ڊوڙندو، ڇُلهي ڏانهن خارن مان وڌي تو:

"اوهه مينو جي ٻچي، هي چانهه ٿي چاڙهين يا ٻنگ ٻٽي ڇاٽين؟"

"منهن ٿٽي ٻنگ جهڙو؟ مر نه، چانهه اچي ٿي."

در ڪان پاسيرو، مينو جي ساهيڙيءَ جو منهن ڏسيو وات ڦاٽيو وڃيس، سو گهبرائجي ڪانٽس معافي تو وٺي. "دل ۾ نه ڪجانءِ، مون کي چانهن جي ٻاڙ لڳي آهي."

"نو مينشن. اوهان ڪمري ۾ هلو، چانهه اوهان تائين پهچي ويندي."

"ٿئنڪ يو ليڊي." هو موٽ تو ڪائي. متيون موڙهجي ٽيون وجنس، عورت جي ديهه مايا ڏسي:

"اوهه گاڊ! نومينشن، واٽ اي نائيس ليڊي! مينو سان گڏ ڦوٽن ۾ ته ذرو به سهڻي نه ٿي لڳي. هيءَ ته سموري سون ڪاڻ جا. ڪيرڏارا آهي، هلندڙ، ڦرندڙ، وهندڙ ڪير ڏارا."

هو وري صوفا سيٽ تي ويهي چانهه جوانتظار تو ڪري ۽ مينو جي ساهيڙيءَ جو به، جيڪا هُن اڄ پهريون ڀيرو ڏٺي آهي جنهن جي نالي جي به ڪيس ڪل ڪانهي. هونئن به ماڻهو ماڻهوءَ سان ٻڌل آهي يا نالن سان؟ نالو ڪهڙو به ٿي سگهي ٿو. الاهي فيلسوف قسم جا ماڻهو پنهنجي ٻارڙن جو نالو وساري ڇڏيندا آهن. ڀلا جنهن ماڻهو کي سڄي دنيا، اتاولن ۽ ابوجهه ٻارڙن جو ڪيل ڏسڻ ۾ اچي ۽ جڏهن سندس سمورو پيار ڦهلجي، ساري انسانن توڙي حيوانن ۽ پرندن جو پيار تي وڃي ته پوءِ اُن ماڻهوءَ لاءِ نالن جي ڪهڙي اهميت آهي. هو سوچن جي ٻوڏار ۾ آهي ته مينو چانهه کڻي اچي ٿي.

"ٻڌ او ترڙا، منهنجي سرتي توسان ملڻ لاءِ آئي آهي."

"پولڙي، پوءِ دير ڇا جي آهي. آئون به آتو ويٺو آهيان. قرآن ڏاڍي سهڻي آهي. اعتبار نه اچنئي ته ڳايان گانو، جادو لائي ويا جيءَ ۾."

”نہ نہ، فلمي ايڪٽر ٿيڻ جي ضرورت ڪانهي. وڏ گهراڻي آهي، ڪو اچي وڃي تہ ڇا چوندو. قرآن لکي آئي آهي، تو کي ڏسڻ لاءِ.“

”پوءِ اچي ڇو نٿي، نہ تہ آئون چانهہ نٿو پيئان.“

”بڌ، ڳالهہ ڪنهن سان بہ نہ ڪندين.“

”تون ڪاڇڻ ڪتي آهين، تواچ تائين مون کي نہ سڃاتو آهي.“

”ها، هوءَ وڏو اونهون ساهہ پري، وڃي ٿي ۽ هو چانهہ جا گرم گرم سُرڪ ٿو پري ۽ محسوس ڪري ٿو تہ چانهن مينو جي هٿن جي ناهي، چانهن ۾ لونگ ۽ ايلاچين جو واس آهي.

”اچان...“ ڪن لاءِ هو موهہ منڊ ۾ اچيو وڃي، پنڊپهڻ ٿيو وڃي. پهريات پار سان پهريات عورت، ڊبل ڊيڪر نہ هوندي بہ جهڙي ڊبل ڊيڪر، پاري ڪپڙن هوندي بہ جهڙي موڊي گيلاني جي ڪينواس جي نيوڊ عورت.

”پيس ڪم ان ليڊي.“

”مان - مان هتي اچي، اوهان جو وقت تہ نہ پئي خراب ڪريان؟“

”نہ تہ، توجهڙي اپچرا ۽ سَجاڻ منڌ جي ساري چمار منهنجي جيون ۾ اچي، منهنجو وقت خراب ڪري تہ آئون سمجهندس تہ منهنجو وقت سجايو ويو، مون مينو ڪان، تولاءِ گهڻو ڪجهہ ٻڌو آهي.“

”۽ مون بہ... ريئلي، يور آر اي گڊ ٽيڪنيشن، گڊ آرٽسٽ.“

”ٿئنڪ يو، ويهہ نہ، منهنجي پير ۾ نہ سهي، سامهون تہ ويهہَ.“ سدا سهڻي منڌ سندس سامهون ويهجيو وڃي.

”پلا ٻڌو، اوهان ايڪٽر ڇو نٿا ٿيو.“

”ايڪٽر... اون... هون... ايڪٽر ٿيڻ بہ ڪا ڳالهہ آهي.“

”ان جو مطلب آرٽ جي ان حصي کان اوهان کي چڙ آهي؟“

”اهڙو ذِهني ڪوڙهيو پوڙهو ڪڏهن ڪين آهيان ، دنيا ۾ پيتراوتول ۽ سڊني پائنٽر بہ ماڻهو آهن.“

”پلا تون امريڪا ڇو نٿو وڃين؟ اتي تہ تو کي جهٽ ڪٽي ونندا؟“

”پلا تون پاڪستان ٽيليويزن تي ڇو نٿي وڃين؟ مون کي خبر آهي تون پرفارمر آهين. اردوءَ يا سنڌيءَ جي الاهين آرٽسٽ عورتن کان وڌيڪ پڙهيل ۽ سٺي فنڪار آهين.“

”پر اسان کي تہ مائٽ ڪاري ڪري ماري ڇڏين، ڪهڙي دنيا ۾ ٿو رهين؟

”تون ڪهڙي دنيا ۾ ٿي رهين، آئون فلمي دنيا جو ماڻهو نہ، ريووليشن جي دنيا جو ماڻهو آهيان.“

چانهہ ڪوپن جي ڪوسن ڪوسن سرپاتن تي ڪن لاءِ مانار، موهہ پريل مانار، جنهن ۾ آهن الاهين نيڻن جا سنيها، ڪشش سڪل، رڱو هڪڙي ڪن ۾، الائي ڪير، سدا لاءِ ڪنهنجو گر گيان ٿيووجي. ڪڏهن نيڻ نيڻن کي پوچارا پيغام بہ ڏيندا آهن.

”سچ، اعتبار نٿو اچي، آئون توسان گڏ آهيان!“

”ها- تون سچ ٿي چئين، ڪڏهن سچيون وارتائون ڪوڙا سپنا ٿي ويندڙيون آهن. آئون تہ تو جهڙين سهڻين عورتن کي سپنن ۾ ڏسڻ لاءِ سڪندو آهيان. پر تنهنجو پار مون ڪان ٿهي چو پيو! چا سچي بہ وڏن وارن ڪري آئون انگريزي فلمن جو بدمعاش ٿو لڳان؟“

”نہ، هيرو... الا سويري، چيائين پئي تہ امان مان ان جهڙو سڪس ملين ڊالر مين ٿيندس.“

هوماءِ جهڙي سهڻي پار ڏانهن نهاري ٿو، بنهہ ماءُ جيها ساروپا.

”پائي تنهنجي ماءُ تہ هڪ پل ۾ منهنجي دوست ٿي وئي آهي، تون چو پري بيٺو آهين؟ اچ نہ.... آ... هلي آ..

پار سنگهون اگهندو ڪيس چيڙي ٿو وڃي.

”مون چيو ٿي نہ، منهنجي ساهڙيءَ جو دنيا ۾ مٽ ثاني ڪونهي.“

”بهرين تنهنجو آهي. جو تنهنجي سرتيءَ جو مٽ ثاني ڳولهجي؟ تنهنجي ساهيڙيءَ جي دسهہ اذاوت لاءِ، يونان جي ديوين جا اڻ لڌل بت ڳونٿا پوندا.“

”اوهہ... اوهان تہ منهنجي ابذي تعريف پيا ڪريو، جو مان چري ٿي پوان... چا سچ...

”چو، آنهريءَ ۾ تون پنهنجو پاڻ کي نہ وٺندي آهين چا.؟“

مينو وچ ۾ ڳالهہ ڪتري ٿي:

”اڙي وڏي ڪڙپيل ٿئي، قرآن باٿ روم مان پاڻ کي اسفنج جي رليءَ

جيڏي توال سان ويڙهي، ڪمرا بند ڪري، پت جيڏي آرسي آڏو هار سينگار ڪندي آهي، ان مهل مجال آ جو مڙس ڪي همٿ ٿئيس تہ زال جي هار سينگار ۾ ٿورڙو ٿاهہ وجهي يا در ڪڙڪائي. پڇنيس نہ تہ ڪِٿ ڪِٿ ٽِڪا ڪڍي، آرسيءَ ۾ پاڻ کي چري ٿي ڏسندي آهي."

"تو ڪڏهن ڏٺو اٿس."

"مون ڀلا هن جو ڇا ڇا ناهي ڏٺو؟ ٻڌايانءِ؟

"مينو..." هوءَ ڪاوڙجي مينو ڏانهن نهاري ٿي. "تون تہ ڄڻ هي قد آدم آرسي، ڪِٿ وڃايم پارسي ڳالهڻ لاءِ رکيو ويٺي آهين، پوءِ آئون بہ سڀ ٿول پول کولي وهندي سان، اسڪرو بولٽن ساڻ.

اوچتودر تي ٺڪ ٺڪ ٿي ٿئي، مينو ڊڄي در ڏانهن وڃي ٿي.

"... ڪير آهي؟ هون... هاها... اچي ٿي اچي، ڪونہ ٿا پڇائي ويچونس."

هوٽرن ڪري مينو ڏانهن نهاري ٿو:

"ڪير هو؟"

"هن سيدياڻيءَ سگوريءَ جي نوڪرياڻي هتي آئي هئي، ڪيس وٺڻ."

"چڱو آئون هلنديس.

"ايترو جلدي، مان تہ اڃا تو لاءِ پنهنجي اندر ۾ جاءِ ٺي مس خالي ڪئي آهي."

"ٿئنڪ يو، تون... تون تہ شاندار ماڻهو آهين، ماڻهو تو لاءِ الائي ڇا ڇا چوندا آهن."

"تولاءِ تہ شاندار آهيان نہ."

"ها."

"ڀلا جي آئون تنهنجي وارن جي چڳ کي چمي ڏيان تہ تون بہ اوترو ئي شاندار ٿي مون کي منهن ڏيندينءَ نہ."

"وارن کي ؟!"

"چو ، مون کي تو تي ايترو بہ حق نہ آهي ڇا؟"

"نہ، تون هڪ عجيب مخلوق ۾ ڦاسي ويو آهين. تنهنجي اديب دوست ڇوڪري تو کي سچ چيو آهي تہ هن چنڊال ٽڪريءَ مان نڪري وڃ."

”نہ، جتي تو جهڙيون عورتون هجن اها جاءِ آئون ڇڏي نٿو سگهان.“

”چڱو، وري ملنداسين.“

هو ٻار کي چيچ ڏئي هلي ٿي وڃي.

۽ هو... هو چاءِ جو ٻيو ڪپ ختم ڪري، مينو ڪان موڪلائي، ٻاهر اچي ٿو، ڏاڍي ڏک مان.

رَت ڏاڍي سهڻي ۽ من موهيندڙ آهي ۽ هن وٽ الاهين سارو فالتو وقت. هو چاهي ٿو اڄ جو ڏينهن پنهنجي سريت سان سڙڪن تي هلندي گهاري... پر اهو ڪنهن ريت بہ ناهي ٿيڻو. هتي ڪنهن لاءِ بہ، ڪنهن وٽ بہ، ڪي بہ احساس جذبا ڪينهن. ڪنهن کي ڪنهن ۾ بہ ويساهہ ڪينهي... سڀ اويساهہ ماڻهو آهن. سڀ هڪ ٻئي کان ڇرڪندڙ ۽ ڇڙواڳ. توبنهن. رڳو هڪ پيرو... رڳو هڪ پيرو. جڏهن هو پنهنجي سپنن جي ڪامٺڪور ڇوريءَ کي (جنهن سان اٿس ڇوراسي لک جنهن جا پيرا) وٺي سڙڪن تان تيلار ڪندو هليو هو تہ شهر ۾ ڪيڏو نہ هَل هلاچو مچي ويو هو، جڏهن تہ انهيءَ ساڳئي شهر ۾ ڇوڪريون ڇوڪرا گڏ هلندا آهن.

هو روئڻ جهڙو ٿيووڃي:

”هان... جيڪب آباد هلي وڃي يا شڪارپور، هي شڪارپوري ماڇڻ جي ڌيءَ:“

۽ هو لڙڪ لڪائيندو شهر جي سڙڪ ڏانهن وڌندو ٿو وڃي.

# هيءَ ڪامڻ مايا

گوري تيرا گام بڑا پيارا
مين تو گيا مارا،
آڪي يهان ري.

رولو هڪ ميوزڪ هائوس شاپ مان ايندڙ مهاپاري آواز تي بيهي ٿو وڃي ۽ مان سندس نيٽن مان اُبڙاٽ ڪري ٻاهر نڪري ايندڙ پيڙا ڪي محسوس ڪندي بيهجي ٿي وڃان. ڪجهه به ٿي پوي مون کي هن سان الاهي همدرديون آهن پر ائين چوڻ سٺو ٿيندو ته مان ذري گهٽ هن جي پيار ۾ ولوڙجندي ٿي وڃان ۽ ڪڏهن ڪڏهن دهلجي ويندي آهيان ته هي هيءَ جو ٻچو مون کي ڇڏي ته نه ويندو. مان مرڪ سان پڇانس ٿي: "مسٽر رول ڇا ٿيو؟"

"ڪجهه نه. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان، اڙدو گانا ڏاڍا من موهيندڙ هوندا آهن."

"بڪ نه، اڙدو کان مون کي نفرت آهي." ۽ هو ٽوائڙو ٿي ڪن لاءِ مون ڏانهن هڪ ٽڪ نهاريندو ٿو رهي.

"تون ڪڏهن ڪڏهن بنهه سچ چئي ڏيندي آهين. اسان وٽ ڪروڙ ۽ نفرت کان سواءِ ٻيو بچيو ڇا آهي!" رولو چڙي ٿو وڃي.

"نفرت انگيز شين کان نفرت ڪرڻ ڏوهه نه آهي."

"ها- پر ان اردو، جي چڪر ۾ ويچاري ڪشور، مڪيش ۽ لتا کي وچ ۾ ڇو گهرجي. انهن جي نري جو گهڻي وڃي؟ ساري، منهنجو موڊ آف ٿي ويو آهي."

"ڇا ٿو چوي تنهنجو موڊ صاحب؟"

"مان فلم نه ڏسندس."

"تون ڪِروڙي احمق آهين. ڇريا اوتول جون فلمون ڪراچيءَ ۾ قسمت سانگي ايندون آهن ۽ اڄ لاسٽ ڏي آهي."

"مان پنهنجي جيون مان ان فلم کي ڪاٽا ڪري ٿو ڇڏيان."

”پر مان نٿي ڪري سگهان.“ مون کي ڪاوڙ اچي ٿي وڃي.

”مان ڪڏهن ٿو چوان تہ تون نہ ڏس.“ هو نماڻو ٿي مون سان بلڪل پڇي هلڻ ٿو لڳي. سندس ائين پڇي هلڻ سان مون کي ڏاڍو مزو ٿو اچي. اهڙو جيئن ڪنوار پٺي ۾ نينگريون سپنن جا راجڪمار ڪٺي هلنديون آهن. پوءِ مان ڪاوڙ مان ڪانئس وتيرڪي تيندي دبڙات پٺيانس ٿي. ”هيڀي. ڇا اهو ضروري آهي تہ تنهنجي انهيءَ ايلفينتا باتم پينٽ جا پائنچا منهنجي ساڙهي سان هر ويل وچڙيا پيا هجن؟“

”ڇا...!؟“

”ڏوڙ.“ مان مرڪي ٿي پوان ۽ جيون ۾ الاهي سالن کان پوءِ پانهن سندس ٻانهن ۾ وچڙائي ٿي ڇڏيان.“

”يلا هيڪل فلم ڏسندي مون کي مزو ڪيئن ايندو؟“

”ڇو!... تنهنجو تہ سارو جيون ئي هيڪل آهي.“

”ٺيڪ آهي پر تون ايترو فالتو وقت، ڪيئن گذاريندين؟.“

”سڙڪن تي هلندي گذاري ڇڏيندس. وقت کي ٺي تہ تيلهو ڏيڻو آهي.“ هن جي انهيءَ ڳالهہ تي آئون ٽپي تکي ٿي وڃان ٿي.

”عجيب ماڻهو آهين تون! وڏي مشڪل سان ڊيڊيءَ فلم ڏسڻ جي موڪل ڏني آهي. زمانو ڏاڍو خراب ٿي ويو آهي. هيڪل هلڻ تي ڪاوڙجي ٿو.“

”تون اجايو پئي ڪاوڙجين. فلم ختم ٿيڻ ويل آئون سنيما جي در تي بيٺو هوندس.“

”تون جي هيڏانهن هوڏانهن ٿي وئين تہ پوءِ ؟...! الائي تنهنجو ڪهڙو اعتبارآهي.“

”توکي مون تي اعتبار ڪڏهن بہ ڪين ايندو.“ ڪن لاءِ هو مون کي لاجواب ڪري ٿو ڇڏي.

اسين ٻئي هلندا ٿا وڃون، طرحين طرحين پوسٽرن سان سجايل سنيما ڏانهن. هوا جي جهوٽي سان منهنجي ساڙهيءَ جو پلئہ هن جي مُک کان لهرائجي وري منهنجي پڪڙ ۾ اچي وڃي ٿو. مان محسوس ڪريان ٿي تہ هو ڏڪوئجي ويو آهي جيئن ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين تي سدائين ڏڪوئجي ويندو آهي. مان شدت سان محسوس ڪريان ٿي تہ ڪجهہ ڏينهن کان، منهنجي

اندر هُن لاءِ آجهاڳ پيار پئدا ٿي ويو آهي، جنهن ڪي سوين سوڙين ۾ لڪائڻ ڪانپوءِ بہ آئون لڪائي نہ پئي سگهان ۽ گهر ۾ سڀ ڪان وڏي جيڪا ڳالهہ پئدا ٿي آهي سا اها تہ رولوءَ ہن ٿن ڏينهن ڪان موسيقي ٻڌڻ بند ڪري ڇڏي آهي نہ تہ جڏهن ڏس، ريڊيو ڪيسٽ سان گڏ پاڻ بہ پيو وڃي ۽ ناچ ڪري.

"چو يلا؟... ہن ڇئن ڏينهن ڪان ڏاڍو مانار ۾ آهين؟!"

"مان؟" هو ڪنهن ہوڏار مان موٽي ٿو اچي.

"ها."

"الائي چو، هاڻ ڪراچي وڻي ئي نہ پئي."

"چو يلا، چرس تي پابندي لڳي وئي آهي ڇا؟"

ٽوڪ مان لڳاتار نهاريندي ٿي وچانس.

"هتي ڪابہ شيءِ بند نہ ٿيندي آهي." هو ساڳي نماڻائي سان وراڻي ٿو. "تون فلم ڏس، مان ايلفيءَ جا ٽيلار ڪندس. الائي چودل چوي ٿي پهاڙي ڍنڍين ڏانهن هليو وڃان. سيف الملوڪ ڍنڍ تي پهچڻ ڪان پوءِ ياسندو آهي، ماڻهو ڪو سلوڻو سپنو ڏسي رهيو هجي، ساندهہ هلندڙ سندر دردناڪ سپنو."

"ڇا!..." مان دهلجي ٿي وچان. سنيما جي ويجهو سوَ رپئي جو نوٽ پرس مان ڪڍي سندس هٿ ۾ ڏيان ٿي. رش ڪانهي.

"هيئن ڪر، بہ ٽڪيٽون وٺ." اسان ہئي ٽڪيٽن لاءِ سينما ۾ اينٽر ٿيون ٿا. هو ٿڪل ٿڪل انداز سان ٽڪيٽ وٺي موٽي ٿو، رڳو هڪ ٽڪيٽ.

"مون ہن لاءِ ڇيو هو؟"

"ساري، مون ڪي ڌرم جا ڌڪا ڪاٽٽا آهن." هن جي انهيءَ ڳالهہ تي مون ڪي ڏاڍي ڪاوڙ ٿي اچي.

"ٻڌ، شام جو مٽان سنيما جي در تي ڪا غير ملڪي عورت وٺيو بيٺو هجين. حالتون خراب آهن. اڄڪلهہ رڳو سي.آئي اي جون عورتون پيون هلن. تو ڇپل ڪي کهڙي خبر. بابو ڪاوڙجي ٿو."

هو ٽڪيٽ وٺي موٽ ٿو ڪائي.

"غير ملڪي عورتون ايتريون واندريون بہ ڪينهن." هوساڳي پيڙا مان منهنجي منهن ۾ نهاري باقي پئسا واپس ٿو ڪري.

”هون- سڙڪن تان سگريٽن جا ٽوٽا ميڙيندين ڇا؟ رکي ڇڏ.“ آئون رعب تي رڪانس ۽ هو پئسا گيدي ۾ رکندي سنيما جي گيٽ ڪيپر سان ڳالهائي ٿو. الائي ڇا...

”ٻڌ. اِگزيڪٽ سادي ڇهين وڳي هن ڪارنر تي بيٺو هججان. اهي ارڏايون ڇاڇي سان هلندءِ، ڏيڏي ڏاڍو سخت ماٺهو آهي. ڀادر هٽندءِ.“

”هون... ها.“ هو هليو ٿو وڃي ۽ مان هائوس ڪيپر جي لائيٽس تي پنهنجي سيٽ تي اچي ٿي ويهان. ڪنهن فلم جو ٽريلر پيو هلي. مون کي سنيما ۾ اچي ڏاڍي مونجهه ٿي محسوس ٿئي. ساهه گهٽيندڙ مونجهه. الله الله ڪري لارڊ جم جو ٽائيٽل هلي ٿو. فلم شروع ٿي وڃي ٿي. مان چاهيان ٿي ٽائيٽل موسيقيءَ ۾ پاڻ کي لوڙهي ڇڏيان. پر ذهن ۾ الائي ڪهڙا واساما ٿا اُڀرن. پنهنجو پاڻ تي ڪاوڙ ٿي اچي سڀ سيٽون خالي خالي آهن. ”هان، سڙڪن تان ڪيئن هلندو هوندو، هيڪل هيڪل. بابي جي بادشاهي اٿس، جنهن سان مرضي اچيس تنهن سان ڳالهائيندو. مهانڊي کي ديسي عورتون نه ٿيون وڻن. ساڙهيءَ لاءِ چوندو آهي ته ڪنهن به اڻ سبيل ڪپڙي جا پنج ڇهه وال سٽي نموني سان بدن کي ويڙهي ڇڏجن ته اها ٿي ساڙهي.“ هونهن... وڏو آيو آهي يورپين اسڪالر جو ٻچو. پاڻ مرداڻا ڪپڙا پائي پوءِ به جهڙي ڪر رن پڳي وڃي. مون کي ڏاڍي ڪاوڙ ٿي اچي ته هو مون کي سنيما ۾ ائين هيڪل ڇو ڇڏي ويو. وري مٿان اِهو خيال ته مون ڪيس ايترا پئسا ڇو ڏنا! الائي ڪهڙا نشا پتا وڃي ڪندو! فلم ڏسڻ مون لاءِ عذاب ٿي وڃي ٿو. الائي ڇو ٻار ٻار منهنجي اندر ۾ ڏيجوزا اُڀرن ٿا ۽ فلم اسڪرين بدران منهنجي اکين آڏو گهڙيءَ گهڙيءَ هڪ ايڪسيڊنٽ سين اچي وڃي ٿو ۽ فلم ۾ جيڏي وڏي ڌماڪي بازي آهي، ان کان وڏي ڌماڪي بازي منهنجي ذهن ۾ پئدا ٿي وڃي ٿي.

”هون، نياڳو... ڏاڍو ڏگاڙ هٽي سهڻين عورتن پٺيان جهونگاريندو ويندو هوندو.“ مون کي ڪشت اچن ٿا.فلم هلندي ٿي رهي. اوٿول جي سهڻي پرفارمينس ڪڏهن ڪڏهن مون کي فلم ۾ لوڙهي ٿي ڇڏي. ۽ ڪڏهن هن جي اوٿارن ۾ لُڙهي ٿي وڃان. ڏيڏي به چوندو آهي، چريا ڪريا تڏهن به پنهنجا. ۽ پهريون ڀيرو مون کي پنهنجائپ جو احساس اُڀري ٿو ته هو

منهنجي سڳي چاچي جو پٽ آهي. جڏهن ننڍڙا هئاسين تڏهن هو سکر ۾ اسان جي گهر آيا هئا. اسان جي جدل رهڻ جو سبب منهنجي پڙهائي هئي، جنهن تي منهنجو چاچو سدا لاءِ منهنجي پيءُ کان رُسي ويو هو ۽ وڏي تي، سندس پٽ لاءِ سدائين اهو ٻڌندي رهي هئس ته مچن جي ساوڪ ايندي ٿي هو لوفر ٿي ويو هو. چرس شراب پنگون گانجا، پوپا الائي ڇاڇا ڪرڻ لڳو هو ۽ پوءِ ايڪٽر ٿيڻ جي شوق ۾ گهر ڇڏي ڀڄي ويو ته پکو گم. ڪڏهن خبر پوندي لاهور ۾ آهي ڪڏهن دُبئيءَ ۾ ته ڪڏهن ترڪي. هاڻ موتيو آهي ته ڪڏهن ڪهڙن مائٽن ۾ ته ڪڏهن ڪهڙن دوستن ۾. تڪاؤ چڻ هن جي پاڱن ۾ لکيل ڪينهي. مهيني کن کان اسان وٽ آهي. اسين ڪيس ڏاڍو پيار ڏيندا آهيون. ڪو ڪيس مسٽر هيپي ته ڪو مسٽر رول چوندو آهي ۽ هو چڙندو ڪينهي ۽ مون کي... مون کي هو ذرو بہ بگڙيل نہ لڳندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن پاسندو آهي تہ سڀ ڪجهہ هو ڇاٽي واٽي ڪري رهيو آهي. هاڻ پلا اها بہ ڪا ڳالهہ آهي تہ ماڻهو ڪُڪڙ جو آنو نہ کائڻ جي حد تائين ويشنو هجي. تہ اها جيو هتيا آهي!؟ گهر ۾ شايد رڳو آئون ئي سائس ٺيڪ نہ هلندي آهيان. ان لاءِ تہ هن وٽ سوسائٽيءَ لاءِ ڪي بہ ايٽيڪيٽز ڪينهي. جڏهن مرضي ايندس، منهنجي ڪمري ۾ گهڙي ايندو. بس چوندو، شنان پاڻي بہ نہ انهيءَ ڪمري ۾ ڪريان. وس پڇيس تہ ڳڌ سمهي پوي.

"هان- عيب ئي ڪهڙو آهي ڳڌ سمهڻ ۾؟ ... رڳو ڪنهن ساهيڙيءَ کي ئي چوٽو پوندو تہ مون کي وٽي ٿو. مون کي منظور آهي." اندر ۾ دل ڦتڪو ٿي کائي ۽ سوچيان ٿي: مار پويس، هي بہ اداڻي ڪلاڪ ڪيئن نبرندا. هن پاسي، هَن پاسي سيٽون خالي آهن ۽ ان جو ڪارڻ منهنجي هَن سان اڏنگي روش آهي."

"ڪتي پاڙو ڪري، ڪيڏانهن هليو نہ وڃي. ڪجهہ بہ ٿي پوي، منهنجو سوٽ آهي. ڪهڙو بہ آهي مون کي وٽي ٿو!" الله الله ڪري کيل ختم ٿئي ٿو ۽ مان پگهر ڳاڙيندي سنيما هال کان ٻاهر نڪران ٿي. هن سان ڳڌ اوَند ماڻهو ڏسي، مون کي ڏاڍي ڪاوڙ وٺي ٿي وڃي. ماڻهو غير ملڪي ٿو لڳي.

"ڪير آهي؟" مان تپي ڏانهس نهاريان ٿي.

"فرينڊ آهي." هو پنهنجي دوست ڪي اڌ اشارن ۾ اڌ انگريزي ٻوليءَ جي الوداعي جملن سان چلتو ڪري مون ڏانهن اچي ٿو.

"فلم وٺي." هو ساڳي نراسائي وڪوڙيل آواز سان ڳالهائي ٿو.

"ها، اوتول سچي بہ تمام وڏو آرٽسٽ آهي."

"ها، مون ڪي سنڊس اڪيون ڏاڍيون وڻنديون آهن." هو منهنجي نيٽن ۾ نيٽ ڪپائي وراڻي ٿو ۽ آئون سنڊس ٻانهن ۾ ٻانهن وجهرائي ساٽس ڏاڪن ڪان هيٺ لهان ٿي ۽ ڪڙيون ڪٽي سنڊس وات سونگهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿي. وات ۾ مڙئي چرس جهڙي ڪا بوءِ اٿس ۽ مٿان اٿس سگريٽ جي ڦوڪ ڦوڪان.

"ڇا تون سگريٽ ڇڏي نہ ٿو سگهين؟"

"نہ، سگريٽ منهنجي ٻالاپڻ جو يار آهي."

"سچ ٻڌاءِ، سنا سهٺا يار گهڻا ڪيئہ؟" آئون ڪل روڪي ٿي چوانس.

"هون... هتي ڪير ٿو ڪنهن جو يار ٿئي..." هو مون ڏانهن اگهور نيٽن سان ٿهاريندي اونهون ساهہ ٿو ڀري.

"هي ڪير ماڻهو هو؟"

"واٽ ويندو يار. چيائين، 'موهن جو دڙو' ڏسڻ هلين تہ صلاح ٿئي."

"ڇا؟..." منهنجو من دهڪو کائي ٿو وڃي.

"مون اهي ڪنڊر نہ ڏٺا آهن. من جنهن سني ڳالهہ لاءِ چوي اها ضرور پارجي. جيون بار بار ٿوروئي ملندو آهي." هن جي آواز ۾ جڻ آدجڳاد جون پيڙائون پرجي ٿيون اچن.

گهر پهچي آئون پنهنجي ڪمري ۾ جلدي جلدي سمهڻ جا ڪپڙا پهريان ٿي تہ ممي جي ڪاڏو ڪيڻ ڪا : پهرين آئون ڪچن ۾ پهچي وڃان ۽ اهڙي اٽڪل ڪريان جو اسان ٻنهي ڪي ڪاڏو ٻڌ ڪائڻو پوي. اهو سڀ ان ڪري جو هاڻ هو منهنجي ڪمري ۾ نہ ايندو آهي.ممي ڪاڏوڪٽي اچي ٿي. ممي ڪاوڙيل ٿي لڳي:

"سچي چوندا آهن، ڌيءَ ڌڻ ڪي نہ پڙهائجي."

"ڇو ممي؟" مان حيران ٿي ماءُ ڏانهن نهاريان ٿي ۽ ممي منهنجي ڳالهہ تي اونهون ساهہ ٿي ڀري.

"تون بدتميز آهين."

"ڇو ممي، مون ڏوهہ ڪهڙو ڪيو آهي؟..."

"ڪنهن کي ڪجهہ ڏجي نہ، تہ آزارجي بہ نہ."

"ڇا مطلب."

"تنهنجو ڪم ڪهڙو هو هن کي فلم تي وٺي وڃڻ جو؟"

"منهنجو سوٽ آهي، اِن ۾ ڏوهہ ڪهڙو ٿيو آهي! ڇا هُن ڪا شڪايت ڪئي آهي؟"

"الائي، سنير تون پيو ڪري!" ممي ڏک کان ڪنڌ کي ڌوڻ ڏئي هلي وئي ٿي. مان ڪاڌو کائڻ کان سواءِ هن جي ڪمري ۾ پيهي ٿي وڃان.

"هيي، يو آر گوئنگ؟."

"ياپ."

"نائو، اِن دس ٽائيم؟"

"نو، ارلي مارننگ، الائي ڇو دل ٿي چوي، 'چل اُڙ جا ري پنڇي.' هو اِها ڳالهہ اهڙي ريت ٿو ڪري ڄڻ هن جي جيون جو سمورو نرواڻ 'موهن جي دڙي' ۾ آهي. مان هن جي بئگ ۾ نهاريندي ٿي رهان. جنهن ۾ ڪپڙن جي هلڪڙي خوبصورت وڳي سان گڏ پنهنجي ضرورت جون سموريون شيون سجائي رکندو آهي.

"وري ڪڏهن ايندين؟"

"ساري، خبر مون کي نہ پوندي آهي." مان شڪست کائي فلور کان هيٺ نهاريان ٿي. رات جي روشنين ۾ چوراهي تي ماڻهو ٽڪرا ٽڪرا ايندا ويندا ٿا نظر اچن. ڌنڌليل. ڀٽڪي ويل آتمائن جيان ڇاپاڪا هڻندڙ ماڻهو. مان الاهي ڪجهہ ڪيس سمجهائڻ گهران ٿي پر الائي ڇو نڙيءَ مان ڪا وائي ئي ڪا نہ ٿي اُڪلي.

رات جو مون کي ننڊ نہ ٿي اچي. اوجاڳي کان نيڻ ڦاٽن ٿا. ڀاسي ٿو ڪمري ۾ جن پيا هلن. مان ڊڄي امان ڏانهن ڊوڙان ٿي. امان ننڊ ۾ الوٽ آهي. هيي سندس ڪڇ ۾ ستل آهي. جيئن ٻارڙا ماءُ جي ٻانهن سيرانديءَ ڪري سندس ڪڇ ۾ وات وجهي سمهندا آهن. مان مانڙي ڪري وري پنهنجي ڪمري ۾ موٽي ٿي اچان.

”نہ، تون ڪوڙو آهين، تو ڪڏهن بہ مون سان سچ نہ ڳالهايو آهي.“

”تہ پوءِ ٻڌ، منهنجو پيار توسان ٻن ٽِنِ سالن يا نڪاح جو نہ، پندرهن سال اڳي جو آهي. يا جڏهن... جڏهن مون توکي هڪ ماڻهوءَ سان سڙڪ تان گذرندو ڏٺو هو. هڪ ٽي نهار سان مان ڇڻ نٿون ڇمي پيو هئس...“

” پندرهن سال اڳي؟“

”چا توکي عاتبار نٿو اچي. الائي ڇو، مون توکي ماڻڻ نہ پئي چاهيو. تون ڪلاڪار هئينءَ ۽ مان هڪ آرڊنري ماڻهو.“

”پر اڳي تہ تو اهڙي ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ ڪئي.“

”چا ضروري آهي تہ پيار ٻرسيڪجهہ ٻڌائي ڇڏجي تہ ڪيڏو پيار ڪريان ٿو توسان؟“

”اون- اهو ڪهڙو پيار آهي جو ماڻهو آپزورو ٿي وڃي. تون منهنجون ڳالهيون مڃين ڇو نہ ٿو؟“

”آئون ضدي آهيان. پنهنجي درياهہ جيان خودسر.“

”ڇو؟...“

”هر ماڻهو ائين آهي. هر ماڻهو پنهنجي هلائڻ چاهي ٿو، پاڻ مڃائڻ چاهي ٿو. ڇيمر نہ آئون ٺيڪ آهيان. ڏس، ٺيڪ ٿيندو ٿو وڃان نہ؟“ هو بوٽ ۽ جوراب لاهي، باٿ روم ڏانهن وڌي ٿو. ساوتري بہ باٿ روم ۾ اچي ٿي ۽ ٽب ڀرڻ لاءِ نلڪا کولي ٿي.

”جلدي ڇاپڙ ڇاپڙ ڪري نہ نڪرجان. آئون تولاءِ چانهہ تيار ڪري وٺان ۽ ها - چانهہ پئندين يا شربت.“

”چانهہ.“

”ٺيڪ آهي، مان بہ چانهہ ٿي پئندس.“ هوءَ ڪچن ڏانهن وڃي ٿي ۽ گهرو اونهون آئٽ پريل ساهہ کٽي، چانهہ تيار ڪرڻ ٿي لڳي. اندر باٿ روم مان پاڻيءَ جا آواز اچڻ ٿا لڳن ساوتري ڪيٽلي سوئي گيس تي چاڙهي وري ڪمري ۾ اچي ٿي.

”پاڻي ٺيڪ آهي؟“

” ها، ٺيڪ آهي.“

”هيٺن ڪر نہ، شمپو سان سڄي ٽب ۾ جهڳ پئدا ڪري ڇڏ.“

”هاها، جيئن چوندين، تيئن ڪندس.“اندران آواز اچي ٿو.

ساوتريءَ کي وري اوچتو ڪا يادِ اچي ٿي. هوءَ الماريءَ مان ڏوپيءَ جي ڏوتل ٽوال ڪڍي ٿي.

”ٽورڙو در کول، هي ٽوال وٺ، پارڙن اهو ٽوال گندو ڪري ڇڏيو آهي.“

”ٺيڪ تہ آهي.“

”اڙي پاڻي مچ ٻہ. توکي ڪڏهن فريش ٽيڻ بہ ڪين اچي.“ باٿ روم جي لاڪر جي آواز ڪانپوءِ در ٽورڙو کلي ٿو ۽ ساوتري ڪير جهڙي اچي اچي ٽوال وارو هٿ اندر وڌائي ٿي ڇڏي.

”اچ ڪاڏو ڪارائڻ ڪان اڳ ڪا نہ ڇڏيندي سانءِ.“

”هاها، رات سمهاري ڇڏجام.“ هو بيزاريءَ سان اندران پٽڪي ٿو ۽ ساوتريءَ جي چهري تي مرڪ اچيو وڃي، روٺاريندڙ مرڪ. هوءَ وري ڪچن ۾ اچي، خوبصورت پليٽ ۾ نمڪين ۽ مٺا بسڪوٽ ٽيبل تي رکي ٿي ۽ گرم پاڻيءَ ۾ پائوبڊر جا چار پنج چمچا گهولي، ڪير ناهڻ لڳي ٿي ۽ پاڻمرادي پٽڪي ٿي:

”توبهن، هاڻي فرج کي بہ انهن ٻن ٽن ڏينهن ۾ ئي خراب ٿيڻو هو!“ هو سڪل ڪير کي پاڻيءَ ۾ پوري ريت ملائڻ لاءِ، زور زور سان ملائيندي وري پٽڪي ٿي:

”توبهن، هاڻ تہ هر ڳالهہ مصنوئي ٿيندي ٿي وڃي.“ ٽڪاؤ نہ ايندي هوءَ وري باٿ روم جي در تي اچي ٿي، اندران ڇل ڇل پاڻيءَ جا آواز ايندا رهن ٿا!

بد، ڇڏهہ چو. مان آرينج رس چو نہ ٺاهيان. هاڻ نري پوندو.“

”اڙي پاڻي سڪون سان وهنجڻ ڏي. تنهنجي ڇپن مان نڪرندڙ آواز ۾ گهٽ رس آهي جو هاڻ آرينج رس پيئان.“

ڪن لاءِ ماٺر.

”توبهن، تو سان تہ ڳالهائڻ ئي گناهہ آهي، پلائي ڪر جٽ سان، ڦيري هٽي پٽ سان.“ هوءَ گلاس ۾ چمچو گهمائيندي، ڪجهہ ڪاوڙ مان ڪچن ڏانهن موٽي ٿي. ٻاهران ٻئي ٻارڙا ڊوڙندا ٽا اچن. ڏاڍا خوش.

”ممي، اڄ فلم ڏسنداسين. سنيما ۾. تنهنجو هي فرينڊ ڏاڍو پيارو

آهي. فيچر فلم، لڙائي واري."

"اڄ ٽي وي ۽ تي رنگين فلم آهي."

"نه، سينما اسڪوپ."

"ٺيڪ آهي، فلم ڏسنداسين. هاڻ ڪتاب هلي ڪوليو. اسڪول جو ڪم ڪندي پرو تو چڙهيو."

"پرو ڇا ٿيندو آهي ممي؟"

"ٻئي پنهنجي ڪمرن ۾ وڃو." هوء ٻارڙن کي چيڀيي، چانهه تيار ڪري ٽي ۽ ان ڪان پهرين جو ٽري، ٽِي ٽيبل تي آڻي رکي. هو وهنجي ساڳيا ڪپڙا پهري، ٽوال سان وارن کي اسفنج ڪندو ٻاهر اچي ٿو.

"ڇو. باٿ روم ۾ وڃون هٿا ڇا؟"

"ته ڇا باٿ روم ۾ ننڊ ڪريان." هو اونهون آٽت هاٿو ساهه پري، سامهون ڪرسي تي وهي ٿو.

"سچ، هاڻ ته تون مون لاءِ انگولا، موزيمبيق ۽ جنوبي افريڪا جيڏو وڏو مسئلو ٿيندو ٿو وڃين. ٻڌاءِ نه، ڇا ٿيو؟"

"منهنجي ذهن ۾ زرزلو پيدا ٿي ويو هو. ٻه ٽي ڌوڏا آيا، وري پنهنجي ساڳي گردش ۾ اچي ويو.

"ڪڏهن ڪڏهن زرزلو ڪندڙ ذهن، ٻين کي ٻه ساڙي وگهاري چڏيندا آهن."

"اهي آتش فشان ڪندا آهن، نه ذهن. مان تو جيئن پرندڙ نه، ٿڌو پهاڙ آهيان. ٿڌو ٿڌو."

"چانهه پي." هوء ڪپ ڏانهس وڌائي ٿي. ڪن لاءِ ٻئي ڪوئجي، بسڪوٽ چباڙيندا، چانهه ۾ چمچا گهمائيندا ٿا رهن."

"آئون سمجهان ٿي، توکي منهنجي ضرورت آهي. ڏاڍي گهڻي ضرورت."

"اهڙيون ڳالهيون نه ڪر. مڙسهين نه اچي وڃي."

"پوءِ ڇا ٿيندو؟"

"هو ڪوبه شڪ ڪائي سگهي ٿو."

"چيم نه، پوءِ ڇا ٿيندو."

"طلاق ٿي ويندءِ."

"ٻنان ڪنهن اوٺائيءَ جي؟!... تہ پوءِ مان بہ ڪنهن جي محتاج نہ آهيان، گهر، گهر جوسارو سامان، ٻار، جو ڪجهہ آهي منهنجو آهي. مون ڪو ڪانٽس دستاويز نہ لکرائي ورتو هو تہ طلاق ڏيڻ ويل توکي هيترا پئسا ڏيڻا پوندا. مان ريس ڪورس جي گهوڙي نہ آهيان جو پاڻ کي شرطن جي قيد ۾ محسوس ڪريان. چوندي سانس، ڪامريڊ جا پٽ، مائٽڙي ڪري، تي پٿر در تي رکي هليو وڃ."

"ڇا اوهان ۾ ڪا اڻ ٻڻ آهي؟"

"ها، آهي. هاڻي اِها کهڙي ڳالهہ آهي جو هن سرڪار لاءِ اها پنهنجي آئيڊيل لائيف ڇڏيان، جنهن لاءِ مون پندرهن سالن جو دوزخ ڀوڳيو آهي."

"ڇو تي تارچر ڏين؟"

"اوهہ، تہ توکي تارچر ٿيندو تہ مون کي وري طلاق تي وٺي؟"

"ها."

"پل ٿئي. هئين ڪر، اڄ رات ٻارڙن سان سمهي پئہ، ماڻهو تي پوندين."

"مان ماڻهو ٿيڻ چاهيان ٿي نہ ٿو. مون کي هن سماج ڪان نفرت آهي."

"ٻارڙا ماڻهو نہ، ٻارڙا هوندا آهن. الا، جهڙا پولڙن جا ٻچا."

"پر آئون پرائي گهر ۾ ڇو سمهان؟"

"ڇو، گهر ڪٿي پرائو هجي، ماڻهو تہ سڀ تنهنجا آهن. ساوتريءَ جي ان ڳالهہ تي هو تڪ ٻڌي ساوتريءَ ۾ نهاري ٿو ۽ ڇڻ روئي ٿو پوي:

"نہ، ڪوئي ڪنهنجو ڪونهي. هرڪو هيڪل آيو آهي ۽ هيڪل ويندو." هن جي ڳالهہ تي ساوتري گهبرائجي تي وڃي.

"تون سچ ٿو چئين، ڪڏهن ڪڏهن من چوندو آهي، ميرلن جيان، پنهي ٻارڙن سان گڏجي، الاهي ساريون ننڊ جون گوليون کائي، وڏي اگهور ننڊ ۾ هلي وڃان."

"ٻارڙن سان گڏ ڇو؟" هو چانهہ جي پيالي وات تائين آڻيندي رکجي سواليہ نيڻن سان ڏانهس نهاريندو ٿو رهي.

"ٻارڙن سان گڏ سمهڻ ۾ مزو ايندو آهي. ان معاملي ۾ آئون فرعون جي بہ ڏاڏي آهيان. مون جيئن چاهيو آهي، تيئن ٿي ٿيو آهي."

" ۽ جي آئون ٻارڙن سان سمهان تہ پوءِ؟"

”پوءِ شايد آئون رڳو اڪيلي، پنهنجي ڪمري ۾ اگهور ننڊ ستل پاتي وڃان.“

”نه، اهو تون مون کي بليڪ ميل پئي ڪرين؟“

”سچي هيومن سوسائٽي هڪ ٻئي کي بليڪ ميل ڪري رهي آهي، مون توکي ڪيو ته ڇا ٿيو.“

”۽ صبح جو جي آئون نه جاڳان ته پوءِ؟“

”تون جاڳي پونديءَ، ان لاءِ ته تون بزدل نه آهين.“ هوءَ چانهه جا ڍڪ ڀري ٿي. الاهي دير ٻنهي ۾ مانار پئدا ٿي وڃي ٿي.

”ڪنهن کي به بليڪ ميل ڪرڻ نيچ ڪم آهي.“

”۽ اهو نيچ ڪم نه آهي جو تون ڀيو ڀيرو مون کي بليڪ ميل ڪوئيو آهي. اهي اکر مون کي ڪانَ جيان لڳا آهن. شيم.“ هوءَ روئي ٿي پوي.

”مان معافي ٿو گهران. مان نه ٿو چاهيان ته تنهنجي جيون ۾ ڪا اٿوٿندڙ ڳالهه پئدا ٿي پوي.“

”مان ٻار نه آهيان.“

”تي سکهي ٿو مان تنهنجو ساٿ نه ڏئي سگهان. منهنجو ذهن ٿڪو آهي. مان هاڻ رومانٽڪ جيون ڇڏي، ڪجهه ٻيو سوچڻ لڳو آهيان.“

”اسان ٻنهي کي هڪ ٻئي جي نه، ٻارڙن کي اسان ٻنهي جي ضرورت آهي ۽ اسان ٻنهي کي ٻارڙن جي.“

”توکي هوندي، مون کي ڪانهي.“

”پوءِ مرڻ لاءِ منهنجي دروازي تي ڇو ٿو اچين؟“

ڪن لاءِ هن جي وٺي جهڙ بند ٿي وڃي ٿي.

”اڪيلي نه اينداس.“

”جسم ٺ. ڪور نه ڳالهاءِ. ٻار پوءِ جي ئندأوار آهن. توکي منهنجي ضرورت آهي.“

”ها آهي، پوءِ ڇا تون منهنجي ضرورت پوري ڪندين؟“

ها. مان نوڪرياڻين، ميٽرن ۽ نرسن جيان تنهنجي گهر جا سمورا ڪم ديانتداريءَ سان ڪنديس.“

”پر مان ته بي گهر ماڻهو آهيان، جلا وطن، اهڙا لاڏ، ڪار ۽ بنگلي

وارا ماڻهو ڪندا آهن. مان تہ هڪ ڪنگال ۽ ناڪام اسڪالر آهيان، ٽري ناٽ ٽري جي سچي گولي مان نڪتل. اهو بہ ڪنٽراڪٽ جو. چانهہ لاءِ مهرباني."

هو اونهون ساهہ کڻي اٿي ٿو. هوءَ در تائين ڪيس ويندو ڏسندي ٿي رهي.

"تون سوٽر آهين. آئون تنهنجا پٽي پار ماري ڇڏينديس؟" ساوتريءَ جي ڪڙڪيدار آواز تي هو ڪنڌ ورائي ڏانهس نهاري ٿو ۽ در تي ٽيڪ ڏئي ڪن لاءِ منهن ۾ گهنڊ وجهيو منجهس نهاريندو ٿو رهي.

" پوءِ تہ آئون سمجهندس تہ تون سچي بہ ذهني مريض آهين. سچو ڏوهہ منهنجو نہ، تنهنجو هو."

" ان جو مطلب تہ تباهيءَ جو ڪارڻ رڳو مان آهيان."

"نہ، اسان ٻئي آهيون ۽ اسان ٻنهي کان وڌ هن صديءَ جي ماڻهن جو ڪردار آهي. مون کي تہ اڄ تائين سمجهہ ۾ نہ پيو اچي تہ سڙڪن تي هلندي حادثا ڇو ٿا جنب وٺن. تو ۽ مون جهڙا حادثا." هن جي ڳالهہ تي ساوتري ڊڪون پيري روئڻ ٿي لڳي ۽ هن کي کهڪاءَ ويڙهيندا ٿا وڃن."

"مر نہ، موٽي ايندس. ۽ ٻڌ، ڪاڏو ڀاڏو ٻچائڻ جي ضرورت ڪانهي. مون کي تنهنجي هٿن جي ڪا شيءِ ڪانہ وٺي. مان پنهنجو ڪم پاڻ ڪندس."

"آئون بہ ڪا تنهنجي بابي جي نوڪرياڻي ڪانہ آهيان."

۽ هو ڏانهس نهارڻ ڪان سواءِ هليو ٿو وڃي ۽ هوءَ ڌماڪي سان در بند ڪري ٻارڙن جي ڪمري ۾ اچي ٿي ۽ لڙڪ اگهندي، ٻارڙن سان پار ٿي وڃي ٿي.

# رانوڙ، راجپوت

هو وينو آهي.

۽ سنڌو- سنڌو ٿياٿپ وهندو ٿو وڃي ۽ اتر الهندي کان ايندڙ هوائن ۾ ، ڇڻ مارئيءَ جي ملڪ جي هيرن جا هڳاوَ آهن.

هو ڏسي پيو. درياهہ جي بچاءُ بند مٿان، پوڙهو سئيس گهوڙو پيو ڊوڙائي. کير جيهي اڇي گهوڙي مٿان، ڦلهياري ڇٽ آهن. گهوڙو اوچي اوچي بند تان جڏهن هيٺ لاهيارو ٿو وڃي تہ ائين ٿو وڃي جو درياهہ کوهن تي نہ رسيس.

هو ڏسي وينو: درياهہ ڇڪار وهندو ٿو وڃي.

"هان، ڪئين خان گهوڙا ڊوڙائي ڪپي ويا. ڪئين همير پنهنجو خمير ڪائي ڪپائي ويا پر درياهہ جي اُهائي ساڳي ڪار آهي!" هو سوچي ٿو. پوڙهو سئس گهوڙو اُکهنيانهس، بندر تي اچي ٿو بهاري.

"چورا، ٿڪ اُجلاءِ.آئون بہ رجپوت آهيان." سئيس اُکهيائس گهوڙي تان لانگ لاهيندي ٿو چئي.

"چو ؟ ... ٿڪ چو اچلايان."

"اڙي رانوڙ آهين نہ؟"

"هاها، رانوڙ آهيان." رانوڙ جي منهن ۾ ڄڻ گهنج پئجي ٿا وڃن.

"يلا تو ڪيئن سڃاتو؟" رانوڙ، سئيس ۾ سگريٽ دکائي ٿو نهاري.

"اڙي، آئون گهوڙن جي اڍ سڃاڻان، تون تہ ماڻهوءَ جو ٻچو آهين. مڙس جا پٽ ٿڪ اچلاءِ."

"گهوڙو ڪنهنجو آهي."

"ڪنهنجو بہ آهي، هينئر منهنجي لانگ هيٺان آهي. پٽ آهي پٽ، اصل من." سئيس ڪشتن مان ٿو چوي ۽ گهوڙي ڏانهن پيار مان نهاريندي، ڏاپجي نٿو. ۽ رانوڙ، رانوڙ ڄڻ سگريٽ جي دونهن ۾ لڙهي ٿو وڃي. دونهون، جيڪو اتي وڃي رهندو آهي، جتي ڪوئي شهسوار ڪين رسي.

"بابل، ڦران ڏاڏا ڊنل آهيون. هزار ڪان مٿي تہ ڪٽيندو ويس. هاٿي

خبر نہ ٿي پوي تہ هي ڪاٿون نمبر غازي مرد آهي. سگريٽ پياريم." سئيس ٿڌو ٿڌو ساهہ ٿو ڀري.

۽ هو- هو چپ چپات سان سگريٽ دڪائي ٿو ڏئيس. "واهہ ڙي جوان واهہ. ڀيلي هاڻ رسول پاڪ کي مڃ، ڪٿي ٿڪ اڃلاءِ. بابا اسين زمانا ڏسيو، ڏڪ کايو ويٺا آهيون. رب پاڪ منهنجي توبهن. بابا واڳ هٿن مان ڇڏايو پئي وڃي. ذات خفتي سڃاڻيو ويٺا آهيون." سئس ٿڌن ساهن سان جانا ٿو ڀري.

"جهونا، چو ٿو منهنجي واتان درياهہ شاهہ جي پاڪ واري گندي ڪرائين، منهنجي وات ۾ ٿڪ آهي ٿي ڪانہ." رانوڙ ڏاڍو نماڻو ٿي، بيزاري ٿو پڌري ڪري.

"ڏس، گهوڙو پنهنجو نہ، وڏيرن جو سهي. پر غازي مرد کي هلڻ سيکارڻ وارا اسين آهيون. پلا هيٺ ڪر، ساسيءَ جي پنيءَ مٿان چڪر هڻي اچ. بابا غازي مرد ڪير سڏائي! قران، پٽ آهي پٽ. اٿي الله جو نالو وٺي ٿپريس. اسين ذات خفتي سڃاڻون.رب پاڪ منهنجي توبهن." پوڙهو دم پرجي وڃڻ سان کنگهي ٿو. ۽ رانوڙ محسوس ڪري ٿو، پوڙهي کي دم جي بيماري اهي.

"تون پنهنجي دوا چو نہ ٿو ڪرائين بابا؟"

"دوائون الله جون آهن بابا. ڪوڙا سامي، ڪوڙا سامين پنڌ. حيف ٿئي ياڙي، نہ ٿڪ ٿو اڇلائين نہ غازي مرد جا پنا ٿو ٿپرين." سئيس جُلهہ ٿو ڪري. رانوڙ منجهس نهاري، ڪروڌ مان سٽ سان اٿي ٿو.

۽ گهوڙي مٿان، اگهور نيٺن سان هڪ گهمرو ڦري ٿو. گهوڙو ڏسي، رانوڙ جي اندر ۾ جڻ چير پئجي ٿا وڃن.

"بابا، قران مون کي گهوڙو هلا ئڻ ڪين اچي، سال ٿيا. مان چڙواڳ چؤباز سوار آهيان. منهنجو ڪاريل گهوڙو ڪڏهن سڌرندو ڪينهي. اهي سڀ اوهان جا وهم آهن." رانوڙ ڪڏهن ڏاڍي موهہ مان گهوڙي ۾ ۽ ڪڏهن پوڙهي رجپوت سڏائيندڙ سوار ۾ ٿو نهاري.

"چورا ڳالهائين ڪنهن سان پيو؟ آئون بہ ميندرو رجپوت آهيان. ذات سماٽ وڏيرو مون کي سڃاڻي. پرائي شيءِ ۾ ائين نهاربو آهي؟!" سيس اکيون ٿو ڦوٽاري. "پيٽهيان، خفتي ٿي ڪري ايترو نہ ٿو پڇئي تہ پٺاري جي پنيءَ

تان ڪٿي هٽ ڦيرائين....“

۽ رانوڙ- رانوڙ ڏاڏي موهه مان گهوڙي ۾ نهاري، توڪ جو ڏڪ پچائي گهوڙي جي پُڇيءَ، ڏکيءَ ڏکيءَ ڪير جيهي اچي بچ تان يڪي ٻانهن ڦيري ٿو.

”اچي جهونا، هاڻ تہ خوش ٿئين. آئون ماڻهو آهيان، ڏائڻ ڪين آهيان. الله توکي بخشي ڏئي، ڪاچي ڪين ويندو.“

”ائين ڪر بابلا، ڪو وزم ڪو پاڻي.“

”نہ، مهربانيون.“ رانوڙ ڏاڏي اونهيءَ نهار سان سئيس ۾ ٿو نهاري.

”بابا، جانارن سان ايڏو پيار ڪيو آهي!؟“

”اڙي بابلا، ڪهڙيون ٿو خبرون پُڇين. جڏهن ماڻهن جا قلوب ڪارا ٿي ويندا آهن، تڏهن ماڻهو ماڻهن ڪان بچڻ لاءِ، جانارن ۾ پڪ وجهندا آهن. بابا، زاري آهي.“ سئيس وڏي تڏي ساهه سان اندر ۾ چڻ نيزاريون ٿو ڪري.

”چاچا خدا ڪندو خوش هوندين.“ سج ڪي پهاڙن ڪان لهي ويندو ڏسي رانوڙ موڪلائڻ جون ڪندي، نئون سگريٽ ٿو دکائي.

”ترس بابلا، پيلي ڏاڏا ڊنل آهيون. جتي باهه ٻلي اِها جاءِ جلي. هيئن ڪر، منهنجي گهوڙي کي امامن جو ڪارو سڳو ٻڌي وڄ.“

”چا پيو چئين جهونا! هي راڪٽ جو زمانو آهي. امامن جي نالي تان صدقي، پرمان گيدي ۾ ڪارا سڳا ڪٿي ڪين هلندو آهيان.“رانوڙ ڦاسي ٿو وڃي.!

”پٽ، ڇيڪي ڇئين سي پالين. اچي وٺ سڳو. يا علي مدد ڪري پير ۾ ٻڌي وڃينس.“ سئيس چوي ٿو.

۽ هو.

هو حيرت ۾ حيران ٿي پوڙهي سئيس ۾ نهاري ٿو ۽ ڪائنس ڳانو وٺي، گهوڙي جي پير ۾ ٻڌي ٿو:

”هاڻ تہ خوش ٿئين چاچا؟“

”بابا، الله ڪندو خوش هوندي، قران ڏاڏا ڦتيل هوندن.“ رجپوت سئيس دعائون ٿو ڪري.

۽ رانوڙ.

رانوڙ مرڪندو ٿو وڃي. تڃرا ٻڃرا درياهہ جي ڪنار وٺيو.

# هڪ ڪن ڏڪن جو، هڪ ڪن سڪن جو

الفيءَ مان دوستن سان موڪلائڻ ڪانپوءِ رڪشا ۾ وينو آهي ۽ پنهنجي ننڍڙي فليٽ ڏانهن ويندي، پنهنجي ننڍڙي فليٽ ۾ تمام وڏي جواڻ پٽ تي سوچيندو پيو وڃي، جيڪو هينئر به ايترونئي چلولو آهي، جيترو سندن ننڍو پوٽڻ ڇئن سالن جو پٽ. هن کي خبر آهي ته هينئر هو ڏاڍي بيچينيءَ سانءِ سندس اوسيئڙي ۾ هوندو. ڇيو هٺائينس ته جي سچي پچي منهنجو پيءُ هوندين ته اڄ رات مون سان گذاريندين نه ته آئون وري ڇڏي ڀڄي ويندو سان ۽ اهو به ڇيو هٺائينس ته ڏس، آئون تو لاءِ ڇا ڇا ڇڏيو ٿو اچان. ڪالهه مون ڪان منهنجا سڀ دوست ڪاوڙجي ويا ته اسان به تنهنجي ان يار سان ملنداسين. ۾ مان انهن سڀني کي ڪاوڙائي آيو هئس ته اڄ بابي سان مان هيڪل گهمندس. سٺي فلم ڏسندس ۽ تو وٽ مون لاءِ وقت ئي ڪينهي! آئون فادر ۽ سن جي رشتن ۾ قاتل ناهيان- الائي ڇو، تون مون کي وٽين ٿو. هاڻ اِهي هٺا جملا، جن هن کي جلدي ڪان جلدي گهر پڄڻ لاءِ گهيرتن ۾ آندو هو ۽ هوسچيءَ سنگت کي اڌ ۾ ڇڏي اُتي پهگو آهي. هو سوچي ٿو:

"هي ڇورو ته مونکي پاڳل بنائڻ لاءِ آيو آهي. شرم نه ٿو اچيس، منهنجي آڏو ڇورين سان چميون چٽڪا ڪندي ۽ وري سوچي ٿو، منهنجي جيون ۾ پيهر جي اهو ڇورو نه اچي ها ته ڪهڙو آسمان ڏري پوي ها. مون کي ته خبر به ڪا نه هئي ته هو جيئرو به آهي. اهو به ايڏيءَ سهٺائي سان. ڇهن منهين جو هو، مان ڪيس ڇڏي ڀڄي ويو هئس، نانيءَ حوالي ڪري. ائين ڇڏي پهگو هئس جيئن مرڻ وارا پلونگڙا ٻار ڇڏي لاڏاٽا ڪري هليا ويندا آهن. يا جيئن سپني ۾ هڪ ماڻهو ڇهن مهين جو ننڍ ۾رستل ٻار، بيبي ڪارٽ ۾ ڪٽي باغن ۾ زال سان گهمي رهيو هجي ۽ سپنو ٽٽي ويو هجي. ۽ هاڻ جڏهن پنجويهن سالن ڪانپوءِ اوچتو ئي اوچتو هو سندس جيون ۾ اچي ويو آهي ته هن جا هوش ٺڪاڻي لڳي ويا آهن ۽ ڀرپور انداز سان هن کي محسوس ٿيڻ لڳو آهي ته ساڀيان سپنن ڪان به سهٺي ٿيندي آهي ۽ زبردست انداز سان هن کي اهو به فيل ٿيڻ لڳو آهي ته پيءُ ۽ پٽ ۾ به

ايڏو ئي رومانس ٿي سگهي ٿو، جيڏو ڪنهن حسين ڇوڪريءَ ۽ ڇوڪري ۾ ڇتو رومانس.

هو سوچن جي اڪٽ ٿوپار ۾ آهي محسوس ڪري ٿو، گهرته هو پوئتي ڇڏي آيو آهي:

"اري، روڪو ڀائي روڪو، ميرا گهر تو پيڇي ره گيا!"هن جي ڳالهه تي پٺاڻ ڊرائيور ڪشٽ ڪائيندي، الائي ڇا پڻ پڻ ڪندو، گاڏي هن جي اشاري سان موڙي ٿو. هو الائي ڇو ضرورت کان وڌ خوش آهي. ڊرائيور جي بيهودي ورتاءَ جي باوجود به ٽن روپين بدران هو ڪيس پورا پنج رپيا ڏئي، پنهنجي فليٽ جي ڏاڪڻ ڏانهن وڌي ٿو.

فليٽ واري بلڊنگ پنجن ڇهن ڪٽنبن ۾ ورهايل آهي. هيٺ نهايت ئي شاندار مهاجر فيملي آهي، سامهون نهايت ئي سوشل ڪرسچن فيملي ۽ ٻين جي هن کي خبر ڪانهي ته ڪير اچي ٿو، ڪير وڃي ٿو. هن جو فليٽ ڇڙهن جو فليٽ آهي پر پوءِ به پاڙيوارا سندن ڏاڍي عزت ۽ آجيان ڪندا آهن، سدائين ساڻن مرڪي ملندا آهن ۽ هن کي ڪڏهن به اهڙي شڪايت نه ملي آهي ته تنهنجو ڇوڪرو ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا وٺي اچي ٿو ۽ ريڊيو ڪيسٽ جا ٻئي اسپيڪر پوري آواز سان کولي، اسان جي ننڊ ڦٽائين ٿا. ان مان هو اندازو لڳائي ٿو ته ڇوڪرو ڪابه اهڙي گندي حرڪت ڪانه ٿو ڪري جنهن سان پاڙي وارن جي منهن تي هو هلڪو گهنج به محسوس ڪندو هجي ۽ گهر کي لاڪ نه ڏسي. هو اهين ئي ناڪ ڪري ٿو، جيئن سدائين ڪندو آهي. ۽ ڪن ۾ در کلي ٿو. در ڪامران کوليو آهي. پر سندس نهار ڪامران کان به پهرين. اندر سنهڙي ڪانچ جهڙي اُجري ڪاري سمهڻ جو وکو پهريو، اونڌي، ٻانهون ۽ ڄنگهون ڦهلايو سنڌل ڍگهي ڍگهي سنڌل پرپور ڇوڪريءَ تي پئجيو وڃي، جنهن جي ڳاڙهيءَ انگيءَ ۽ ڪڇي مان سندس جوڀن ڇڻ ڦاٽ ڪائيندو ٿو رهي. هوءَ پهرين ئي نهار سان ڪا حسناڪ فرينچ ڇوڪري ٿي لڳي. ڪنواري ڪنواري، ڳاڙهي ڳاڙهي، ونجهه ڇوڪري. جوڀن جا وَهنُ ۽ تَهه چڙهيل. اهڙي ڇوڪري، جهڙي سڙڪن تي هلندي پنجن ڇهن سالن ڪانپوءِ ئي ڪٿان واٽ ويندي ڏسڻ ۾ ايندي آهي، آئوٽ سائيڊر.

"ڇا مان اچان؟" هو گهبرائجي ٿو وڃي ته هيءَ وري ڪٿان ڦاسائي

آيو. هوندي ڪا امريڪن هئي. جهڙي آيو هوندو، هوائي اڏي تان.

”او ڪم آن.“ هو لاپرواهيءَ سان چوي ٿو ۽ ڪيس ٻئي ڪمري ۾ وٺي ٿو وڃي، ان لاءِ ته ڇوڪري ڪيس ڏسي ايئن گهٻرائجي وئي آهي، جيئن واهڻن جي نئين شاديءَ واري عورت مڙس سان ڇمي ڇتڪو ڪندي، گهر جي ڪنهن ڀاتيءَ کي ڏسي ڇرڪي ٿي، ڪن لاءِ حواس وڃائي وهي. ڇوڪري پاڻ کي فرش تي پيل خوبصورت رلهيءَ سان ڍڪيندي، باٿ روم ڏانهن ڀڄي ٿي. هن جي پٽ جي دوست جو خوبصورت مک به فنڪ ٿي ويو آهي ۽ هو موڙي تان منجهي اٿي بيهي ٿو رهي. ”جمي هيءَ تنهنجي ڀيڻ آهي يا زال؟ جي ڊيڊي سان ملڻ گهري ٿي ته واهه جي نه ته سڀ بور پا ٿيندا سين. وٺي وڃ پنهنجيءَ کي.“ ۽ پٽس پنهنجي ساٿيءَ کي ائين ڇڏي پنهنجي ٻئي ڪمري ۾ اچي، پٽ تي ڪشمور ميٽنگ مٿان وڇايل غاليچي تي وهاري، لاڪس لڪر جي اوچي متڪي مان، لڪري جي وٽيءَ ۾ پاڻي آڻي ٿو. نهايت ٺي فرج جهڙو ٿڌو پاڻي.“

”ڪير آهي؟“ هو غور سان پٽ ۾ نهاري ٿو.

”ڪير به آهي، وٺي ٿي، سڏيانس.“

”نه، هوءَ ته ويچاري پاڪستاني ڇوڪرين جيان شرمائي پئي، وچڻ ڏينس. “هو ڇوڪريءَ کي تڪڙ مان ٻئي ڪمري ۾ ڪپڙا بدلائيندو محسوس ڪندي، پٽ کي روڪي ٿو.

”اوهه ڊيڊي، ڇا جينٽس ڇوڪري آهي! اهڙي ڇوڪريءَ جوساٿ ملي وڃي ته پوءِ ماڻهو سٺ سترسالن جيئڻ بدران به اڍائي سؤ سال جي ويندو.“

”پوءِ ڪٿي شادي ڪرينس؟“

”او نو ڊيڊي. شادي ته قيد آهي، آءِ ايم اي ٽريولر. اهڙو مسافر جنهن کي ڪنهن جي ڳولا آهي. ڪڏهن پاسندو اٿم ته هي منهنجو ٻيو جنب آهي. آئون هتي وڏي ڪارج سان آيو آهيان. مان ڪنهن هڪ ڇوڪريءَ ۾ الجهي، مرسڊيز يا وڏي بينگلو جي قيد ۾ پاڻ کي جڪڙڻ نٿو چاهيان.“ هو اونهون ساهه ڀري، سندس هٿ مان پيالي وٺي، اوبر پيئڻ لڳي ٿو ۽ وري ٿهڪ ڏئي ڪيس ائين ڀڪ ٿو وجهي جو هو پاڻ کي منجهندو ٿو محسوس ڪري.

”اوهه ڊيڊ، سچ تون ايترو پيارو ۽ بيوٽيفل آهين جو تون عورت هجين ها ته آئون روميو جيان، تو کي ماڻڻ لاءِ، ست ڪوٽ اورهانگي اچان ها ۽ هر

سامهون اينڊڙ ڪي پنهنجي ترار سان رتو ڇاڻ ڪري ڇڏيان ها..." هو ڪيس ڳيراتي پائي چمي ٿو ۽ هو پٽ جو ٻاراٽو پيار ۽ پهلواڻ وارو ٻوجهو پاڻ مٿان محسوس ڪندي ڪيس ٻانهن جي پوري طاقت سان ڀري ٿو ڪري ۽ ڪاوڙجي ٿو:

"ڇو پڙوا، مان توکي چوري ٿو لڳان؟"

"نه، چورين ڪان به وڏيڪ سهٽو. هاڻ ڏس نه ڪيڏي نه وڏي ٽريجڊي آهي جو منهنجي دوستن مان ڪنهن ڪي ويساهه ئي نه ٿو اچي ته تون منهنجو پيءُ آهين! سچ اِها ايڊائيندڙ ڳالهه آهي ته ماڻهو سنهن ساک ڪٽي ته هي منهنجو پيءُ آهي ۽ پوءِ هڪڙو ماڻهو به اهڙو نه ملي جو ويساهه آڻي." هن جو موڊ آف ٿي وڃي ٿو.

"پر ڊنڊوري جي ڪهڙي ضرورت آهي ته آئون تنهنجو پيءُ آهيان. تون ته چوندو آهين ماءُ پيءُ، ڀاءُ ڀيڻ، زال سڀ واهيات ۽ ڪچا رشتا آهن. هڪ ئي رشتو آهي، پيار جو، فرينڊشپ جو. پوءِ ڀلي اهو فردن جو هجي يا ملڪن ۽ قومن جو!"

"اوڪي ڊارلنگ، گڊ نائيٽ." ڇوڪري ويندي ٿي چوي.

"نائيٽ." هو ڇوڪريءَ جي آواز تي ڪيس در تائين ڇڏڻ بدران وٽس ئي ويٺو ٿو رهي.

"آهي... اهو تاريخ جو سڀ کان وڏو سچ آهي. مون ڪي سيني ڳالهين جي ڄاڻ هوندي به مان سمجهندو هئس ته مان ڌرتيءَ مان ٿوهر جي وڻ جيان ڦوٽهڙو ڪري نڪتو آهيان. پر... توسان ملڻ کان پوءِ مان محسوس ڪريان پيو ته مان ماڻهوءَ جو ڦر آهيان. او ڊيڊي، اڄ رات وري گڏجي سمهنداسين، خدا جو سنهن ڏاڍو مزو ٿو اچي. ڏاڍو مزو ٿو اچي." هو ٻارڙن جيان پيءُ ڪي بستري تي ڪيرائي سندس ڇاتيءَ تي آسيس سان سِسي ٿو رکي.

"نه ڀائي نه، تون سمهڻ جو بيهودو آهين. تنهنجي ڀاڪرن ۽ اڏائي اڏائي مٿن وارين چنگهن جي ٻوجهي کان آئون پاڻ کي چپجندو ٿو محسوس ڪريان."

"پر منهنجي دوست ڇوڪرين کي ته منهنجا ڀڪ وڻندا آهن؟ واٽ آر يو ٽاڪنگ ڊيڊي!"

"اڙي پوءِ آئون ڪا چوري آهيان ڇا؟" هو ڪاوڙجندي بالڪونيءَ ۾ اچي ويهي ٿو. هيٽ ۾ بلو جين جي پينٽ ۽ جاڪيٽ ۾ ڪيس ساڳي ڇوڪري نظر اچي ٿي ۽ پٽ جو دوست، جنهن کي شايد اڄا تائين ٽئڪسي نه ملي آهي. ڇوڪريءَ ڏانهنس نهاري ٿي ۽ وري اُئين گهبرائجي ٿي وڃي، جيئن پهرينءَ رات جي ڪنوار صبح جو پاڻ کي لڪائڻ جا جتن ڪري.

"يار، هيءَ ته سنڌي ڇورين جيان ٿي شرمائي."

"پوءِ ڇاهي؟ سنڌڻ ناهي ته پنجاپڻ آهي. ويچاري آئي ٿي توسان ملڻ هئي. پر الائي ڇو، توکي ڏسي گهبرائجي وئي. تڪڙ مان پينٽ بدلائيندي به پيرا ته آٽڙي هئي."

"مون سان ملڻ آئي هئي، ڇو ؟!"

"بس ڇيائين، آئون تنهنجو پيءُ ڏسڻ چاهيان ٿي ۽ ڪالهه مون کي ڊراپ ڪندي جڏهن تو کي ڏٺائين ته ڪاوڙجي پئي ته تون مون کي احمق پيو بڻائين هي ماڻهو تنهنجي نئين پاءُ جيڏو ٿو لڳي. هن کي ته منهنجي ڳالهه تي اعتبار ئي نه پئي آيو.

" ڇا سچي به تنهنجي دوست جي زال آهي؟"

"ها. "پٽ لاپرواهيءَ سان وراڻي ٿو،

"پر مون کي ته پاسي تو تون پيار ۾ آهين. اونهين گهري اڪٽ پيار ۾؟"

"ڇو پلا، دوست جي زال سان پيار ڏوهه آهي ڇا؟"

"مان ته تو سان به پيار ڪريان ٿو. ڇا نه ڪريان؟ مون وٽ پيار کان سواءِ ڪجهه به ڪينهي. ڇا اهو به ڇڏي ڏيان!... هاڻي ته پرٿويءَ تي رهڻ به عذاب ٿيندو ٿو وڃي." هو دکي ٿي وڃي ٿو.

"نه نه، تون ته ڪاوڙجي ويو آهين."

"پوءِ ڪڏجي ڇو نه ٿو سمهين؟"

"چڱو سمهون ٿا. ڏس، تنگ مٿان نه رکجانءِ ۽ ڳرا ڳرا پاڪر نه پائجان. اهڙا ٻڪ وجهڻ سان ته زالون به ڪاوڙجي وينديون آهن."

"ڪٿي اهڙن ٻڪن جي ڪري ئي مميءَ توکي ڊائيورس ته نه ڪيو هو." پٽ کيس ڳيراٽي ٿو پائي.

"بڪ نہ..." هو رسي ٿو وڃي.

۽ رات جو هو پنهنجي گڏ سمهن ٿا. پٽ ننڊ ۾ آهي ڪين جاڳ ۾، پر هن کي ننڊ ڪانهي. هو محسوس ڪري ٿو، هن جو پٽ تمام گهڻو جوان ٿي ويو آهي. قد ۾ هن کان ڪڙوءِ بدن ۾ ڀرپور آهي ۽ هن جيان مُهانڊا بہ باربيرئن ٽس. ننڊ ۾ ڪڏهن هو پٽ جو ڳاٽ پنهنجي ڇاتيءَ تي ٿو محسوس ڪري ۽ ڪڏهن هڪڙي ڇنگهہ پنهنجي سٿرن مٿان ۽ هن کي ائين محسوس ٿيندو ٿو رهي تہ اجا سندس پٽ ننڍڙو آهي، ايترو ئي ننڍڙو، جيترو سندس ڇٺن سالن جو ننڍڙو پٽ، بروسلي. ۽ الائي ڪڏهن کيس ننڊ، نهوڙي ٿي وڃي.

صبح جو آرسيءَ آڏو کيس هڪ چٺي ملي ٿي، هن جي پيرن هيٺان ڇڻ زمين نڪري ٿي وڃي. چٺي ۾ آهي. ڊيڊ، آئون الائي ڪيڏانهن اُڏامڻو وڃان، ڪالهوڪي ڇوڪري منهنجي زال آهي ۽ اهو ڇوڪرو سندس پاءُ. مون لڪي ساٽس شادي ڪري ڇڏي آهي. تون ڊڄ نہ، هوءَ تنهنجي مٿان بوجهہ نہ بڻبي. توسان مون ڪان بہ گهڻو پيار ڪري ٿي. ڪڏهن سڙڪن تي پيڪندي ڏسينس تہ پيار ڪجانس. مان لڇندو آهيان، آئون اودن بنهي کي ڇڏيو پيو وڃان. الائي، هن ڌرتيءَ جي گولي ۾ ڪهڙي ڪشش آهي جيڪا مون کي وڻ وڻ ڀٽڪائيندي ٿي رهي." ۽ ان کان پهرين جو هو چڪرائجي ڪري پوي، هو جني مٽ ۾ پيڙي ٿو ڇڏي ۽ ڪپڙا بدلائي، شيو ڪرڻ کان سواءِ ٻاهر ڊوڙي ٿو. هن کي انهن هپين جي ٽولي جي سڄي ڄاڻ آهي ۽ سج اُڀرڻ ويل هو انهيءَ پارڪ ۾ پهچي وڃي ٿو. ڪيرل ساڳئي ڪاري سيلبنگ گائون سان تنها تنها کيس باغ ۾ هلندي نظر اچي ٿي.

"ينگ ليڊي، ويئر از ماءِ چائيلڊ؟" هو ڪيرل جي ويجهو اچي ٿو، ڪيرل ڇرڪ ڀري هن ڏانهن نهاري ٿي.

" آءِ ڊونٽ نو... آءِ ڊونٽ نو..." ڪيرل هن کي ڏسي، ڊيهو ڀري، سامهون وڏي بنگلي ڏانهن آٿڙندي، رڙندي ڊوڙي ٿي ۽ هو هڪ بينچ تي ويهي، نيڻ ٻوٽي ٿو ڇڏي ۽ پنواتيون ڪائيندي، نيڻ کولي ٿو ۽ اندر ۾ مونجهہ محسوس ڪندي واڻي ٿو:

"هان... ٻلا هي ڪهڙي ريت آهي، ڪهڙو انقلاب جو ماٿهو ٻيءُ کي

ڇڏي ڀڄي ويجي. ٻڌ ڪان وٺي، هن دور جي ماڻهن تائين، ائين ڇو آهي؟! انهيءَ رشتي، انهيءَ ڀتڪيتڪان جي ڪڏهن پڇاڻي ٿيڻي آهي ڪين نہ ؟" ۽ هو اندر ۾ ٿؤنس محسوس ڪري نلڪي مان پاڻيءَ ڍڪ پي، منهن ڌوئي، ائين ٿهمر ۾ اچي ٿو ويجي، جيئن ڪو سندر سپنو ڏسڻ ڪانپوءِ، ماڻهو هڪ نرواڻ ڀريل آسيس محسوس ڪندو آهي. آسيس جيڪا سدائين آڪاسن ۾ پڻي ڊوڙون پائيندي آهي.

# دور آڪاس مان

هو ٻئي هلندا تا وڃن

جڻ آتما پُرماتما جو سفر هڪ ڇوڪرو آهي ۽ ٻي ڇوڪري. گلن چانيل نيريءَ ساڙهي سان، نيرو تلڪ لڳل ڇوڪري نِماشام ويلا ۾. ٻئي وڏي مانار سان هلندا تا وڃن. پساهن جيترو گڏ هوندي به ٻنهي جو پنهنجو پنهنجو مُنهن آهي. اندر ۾ جڻ دوزخ جا دونهان تا دُکن ۽ ڏاڏا ڪن. ٻئي گاهنءِ ولڙين چانيل پهاڙي پيچرن تان هلندا تا وڃن. ايل ايس ڊي جيهن ڪيپن سان. جبل ولو آهي. جيڏانهن نهار تي وڃي، گوڏي جيڏا ڍگها ڍگها، ٻُڪر ۽ ڪنڊير، گاهه اڙود ڪيو بيٺا آهن. جيڏانهن ڪيڏانهن پهاڙن مٿان جڻ ڪنهن ڪوروامهيءَ جتڻ چوڙيلڻ جا ٽاهيل ساوا ساوا فراس پهاڙن مٿان ڦهلائي ڇڏيا آهن. ڌرتيءَ جي ساواڻ جڻ نَڀ ۾ ڇُڳهه وجهندي، سنڌيا کي لڄائيندي تي رهي. ۽ الهندي جي ڦاڪ ۾، جتي سج وڏي ڌيمي نوبار سان، پرٿويءَ ۽ پولار جي ڦاڪ ۾ سونا سموند ڇڏي ويو آهي، جيڪي جڻ پلاٽينم جهڙيون ڇوليون هڻندا، پرٿويءَ ڏانهن ڏاڍي موهه پريل ٻاڦن سان پالوتجندا تا اچن.

پينٽ ۾ هٿ گديو ڇوڪرو ڳالهائي ٿو:

”۽ ها، ياد آيو. ٻيو شرط... ٻيو شرط اِهو آهي ته منهنجي موت تي تون منهنجو منهن ڏسڻ نه ايندينءِ.“

”منظور.“ ڇوڪري ڇلندڙ ڪوسن ڪوسن لڙڪن کي، سنڌياجي ٿڌاڻ سان اکين ۾ ئي سُڪائي تي ڇڏي ۽ ڏاڍي سيڪسي تي ڇوڪري جي ڇپن مان خارج ٿيندڙ نريل فائيو جي وٺندي دونهين کي جڻ ساهن ۾ سموئي تي ڇڏي ۽ چهري تي اَيل ڪروڌ پچي تي ڳالهائي:

”اِهو ڇو؟!“

”الائي، مٿان لاش مٿان اچي بيهين. آئون مرڻ کانپوءِ به توکي ڏسڻ نٿو چاهيان. سمجهينءَ، آءِ ايم ساري.“ ڇوڪرو ڏاڍو لڄيندو تي ٿو ڳالهائي.

۽ هوائن ۾ ڪَهلي ٿو وڃي ٺهڪڙن جو آواز. ائين جيئن ڪو ڪماچهار، اندر جي روح ۽ ٺهڪڙن کي ڳنڍي ڳتي، ڪَماچ جي تارن کي

هوائن ۾ ڏوٽا ڏئي ٿو ڇڏي.

"پلا تو وٽ اهڙي ڪهڙي خاطري آهي تہ اڳ ۾ تون مرندين؟ ٿي سگهي ٿو تہ پهرين آئون مران."

" نہ، جيڻ لاءِ تہ تو وٽ ڪوڙين بهانا آهن"

"اوڪي، نہ ايندڍس. تنهنجي وطن جو سونهن، نہ ايندڍس."

"نہ، اهو ڪوڙو قسم آهي. مان وطن ۾ وشواس نہ رکندو آهيان. تر جيترو بہ نہ، ان لاءِ تہ منهنجو ڪوئي وطن ڪونهي." ڇوڪرو ڇوڪريءَ جي ڳل تان نيڻ هٽائي، دور آڪاسن ۾ پکڙيل سون ۽ پلاٽينم ۾ ڇڻ لڙهندو ٿو وڃي.

"ڇو.... تون تہ ڪٽر نيشنلسٽ آهين. تون اِهو ڪنگال آهين، جنهن وٽ وطن کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪينهي." ڇوڪري مرڪي ٽوڪيس ٿي.

"ها، ڪڏهن هئس. مون نيشنلزم ڪي، آگر ۾ اڙندڙ منڊيءَ جيان، ٻنَ ۾ اُڇلائي ڇڏيو آهي. الائي ڪڏهن اڇلائي ڇڏيو هو مانس. ڪنهن هلڪڙي سينڌيءَ جي نشانيءَ جيان." ڇوڪرو نئون سگريٽ ٿو دُکائي

۽ ڇوڪري سندس ساڄي ٻاچ ۾ تجرا ڏيندڙ ڇلو ۽ ڌهن ٿي آگرين ۾ واچيندي ٿي رهي. هن کي ڇوڪري جا هٿ آرٽسٽن جيها ٿا لڳن. ڊگهين ڊگهين متوازن آگرين ساڻ. پوءِ بہ هوءَ ڏاڍو ڪروڌ ٿي ڪري:

"تون پاڻ کي سمجهين ڪُوهہ پيو؟ هڪ پيرو جنهن شيءِ تان منهنجو آرو ڪجي وڃي اُها شيءِ جي ٻيهر منهنجي آڏو اچي وڃي تہ مان گهٽجڻ لڳندي آهيان. منهنجو ساهہ مُنجهڻ لڳندو آهي." ڇوڪري ساهت ۾ مونجهہ ٿي محسوس ڪري.

"تہ ڇا آئون پاڻ کي اهڙي شيءِ سمجهان.

"آءُ تہ هڪڙي ڳالهہ ڪري رهي آهيان. پر تون پاڻ کي وچ ۾ ڇو پيو آڻين. مون تہ ڪڏهن بہ تو مٿان آرو ڪين ڪيو هو. الائي تون پاڻ کي... تون پاڻ کي ڪهڙا دُلبا ۽ فريب پيو ڏين." اها ڳالهہ چوندي ڇوڪري ساهن ۾ مونجهہ ٿي محسوس ڪري.

دُنبو! ها... مان ڪڏهن ڪڏهن الائي ڇا ڇا سوچيندو آهيان. دل تان لهي وڃڻ جي ڳالهہ! مون کي رڳو ان ڳالهہ جي خبر آهي تہ مان ناتر ڊيم جو

ڪپڙو نہ آهيان جو جيڪا عورت مون کي پسند ٿي نہ ڪندي هُجي، ان جي لاش سان وچي سمهي رهان، موت جي ننڊ. اهڙي ڪنهن سونهن جو ڏلبو مان پاڻ کي ڏئي نٿو سگهان.

"تو تہ رڳو لاشن جون ڳالهيون ٿو ڪرين! توکي تہ ڳالهائڻ بہ ڪين ٿو اچي. اهي آهن لکڻ ۽ آداب اوهان جي ڳالهائڻ جا. ائين ڳالهائبو آهي ڇوڪرين سان؟ مان... مان ٽريڊيشنل لائيف گذاريندڙ آهيان. ڪم اَلون، گو اَلون. ڪنهن سان مطلب ٿي نہ. ماٺهو پنهنجو پاڻ ۾ سنو لڳندو آهي. مان تہ فقط پنهنجو پاڻ سان پيار ڪندي آهيان."

ڇوڪري ڳالهائيندي اچانگ ڇوڪري جون موهہ پريل اکيون پنهنجي اُرهن جي اُڀار مٿان ڏسي، حياءَ کان هيٺ ٿي وچي ٿي. هوءَ جلدي ساڙهيءَ جي پلوَ سان ڍَڪُ ٿي ڪري ۽ روئڻ جهڙي ٿيو ٿي وڃي.

"تو منهنجي ڳالهين مان انسلٽ محسوس ڪئي آهي؟"

"هيو ڇا!..." ڇوڪريءَ جي اکين ۾ لڙڪ لرزي ٿا وڃن.

"ساري، باءِ گاڊ ويري ساري."

مانار

هن دِشا کان بہ مانار، هَن دِشا کان بہ مانار ۽ دور ڪو ڳنوهار، گايون ڪاهيو، ولڙو ڳائيندو ٿو وڃي.

"هي ڳالهہ ... ڊچان ٿو، مٿان خراب لڳئي."

"اڄ جو ڪجهہ ڇوٽو آڪٽو اٿئي، ڪلي ڇئو."

"مون پئي ڇيو، يورپيئن سوسائٽيءَ ۾ ڪي جوڙا، هڪ ٻئي کي طلاق ڏيڻ ويل، وڇوڙي جي ڪِس ڪندا آهن. هڪ ٻئي کي ڏاڍي موہ سان ڇمي الوداع ڪندا آهن. الائي ڇو، مون کي يورپيئنز جي اِها ڳالهہ ڏاڍي وڻندي آهي، الاهين آمريڪينز ۾ تہ ائين نہ ڪرڻ، آئوٽ آف اينٽيڪيٽ آهي."

"ڇوڻ ڇا ٿو گهرين!" ڇوڪري گهوماٽين ۾ اچي ٿي وڃي.

"آئون ڊچان پيو. تنهنجي من ۾ تہ اهڙي چاهنا ڪانهين نہ."

" اوہ سنپيال ..." ڇوڪري اچانگ ٿيلهو ٿي ڏئيس. ڇوڪرو حيرت مان ڏسيس ٿو.

"ساري، تنهنجي پيرن هيٺان مينهن وساڙو ٿي آيو. ڏس نہ. جهڙو

ڪنهن ول جو ڳاڙهو رتوڙو گل." ڇوڪري مينهن وساڙي ڪي تري تي ڪٽي، ڏاڍي موهہ مان نهاريندي وري هوريان هوريان گاهہ مٿان ڇڏي تي ڏٺيس.

"ٿئنڪ يو... مون الائي ڇا پئي چيو؟.... هون - او ها- ڇاهنا... آئون ان ڳالهہ کان ڊنس پئي." سندس ڳالهہ تي، ڇوڪريءَ جو مک ڳاڙهو سائو هيڊو ٿيندو ٿو وڃي هوءَ زوريان ٿي ڳالهائي:

"واٽ آر يو ٽاڪنگ؟!....."

"مون... مون ان لاءِ پئي چيو، مٿان تنهنجي من ۾ اهڙي ڪا ڇاهنا نہ پئدا ٿي وڃي."

" ڇا ڇا ڇا!...." مٿان ڪا اهڙي ڇاهنا تون ڪرين. منهنجي ڪا تو سان شادي ٿيل آهي. يا اڳواٽ اسان ۾ اهڙو ڪو سرسلو هو بہ ڇا؟ مون آرسيءَ ۾ پاڻ ڪانسواءِ ڪنهن کي بہ ڪِس نہ ڪئي آهي. جينٽل مين، پنهنجا اکر واپس وٺ."

"ساري، ٿئنڪز."

مانار

آدجگاد جون پيڙائون.

۽ دور پهاڙيءَ مٿان، ڪبوترن جو جوڙو، آڪاس ۾ ڇڻ ڪٽڪ نچندو انڊلٺ جيهن پولارن ۾ اڏندو ٿو وڃي.

"موتون؟"

"ها موتڻ گهرجي." پئي ترن ڪن ٿا. اوپر ۾ گگن نيرو نيرو آهي. ڪيپسين سمونڊ جهڙو نيرو. دور هِل اسٽيشن ڏانهن، مسيت جو اُبو منارو ڄڻ انسان جي عظمت جي ساک ڏئي رهيو آهي. ڇوڪرو اٿاهہ اونهون ساهہ پري، لوئين اکين سان آڪاس جي نيريءَ ڌرتي جي ڪاري ڦاڪ جو سنگم ڏسندو ٿو رهي.

"شهلا." ڇوڪرو موٽندي، وري نئون سگريٽ ٿو دکائي.

"ڇئہ."

"ڪڏهن ڪڏهن ڪِل اچي ويندي آهي."

"ڇاتي؟" ڇوڪري ڪاوڙ مان پينٽ جي پانچن ۾ نهاريندي ٿي وڃينس.

”سوسائٽي تي، شادين ۽ طلاقن تي!.... ڇا تو کي اهو سڀ ڪجهه اچرج جوڳو نه لڳندو آهي.“

”چونه- شاديءَ جي اهميت خبر ملان کي نه ڪهوڙ ڪنوار کي هوندي آهي“

”ها- مان سوچيان پيو. ماڻهو پنهنجي زالن کي طلاق ڪيئن ڏئي ڇڏيندا آهن.“

”ڇو؟... طلاق ڏاڍو نيچورل سسٽم آهي ۽ انساني تاريخ ۾ گهڻي ڪان گهٽيون طلاقون مردن ڏنيون آهن. ڪاري ڪاريءَ جي ته ڳالهه ئي ٻيري آهي.“

”شايد فيوچر ۾ ميجورٽي عورتن جي ٿي وڃي.“ هو سگريٽ مان سگريٽ دکائي ٿو.

”فيوچر ڇا، ڏرتيءَ تي سدائين عورتون گهٽائيءَ ۾ آهن.

”هو ڏس، سمونڊ مٿان، ڏکڻ ۾ ڪارونيار آهي. اُتي جي هوا، مينهن کي اُڏايو ڪٿيو ٻئي اچي.“

”ها - تنهنجي ساڙهي پُسي ويندي.“هو ڏاڍو ڏڪوئتو ٿي وڃي ٿو.

”ڇو نه، مون وٽ جوڙا ٻئي به آهن. “

”سچ ٻڌاءِ، مون تو کي ڏکوئيو ته ڪينهن. سچ مون کي نه تو اچي ته رسبو ڪيئن آهي. سدا لاءِ ڪنهن ساٿي کان وچڙي وڃڻ لاءِ ڇا ڇئبو آهي. اسان وٽ ته ڪي مينرز ئي ڪينهن.“

”ها- مون پاڻ تولاء ائين نئي سوچيو. سچ ٻڌاءِ. دکوئجي ته نه ويو آهين.“

”نه نه، مان وڃڻ پيو، الائي ڪيئنهن ڏاڍو ڏور، ڇا ڇسي ڏئي موڪلايون؟...“

”نو سر، ٿئنڪيو.“

”گڊ باءِ.“ چوڪرو ڇجي ٿو وڃي، ٻئي وچڙي ٿا وڃن.

۽ سنهڙي سنهڙي ڳاهه مٿان، هيڪل مينهن وساڙو سرندو ٿو وڃي، اڃا تائين اِنڊين ڏسائن ڏانهن.

# وڻ ويڙهي

اڄ ٻن سالن کانپوءِ، مان وري ان ساڳئي بينچ تي اچي ويٺو آهيان، اڄ کان ٻه سال پهرين مان صبح جو نوين وڳي کان رات جو ڏهين وڳي تائين ريلوي مال گودام ۾ ڪم ڪرڻ کانپوءِ ٿڪي ٿٽي اچي انهيءَ بينچ تي ويهي ڪوئٽيءَ ويڄڻ واري گاڏيءَ جو انتظار ڪندو هئس. سڀ ڪجهه پهرينءَ وانگر ساڳيو پيو لڳي. ڪٿي به ڪا ڦير ڦار نه آئي آ. حيدرآباد اسٽيشن جو اهوئي ساڳيو ماحول آهي. اها ئي ساڳي پليٽ فارم جي بلبن جي اداس ۽ افسرده روشني. گڏس ٽرين جا ريڪ ساڳيءَ طرح ڏڪار جي ماريل مال وانگي پاسراٽيون ڪڍيو بيٺا آهن. اسٽيم شنٽنگ انجڻيون ساڳيءَ طرح ڪاريءَ اجگر بلا وانگر وات مان چڻنگون ڪڍي ڦوڪارا هڻيو اچي ۽ وڃي رهيون آهن. مسافر ساڳيءَ طرح ٽرين جو انتظار ڪري رهيا آهن، ۽ پپر جو وڻ ويڙهي لڳل وڻ به ساڳيءَ طرح بيٺو آهي. سڀ ڪجهه پهرينءَ وانگر ٿو لڳي. مون ۾ به ته ڪا تبديلي نه آئي آهي. ساڳي ٻين رپئي واري اڌوراٽي قميص، ساڳيو ٻن سالن وارو پراڻو سوئيٽر ۽ ساڳئي مارڪي وارو سگريٽ ڇڪي رهيو آهيان. پر پوءِ به مان پاڻ کي پهرينءَ کان ڪجهه مطمئن محسوس ڪري رهيو آهيان. ڀلا ڇا، اها گهٽ ڳالهه آهي، ته پهرين جيترا پئسا مون کي سورنهن ڪلاڪن جي ڪم ڪرڻ جي باوجود ناجائز طريقي سان ملندا هئا، هاڻ اوترا پئسا مون کي اٺ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ جي عيوض جائز طريقي سان ملي ويندا آهن. مان سمجهان ٿو، اها منهنجي لاءِ وڏي ڳالهه آهي. پر پوءِ به مان پاڻ کي مطمئن نٿو محسوس ڪيان. ماڻهو پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به پاڻ کي مطمئن نٿو سمجهي سگهي. پوءِ ڀل هو پنهنجي ملڪ جو راڄا بڻجي وڃي، صدر يا وزير اعظم. ڪٿي نه ڪٿي ڪا ڳالهه اڻپوري رهجي ويندي آهي ۽ اڻپوري ڳالهه ڪڏهن به پوري نه ٿيندي آهي.

هينئر مان هن بينچ تي ويٺو، هر ايندڙ ويندڙ، بيٺل ويٺل، ليٽيل ماڻهوءَ کي غور سان ڏسي رهيو آهيان. اٿين ڏسڻ ۾ ته هرڪو ماڻهو مطمئن ٿو نظر اچي. ڪي وقت گذارڻ لاءِ پاڻ ۾ فلمي ڳالهيون ڪري رهيا آهن، ڪي

سياست تي بحث ڪري رهيا آهن، ڪي واپار جون ڳالهيون پيا ڪن، ڪي تاس پيا کيڏن، ڪي گپ شپ هٽي ٽهڪ ڏئي رهيا آهن، ڪي اخبارون ۽ رسالا جانچڻ ۾ مصروف آهن تہ ڪي ائين ئي پراين زالن ڪي تاڙڻ لاءِ پسار پيا ڪن. ڏسڻ ۾ ڪجهہ ائين ئي اچي رهيو آهي. پر پوءِ بہ مان محسوس ڪيان ٿو، اهو نظرن جو دوکو آهي، سراب آهي. هرڪا منڊ، هرڪو ماڻهو بيچيٺن آهي، هڪ عجيب ڪشمڪش ۾ آيل آهي. اک جو ڪجهہ ڏسي ٿي ۽ ڪن جو ڪجهہ ٻڌن ٿا، تيئن ناهي، هوندو ڪجهہ ٻيو آهي.

اوهان ٻلي مون کي چريو چئو، پر مان اوهان کي يقين سان چوان ٿو تہ منهنجي بينچ کان ٿورونئي پري هوءَ سيرانديءَ کان ٿيلهو ڏيئي ليٽيل، پيٽ واري ڪاٺياواڙي عورت اِتي موجود ڪانهي، ۽ نہ ئي پاسي کان پيتيءَ تي مفلر ويڙهيو وينل سندس مڙس اتي موجود آهي. هن جو مڙس تہ هن کان سؤ ميل پري ڪراچيءَ جي شهر مان واپار لاءِ ڪٽ پيس جا ٽڪرا وٺي رهيو آهي، جن مان گهٽ ۾ گهٽ هن کي ٻہ هزار رپين جي فائدي جو امڪان آهي ۽ هوءَ پاڻ بہ تہ اتي ڪانهي، هوءَ پاڻ بہ سال اڳ مستقبل ۾ وڃي پنهنجي پيٽ واري پٽ کي پرڻائي رهي آهي ۽ گهٽ ڏيج ملڻ تي ڪنوارجي مائٽن سان وڙهي رهي آهي. هوءَ الائي پٽ چئبندي يا ڌيءَ، پر هن وقت هن کي پٽ پرڻائڻ کان اوهان ڪنهن طرح بہ روڪي نہ ٿا سگهو ۽ نہ ئي خيالي ڪنوار جي مائٽن کي اوهان هن جي جهيڙي ۽ ڏانڊليءَ کان بچائي سگهو ٿا ۽ هي پڳل چوڙيءَ جهڙو چنڊ... اوهان يقين ڪيو تہ اهو پڳل چوڙيءَ جهڙو چنڊ بہ آسمان ۾ انهيءَ هنڌ موجود نہ آهي. هائي تہ شايد اوهان کي يقين ٿي ويو هجي تہ مان پورا سؤ پئسا چريو آهيان، پر مان يقين سان چوان ٿو تہ اهو چنڊ اتي موجود نہ آهي. هو گنجو پوڙهو بابو ڏسو ٿا، جيڪو مال گاڏن جا نمبر نوٽ ڪري رهيو آهي، مان ان کي چڱيءَ طرح سڃاڻان. ان جي پاسي ۾ وڃي اڙدوءَ ۾ ايترو تہ چئو "چاچا، چاند چمڪ رها هي." جيتوڻيڪ اوهان هن کي گار نہ ڏني آهي پر مان يقين سان چوان ٿو تہ هو اوهان تي ڪاوڙبو، اکيون ڦوٽاريندو. اوهان کي ڪائڻ لاءِ ايندو، پر چوندو ڪجهہ بہ ڪونہ. بس دل ۾ ٻہ چار گاريون ڏيندو ۽ وري مال گاڏن جا نمبر نوٽ ڪرڻ ۾ لڳي ويندو. ان لاءِ تہ چنڊ جي نالي کان هن کي چڙ آهي. چنڊ جو نالو ٻڌي هن

کي رکو پنهنجي گنجي ٽڪڻ ياد ايندي آهي. آسمان وارو چنڊ ڪڏهن به نه. ٿي سگهي ٿو، هن ڪڏهن راتين جو راتيون چنڊ کي تڪيندي گذاريون هجن. شاهه عبداللطيف وانگي ڪڏهن چنڊ سان پنهنجي پرينءَ ڏي نياپا موڪليا هجن. پر هاڻي ته چنڊ جهڙي واهيات ۽ بيڪار شيءِ جو هن لاءِ ڪو به وجود ڪونهي، جيڪڏهن آهي ته هن جي واهيات گنجي ٽڪڻ، جنهن تان مفلر هينئر هيٺ لڙڪي ويو آهي.

بس مان چوان ٿو جيڪڏهن هتي ڪاشيءِ پنهنجي جڳهه تي موجود آهي ته اهو وڻ وبڙهي لڳل پپر جو وڻ آهي ۽ جيڪڏهن ڪو مطمئن آهي ته ان وڻ جي هيٺان سنل اڱهاڙو عليل چريو آهي. اوهان چا ٿا سمجهو ته هو چريو آهي ۽ اگهاڙو ولهه ۾ پپر جي وڻ هيٺان ستو پيو آهي. پر اوهان يقين ڪريو خيالن ۾ هن وقت هو پنهنجي ايئرڪنڊيشنڊ ڪمري ۾ ويٺو پنهنجي مل جي مئنيجر ۽ ڪلارڪن کي دباڻي رهيو آهي. اوهان کي منهنجي ڳالهه تي يقين ڪرڻو ئي پوندو. اوهان ڪنهن طرح به منهنجي ڳالهه کي غلط ثابت نه ٿا ڪري سگهو. اک جو ڪجهه ڏسي ٿي، تيئن نه آهي. ڏسبو ڪجهه آهي، ۽ هوندو ڪجهه پيو آهي.

توهان هينئر هن وڻ ۾ ڏسو. بلڪل وڻن جهڙو وڻ آهي. پر اوهان صبح جو وڻ ۾ اچي ڏسجو. اوهان کي ان وڻ جي ٽارين ۽ پنن مٿان هڪ ول ڪوريئڙي جي ڄار وانگي وچڙيل نظر ايندي، ۽ جتان جتان اها ول وچڙهيل هوندي، اتان وڻ جا پن، يرقان جي مريض وانگي هيدا ٿي پيا هوندا ۽ اها ول جنهن به وڻ کي لڳندي آهي، اهو وڻ ٿي بيءَ جي مريض وانگي سڪندو ويندو آهي ۽ نيٺ سڪي ٺوٺ ٿي ڪري پوندو آهي. مان ان وڻ سڪائيندڙ ول جي باري ۾ گهڻو ڪجهه ڄاڻان ٿو. پر اٿين چوڻ مناسب ٿيندو ته ان جي باري ۾ مون گهڻو ڪجهه پڙهو آهي.

اڄ ڪان به سال پهرين، جڏهن رات جو تمام دير سان ڪم ختم ڪرڻ ڪانپوءِ اسان سڀ رشوت جي پئسن جو حساب ڪرڻ لاءِ اسٽيشن روڊ تي هڪ حلوائيءَ جي دڪان تي کير پيئڻ لاءِ ويندا هئا سين ته سدائين ....ي کي ان وڻ وٽان گذرڻو پوندو هو. مان جڏهن به ڪنهن وڻ جي هيٺان گذرندو آهيان، ته سڀ ڏئي وڻ جو هڪ اڌ پن پٽي وٺڻ جي ڪوشش ضرور

ڪندو آهيان. جيتوڻيڪ اهو سڀ ڪجهه اڻچاڻائيءَ ۾ ٿيندو آهي، ۽ مان سمجهان ٿو ته اها ڪا سٺي ڳالهه نه آهي. جنهن وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهجي، ان کي ڪڏهن به نه وڍجي. پر ماڻهو اڻچاڻائي ۾ الائي ڇا ڇا ڪري ويندو آهي ۽ مان پنهنجي فطرت کان مجبور آهيان. ها ته اسان جو پنجابي چيف ڪلارڪ منهنجي انهيءَ حرڪت تي مون کي ضرور ٽوڪيندو هو ۽ چوندو هو، ”اوئي علي محمدا، مين تينون هزار وار کهيائي، رات دي ويلي پيڙ دي ٿلي نا جائين، پر تون مندائي نهين.“ پر مان ڪڏهن به ڪونه مڃيندو هئس. هو ڪيترائي پيرا مون کي ٻڌائي چڪو هو ته رات جي وڳڙي ۾ اُن وڻ جي هيٺان ڪڏهن به نه ويجان، ڇوته وڻ ويڙهي لڳل وڻ مان رات جو ڪاربن ڊاءِ آڪسائڊ تمام گهڻي انداز ۾ نڪرندي آهي، ۽ ماڻهوءَ جي دماغ تي ان جو اثر هڪدم ٿي ويندوآهي. اڪثر ماڻهو مري پوندا آهن، چريا ٿي پوندا آهن، ننڍي ٻار لاءِ ته اهو وڻ رات جي وقت هئين ڪاني آهي. ۽ هن مون کي اهو به ٻڌايو ته پنجاب ۾ جڏهن هو ننڍڙو هو، تڏهن هن جي گهر اڳيان به هڪ وڻ هو، جنهن کي وڻ ويڙهي لڳي وئي هئي. مان سخت بيمار ٿي پيس ۽ منهنجي ڏاڏي ان وڻ کي هڪدم وڍائي ڇڏيو. پر مون کي ڪڏهن به اعتبار نه آيو. هونءَ به چيف صاحب پراڻن دقيانوسي خيالن جو ماڻهو هو. سدائين بيمار. جڏهن ڊاڪٽرن کان علاج ڪرائيندو هو ته حڪيمن کي گاريون ڏيندو هو، ڪڏهن وري ڊاڪٽرن کي گاريون ڏيندو هو ته حڪيمن جي ساراهه ڪندو هو، ته ڪڏهن وري پير جي تعويذ جي تعريف ٿي هلندي هئي. ڊاڪٽرن ۽ حڪيمن پنهي لاءِ وئل. ڀلا اهڙي ماڻهوءَ جي ڪهڙي ڳالهه تي اعتبار ڪجي. اسين هر مهيني فلم جو پروگرام ٺاهيندا هئاسين ۽ رات جو هوٽل ۾ ويهي پئسن جو حساب ڪندا هئاسين مهيني ۾ ٻه اڍائي هزار رپيا ٺهي ويندا هئا. ڇوته اسين هر مقادم يا واپاريءَ کان هڪ ڳوڻ جي بوڪ ڪرڻ جو هڪ آنو وٺندا هئاسين. پوري گاڏي بوڪ ڪرڻ لاءِ ويهه پنجويهه روپين کان پنجاهه روپين تائين هليا ويندا هئاسين ۽ پيو ته ننڍي مال گودام جي لوڊنگ جو ڪم ٺيڪي تي ڏنل هو ۽ ٺيڪيدار مزور اهي ئي رکي سگهندو هو، جي اسان پسند ڪندا هئاسين. تنهنڪري مزورن جي بل مان به ليبر جمعدار کي اسان کي ڪجهه ڏيڻو پوندو هو. پر ائين چوڻ مناسب ٿيندو ته

اسين سندن پئسن مان پھرين ٺي پنھنجو حساب ڪاٽي وٺندا ھئاسين. تنھنڪري مھيني سر ڪافي رقم جڙي ويندي ھئي. پر منھنجي حصي ۾ سدائين پنجاھہ رپيا يا پنجونجھاھہ رپيا ايندا ھئا. ھيترا پئسا اسٽيشن ماسٽر کي ڏنا ويا، ھيترن پئسن جو ٽي- سيٽ خريد ڪري فلاڻي آفيسر کي ڏنو ويو، ھيترا پئسا يارڊ سپروائيزر کي ڏنا ويا، ھيترا پئسا واچ انسپيڪٽر کي، ۽ ھيترا پئسا وي مينٽ انسپيڪٽر جي ھوٽل جو بل ادا ڪيو ويو. ھيترا پئسا سيل- مين ۽ منھنجي حصي ۾ پورو مھينو، روز اٺ ڪلاڪ وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي باوجود رڳو پنجاھہ روپيا. جيڪڏھن ايترن ڪلاڪن جو ڪٿي پارٽ ٽائيم ڪم ڪجي تہ ھوند ٻي پگھار جڙي پوي ۽ جنھن ڏينھن بہ اسان اھڙو ماھوار حساب ڪتاب ڪندا ھئاسين تہ ٻئي ڏينھن مزورن ۾ رڙ مچي ويندي ھئي ."بابو ھي ڇا! صبح کان ڳوٺيون ۽ لوھہ جا ننگ ڍويو ڍويو اسان جي بيڪ نڪريو وڃي، رات جو ڏھين يارھين وڳي تا ڪم تان لھون ۽ حصي ۾ رڳو پنجاھہ روپيا مھيني جا! پيٽسان ظلم ٿيو، بغداد ٿيو. اسان جي حصي ۾ گھٽ ۾ گھٽ سؤ رپيا اچڻ گھرجن. پيٽسان تيو حصو کائو، اڌ کائو، سچي جو سچو بل چٽ. سياڻ اسان مان ڪو بہ مزور ڪم تي ڪونہ ايندو." پر ھو اھڙي ڳالھہ رڳو مون سان ڪندا ھئا. شايد ان ڪري جو مان سنڌي ھئس. ھو مون کي پنھنجو سمجھندا ھئا. ٻئي ڪنھن بابوءَ سان ھو اھڙي ڳالھہ ڪري نہ سگھندا ھئا. مان چپ چاپ سندن ڳالھيون ٻڌندو ھئس. ڀلا مون کي ھنن سان ڪھڙي ھمدردي ٿي سگھي ٿي، جڏھن منھنجي پنھنجي حصي ۾ رڳو پنجاھہ روپيا ايندا ھئا. البت جڏھن مزورن کي سڪا جوئر ۽ ٻاجھر جا ٽڪر چٻاڙيندو ڏسندو ھئس، تڏھن احساس ٿيندو ھئم تہ پنجابي بابن سان گڏ رات جيڪا مون پنجابي فلم ڏٺي ھئي ۽ جيڪا سنڌ زميندار ھوٽل ۾ ماني کاڌي ھئي، انھيءَ جو اثر ھنن غريب ماڻھن جي مانيءَ تي ضرور پيو آھي، جو ڳيتون ڏيندي بہ ھنن جي نڙيءَ تان نہ ٿي لھي.

اڄ ٻن سالن کان مان ريلوي جي سروس ڇڏي چڪو آھيان. مون وري ڪڏھن بہ مڙي مال گودام ڏانھن نھاريو نہ آھي. رڳو ايترو سو ٻڌو اٿم تہ اھي سڀ بابو بدلي ٿي ويا آھن. ۽ ھاڻ ڇوٽي لائين جو مال گودام بند ٿي ويو آھي. ڇو تہ ھاڻ مير پور خاص تائين وڏي لائين جاري ٿي چڪي آھي.

ڪاش اج اهو پنجابي چيف گڊس ڪلارڪ مون کي ملي تہ مان کيس ٻڌايان تہ صبح جو وٽن مان آڪسيجن نڪرندي آهي جا صحت لاءِ تمام ضروري هوندي آهي. اها پيانڪ وڻ ويڙهي تہ اسان کي ڄر وانگي رات ڏينهن چهٽي پئي آهي. اهي اسين آهيون جن جي ڇايا ۾ ڪو بہ ٽڪل ماڻهو آسيس نٿو ماڻي سگهي. اها خوفناڪ وڻ ويڙهي تہ اسان کي لڳل آهي، مون کي لڳل آهي، توکي، اسان مان هر ڪنهن ماڻهوءَ کي لڳل آهي. اج مون کي ٻڌاءِ تہ مان ڪنهن کي وڍيان؟ پاڻ کي وڍيان، توکي وڍيان، ڪنهن کي وڍي ڪنهن وڍيان؟

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعویٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽِتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)